# قديم سنڌ

## اُن جا مشهور شهرءِ ماڻهو

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ

ڄام شورو، سنڌ

2022ع

(ڇاپو پهريون 1925ع، ڇاپو ٻيو 1966ع، ڇاپو ٽيون 1990ع)

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو چوٿون | سال 1999ع | تعداد 500 |
| ڇاپو پنجون | سال 2002ع | تعداد 500 |
| ڇاپو ڇهون | جون 2005ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو ستون | جولاءِ 2014ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو اٺون | جون 2022ع | تعداد 500 |

خريداري لاءِ رابطو:

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)

Email: sindhiab@yahoo.com

www. Sindhiadabiboard.org www.sindhiadabiboard.net

---

هيءُ ڪتاب سنڌ جي قومي اداري سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشوري ۾ مئنيجر خضر خان وگهيو ڇپيو ۽ سيد سڪندر علي شاهه، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

هيءُ ڪتاب "قديم سنڌ ـ اُن جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" سنڌي ادب جي نامياري ليکڪ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو سنڌ جي قديمي ۽ تاريخي شهرن ۽ اُتي جي ماڻهن، ذاتين ۽ قبيلن تي مشتمل احوال طور هڪ اهم تاريخي ۽ تحقيقي دستاويز آهي، جنهن ۾ قديم زماني کان وٺي انگريز سرڪار جي حڪومت تائين سنڌ جو تاريخي احوال درج ٿيل آهي.

سنڌي ادبي بورڊ جي بنيادي رٿائن مان سنڌ جي تاريخ جي اشاعت به هڪ اهم رٿا آهي، جنهن تحت عربي ۽ فارسي ماخذن جي اشاعت سان گڏوگڏ مختلف دورن جي مانائتن محققن ۽ تاريخدانن جا به سنڌ جي تاريخ تي مشتمل تحقيقي ڪتاب اداري طرفان ڇپجي پڌرا ڪيا ويا آهن. هيءُ ڪتاب "قديم سنڌ ـ اُن جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" به ان سلسلي جي ڪڙي آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو سال 1925ع ۾ خانگي طور حيدرآباد مان ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ تقريباً ايڪيتاليهن سالن جي ڊگهي عرصي بعد سال 1966ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ان کي شايان شان نموني سان ڇپائي منظرعام تي آندو جنهن پڙهندڙن وٽ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي ورتي. هِن ڪتاب جي اهميت جو اندازو ان مان به لڳائي سگهجي ٿو ته، سنڌي ادبي بورڊ طرفان هن ڪتاب جا ست ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

موجوده وقت ۾ بورڊ جي مانواري چيئرمين عزتمآب مخدوم سعيدالزمان ’عاطف‘ صاحب جن جو سنڌن علمي ادبي خاندان سان تعلق هئڻ ڪري ۽ سنڌن خاص دلچسپيءَ ۽ هدايتن تحت اداري طرفان نون ڪتابن جي اشاعت سان گڏوگڏ پڙهندڙن طرفان گهر ٿيندڙ ريپرنٽ ڪتاب به شايع ٿي رهيا آهن.

سنڌي ادبي بورڊ طرفان هاڻي هن ڪتاب ”قديم سنڌ- اُن جا مشهور شهر ۽ ماڳهو“ جو هيءُ اٺون ڇاپو بورڊ جي مانواري چيئرمين جناب مخدوم سعيدالزمان ’عاطف‘ صاحب جن جي سرڪردگيءَ ۾ بورڊ طرفان شايع ڪري سرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان.

اميد آهي ته اسان جو هيءُ پورهيو تاريخ سان دلچسپي رکندڙن وٽ مانُ لهندو.

02- ذوالقعد 1443هه
02- جون 2022ع

سيد سڪندر علي شاهه
سيڪريٽري

(پهرين ڇاپي جو ناشر پاران)

# پيش اکر

سنڌي زبان جي عظيم محسن شمس العلماء مرحوم ميرزا قليچ بيگ جو هي بينظير ڪتاب اڄ کان چاليهه سال اڳ، سنڌ جي مشهور صوفي سنت سرڳواسي ڪاڪي ڄيٺمل پرسرام، سال 1925ع ۾ "بلئوٽسڪي پريس، حيدرآباد" ۾ ڇپائي 'بنڌو آشرم، حيدرآباد' مان نئين سنڌ لئبرري سلسلي جو 10 نمبر ڪتاب ڪري شايع ڪيو هو. ان ڇاپي جي خلاص ٿيڻ کان پوءِ هي ڪتاب اَڻلڀ ٿي ويو ۽ بدقسمتيءَ سان هن وقت تائين ان جو ٻيو ڇاپو نڪري نہ سگهيو.

ڪتابي ادب جي حفاظت ۽ بقاءَ جو دارومدار ڪتابن جي عام موجودگيءَ تي آهي. جيڪڏهن ڪتاب هڪ دفعو ڇپيو ۽ پوءِ ائين گم ٿي ويو جو عام پڙهندڙن کي وقت سر ان جو ملڻ ناممڪن ٿي پوي، تہ ڇئبو تہ اهو ڪتاب ۽ منجهس جيڪي ادبي سرمايو موجود هو سو ڄڻ هميشہ لاءِ فنا ٿي ويو.

زندهہ ٻوليون پنهنجي ادبي سرمايي کي ڪڏهن بہ ائين بيدرديءَ سان فنا ٿيڻ نہ ڏينديون آهن. سندن ادبي شاهڪارن جا نوان نوان ڇاپا باقاعدگيءَ سان نهايت آب تاب سان هميشہ نڪرندا ئي رهندا آهن.

افسوس آهي، جو اسان جي سنڌي عالمن ۽ اديبن، ادبي جماعتن ۽ علمي ادارن اڄ تائين ان طرف ايترو ڌيان نہ پئي ڏنو آهي، جيترو ڪين ڏيڻ گهربو هو. نتيجو هي نڪتو آهي، جو اڄ سوَن اهڙن بي مثل سنڌي ڪتابن جا نالا وٺي سگهجن ٿا، جيڪي ڪنهن بہ قيمت تي پڙهندڙن کي هٿ نٿا اچي سگهن، ۽ ائين پيو ڀانئجي، ڄڻ اهي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪڏهن لکيا ئي ڪونہ ويا هئا. ظاهر آهي تہ پنهنجي ادبي ورثي ڏانهن ايتري سرد مهريءَ ۽ ان کان ايتري غفلت ۽ لاپرواهي نہ ڪڏهن معافيءَ لائق ٿي سگهي ٿي ۽ نہ وري ان جي ڪڏهين ڪا مناسب پورائي ئي اسان کان ٿي سگهندي. پنهنجن وڏن جي ميڙيل چونڊيل املهہ ماڻڪن کي ائين هٿن جي مٺين مان واريءَ وانگر جيڪڏهن هميشہ وڃائيندا ئي رهنداسين تہ آخر ۾

سواءِ خالي هٿن جي باقي اسان وٽ ڇا بچندو سا ڳالهه سيڪو سمجهي سگهي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ، انهن ڳالهين کي محسوس ڪندي، هڪ بنيادي مقصد پنهنجي سامهون هي به رکيو آهي ته ٻوليءَ جا پراڻا ڇپيل ڪتاب جنهن عزت ۽ احترام جي لائق آهن، تنهن احترام ۽ عزت سان ٻيهر ڇپائي شايع ڪيا وڃن، ته جيئن سنڌي ادب ۾ انهن ڪتابن جي هڪ دائمي حيثيت باقي رهي سگهي. انهيءَ مقصد جي پورائيءَ لاءِ بورڊ پراڻن اڻلڀ ڪتابن جي از سر نو اشاعت جو هڪ سلسلو جاري ڪيو آهي، جنهن هيٺ هيءُ ڪتاب "قديم سنڌ: ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" شايع ٿي رهيو آهي.

جيئن مٿي ڇيو ويو آهي، هي ڪتاب "قديم سنڌ: ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو"، سال 1925ع ۾ پهريون دفعو ڇپيو هو. انهيءَ ئي زماني ۾ مرحوم شمس العلماء ٻيو هڪ ننڍو ڪتاب "قديم سنڌ جا ستارا" نالي سان لکيو هو جو پڻ گهڻي زماني کان اڻلڀ آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ مرحوم شمس العلماء سنڌ جي برگزيده عالمن، فاضلن، مصنفن ۽ شاعرن جو احوال ڏنو هو. هيئنئر انهيءَ ڪتاب کي پڻ ڇاپي، ضميمي طور هن ڪتاب سان گڏ هڪ جلد ۾ آندو ويو آهي. پڇاڙيءَ ۾ سنڌ جي ڪن قديم خاندانن جا شجرا ڏنا ويا آهن، جن جو ڪتاب جي مواد سان جيتوڻيڪ سڌيءَ ريت تعلق نه آهي، پر پنهنجيءَ جاءِ تي اهم تاريخي دستاويز آهن. آخر ۾ ٻنهي ڪتابن ۾ ذڪر ٿيل ماڻهن ۽ شهرن جي نالن جون ياداشتون ڏنيون ويون آهن، جي مرحوم شمس العلماء جون ئي جوڙيل آهن.

اميد آهي ته هن ڪتاب جي دوباره اشاعت سنڌي ادب ۾ قابل قدر اضافو ٿيندي ۽ ان جو اڀياس پڙهندڙن لاءِ هر طرح مفيد ٿيندو.

**محمد ابراهيم جويو**
اعزازي سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد
21ـ ڊسمبر 1966ع

# ديباچو

سنڌ جي تاريخ انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ فارسي ڪتابن تان مون اڳي ئي لکي آهي، جنهن مان سنڌ جو سمورو تاريخي احوال قديم وقت کان وٺي هاڻي تائين معلوم ٿي سگهي ٿو. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ڪن قديم شهرن ۽ انهن جي ڪن ماڻهن جو مختصر احوال ڏنل آهي. قديم لفظ جي معنيٰ هن ڪتاب جي مضمون جي نظر تي عربن جي فتح کان اڳي ۽ پوءِ جو وقت انگريز سرڪار جي حڪومت تائين آهي. جيڪي شهر قديم وقت ۾ هئا، تن جا ڪهڙا نالا هئا ۽ انهن نالن پوڻ جو ڪهڙو سبب هو ۽ اهي ڪڏهن ٻڌا ۽ ڪنهن ٻڌا ۽ انهن ۾ ڪهڙا مشهور ماڻهو ٿي گذريا، سي ڏنا ويا آهن. مشهور ماڻهن ۾ عالم فاضل، شاعر، مصنف، درويش، اولياءَ، امير وزير ڏنا ويا آهن ۽ اوليائن جون ڪي ڪرامتون بہ ڏنل آهن. انهن شهرن ۾ جدا جدا حڪومتن ۾ ڇاڇا ٿي گذريو، تنهن جو مختصر تاريخي احوال بہ ڏنو ويو آهي. سنڌ ۾ قديم وقت کان وٺي جيڪي قومون ۽ مذهبي فرقا رهندا آيا آهن ۽ جي اڃا تائين بہ آهن، تن جو مختصر بيان بہ ڏنو ويو آهي. سنڌ جي حڪومت ڪندڙن قومن ۽ ڪن مکيہ اميرن ۽ مشهور ماڻهن جي خاندانن جا شجرا بہ ڏنا ويا آهن. اهو سڀ احوال گهڻو ڪري قديم فارسي ڪتابن تان ورتو ويو آهي جي اڪثر هينئر ڪمياب آهن. معلوم هجي تہ سنڌ ۾ اڳي فارسي زبان جو نالو ئي ڪونہ هو. عربن جي فتح کان پوءِ عربي پيئي. سنہ 613هہ (سنہ 1217ع) ۾ علي بن ابوبڪر ڪوفي جو اُڇ ۾ اچي رهيو هو، تنهن پهرين سنڌ جي تاريخ لکڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ ڪم لاءِ هو الور ۽ بکر ويو ۽ رهيلن عربن خاندانن کان پڇائون ڪيائين. آخر قاضي اسماعيل بن علي بن محمد بن موسيٰ بن طائي کي لڌائين، جنهن وٽ عربي ٻوليءَ ۾ سندس وڏن جو احوال ۽ سنڌ جي فتح جو بيان لکيل هو. اهو هٿ ڪيائين ۽ انهيءَ جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيائين، جنهن کي "چچ نامو" ٿا چون ۽ جنهن جو مون انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. انهيءَ مان وري مير معصوم شاهہ بکريءَ

سنڌ جي تاريخ فارسيءَ ۾ لکي، جنهن کي "تاريخ معصومي" ٿا چون. اهو سيد، جو شاعر بہ هو ۽ جنهن جو تخلص 'نامي' هو سو مرزا جاني بيگ ترخان ۽ مرزا غازي بيگ ترخان جي زماني ۾ هو ۽ اڪبر بادشاهہ جي امير خان خانان سان گڏ سنڌ جي جنگ ۾ شامل هو. هن سنہ 1014هہ (1605ع) ۾ وفات ڪئي ۽ اڪبر بادشاهہ بہ انهيءَ سال وفات ڪئي. مير معصوم شاهہ جي وفات جي تاريخ هن مصرع مان ٿي نڪري: "بود نامي صاحب ملک سخن." ۽ اڪبر بادشاهہ جي هن مان: "فوت اڪبرشہ" انهيءَ کان اڳ سنہ 1000هہ (سنہ 1591ع) ۾ ارغون ۽ ترخان وارن مغلن جي زماني جو تاريخي احوال "بيگلارنامہ" ڪتاب ۾ لکيو ويو هو ۽ انهيءَ سال ۾ سيد طاهر نسياني بن سيد حسن ٺٽي واري سنہ 1030هہ (سنہ 1621ع) ۾ "تاريخ طاهري" لکي جنهن ۾ سنڌ جو احوال آهي. وري سنہ 1187هہ (سنہ 1772ع) ۾ سيد علي شير قانع ٺٽي وارو، جو مير شڪر الله شيرازيءَ جي اولاد مان هو جو مرزا شاهہ بيگ ارغون جي زماني ۾ ٺٽي ۾ آيو هو، تنهن "تحفة الڪرام" وارو ڪتاب لکيو. اهي آهن فارسي ڪتاب، جن تان مون سنڌ جي تاريخ انگريزي ۾ لکي آهي ۽ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي ڏينهن جو احوال مون ٺٽي واري محمد عظيم جي ڪتاب "فتح سنڌ" ۽ مير يار محمد خان جي ڪتاب "فِريرنامہ" تان ورتو. هن ڪتاب جو مضمون بہ انهن ئي ڪتابن تان ورتو ويو آهي ۽ ڪن قومن ۽ فرقن جو احوال "سنڌ گزيٽئر" تان ورتل آهي.

سڀ ڪنهن کي خبر هوندي تہ عربن جي فتح کان اڳي سنڌ جي حد تمام ڪشادي هئي ۽ انهيءَ ۾ پنجاب ۽ بلوچستان جو پاڱو بہ اچيو ٿي ويو. سنڌ جي فتح کان اڳي راءِ گهراڻي جي هندو راجائن جي وقت سنڌ جي اپرندي جي حد ڪشمير ۽ قنوج هو ۽ الهندي جي مڪران، ديبل ۽ سمنڊ، ۽ اتر جي قنڌار سيستان ۽ سليمان جبل ۽ ڏکڻ جي سورت بندر. انهيءَ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو الور. ۽ انهيءَ ملڪ ۾ چار وڏا قلعا هئا، جن ۾ حاڪم رهندا هئا ۽ آسپاس جي پر ڳڻن تي حڪم هلائيندا هئا. پاڻ راجا الور ۾ رهندو هو ۽ آسپاس جي ملڪ تي حڪم هلائيندو هو. ھڪڙو قلعو برهمڻ آباد ۾ هو ٻيو سيوستان ۾، ٽيون اسڪنداهہ (اُچ) ۾ ۽ چوٿون ملتان ۾. وري جڏهين عربن جي حاڪمن کان پوءِ دهليءَ جي بادشاهن جا نواب سنڌ

جا حاڪم هئا ۽ ٺٽو ۽ بکر سنڌ جي گاديءَ جا هنڌ هئا. تنهن به سنڌ ملتان جي صوبي سان لاڳو هئي ۽ سنڌ جا جدا جدا ڀاڱا يا پرڳڻا هئا ۽ هر هڪ ڀاڱي کي سرڪار چوندا هئا. اڪبر بادشاهه جي زماني ۾ "آئين اڪبريءَ" موجب ملتان جي صوبي ۾ سنڌ جون هيٺيون سرڪاريون ڏيکاريل آهن ۽ هر هڪ سرڪار ۾ جدا جدا محل يا تعلقا ڏيکاريل آهن. اهي هي آهن:

1ـ سرڪار بکر جي ۾ 12 محل:

بکر، اُچ، ماٿيلو اوٻاوڙو الور دربيلو سيوي وغيره.

2ـ سرڪار سيوستان جي ۾ 9 محل:

سيوستان، پاٽ، باغبان، ڪاهان، لاڪاٽ وغيره.

3ـ سرڪار نصرپور جي ۾ 7 محل:

نصرپور، عمرڪوٽ وغيره.

4ـ سرڪار چاچڪان جي ۾ 11 محل:

چاچڪان، جون وغيره.

5ـ سرڪار چڪر هاله جي ۾ 8 محل:

چڪر هاله، غازيپور وغيره.

6ـ سرڪار ٺٽه جي ۾ 18 محل:

ٺٽه (ديبل ۽ هاڻ ٺٽو)، بندر لاهري، بٺوره، ڀهرامپور، ساڪوره (ساڪرو) وغيره

ان موجب هن ڪتاب ۾ شهرن جي بيان ڪرڻ لاءِ انهن جي تقسيم جدا جدا ڀاڱن ۾ ڪئي ويئي آهي، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو. اميد ٿي ڪجي ته سنڌ جا ماڻهو جن کي فارسي ۽ انگريزي ڪتابن تائين پهچ نه آهي، يا جن وٽ مٿيان ڪتاب ناهن، تن کي هي ڪتاب تمام ڪمائتو ٿيندو.

حيدرآباد سنڌ،
ڊسمبر سنه 1921ع

**قليچ بيگ**

# فهرست

# فهرست

## قديم سنڌ جا ستارا

باب پهريون

## ملتان، لوهري، الور، بکر، سيوي، شڪارپور ۽ آسپاس وارو ملڪ

### (هاڻوڪا سکر، شڪارپور ۽ سرحد سنڌ جا ضلعا)

# سنڌ

سنڌ ملڪ تي نالو سند تان پيو جيئن هندستان يا هند تي نالو هند تان پيو. سند ۽ هند ٻئي ڀائر هئا ۽ حام بن نوح جا پٽ هئا. حضرت نوح مشهور وڏو نبي هو. جنهن طوفان کان پوءِ دنيا کي آباد ڪيو. منجهانئس جيڪو درياهہ وهي ٿو تنهن کي سنڌو ندي چون ٿا. سنڌو ندي بہ سنڌ جي نالي تان ٿي سڏجي، پر ڪي چون ٿا تہ سنڌ ملڪ تي نالو ئي سنڌو نديءَ تان پيو. جنهن جي معنيٰ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ وڏو درياهہ آهي. اڳوڻيءَ سنڌ جون حدون پري پري هيون. پنجاب ۽ بلوچستان جو پاڱو ۽ اتر هندستان جو ڪو پاڱو منجهس اچي ٿي ويو. سنڌو نديءَ کي اڳي مهراڻ چوندا هئا ۽ اها اڳي الور يا اروڙ شهر وٽان وهندي هئي، جو وڏو بندر ۽ گاديءَ جو هنڌ هو. جڏهين اهو شهر ڦٽو ۽ ناس ٿيو، تڏهين درياهہ بہ هٽي ويو ۽ لوهري يا روهڙي ۽ بکر جي وچان وهڻ لڳو. جتي اڄ تائين آهي.

سنڌ جي حاڪمن ۽ راجائن ۽ بادشاهن جو قديمي احوال تاريخن مان معلوم ٿيندو. مگر سنڌ جي نسبت قديم وقت ۾ جيڪي خاص عجيب ڳالهيون مشهور هونديون هيون ۽ ڪتابن ۾ لکيل هيون. سي هتي ڏجن ٿيون.

(1) دنيا جا ست وڏا ڀاڱا ڪيا اٿن، جن کي هفت اقليم چوندا آهن. انهن مان سنڌ ٻئي اقليم ۾ داخل آهي، جنهن ۾ عربستان بہ آهي، تنهن ڪري سنڌ جو عرب سان خاص واسطو ڄاڻندا آهن ۽ نيٺ عربن اچي سنڌ ورتي. چون ٿا تہ ڪنهن زماني ۾ عرب ۽ سنڌ جي وچ ۾ رستو سڌو ۽ ويجهو هو جو پوءِ جبلن ۽

سمنبن جي ڪري پري ٿيو. هڪڙي پيري هڪڙو اڻ سنڌ جي جبلن ۾ گم ٿيو هو سو ٽن ڏينهن ۾ وچي حجاز ڪان نڪتو ۽ اتي هٿ ڪيو ويو. جڏهين محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪرڻ آيو. تڏهين بغداد مان ستن ڏينهن ۾ قاصد ايندا هئا. (2) سنڌ ۾ اڳي سچ ڪوڙ معلوم ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ ۽ باهه جي آزمائش وٺندا هئا. تهمتيءَ کي باهه جي مچ مان يا وچايلن ٽانبن تان هلڻ لاءِ چوندا هئا. جي سچو ۽ بيگناهه هوندو هو ته لنگهي ويندو هو. يا ته لوهه جي ڪوڏر تپائي هٿ ۾ ڏيندا هئس ۽ انهيءَ تي وڻ جا ساوا پن ڪچي سٽ سان ٻڌي رکندا هئا ۽ پوءِ هلڻ لاءِ چوندا هئس. سچو هوندو هو ته نه هٿ سڙندا هئس ۽ نه پن ۽ سٽ سڙندو هو يا وري تار پاڻيءَ ۾ هڪڙي ٻڪي ڪاني ڪوڙي. تهمتيءَ کي چوندا هئا ته هيٺ پاڻيءَ ۾ ٽبي هڻي ۽ ساڳئي وقت ڪمان مان تير يا گز هڻندا هئا. جڏهين ٻيو ماڻهو ٻوڙي اهو ڪڻي ايندو هو. تڏهين انهيءَ کي نڪرڻ لاءِ چوندا هئس. سچو هوندو هو ته ائين ڪري سگهندو هو. (3) مال وارن ماڻهن جي زالن کي اهڙي اٽڪل هوندي هئي. جو ٻئي جي گهر ٽانبي ڪڻڻ يا ڪنهن ٻئي بهاني سان وڃي موٽنديون هيون ته ولوڙيل ڏڌ جي چاڏيءَ مان مکڻ ڪڍي اينديون هيون ۽ پنهنجي مکڻ سان ملائي ڇڏينديون هيون. (4) اتي جي جابلو ماڻهن کي اڳڪٿي يا غيب جي ڳالهه ڪرڻ لاءِ هي هنر ايندو هو ته هڪڙي ڇيلي کي ڪهي. هڪڙي دستي يا اڳين ران ڪڍي انهن جون ليڪون ۽ نشان ڏسي غيب جي خبر ڏيندا هئا. انهيءَ طرح دشمن جي ڪاهن جي خبر پوندي هين.(5) ڪي ڏاڻيون به رهنديون هيون. جي ماڻهن جو جگر ڪائينديون هيون ۽ غيب جي به خبر ڏينديون هيون ۽ ڪي جو ڳڻيون به هيون. جي هٿ ڏسي قيافه سان نصيب يا ڳجهي دل جي ڳالهه ٻڌائينديون هيون. (6) ٽتر ۽ ڪن ٻين پکين يا جانورن جي آواز يا اڏامڻ يا لنگهڻ مان سگهڻ وٺي غيب جي ڳالهه ٻڌائينديون هيون. (7) اتي جا ماڻهو پيرن جي نشانن سڃاڻڻ ۾ نهايت قابل هئا. پيرا کڻي چور يا جانور کي پڪڙيندا هئا.

## ملتان

اڳي پنجاب جو گهڻو ڀاڱو سنڌ سان شامل هو. تنهن ڪري ملتان ۽ اُچ ۽ ديرا ۽ ٻيا ڪي وڏا شهر سنڌ سان تعلق رکندا هئا. اسلام جي فتح کان اڳي يعني 92 هجري سن ۾ محمد بن قاسم ثقفي جي اچڻ کان اڳي ملتان هندو رائن يا راجائن

جي حڪم هيٺ هوندو هو. ٿورن ورهين کان پوءِ وري بہ ملتان ۾ هندو راجا ٿيڻ لڳا، جن کان سلطان محمود غزنويءَ اچي اهو ڇڏايو. غزنوي ۽ قرامطي خاندانن کان پوءِ سنہ 847 ھ تائين ملتان دهليءَ جي مغل بادشاهن جي حڪم هيٺ رهيو. پوءِ تہ اچي ملڪ ۾ ڦيٽڙ پيو ۽ جت ڪٿ خودمختيار حاڪم ٿيڻ لڳا. تڏهين ملتان جي زميندارن ۽ وڏيرن شيخ بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ جي درگاه جي سنيالينڊڙ شيخ يوسف قريشيءَ کي کٽي اتي جو بادشاه ڪيو. جو هو انهيءَ وڏي شيخ جا مريد هئا پر سگهو ئي لانگاهن جو هندو سردار راءِ سهيره اچي شيخ جو مريد ٿيو ۽ پنهنجي ڌيءَ جو سڱ هن کي ڏنائين ۽ پوءِ دغا ڪري شيخ يوسف کي ماري پاڻ سلطان قطب الدين جو لقب وٺي ملتان جو بادشاه ٿيو. ڪن ورهين تائين انهيءَ خاندان وارن حڪومت ڪئي. پوءِ مرزا شاه حسن ارغون آيو جنهن ملتان نذرانو ڪري بابر بادشاه کي ڏنو. جنهن وري اهو پنهنجي پٽ ڪامران کي ڏيئي ڇڏيو ۽ انهيءَ طرح وري مغلن جي هٿ ۾ رهيو. ۽ پوءِ نادر شاه اچي هٿ ڪيو ۽ انهيءَ کان پوءِ احمد شاه دراني جي هٿ آيو. جيئن تاريخن مان معلوم ٿيندو.

جڏهن سڪندر بادشاه پنجاب تي ڪاهي آيو هو. تڏهين ملتان مالهي قوم جو مکيہ شهر هو. گهڻو ڪري اهو نالو بہ انهيءَ کان مليل اٿس. ۽ اهو ماليستان هو. اجا تائين اهو شهر شيخ بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ جي درگاه جي ڪري مشهور آهي ۽ هزارين ماڻهو سنڌ مان ۽ ٻين هنڌان هر سال زيارت لاءِ اتي ويندا آهن.

ملتان ۾ هيٺيان مشهور ماڻهو ٿي گذريا:

(1) جعفر. جنهن جو لقب المويد من المساءَ هو ۽ عمر بن حضرت علي مرتضا جي اولاد مان هو. سو پهرين اتي آيو ۽ اچي رهيو. ڪيس پنجاه پٽ هئا. جي هند ۽ ڪرمان ۽ فارس ۾ وڃي ويٺا. انهن مان هڪڙي عبدالحميد نالي اُچ ۾ حڪومت ڪئي. (2) شيخ بهاوالدين زڪريا بن شيخ ابو محمد جعفر بن حضرت ابوبڪر خليفي جي اولاد مان هو ۽ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي مريدن مان هوءَ شيخ جي حڪم پٺيان ملتان ۾ اچي رهڻ لڳو ۽ اتي شيخ الاسلام ٿيو. پنجاب ۽ سنڌ ۾ سندس گهڻا مريد ٿيا. وڏيءَ ڪرامت وارو اولياءُ ٿي گذريو. سنہ 360 ھ ۾ وفات ڪيائين. ملتان جي قديم ڪوٽ ۾ دفن ڪيو

ويو. ان جي وڏن مريدن مان شيخ فخرالدين عراقي ۽ امير حسيني آهي. جو ڪتاب "ڪنزالرموز" ۽ "زادالمسافرين" ۽ "نزهتہ الارواح" جو مصنف آهي. شيخ بهاءُالدين جي مسند تي سندس وڏو پٽ شيخ صدرالدين محمد ويٺو ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ شيخ رڪن الدين. پوءِ انهيءَ جو پٽ شيخ اسماعيل مسند نشين ٿيو. انهيءَ طرح اهو سلسلو هليو. انهيءَ جي اولاد مان شيخ اسماعيل ملتان جو شيخ الاسلام ٿيو ۽ سنہ 748 هہ ۾ ملتان جو حاڪم ٿيو ۽ ٻن ورهين ڪان پوءِ شهيد ٿيو. هن خاندان جو اولاد سنڌ ۾ گهڻن هنڌن تي پکڙيل آهي. (3) فضلي وقت جي اڪابرن مان هو ۽ ناصرالدين قباچہ جي صحبت ۾ گذاريندو هو. (4) مخدوم حسام الدين شريعت وارو ماڻهو هو ۽ جنهن ڳوٺ ۾ وفات ڪيائين. تنهن کي حسام پور نالو مليو. (5) سعيد قريشي شاهزادي مراد بخش بن عالمگير جو ملازم هو ۽ مشهور شاعر ٿي گذريو.

## اُچ

ملتان جي پرڳڻي جي وڏن شهرن مان اُچ جو شهر بہ هڪڙو آهي. راءِ ساهسيءَ جي راڄ ۾ ستن وڏن شهرن ۾ مضبوط قلعا هوندا هئا. جيئن ملتان ۾ قلعو هو. تيئن اُچ ۾ بہ هو. جو پوءِ ڍهي ويو. اُچ ۾ ست مشهور ڳوٺ هوندا هئا. پر انهن مان هاڻي باقي ٽي بچيا آهن. هڪڙي کي اُچ مخدوم جهانيان جي چوندا آهن ۽ ٻئي کي اُچ مغليہ ۽ ٽئين کي اُچ گيلاني. جا لاءِ جو پهرئين ۾ مخدوم جهانيان جي درگاهہ آهي ۽ انهي جا مريد ٽا رهن. ٻئي ۾ مغل ماڻهو ۽ ٽئين ۾ شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي نسل مان پير ۽ انهن جا مريد رهندا آهن. انهيءَ هنڌ جي زمين مٿانهين ۽ ٽڪرائتي ۽ اوچي آهي. تنهنڪري انهيءَ کي اُچ جو نالو مليو. اتي هڪڙو وڏو قبرستان آهي. جتي گهڻا بزرگ دفن ٿيل آهن. اڳي هن شهر جو نالو اسڪنداه هو ۽ اتي هڪڙو حاڪم رهندو هو.

اُچ جي بزرگن ۽ مشهور ماڻهن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

(1) سيد عبدالحميد بن جعفر (مويد من السماءٌ) جنهن جو نالو مٿي ملتان هيٺ آيو. اهو اُچ جو حاڪم ٿي گذريو. (2) مخدوم شيخ عبدالقادر ثاني پيران پير جي اولاد مان هو. وڏو عالم ۽ فاضل هو. اُچ جيلانيءَ ۾ رهندو هو. انهيءَ جي هٿان گهڻا

ارغون جو همعصر هو. سندس پٽ گنج بخش شاهه به مشهور ۽ ڪرامت وارو ٿي گذريو. (3) مخدوم جهانيان سيد جلال بخاري ته وڏو اولياءُ ٿي گذريو جنهن ڪي جهان گشت چوندا هئا. شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جو يار هو ۽ شيخ رڪن الدين جو مريد هو. هن جون ڪرامتون مشهور آهن. مڪّي مان دهليءَ آيو هو ۽ شيخ نصيرالدين چراغ دهلويءَ جو مريد ٿيو ۽ اُچ ۾ سندس حڪم موجب اچي رهيو ۽ سنه 785 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. سندس پٽ شيخ برهان الدين قطب عالم سندس جانشين ٿيو جو پڻ وڏيءَ ڪرامت وارو هو. سندس اولاد گجرات ۽ ٻين پاسن ڏي گهڻو آهي. (4) سيد راجو قتال سيد جلال بخاريءَ جو پوٽو هو ۽ سنڌ جي بلوچن مان هو. شاهه عيسيٰ عبدالوهاب به مخدوم جهانيان جي اولاد مان هو. (5) سيد اسماعيل بخاري، شيخ يحييٰ آچي، شيخ ضيائي، شيخ فضل الله، شيخ جماد قريش، شيخ جمال درويش. اهي سڀ مخدوم جهانيان جا مريد هئا ۽ مشهور ٿي گذريا. (6) قاضي ابوالخير ۽ قاضي عبدالرحمان مشهور قاضي هئا. شيخ شجاع بخاري ملتان جي حاڪم حسين لانگاهه جو نائي هو. ميان سجڻ صديقي ۽ سندس پٽ مخدوم بهاوالدين مشهور هئا. وري انهيءَ جو پٽ مخدوم عثمان ٺٽي ۾ اچي رهيو. انهيءَ سيد جو مريد سيد نصيرالدين ۽ شيخ جمال ڪوري ۽ شيخ محمد بن بازيد به اهل الله مان هئا. (7) محمد علي بن شيخ عبدالواسع صوفي وڏو بزرگ هو ۽ شاعر هو ۽ بخاري سادات جو شجرو شعر ۾ آندو اٿس.

## بکر

فارسيءَ ۾ هن کي بهڪر يا ٻڪر ڪري لکندا آهن ۽ انهيءَ جو اصلوڪو نالو فرسته آهي. هندو راجائن جي ڏينهن ۾ هن شهر جو نالو ٿي ڪونه هو، تڏهين الور (هاڻوڪو اروڙ) وڏو شهر هو. جڏهين اهو ٿٽو، تڏهين بکر آباد ٿيو. ۽ پوءِ الور پاڻ انهيءَ جي ٻهراڙيءَ جو ڳوٺ ٿيو. پهرين پهرين سيد محمد مڪئي مشهدي اُتي آيو. جو سيد محمد شجاع جو پٽ هو ۽ جنهن جي ماءُ مشهور شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي نياڻي هئي ۽ مڪي ۾ ڄائو هو. جڏهين هن پرينديءَ اچي انهيءَ فرسته شهر ۾ پير پاتو، تڏهين فجر جو وقت هو. جنهن کي عربيءَ ۾

بُڪرة چوندا آهن. سيد لهڻ سان چيو تہ جَعلَ الله بُڪرتي في بقعة المبارڪ يعني خدا تعاليٰ منهنجو صبح. هن برڪت وري ڳوٺ ۾ ڪيو. انهيءَ ڪان پوءِ فرستہ ڪي بڪره سڏڻ لڳا. جو پوءِ بکر سڏجڻ لڳو. اتي جا سيد انهيءَ سيد محمد مڪئيءَ جو اولاد آهن. سيد حيدر حقاني، جنهن جي قبر پڻ اتي آهي. سو بہ انهيءَ جي اولاد مان هو ۽ انهيءَ جو بہ اولاد گهڻو آهي. مير ميران لوهريءَ وارو بہ انهيءَ جي اولاد مان هو.

ڪن جو چوڻ آهي تہ لهڻ ڪان اڳي سيد محمد مڪئيءَ ڪان سندس ماڻهن پڇيو تہ "ڪٿي بار لاهيون؟" چيائين تہ "جتي صبح وقت ڍڳي جي رنب ٻڌو". ڍڳي کي عربيءَ ۾ بقر چوندا آهن.انهيءَ هنڌ تي هنن اهڙو آواز ٻڌو ۽ اتي لهي پيا. انهيءَ ڪان پوءِ ڳالهائڻ ۾ بکر ٿي ويو. اڪبر بادشاهہ جي ڏينهن ۾ مير معصوم شاهہ قِتل الور جي سِرن مان اتي قلعو ٺهرايو ۽ سکر ۾ منارو بہ جوڙايائين ۽ اهو قلعو پوءِ نادر شاهہ اچي ويران ڪيو. بکر جو قلعو پهرين پهرين شيخ ابو تراب عرب ٺهرايو. جنهن اهو شهر ورتو. انهيءَ جي قبر گُجي ۾ آهي. جو ميرپور ساڪري تعلقي ۾ آهي. انهي تي سنہ 171 (=787ع) لکيل آهي. انهيءَ جي مرمت وري شاهہ بيگ ارغون ڪئي. جنهن سيد ۽ ٻيا ماڻهو لڏايا.

بکر ۽ ان جي آسپاس لوهري يا روهڙي سميت جيڪي مشهور ماڻهو ٿي گذريا ۽ جن جون قبرون اتي آهن. تن مان ڪي مٿين (1) سيد محمد مڪئي ۽ (2) حيدر حقانيءَ ڪان سواءِ هيٺ ڏجن ٿا: (3) شاهہ حاجي دريائي. انهيءَ جي نسبت ۾ چوڻ ۾ ٿو اچي تہ انهي هنڌ هڪڙي انڌي قلندر مڇي مارڻ لاءِ ڪنڍي وڌي هئي. هڪڙيءَ صندوق ۾ ڪنڍي وچي اٽڪيس. آخر اها ڪڍيائين تہ اکين ڪان سجو ٿيو ۽ ڏسڻ لڳو. صندوق کوليائين تہ انهيءَ ۾ هڪڙي لاش پيئي هئي. جا ڪٽي پوريائون. خواب ۾ هن کي معلوم ٿيو تہ انهيءَ فوتيءَ جو نالو شاهہ حاجي آهي ۽ عرب مان هليو هو. انهيءَ لاءِ تہ پنهنجي مرشد بهاءَالدين جي پاسي ۾ دفن ٿئي. انهيءَ بزرگ جي قبر بہ اتي درياهہ جي ڪنڌيءَ تي هئي. هن جي لاش بہ خدا جي قدرت سان اتي اچي نڪتي. اهي ٻئي قبرون اتي گڏ آهن. (4) شاهہ مقصود جنهن جو لقب "موجود" هوندو هو.. انهيءَ جي قبر اُمرڪس جي

هن پر آهي. هر سال هر مهيني جي 14 تاريخ آچر جي ڏينهن ميڙو لڳندو آهي. انهيءَ رات چوندا آهن ته غيبي بازاريون اتي لڳنديون آهن. هڪڙي پيري ڪنهن شخص انهيءَ غيبي بازار جي هڪڙي دڪان واري وٽ پنهنجي ترار گروي رکي. صبح جو بازار جو نشان ئي اتي ڪو نه هو. جڏهين انهيءَ مٿينءَ حقيقت جي خبر پيس، تڏهين ٻئي مهيني تائين منتظر رهيو. جڏهين ٺهرايل رات آئي. تڏهن انهيءَ ساڳئي دڪان تي وڃي پنهنجي ترار ڇڏايائين. شاهه مقصود جي پاءُ حاجي غيب جي به اتي قبر آهي. (5) شيخ نوح بکري هڪڙو وڏو شيخ ٿي گذريو آهي. جو شيخ شهاب الدين سهروردي‌ءَ جو مريد هو. فرسته يا بکر ۾ رهندو هو. جڏهين شيخ بهاوالدين زڪريا ملتاني شيخ شهاب الدين جو مريد ٿي سندس حڪم سان سنڌ ۾ آيو ۽ حڪم موجب شيخ نوح کي ڏسڻ آيو. تڏهن اتفاق سان شيخ نوح به وفات ڪئي. (6) مير ابو الغيث بکر جي وڏن سيدن ۽ اميرن مان هو. نهايت پرهيزگار شخص هو. جڏهين امير تيمور جو پوٽو مرزا پير محمد بکر وٺڻ لاءِ آيو. تڏهين هن سيد پنهنجي ڏاڏي حضرت پيغمبر صلعم کان عزت آبروءَ جي پناهه گهري انهيءَ رات مرزا خواب ۾ حضرت پيغمبر صلعم ڏٺو. جنهن چيس ته منهنجي اولاد جي تعظيم رکجانءِ ۽ انهن سان چڱو سلوڪ ڪجانءِ نون ڏينهن کان پوءِ جڏهين مير ابوالغيث. مرزا جي ملاقات تي ويو. تڏهين هو اتي پاڪر وجهي گڏيس ۽ پنهنجي پاسي ۾ وهاريائينس ۽ ساڻس چڱي صحبت ڪيائين ۽ موڪلائڻ مهل الور جو پرڳڻو انعام ڏنائينس. (7) مير ابوالبقا به بکر جي وڏن ساداتن مان هو. همايون بادشاهه جڏهن اتي آيو. تڏهن هو اتي اچڻ وڃڻ لڳو ۽ وڏي عزت حاصل ڪيائين. پر بکر جي ڪامورن انهيءَ ڳالهه ڪري هن کي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ همايون کي هن جو ڏاڍو ڏک ٿيو (8) شاهه قطب الدين بن شاهه محمود اصل خراسان جو هو. جو پوءِ بکر ۾ اچي رهيو. نهايت خدا پرست ماڻهو هو ۽ جمعي جي ڏينهن وعظ ڪندو هو. مرزا شاهه حسين ارغون هن کي بکر جو شيخ الاسلام مقرر ڪيو هو. نيٺ سنه 977 هجريءَ جي پڇاڙيءَ ۾ وفات ڪيائين. (9) شاهه جهانگير هاشمي مٿئين شاهه قطب الدين جي عزيزن مان هو ۽ مرزا شاهه حسن جي زماني ۾ خراسان مان آيو

هو. چڱو شاعر هوندو هو. مثنوي "تحفتہ الحرار" جي جواب ۾ مثنوي "مظهر الاثار" جي ڇپائين ۽ سنہ 940 هجريءَ ۾ حج ڏي ويندي رستي ۾ ڪيچ مڪران وٽ شهيد ٿيو. (10) سيد صفائي بن سيد مرتضيٰ ترمذي هو سيد شير قلندر بن بابا حسن ابدال مشهور اولياءَ جي نسب مان هو. وڏي علم ۽ عمل وارو ماڻهو هو. مٿئين قطب الدين جي مرڻ کان پوءِ سلطان محمود خان هن کي بکر جو شيخ الاسلام مقرر ڪيو ۽ سنہ 991 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. هن جو پٽ مير معصوم جنهن جي "تاريخ معصومي" مشهور آهي. سو پهرين سلطان محمود خان وٽ ۽ پوءِ اڪبر بادشاهہ وٽ وڏي درجي تي هو ۽ خان خانان سان گڏ سنڌ جي فتح ڪرڻ ۾ وڏا ڪم ڪيائين. بکر جي آسپاس هن جون گهڻيون عمارتون جوڙايل هيون. سندس منارو مشهور آهي. چڱو شاعر هوندو هو. "نامي" تخلص ڪندو هو. سندس هڪڙو خلاصو ديوان آهي. تاريخ سنڌ جي لکيائين. طب جو هڪڙو ڪتاب لکيائين. جنهن جو نالو "طب نامي" آهي. "مثنوي نازو نياز" ۾ "سسئي پنهونءَ" جو قصو لکيو اٿس. سندس پٽ مير بزرگ هو ۽ انهيءَ جو اولاد گهڻو ٿيو ۽ اڃا آهي. جو بکر ۽ سکر ۾ رهندو اچي. (11) مير قاسم خان هروي — هو ملا مير سبزواريءَ جو پٽ هو. جو امام موسيٰ رضا عليہ السلام جي روضي جو متولي هو. اوزبڪن جي تفرقي ۾ هرات مان نڪري تندار ۾ آيو ۽ اتي شهيد ٿيو. سندس هي پٽ مير قاسم لاهور ۾ اڪبر بادشاهہ جو ملازم ٿيو ۽ چار هزاري منصب مليس. بکر ۾ اچي رهيو. نيٺ قنڌار جي جنگ ۾ شهيد ٿيو ۽ لوهريءَ جي جبل تي دفن ڪيو ويو. هن جو پٽ امير خان بہ مشهور هو. انهيءَ جو اولاد ٺٽي ۾ وچي رهيو. (12) قاضي معروف بکر جو مشهور قاضي هو. نهايت قابل ماڻهو ۽ خوش طبع هو. جام سنجر سمي کي معلوم ٿيو تہ هو مدعي ۽ مدعاعليہ ٻنهي کان رشوت ٿو وٺي. قاضي کان انهيءَ بابت پڇيائين. هن قبول ڪيو ۽ هيترو بہ چيائين تہ "شاهدن کان بہ وٺڻ جي ڪوشش ۾ آهيان. پر هو مقدمي جي فيصلي کان اڳ نڪريو وڃن." سبب هي ڏنائين تہ "مون کي ڪم گهڻو ۽ عزيز خويش ۽ ماڻهو گهڻا ۽ پيدائش بلڪل ڪانهي" جام کي هن جو جواب ڏاڍو وڻيو ۽ قاضيءَ تورڙي ٻين ڪامورن جي لوازمن جو بهتر بندوبست ڪيائين. (13)

قاضي ابوالخير به مشهور قاضي هو. انهيءَ جي اولاد مان قاضي قاضن سيوهاڻي مشهور ٿيو. جنهن جو ذڪر سيوهڻ ۾ ايندو. (14) مير غياث الدين رضائي سبزواري، مشهور ڪتاب "حبيب السير" جي مصنف آخوند مير جو هي ڏهٽو هو ۽ سلطان جنيد صفويءَ جو پوٽو هو. هو شاهه بيگ ارغون جي مقربن مان هو ۽ انهيءَ سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو ۽ بکر ۾ اچي رهيو هو. هن جو پٽ مير ابوالمڪارم هو. جنهن جو ذڪر ٺٽي ۾ ايندو. مرزا شاهه حسن ارغون ۽ سلطان محمود خان جي اميرن مان هو. سلطان محمود جي پاران وڪيل ٿي شاهه اسماعيل صفوي وٽ ويو هو. نهايت فضيلت ۽ قابليت وارو ماڻهو هو. (15) سيد يعقوب خان رضوي، مير ميران ۽ حيدر حقانيءَ جي اولاد مان هو. جن جا نالا مٿي آيا آهن. عالمگير بادشاهه جي ڏينهن ۾ بکر ۾ عهديدار ٿي رهيو. سندس مرڻ تي وري سندس پٽ سيد صاد قعلي خان سندس جاءِ تي مقرر ٿيو. انهيءَ جو اولاد اجا تائين آهي، جن کي روهڙي ۾ ڪوٽائي سيد چوندا آهن. (16) مير جانشاهَ رضوي، مير حيدر شاهه جي اولاد مان هو ۽ شاهه عنايت الله صوفيءَ جو مريد ۽ خليفو ٿيو. شعر چوندو هو ۽ سندس تخلص "مير" هو. ڇڱو ديوان اٿس. سندس پٽ مير قلندر علي به مشهور هو ۽ پيءُ جي جاءِ تي هو. (17) مخدوم روح الله وڏو بزرگ هو جنهن کي ميان نور محمد ڪلهوڙي دعا ڪرڻ جي لاءِ محمد آباد ۾ گهرايو هو. تڏهن سنه 1166 هه ۾ "تحفته الڪرام" واري صاحب ڏٺو هو. اهو لکي ٿو ته صحبت ڪندي مخدوم چيو ته نادر شاهه جي جلوس وقت سندس لاءِ هي تاريخ ڪڍيائون: "الخير فيما وقع". پر مخدوم چيو ته "الاخير فيما وقع". آخر ٿيو به ائين ۽ نادر شاهي تتلعام مشهور آهن. جڏهن نادر شاهه وفات ڪئي، تڏهن هيءَ تاريخ لڌائون: الخير فيما هو واقع يعني جيڪو ٿيو سو ڇڱو ٿيو هي بزرگ شعر به چوندو هو. هن جا پائر ۽ پٽ به مشهور ٿي گذريا.

انهن کان سواءِ هي به ناليرا هئا: سعيد خان مغل بهر ڪاهي، صالح شامي، سيد بدرالدين خطيب، سيد ناصر الدين ولد نظام الدين (جو راڳ جو شائق هو)، مولوي عالم خطيب، مولوي يار محمد، مير سعيد خان رضوي، مير حسين قلي رضوي، مير افضل شاهه، قاضي محمد افضل، مُلا نور محمد، آخوند مُلا موسيٰ، حڪيم

عبدالرئوف، شيخ محمد رضا (جو اصل ٺٽي جو هو)، حافظ مير خليفو.

## سکر

سکر لوهريءَ جي آمهون سامهون درياهہ جي ڪناري تي آهي. اصل بکر جي تعلقي ۾ هو پر نادر شاهہ جي وقت کان وٺي شڪارپور جي تعلقي ۾ داخل ٿيو. اصلوڪو سکر اهو آهي. جنهن کي هاڻي پراڻو سکر ٿا چون. سکر جي اُلهندي ڏي هڪڙي ٽڪري آهي. جنهن کي آدم شاهہ جي ٽڪري چون ٿا. انهيءَ تي آدم شاهہ عباسيءَ جي قبر آهي. جو ڪلهوڙن جو ڏاڏو هو ۽ جنهن جو بيان سنڌ جي تاريخ ۾ آهي. پهرين چانڊڪي يا لاڙڪاڻي ۾ زمين هيس. پوءِ ملتان ۾ ويو ۽ مريدن جو لشڪر گڏ ڪري فساد ڪرڻ لڳو ۽ شهيد ٿيو.

مير معصوم شاهہ جو اشارو مٿي بکر ۾ ڏنو ويو آهي. جو اڪبر بادشاهہ جي ڏينهن ۾ بکر جو نواب هو ۽ قلعو پڪو ڪرايائين ۽ پڪين سرن جو منارو جوڙايائين. جو سئو فوٽ مٿي آهي ۽ گردي ۾ 84 فوٽ آهي. اهو منارو شروع سنہ 1002 (=1593ع) ۾ ٿيو پر 14 ورهيہ پوءِ مير معصوم جي پٽ پورو ڪرايو. انهن ٻنهي جون قبرون بہ اُتي آهن. معصوم ٻيون بہ گهڻيون عمارتون جوڙايون. مسجد ۽ مسافر خانو بہ سندس جوڙايل آهن. پراڻي سکر واري جامع مسجد مير معصوم جي والد سيد صفائيءَ جي جوڙايل آهي. مير عبدالباقي پورانيءَ جي بہ اتي قبر آهي. اتي جي ماڻهن مان ڪي ٿورا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) شاهہ خير الله يا خيرالدين ـ هو احمد شاهہ جو پٽ هو. جو پيران پير شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي پنجين پيڙهيءَ مان هو. اهو 911 هجريءَ ۾ بغداد ۾ ڄائو هو. چاليهن ورهين جي عمر ۾ حج ڪرڻ لڳو ۽ ٻارهن حج ڪيائين ۽ 14 ورهيہ مدينہ منوره ۾ رهي علم جي تحصيل ڪيائين. پوءِ عرب ۽ عجم جي سير ۽ سياحت تي نڪتو. 33 ورهيہ گشت ڪري ڪي ڏينهن بلڙيءَ ۾ رهي. پوءِ اچي سکر ۾ منزل ڪيائين ۽ هڪڙو جبل پسند ڪيائين. جنهن کي اجا تائين شاهہ جو جبل چوندا آهن. انهيءَ جي هڪڙي غار ۾ عبادت ڪندو هو. سندس ڪرامتون ڏسي ماڻهو سندس مريد ٿيڻ لڳا. هڪ سئو ورهين عمر ۾ وفات ڪيائين ۽ سندس قبو بہ انهيءَ جبل تي آهي. سندس وفات جي تاريخ 27

رمضان سنہ 1027 هجري (=1617ع) آهي. اهو سال هن مصرع مان ابجد جي حساب سان ٿو نڪري: مرشد ڪامل طريق احمدي، ميان سَڏو ۽ ميان جمال الدين سندس مريد ۽ مجاور هئا. جمال الدين جو پٽ ميان غلام محمد سنہ 1174 هجري (=1760ع) ۾ اهو قبو ڍهرائي وري ٻيو وڏو ٺهرايو. جيئن لڪيل تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو. پوئين مجاور ۽ سجاده نشين سعيد محمد هو.

(2) ميرڪ بايزيد پٽ ميرڪ ابو سعيد سبزواري عربشاهيءَ جو پنهنجي ڀاءُ ميرڪ شيخ محمود سان گڏ رهندو هو. ٻئي علم ۽ عمل جا صاحب هئا. پهرين قنڌار ۾ رهندا هئا. پوءِ اتان مرزا شاهہ بيگ ارغون سان سنڌ ۾ آيا ۽ ميرڪ بايزيد بکر ۽ سکر جو شيخ الاسلام مقرر ٿيو ۽ سکر ۾ رهيو. پر پاڻس وچي ٺٽي ۾ رهيو. هن جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽ مير عبدالباقي بہ پيءُ جي جاءِ تي نالي وارو ٿيو ۽ سندن گهڻو اولاد ٿيو.

انهن کان سواءِ مير عاقلشاهہ ۽ سندس ڀاءُ مير محمد حسين ۽ مير محمد زڪريا (جو مير معصوم شاهہ بکريءَ جو پوٽو هو) ۽ سندس پٽ مير علي شير ۽ مير محمد يعقوب حڪيم جو ملتان مان اچي اتي رهيو) مشهور هئا.

## الور (اروڙ)

هي قديم سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. هاڻي انهيءَ کي اروڙ ٿا چون. انهيءَ جو ذڪر تاريخ ۾ آهي. ۽ اهو دلوراءِ راجا جي ظلم کان ڦٽو. جنهن جو قصو مشهور آهي ۽ جو سومرن جي زماني ۾ هو. چون ٿا تہ هو اهڙو ظالم ۽ زبردست هوندو هو. جو جيڪو سوداگر اتي ايندو هو. انهيءَ جي مال جو اڌ وٺندو هو. پر جي ڪا خوبصورت زال انهيءَ سان هوندي هئي تہ اها بہ ڦري وٺندو هو. هڪڙي ڀيري هڪڙو سوداگر سيف الملوڪ نالي آيو. جو اصل، شهزادو هو پر تاجر ٿي نڪتو هو ۽ حج تي ٿي ويو. انهيءَ سان هڪڙي خوبصورت زال هئي. جنهن جو نالو بديع الجمال هو. انهيءَ لاءِ اچي هن ڪشش ڪئي. هن ٽي ڏينهن مهلت گهريس. جا مليس. انهيءَ وچ ۾ هن خدا جي درگاهہ ۾ عزت جي بچاءُ جون دعائون گهريون ۽ راتيون جاڳيو. پوءِ ڪن ماڻهن جي مدد سان رات جو لڪ

چوريءَ ٻيڙيءَ تي چڙهي نڪري هليو ويو ۽ حج ڪري وري ديري غازي خان ۾ سيتپور جي وچ ۾ اچي رهيو ۽ اولاد سميت اتي مري ويو ۽ دفن ٿيو. انهيءَ سوداگر جي نڪرڻ کان پوءِ زمين ڌٻي ۽ سارو شهر غرق ۽ ويران ٿي پيو ۽ درياھ جو انهيءَ جي پاسي کان لنگھندو هو. سو ڦري لوهري ۽ بکر جي وچان وهڻ لڳو شهر جي ڦٽڻ کان پوءِ دلوراءِ وڃي برهمڻ آباد ۾ رهيو. جو پڻ ساڳيءَ طرح ويران ٿيو. جنهن جو ذڪر پنهنجي موقعي تي ايندو.

الور جي مشهور ماڻهن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

(1) قاضي اسماعيل، جو محمد شيباني بن عثمان ثقفيءَ جي اولاد مان هو. جنهن کي محمد قاسم قاضي ۽ خطيب مقرر ڪري الور ۾ رکيو. انهيءَ جي اولاد مان ٻه هڪڙو قاضي اسماعيل سنھ 600 ھ ۾ هو. جنهن وٽ عربن جي فتح ۽ سنڌ جي تاريخ جو احوال لکيل هو. جو علي بن حامد ڪوفي اُچ واري واي عربيءَ مان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. جنهن تان "چچ نامہ" نهيو. (2) شيخ محمود قطب مخدوم جلال جهانيان جو مريد هو. انهيءَ جو قبو اتي آهي ۽ هڪڙي وڏي زيارتگاھ آهي. (3) چنو امراني. جو دلوراءِ راجا جي سئوٽن مان هو. الور جي ڦٽڻ کان پوءِ هو لڏي سيوهڻ ۾ وڃي رهڻ لڳو ۽ اتي دفن ٿيل آهي. (4) قاضي ستابہ الور جو قاضي ۽ بکر جو محاسب هو. (5) شاھ شڪر گنج. لعل شهباز قلندر سيوهاڻيءَ جي وقت جو هو ۽ سندس دوست هو. انهيءَ جو قبو اڳوڻي درياھ جي ڪناري تي هڪڙي ٽڪريءَ جي مٿان آهي ۽ اتي هر سال ميلو لڳندو آهي.

عربن جي فتح کان پوءِ عربن پنهنجو مکيہ شهر منصوره ڪيو ۽ اروڙ پوءِ بہ ٻن سون ورهين تائين هندن جو شهر هو پوءِ ڦٽو. ڪن جو چوڻ آهي تہ الور اصل الرور هو. جيئن ڪن عربي ڪتابن ۾ بہ لکيل آهي ۽ جڏهن شهر ڦٽڻ کان پوءِ ۽ درياھ جي متجڻ کانپوءِ اتي جا ماڻهو لڏي اچي نئين شهر ۾ وينا. تڏهين انهيءَ جو نالو روهڙي رکيائون. جوَ رور مان نڪتل آهي ۽ عربيءَ ۾ انهيءَ کي لوهري لکيائون. شاھ شڪر گنج ۽ شيخ محمود قطب جي پرسان ھڪڙي مسجد بہ پوءِ عالمگير بادشاھ يعني اورنگزيب جي ڏينهن ۾ جڙي

## لوهري (روهڙي)

لوهري يا روهڙيءَ جو متي اشارو ڏنو ويو آهي ته ڪيئن اروڙ جي فتح ڪري اتي جي ماڻهن اچي اهو شهر بڌو۽ ان جو نالو به گهڻو ڪري روڙ مان پيو ۽ هاڻ سڌ جي به روهڙي ٿو. اهو وار مبارڪ ۽ ان جي قديم مسجد جي ڪري مشهور هو. اها مسجد سنه 954 هجري (=1545ع) ڌاري جڙي ۽ وار مبارڪ به تڏهين آيو. اهو وار حضرت صلعم جن جي سونهاري جو چوڻ ۾ ٿو اچي ۽ عبدالباقي نالي شخص اتي آندو. جو شيخ نظام الدين جو نائي هو ۽ اهو شيخ حضرت ابوبڪر جي اولاد مان هو ۽ لوهريءَ ۾ اچي رهيو هو. اهو هڪ انچ جو چوٿين پتي جيترو مس آهي ۽ سوني قلمدان ۾ رکيل آهي ۽ حج جي ڏينهن ماڻهوانهيءَ جي زيارت ڪندا آهن.

روهڙيءَ جي ٻي مشهور عمارت جامع مسجد آهي.. جا اڪبر بادشاهه جي زماني ۾ فتح خان حاڪم سنه 1583ع ڌاري ٺهرائي هئي. ڏهاڪو ورهيه انهيءَ کان پوءِ عيد گاهه ٺهي. ٻي جهوني مسجد مير يعقوب علي شاهه جي آهي، جو ڪوتائي سيدن مان هو. اها سنه 1677ع ۾ جڙي هئي. شهر جي ڏکڻ ڏي هڪڙيءَ ٽڪري تي درياهه جي بنهه ڪناري تي هڪڙو مقام آهي. جنهن کي ستين جو ٿان چوندا آهن. اتي گهڻيون ئي قبرون آهن. انهن ۾ مکيه قبر آهي. مير قاسم سبزواري سيد جي. جنهن تي سنه1018ع هه لکيل آهي. انهيءَ تي اچا بتي ٻرندي آهي ۽ انهي کي قاسم شاهه جو ٿان چوندا آهن. انهي سيد جو ذڪر بکر ۾ آيو آهي. اتي ٻيون به ڇهه مکيه قبرون آهن. جنهن ڪري اڳي ستن جو ٿان چئبو هو پوءِ ماڻهن ستين جو ٿانُ ڪيو ۽ چوڻ لڳا ته اتي ستيون يا پاڪ ڪنواريون بيبيون حق بخشي اچي انهن ڪوٺين ۾ رهڻ لڳيون ۽ اتي ئي مري ويون.

انهيءَ جي سامهون روهڙي ۽ بکر جي وچ ڌاري درياء ۾ هڪڙو ننڍڙو ٻيٽ آهي، جتي هڪڙي ننڍڙي مسجد به آهي. انهي کي خواجه خضر جو ٿان چوندا آهن. جتي پوءِ هندو اچي ڏيو ٻاري پوڄا ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته زنده پير آهي يعني درياهه شاهه يا اڏيرو لعل. مسلمانن جي قول موجب شاهه حسين

نالي دهلي جو هڪڙو سوداگر پنهنجي نياڻيءَ سميت ٻيڙي تي چڙهيل اچي درياهه تان لنگهيو ۽ حج تي ٿي ويو. اروڙ وٽ دلوراء بادشاهه هن کي روڪيو ۽ زور سان سندس ڌيءَ کسڻ ٿي گهريائين. پر انهي خدا کي مدد لاءِ سوال ڪيو. خواجه خضر هڪدم اچي حاضر ٿيو ۽ درياهه الور ڇڏي بدلجي اتان روهڙي وٽان وهڻ لڳو ۽ ٻيڙي صحيح سلامت لنگهي ويئي. انهيءَ جي يادگيري لاءِ شاهه حسين اتي هڪڙي مسجد جوڙائي، جيڪا تاريخ اتي اڪريل آهي ۽ جا لفظ" درگاهه اعليٰ" مان ٿي نڪري، سا سنه 341هه آهي، يعني 952ع. پر شڪ آهي ته اهو پهڻ پوءِ ٺاهي اتي هنيو ويو آهي، جن ٻين پهڻن کان پوءِ جو ٿو ڏسجي. مسجد تي تاريخ سنه 1011هه (=1602ع) جي آهي.

## بڪار

بڪار قديم تعلقي بکر جي سان لاڳو هئي ۽ انهيءَ ۾ لوهري جي سيدن جي عزيزن مان ڪي رهندا هئا. انهن ۾ وڏو سيد مير ۽ سندس پٽ سيد شاهه مردان هو ۽ وڏو زميندار هو. انهيءَ جي اولاد مان مير علي شير، سندس پٽ ۽ سيد لطف علي سندس پاڻتيو هو. انهيءَ جي اولاد ۾ مخالفت هئي ۽ هميشه پيا پاڻ ۾ وڙهندا هئا.

## پرالوءِ

پرالوءِ لوهري کان اٺن ڪوهن پنڌ تي آهي. هاڻي رياست خيرپور ۾ آهي، اتي جي بزرگن مان سيد محمد صالح مشهور هو جنهن جو قبو زيارتگاهه آهي. انهيءَ جي اولاد مان حيات شاهه ۽ ولايت شاهه هئا. پرالوءِ کان ڇئن ڪوهن تي وري ڪنگري آهي. جنهن کي بادشاهپور به چوندا هئا. اتي مشائخن مان هڪڙو شخص عبداڪريم نالي ۽ سندس پٽ عبدالعزيز ناليرا هئا. جڏهن کان پير حزب الله شاهه راشد شاهي جنهن کي پير پاڳارو ٿا چون ۽ جو حرن جو پير آهي. سو اچي ويٺو. تڏهن کان انهيءَ کي پير جو ڳوٺ ٿا سڏين. انهيءَ ۾ ٻه وڏيون مسجدون آهن. انهيءَ پير صاحب ۽ حرن جو احوال تاريخ مان معلوم ٿيندو. اهو پير سيد شاهه علي مڪيءَ جي اولاد مان آهي، جو سنه 711ع ۾

محمد قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ لڪي ۾ اچي لٿو. هن بابت منهنجي لکيل شاهه ڀٽائي جي احوال ۾ به ذڪر آهي. پير محمد راشد انهن مان مشهور ٿيو. هن کي تيرهن پٽ هئا. سندس وفات مهل پٽن جي وچ ۾ پڳ تي جهيڙو ٿيو. انهي سيد پنهنجي پٽ صبغت الله کي وارث ڪيو هو. جنهن ناري جي پاسي گهڻا مريد ڪيا. انهيءَ جي مارڻ جي ٻن ڀائن ڪوشش ڪئي. تنهن ڪري هن جي مريدن پاڻ ۾ گڏجي پڪو ٺهراءُ ڪيو ته پنهنجي پير کان سواءِ سندس ڀاءُ يا ڪنهن به ٻئي عزيز جي فرمانبرداري نه ڪندا. انهي نمڪ حلاليءَ جي ڪري پير صبغت الله هنن کي حُرّن نالو ڏنو. جيئن حُرّ امام حسين عليہ السلام تي ڪربلا ۾ پنهنجو سر ڏنو هو. ٻيا مسلمان نفرت کان انهن کي لُرّ ڪري سڏڻ لڳا. جنهن جي معني پليت يا ناپاڪ آهي. پير صبغت الله جو پٽ علي گوهر شاهه هو. جو مير علي مراد خان خيرپور واري جو همعصر هو. انهيءَ جو احوال مون واريءَ خيرپور جي تاريخ مان معلوم ٿيندو. انهيءَ پير علي گوهر شاهه جو پٽ پير حزب الله شاهه هو. جنهن کي مون به ڏٺو هو.

## گهوٽڪي

جنهن کي اڳي گهوٽڻ چوندا هئا. سو سنه 1447ع ڌاري پير محسن شاهه ٻڌو. جنهن هڪڙي عاليشان مسجد به منجهس ٺهرائي. هي پيرن جو شهر آهي ۽ اڃا تائين انهي ۾ اهي رهندا آهن. قادرپور وارا پير اصل اچ جا هئا ۽ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ اتي آيا ۽ جاگيرون مليون. پير گنج بخش شاهه مشهور آهي. انهيءَ جي ذڪر اپرندي ڏي ماٿيلي جو ڦٽل شهر آهي. جو سادا ٽي ڪوهه اتان ٿيندو. اتي هڪڙو جهونو قلعو آهي. جو امر نالي هڪڙي راجپوت ٺهرايو هو. جنهن کي چوڏهن سئو ورهيه ٿيندا. ميرپور جو شهر انهيءَ قديم ماٿيلي جي تعلقي ۾ آهي. سو سنه 739ع ڌاري مير مسُو خان ٽالپر ٻڌو. اهو هاڻي ميرپور تعلقي جو وڏو شهر آهي. انهيءَ کي اڳي مهرڪي به چوندا هئا. جو اتي مهر ماڻهو رهندا هئا.

## اوباوڙو:

هي جهونو شهر سنه 987ع ڌاري جڙيو. انهيءَ منجهه هڪڙي چڱي

مسجد آهي جا سنہ 960 هجري مطابق سنہ 1556ع ۾ شيخ محمد نالي شخص جوڙائي ۽ اهو شهر بہ انهيءَ جي وڏن ٻڌو هو.

## شڪارپور:

هي شهر دائود پوٽن جو هو. سنہ 1617ع ۾ جڏهن هنن لکي جي ميرن کي جنگ ۾ شڪست ڏني. تڏهن هيءُ شهر ٻڌائون ۽ پوءِ بہ سو ڪن ورهين تائين دائودپوٽن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ انهي شهر جي هٿ ڪرڻ لاءِ جهيڙو هليو آيو. ميان يار محمد جي ڏينهن ۾ اهو شهر پنوهرن جي هٿ ۾ هو ۽ انهيءَ جو نالو خدا آباد رکيائون. آخر احمد شاهہ دوراني هٿ ڪري منجهس هڪڙو افغان حاڪم ويهاريو. انهيءَ کي سيوي جي پرڳڻي سان شامل ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ کان پوءِ افغاني قافلا اتي اچڻ لڳا ۽ واپار وڻج ڪري شاهوڪار اچي گڏ ٿيا. اڪثر شهر ۾ سيد ۽ ملاّ ۽ افغان رهندا هئا. انهن مان مشهور ماڻهو هي هئا. (1) سيد محمد تقي بخاري ۽ سندس پٽ سيد ابو طالب ۽ سيد مير محمد (2) حاجي فقير الله اهي ٻئي فضيلت ۽ علميت ۽ پرهيز گاري وارا ماڻهو هئا. نزديڪي ۾ ماڙي جو ڳوٺ آهي جنهن ۾ لکي پير جي قبر آهي. جنهن جي پٺيان لکيءَ جو ڳوٺ سڏجي ٿو. اتي هڪڙو گرم چشمو بہ آهي.

## ڪوهڙا:

لوهريءَ کان ويهن ڪوهن تي، هاڻي رياست خيرپور ۾ آهي انهيءَ ۾ هيٺيان مشهور ماڻهو هوندا هئا. (1) قاضي عبدالرحمان. معتبر شريعت وارو ماڻهو هو. مسجد ۾ نماز پڙهندي شهيد ٿيو. سندس پٽ قاضي محمد ۽ قاضي احمدي سندس جاءِ تي ٿيا. (2) منشي عبدالرئوف سهتو جنهن کي ڪي هنگورجن جو رهاڪو ٿا چون. اهو انشاپردازيءَ ۾ ڏاڍو قابل هو. پهرين خانپور ۽ سيوي جي حاڪمن وٽ منشي هو. پوءِ نواب خدايار خان عابسي وٽ آيو ۽ ڪانئس پوءِ سندس ڀاءُ محمد حفيظ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي وٽ هو.

## سيوي:

اُن جو قديم نالو سويس هو ۽ انهيءَ کان اڳي ڪاڪا راجہ چوندا هئس. هاڻي عام ماڻهو انهيءَ کي سبي ٿا چون. بکر جي پرڳڻي ۾ داخل هو ۽ خراسان جي

حد تي هڪڙو ڏڙو آهي. اتي هڪڙو قديم طلسمي گنبذ هو. جيڪو انهيءَ تي مشڪلات سان چڙهي ويندو هو تہ ڪي ڪين ڏسندو هو. هڪڙي پيري سلطان محمود خان بکر وارو ٻن هزارن ماڻهن سان ڏاڍي مشڪلات سان گنبذ تي ويو. پر ڪي بہ ڪين ڏسڻ ۾ آيس. گمان اهو هو تہ اتي ڪو خزانو پوريل آهي. اتي ڪيهہ جا وڏا درخت ٿيندا هئا ۽ انهن تي نانگ ويڙهيل رهندا هئا. انهن کي ماري پچائي پوءِ ماڻهو ڪيهہ چونبڙ ويندا هئا. گهڻن کي نانگ ماريندا هئا ۽ گهڻا ڏنگ کي ڇهڪ ڏيئي، چوسي زهر ڪڍي بچندا هئا. سيويءَ جي هيٺان هڪڙي گندرف جي پاڻي جي نهر هوندي هئي. جنهن ۾ بيمار ماڻهو وهنجي چڱا ڀلا ٿيندا هئا. انهيءَ تي آبادي بہ ٿيندي هئي ۽ اهو پاڻي وهي سيوهڻ واري منڇر ڍنڍ ۾ پوندو هو. اتي جي گهوڙن جا سُنب جبلن ۾ گسي اهڙا سخت ٿيندا هئا جو نعلن ٻڌڻ جو ضرور نہ ٿيندو هو. اتي هڪڙو ڳوٺ چتر نالي آهي. جتي جي رهاڪن کي کيريءَ جا سيد چوندا آهن. هن ڪري جو کير نالي وڻ تي چڙهي انهي کي گهوڙي وانگر ڇهبڪ هڻي هلائيندا آهن. اِنهيءَ ڳوٺ کي چتر انهيءَ ڪري سڏيندا آهن. جو اتي گنجابہ جي وچهو هڪڙي جبل جي دامن ۾ لوهہ جي پيجري ۾ هڪڙو چٽ رکيل آهي جتي ڪو بہ ماڻهو ڪنهين بہ تجويز سان پهچي نٿو سگهي.

## متفرقہ ۽ مجمل احوال

ڏسڻ ۾ ايندو تہ بکر ۽ سکر ۽ روهڙي ۾ قديم وقت کان سيد گهڻا رهندا آيا آهن. جن ما ن گهڻا هلندي وارا ۽ قابليت ۽ علميّت وارا ۽ پرهيزگار هئا. انهن جو اولاد اڃا بہ گهڻو آهي. هاڻي اڪثر چار وڏا خاندان آهن. (1) معصومي سيّد، جي مير محمد معصوم جو اولاد آهن. جو بابر بادشاهہ سان سنڌ ۾ آيو ۽ پاڻ بہ بکر جو حاڪم ٿيو اهي هاڻ پراڻي سکر ۾ ٿا رهن. اگرچ ڪي شڪارپور ۽ سيوهڻ ۾ بہ آهن. اهي سني آهي. (2) ميرڪي سيّد، جي ميرڪ بايزيد حسيني پوراني جو اولاد آهن. جو ڏهين هجري صدي ۾ مرزا شاهہ حسن ارغون سان هرات مان سنڌ ۾ آيو ۽ بکر جو حاڪم ٿيو ۽ پوءِ پنهنجي پٽ عبدالباقي کي جاءِ ڏيئي پاڻ قنڌار ويو. عبدالباقي جي قبر سکر ۾ آهي. اهي زميندار آهن ۽ منجهائن گهڻا شيعا آهن ۽ ٿورا سني آهن. ڪي ميرڪي سيد ٺٽي ۾ بہ آهن. (3) رضوي سيد، مير محمد مڪئيءَ

جو اولاد آهن. جو پهرين بکر ۾ ۽ پوءِ روهڙي ۾ اچي رهيو. جتي انهيءَ جو اولاد گهڻو آهي ۽ گهڻا خيراتدار آهن ۽ اورنگزيب بادشاهه جون سنديون مليل اٿن. (4) لکياري سيد. سيد علي مدنيءَ جو اولاد آهن. جو نائين انگريزي صدي ۾ ترڪستان يا عربستان مان اچي لکيءَ ۾ ويٺو. جنهن کي اڳي لکعلوي چوندا هئا. راشد شاهي سيد به انهيءَ جي هڪڙي شاخ آهن. جي ڪنگريءَ ۾ ويٺل آهن.

سيّدن کان سواءِ شڪارپور جي پاسي پٺاڻ گهڻا آهن. جن مان گهڻا پٽيدار آهن ۽ افغان حاڪمن جا پوئلڳ آهن ۽ انهن جي ڏينهن ۾ اتي آيا. ميرپور ۽ اوباوڙي جي پاسي وري ڏهر ۽ ڏاريجا ۽ مَهر آهن. جي اصل هندو يا راجپوت هئا ۽ سندن سردار جام سڏائيندا آهن ۽ وڏا زميندار آهن.

باب ٻيو

## سوستان، چانڊڪو، خدا آباد ۽ آسپاس جو ملڪ ۽ ڪوهستان

(هاڻوڪو لاڙڪاڻي جو ضلعو ۽ ڪراچي ضلعي جو ڀاڱو)

# سوستان يا سهوان

سوستان. جنهن کي سهوان يا سيوان بہ چوندا هئا ۽ هاڻي سيوهڻ ٿا چون، سو تمام جهونو شهر آهي ۽ جهوني قلعي وارو آهي. جنهن جي وقت بوقت مرمت پئي ٿي آهي ۽ جدا جدا بادشاهن جي هٿن ۾ پئي آيو آهي، چوڻ ۾ ٿو اچي تہ جڏهن سڪندر بادشاهہ پنجاب ۽ سنڌ ۾ آيو هو تڏهن سنديمانا شهر، جنهن جو بادشاهہ سمباس نالي هو سو سندس پيش وڃي پيو. پائنجي ٿو تہ اهو شهر سيوهڻ جو هو ۽ سمباس ڪو سمو بادشاهہ هو. اهو قلعو بہ انهن ڏينهن جو آهي ۽ انهي کي ڪافر قلعو سڏيندا آهن، جو عربن جي فتح کان اڳي جو آهي. هندو راجائن جي ڏينهن ۾ بہ اهو وڏن ۽ قلعي وارن شهرن مان هڪڙو هو ۽ هميشہ حاڪم جي رهڻ جي جاءِ ٿيندو آيو آهي. ٺٽي جي بادشاهن مان مرزا شاهہ بيگ اهو شهر ڄام فيروز کان کسي ورتو ۽ مرزا شاهہ حسن اهو وري ٺٽي سان شامل ڪيو. اڪبر بادشاهہ جي ڏينهن ۾ وري اهو حاڪم جي رهڻ جي جاءِ ٿيو ۽ خدا يار خان ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ سڀ ڀاڱا گڏ جي ساري سنڌ هڪ ٿي ويئي. سيوهڻ جي جبلن ۾ هڪڙو چشمو ۽ واهي آهي، جتان پاڻي نڪري ٿو. جنهن ۾ وهنجڻ ڪري بيمار ماڻهو شفاياب ٿين ٿا. هندو بہ اتي پوڄا لاءِ ويندا آهن. جبل ۾ ٻي هڪڙي جاءِ آهي، جتي چار اولياءَ يار رهندا هئا. يعني مخدوم جلال جهانيان اُچ وارو. شيخ بهاوالدين زڪريا ملتان وارو. شِخ فريدالدين شڪر گنج دهلي وارو ۽ شيخ عثمان مروندي يا قلندر شهباز. جو سيوهڻ ۾ رهي پيو ۽

سندس قبو بہ اُتي آهي ۽ وڏي زيارت گاھ آهي. اتي جي مشهور قديم ماڻهن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

(1) شيخ عثمان مروندي عرف مخدوم لعل شهباز قلندر. جو مٿي ذڪر ڪيلن چئن يارن اوليائن مان هڪڙو هو. سنہ 662ھ ۾ پنهنجي وطن مروند کان ملتان ۾ آيو ۽ مٿين ٽن اوليائن کان سواءِ ٻيا بہ گهڻا سندس مقرّب ٿيا. سلطان محمد ولد سلطان غياث الدين دهليءَ وارو بہ سندس معتقد هو. امير خسرو ۽ امير حسن دهلوي بہ سندس صحبتي هئا. انهن دهلي ۾ رهڻ لاءِ گهڻو زور ڪيس. پر نہ رهيو شاھ شمس بو علي قلندر وٽ ويو. انهيءَ چيس تہ ٽي سو قلندر اڳي ئي هندستان ۾ آهن. تون موٽي سنڌ ۾ وڃ. پوءِ موٽي سوستان يا سيوهڻ ۾ آيو. ۽ جتي هينئر سندس قبو آهي. اتي اچي لٿو. انهيءَ هنڌ ڪسبياڻيون رهنديون هيون. پهرين رات، هنن جو ڏنڊو بند ٿي ويو. ٻئي ڏينهن شيخ وٽ اچي توبهہ ڪيائون ۽ سندس مريدياڻيون ٿيون. شيخ ارادو ڪيو تہ اتي ڪو ٽڪر زمين جو آباد ڪري ۽ انهي جي حد ڪيڏي ظاهر ڪرڻ لاءِ لٺ کڻي مزور کي ڏيکارڻ لاءِ آيو. زمين جي مالڪ بيحيائي ڪري اچي روڪيس. جهيڙي ۾ شيخ هن کي لٺ هنئي ۽ هو مري پيو. جنهن تي هن جا مائٽ آيا ۽ اچي هنگامو ٿيو. شيخ چيو تہ ڇا ٿيو؟ مون هڪڙي ڪتي کي ماريو آهي. انهيءَ ماڻهو کي دفن ڪري ڇڏيو هئائون. ڪيڏي ڏسن تہ برابر هڪڙو ڪتو پوريو پيو آهي. پوءِ ماڻهن کي معلوم ٿيو تہ هي ڪو ڪرامت وارو فقير آهي. انهيءَ کانپوءِ گهڻيون ئي ڪرامتون ڏيکاريائين. آخر ساري عمر ڇڙهو رهي سنہ 673 هجري ۾. 21 تاريخ شعبان مهيني جي وفات ڪيائين اتي رکيو ويو ۽ مٿس قبو ٺهيو ۽ پوءِ هر سال انهي مهيني ۾ وڏو ميلو لڳندو آهي. سندس عمر 112 ورهيہ هئي. قبي تي جيڪي شعر لکيل آهن انهن موجب شيخ سنہ 538 ھ ۾ ڄائو هو ۽ 21 شعبان سنہ 650 ۾ وفات ڪيائين وڏو گنبذ سنہ 757ھ ۾ سلطان فيروز شاھ دهلي واري جوڙايو. قبو مرزا جاني بيگ ترخان جي ڏينهن ۾ جڙيو ۽ سيد ٻڍي عرف ديندار خان فرش ۽ بہ مسجدون جوڙايون. اڳ وارو گنبذ ميان غلام شاھ ڪلهوڙي سنہ 1170 هجريءَ ۾ جوڙايو. جامع مسجد سنہ 938 هجري ۾ مرزا شاھ حسن جي

ڏينهن ۾ جڙي، جو سن لفظ "پناهه فرخ" مان ابجد جي حساب سان ٿو نڪري. قلندر شهباز جو ڏنڊو ۽ سندس مهر بئي اڃا محفوظ رکيل آهن. قلندر شهباز جا هندو ماڻهو به معتقد آهن ۽ انهيءَ کي راجا ڀرتري ڄاڻندا آهن.

قلندر شهباز جي درگاهه جا متولي شيخ هئا، جي موروثي هليا ايندا هئا ۽ لکياري سيد فقط عزازت ۽ ساداتي جي ڪري اچي شامل ٿيا. انهن شيخن مان مکيه هي هئا (1) شيخ مکڻ ڪنجيدار سيدن سجاده ته زور سان هٿ ڪيو پر ڪنجي به ٿي ڦريائون. جڏهن ڪنجي وٺي در تي کوليائون. تڏهن در نه لٿو. لوهار وٺي آيا ته ڪلف ڀڃي در کولين ته انهيءَ جا هٿ سُڪي پيا. نيٺ لاچار ٿي ڪنجي شيخن کي ڏئي ڇڏيائون. (2) مير صلاح الدين لکياري سيد، درگاهه جو سجاده نشين ٿيو ۽ ڪانئس پوءِ سندس پٽ سيد پير شاهه سندس جانشين ٿيو. وري انهي جو پٽ نور شاهه. سجاده نشين ٿيو. انهي کان پوءِ وري انهي جو پاءُ حيدر شاهه سجادي تي ويٺو ۽ انهي جي جيٺري سندس وڏو پٽ نظر شاهه سجاده نشين ٿيو پر سگهوئي مري ويو. تڏهن پيءُ پنهنجي بئي پٽ اسد شاهه کي سجادي تي ويهاريو. پوءِ سيد حيدر شاهه پاڻ وفات ڪئي. (3) سيد ناٿن شاهه ولد سيد محمد معين لڪملوي، سيد گلاب شاهه رلد سيد صلاح الدين جو مريد هو. انهيءَ سنه 1050 هجري ۾ نئين منجهه قلندر شهباز جو آستان بنايو. (4) سيد نهال شاهه جو ڪاڀڙوتي سيدن مان هو ۽ سوستان جي ويجهو ڪڀڙوٽ جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. تنهن کي اصل وارن شيخن آڻي درگاهه جو سجاده نشين ڪيو ۽ هو درگاهه جي ڀران در وٽ ويهڻ لڳو ۽ اها رسم پوءِ انهي جي جانشينن ۾ به هلي آئي. انهيءَ کانپوءِ مير خضر شاه ۽ پوءِ سيد موج دريا ولد سيد ساجو شاهه جانشين ٿيو. مير صادق علي ڪاڀڙوتي به مشهور سيد هو.

قلندر شهباز ۽ سندس متعلقن کان پوءِ هيٺيان معتبر ماڻهو هئا: (1) قاضي ابو سعيد ولد قاضي زين الدين بکڙي (2) انهي جي مرڻ کانپوءِ قاضي قاضن مشهور ٿي گذريو. جو وڏو حافظ ۽ قاري ۽ عالم هو ۽ فقه ۽ تفسير ۽ حديث ۽ انشاء جي علمن ۾ خوب ماهر هو ۽ حاجي هو ۽ گهڻو سير ۽ سفر ڪيو هئائين ۽ نيٺ سيد محمد مهدي جونپوري جو مريد ٿيو. تنهن ڪري ظاهري شريعت وارن عالمن جي ملس

ٽوڪ رهندي هئي. مرزا شاهه حسن جي راڄ ۾ موروثي حق موجب هو بکر جو قاضي ٿيو. پيريءَ جي ڪري قضا جو ڪم پنهنجي پاءُ قاضي نصر الله جي حوالي ڪري پاڻ گوشه نشين ٿيو ۽ سنه 958 هه ۾ وفات ڪيائين. (3) انهن کان سواءِ قاضي محمد وارث ۽ سندس پٽ قاضي امين الدين ۽ قاضي دين محمد انهيءَ هنڌ جي مخدومن منجهان هئا. (4) قاضي سائينڏنو. حضرت عمر فاروق رضه جي اولاد مان هو ۽ وڏو پرهيزگار ۽ شريعت ۽ طريقت ۽ حقيقت جو صاحب هو ۽ نه فقط سوستان ۾ پر ساري سنڌ ۾ مشهور هو. ڪانئس پوءِ سندس وڏو پٽ شيخ مير محمد جنهن کي ميان مير چوندا هئا، سو وڏو اولياءَ ۽ قطب شمار ڪيل هو. اهو سوستان ۾ سنه 957هه ۾ ڄائو ست ورهيه لاهور ۾ رهي شيخ خضر قادري جو مريد ٿيو ۽ اٺاسي ورهين جي عمر ۾ سنه 1045هه ۾ وفات ڪيائين. ان جي قبر هاشم پور جي ڳوٺ ۾ آهي. انهيءَ جا گهڻا مريد ٿيا، جن مان هڪڙي سندس احوال هڪڙي ڪتاب ۾ لکيو آهي. (5) مير سيد ڪلان ڪربلائي ـ هو پهرين ڪربلا مان قنڌار ۾ آيو ۽ سنڌ جي فتح ڪانپوءِ سوستان ۾ اچي رهيو ۽ اڪثر قلندر شهباز جي درگاهه تي گذاريندو هو. نهايت زهد ۽ تقوا وارو هو. گهڻو اولاد ڇڏيائين. معصومي سيد بکر وارا به سندس اولاد مان آهن. (6) مير عبدالله سلطان ولد مير ابوالمڪارم مير غياث الدين جو پوٽو هو جنهن جو ذڪر بکر ۾ آيو آهي. هيءُ سيد سوستان ۾ ڄائو. هو پنهنجي تخلص "خاص عريضي" سان مشهور آهي. جهانگير بادشاهه دهلي جي زماني ۾ مرزا غازي بيگ سان گڏ هوندو هو ۽ جڏهن مرزا قنڌار ۽ ٺٽي جو حاڪم ٿيو. تڏهن وڪيل ٿي ايران جي شاهه ڏي ويو ۽ خراسان ۾ امام رضا عليه السلام جي زيارت ڪري موٽيو ۽ مرزا جي مرڻ ڪانپوءِ ٺٽي ۾ نواب مقرر ٿيو. پر شاهه جهان بادشاهه جي راڄ ۾ ڪنهن سبب ڪري شريف الملڪ کي ڪاوڙايائين ۽ نواب امير خان اچي مير عبدالله ۽ سندس طرف وارن کي ستايو. تنهن ڪري مير مٿين ۽ سندس پاءُ پنهنجو عهدو ڇڏي ڏنو. اگرچ مرزا عيسيٰ ۽ ٻين رهي پوڻ لاءِ گهڻو زور ڪيو نيٺ ملا محب علي سڏيءَ جي معرفت چار تماچيءَ کان پنجاهه هزار دام ڳهار وٺي اچي ٺٽي ۾ رهيا. اتي مٿئين مير 16 تاريخ شعبان سنه 1054 هه ۾ وفات ڪئي ۽ سندس اولاد ٺٽي ۾ رهيو. (7) سيد عبداللطيف ولد سيد عبدالرزاق بخاري. سيد اسماعيل بخاري جو

پوٽو هو جنهن جو به ذڪر بکر ۾ آيو. هن سيد کي سيد مهتو به چوندا هئا. اهو ڪتاب "تحفته الڪرام" جي مصنف سيد علي شير جو نالو هو. انهيءَ کي جهانگير بادشاهه سيوهڻ جي پهراڙيءَ ۾ هڪڙي جاگير ڏني.(8) سيد راڄن شاهه لڪعلوي يا لڪياري ساداتن جو بزرگ هو ۽ سوستان جو رهاڪو هو ۽ مخدوم لعل شهباز جي فيض سان خدا امن جي وڏي سلسلي جو صاحب ٿيو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ نوبهار شاهه جانشين ٿيو. سيد بالشاهه به لڪياري سيدن مان هو ۽ خدامن جو ڪرسي نشين ٿيو. سندس پاٽيو علي اڪبر شاهه ولد واندو شاهه سوستان جو وڏو قاضي هو.(9) مير لطف الله ولد سيد عبدالڪريم، جنهن کي متارو شاهه به چوندا هئا. سو لڪي واري شاهه صدر جي پوٽن مان هو. پهرين دهلي جو وڪيل هو ۽ پوءِ ميان نور محمد ڪلهوڙي جو وزير ٿيو. ۽ چڱو نالو ڪيائين ۽ سنه 1160هه ۾ وفات ڪيائين. اها تاريخ هيٺئين جملي مان ٿي نڪري: رحمت ابزديجان مير لطف الله(10) ملا دائود سوستاني مشهور مُلن ۽ عالمن مان هو. سندس پٽ نورالحق زياده مشهور ٿيو. ننڍي هوندي ڏاڍو موڳو هو ۽ حافظو تمام خراب هوس. پٽس هڪڙي پيري ڪاوڙجي ڪوٺي ۾ ڪٽي بند ڪيس جتي روئي روئي ننڊ اچي ويس. خواب ۾ هڪڙي نوراني پير مرد بشارت ڏنيس ته چو ستو آهين، اٿي ڪڙو ٿي، اڳتي جيڪي پڙهندين. سو توکي ياد رهندو. انهي کان پوءِ حافظو ڪليس. ۽ قرآن ته ياد ڪيائين. پر جيڪي چئبو هوس. سو هڪدم ياد ٿي ويندو هوس. آخر وڏو شاعر ٿي پيو ۽ تخلص " ميثاقي" هوس. جڏهين مشهور شاعر مرزا صايب انهيءَ رستي هند ڏي ٿي ويو. تڏهين انهيءَ کي ڏٺائين ۽ سندس شعر پسند ڪيائين. سندس اولاد به شعر چوندو رهيو. (11) ميان عبدالحليم ۽ سندس پٽ وجه الدين ۽ ناصرالدين ۽ محمد رفيع ۽ ابوبڪر سوستاني به چڱا شاعر ۽ عالم ۽ فاضل ٿي گذريا.

## لڪعلوي يا لڪي

هيءُ جبل جي ويجهو شهر آهي ۽ ساداتن جي جاءِ آهي، جن کي لڪياري سيد چوندا آهن (1) سيني ۾ وڏو سيد صدرالدين هو. جنهن کي شاهه صدر چوندا آهن ۽ جنهن جو قبو اتي آهي. هو سيد محمد جو پٽ هو ۽

وڏيءَ ڪرامت وارو هو. سندس اولاد سنڌ ۾ گهڻو آهي. جيڪو اولاد سيوهڻ ۾ هوس. تنهن جو ذڪر ڪيو ويو. هتي سندس پوٽن مان هڪڙو سيد محمد هو. جو ڏهاڙي هزار صلواتون پڙهندو هو ۽ اهو سندس مدامي وظيفو هو. سندس وفات جي تاريخ جي مصرع بہ انهيءَ مضمون جي آهي:ع- درود خدا بر محمد بود انهيءَ جو پٽ سيد اول شاهہ سالڪ مجذوب هو ۽ ٻيو پٽ سيد ابوالحسن مخدوم نوح هالن واري جو مريد هو ۽ انهيءَ جو پٽ وري سيد عبدالرسول هو. اهي سڀ نيڪ ۽ ناليرا سيد ٿي گذريا. سيد محمد شجاع بہ سيد صدر جي پوٽن مان هڪڙو هو ۽ طريقي نقشبنديءَ جو هو. سيد محمد اشرف ۽ سيد ابوبڪر بہ ناليرا سيد هئا. پوئين سيد وٽ نہ شاهزادو معزالدين بہ دعا گهرڻ لاءِ آيو هو. (2) سيد غازي خان بہ لڪياري سيدن جو سرڪردو هو ۽ سيد حمزه بہ انهيءَ ڪان پوءِ ناليوارو ٿيو. (3) انهن کان سواءِ ٻيو هڪڙو سيد حيدر نالي سن شهر ۾ ڪرامت وارو ٿي گذريو. جو مخدوم بلال جي صحبت ۾ رهيو. (4) ۽ ٻيو سيد حسن شاهہ بخاري ڦڪن جي شهر ۾ هو. اهو بہ وڏيءَ ڪرامت وارو هو ۽ ڪلهوڙا سندس معتقد هوندا هئا. انهيءَ جو پاڻتيو غفور شاهہ بہ مشهور ٿي گذريو.

## پاٽ ۽ ٺلٽي

هيءَ شهر سوستان سان تعلق رکندا هئا. (1) پاٽ ۾ مشهور حيدر هروي هو. جنهن جو لقب ڪليجہ هو. جو اوائل ۾ ڪليجہ يعني زيرانديون رڌي وڪڻندو هو. اهو وڏو شاعر ٿي گذريو. سندس ديوان آهي مرزا شاهہ حسن جي ڏينهن ۾ هرات کان سنڌ ۾ آيو ۽ اچي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. (2) ٺلٽيءَ ۾ مخدوم بلاول وڏو عالم ۽ عارف ٿي گذريو. هو رات جو پاڻيءَ جي وڏي ڪونار ۾ ويهي ذڪر ڪندو هو. ۽ اهڙو حال ايندو هوس. جو سندس جوش کان پاڻي پيو جانڌهہ وانگي ڦرندو هو ۽ صبح جو بہ جيسين اهو پاڻي وجي درياهہ ۾ نہ وجهندا هئا. تيسين پيو ڦرندو هو. هڪڙي ڏينهن مخدوم لعل شهباز جي زيارت لاءِ ڪنهن ٻيڙيءَ ۾ چڙهيو ٿي آيو تہ مهاڻو

گاريون گند ڏيڻ لڳو. گهڻن ئي پٺيءَ چيس ته اجايو وات نه هڻ، مات ڪري ويهه. ته به بس نٿي ڪيائين. مخدوم بلاول پنهنجي ٽوپي لاهي ڪٽي هن جي مٿي تي رکي. ته اچي ذڪر ڪرڻ ۽ قرآن پڙهڻ لڳو. جڏهين ٻيڙي اچي ڪناري تي پهتي، تڏهين سيد ٽوپي لاٿيس. ته وري اچي، پنهنجي اڱوٺيءَ ٻڪ ۾ پيو. سندس وفات سنه 929 هه ۾ ٿي.

## بوبڪ

هن شهر کي بوبڪان چوندا هئا ۽ سيوهڻ سان لاڳو هو. اتي به وڏا بزرگ ٿي گذريا. (1) مخدوم جعفر ولد مخدوم ميران، جو مخدوم نوح هالن واري جو همعصر هو ۽ مخدوم نوح مجيندو هوس. سندس پٽ عبدالغني ۽ نورالدين به جهڙس نالي وارا ٿيا ۽ هڪڙي ميان محمد مراد ياب خان ڪلهوڙي جي حڪومت ۾ ۽ ٻئي ميان غلام شاهه جي حڪومت ۾ وفات ڪئي. (2) حڪيم عثمان. نهايت قابل ۽ حاذق حڪيم هو. (3) ميان عبدالواحد. پير مرد مشهور زملي ۽ نجومي ٿي گذريو. نادر بادشاهه جي ڏينهن ۾ خدا آباد ۾ هوندو هو. پوءِ اتي اچي رهيو. (4) ٻيو هڪڙو مشهور ماڻهو ڪاهان جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. جنهن جو نالو مخدوم عبدالعزيز هو. اهو وڏو محدّث هو. شاهه اسماعيل جي خروج وقت پاڻ ۽ سندس پٽ مشهور عالم مولانا اثيرالدين ۽ مولانا يار محمد. ڄام فيروز جي وقت ۾ هرات مان نڪري ڪاهان ۾ اچي رهيا ۽ وفات به اتي ڪيائون. گهڻائي عمدا ڪتاب لکيائون. جيئن ته "شرح مشڪواة" ۽ گهڻن ٻين ڪتابن جون حاشيون لکيائون.

## چانڊڪو يا لاڙڪاڻو

هيءُ شهر ڪو گهڻو جهونو نه آهي. ٻن سون ورهين جو مس آهي. لاڙڪاڻو نالو لاڙڪ قوم جي ماڻهن کان پيو اٿس، جي آسپاس رهندا هئا، پر گهڻا چانڊيا ٻروچ اتي رهندا هئا، جنهن ڪري انهيءَ کي چانڊڪو پرڳڻو چوندا هئا. انهن جو سردار ولي محمد هو. جنهن کي انگريز سرڪار جي مدد ڪري وڏي جاگير ملي. سندس پٽ غيبي خان هو. رند ۽ جمالي ۽ لغاري ۽

ڪوسا جاگيردار بہ آهن. پهرين ڪلهوڙا هتي آيا ۽ زمينون هٿ ڪيائون. پوءِ لڏي خدا آباد ۾ وڃي ويٺا. جو تخت شهر ٿيو ۽ اهو لاڙڪاڻي کان ٽيهارو ڪوهہ ڏکڻ ڏي هو. پوءِ چانڊڪي ۾ هڪڙو نائب رکيائون. جنهن جو نالو شاهہ بهارو هو ۽ جنهن جي قبر اڃا اتي آهي. جڏهن نور محمد ڪلهوڙي انهيءَ پاسي ملڪ وڌايو. تڏهين چانڊڪو يا لاڙڪاڻو وڏو شهر شمار ۾ اچڻ لڳو ۽ ٽالپرن جي وقت ۾ بہ زور هو. جو توبخانو اتي رهندو هو. هڪڙو جهونو قلعو بہ اتي هوندو هو. جو ڪلهوڙن جوڙايو هو. جنهن ۾ ٽالپرن جو توبخانو رهندو هو. جتي انگريز سرڪار پوءِ اسپتال ۽ جيل ۽ چرين جي اسپتال بڻائي هئي، جا سنہ 1871ع ۾ ڪيڏي گدو بندر وٽ ڪيائون. مٿيون شاهہ بهارو ميان نور محمد جو وزير يا نائب هو ۽ ڏهہ هزار ماڻهو سندس هٿ ۾ هوندا هئا. سنہ 1188 هجري (1773ع) ۾ وفات ڪيائين، جو سال سندس قبي تي لکيل آهي. اهو قبو ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي ٺهرايو هو.

لاڙڪاڻي جي اُلهندي قنبر جي شهر کان ٽن ڪوهن تي ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جو قبو آهي. جو آدم شاهہ جو پوٽو هو. جنهن جي قبر سکر ۾ آهي. انهيءَ کي چانڊڪي ۾ زمينون هيون. گهاڙ واهہ بہ انهيءَ جو کٽايل هو. انهيءَ جو قبو بہ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي سنہ 1188 هہ ۾ ٺهرايو هو. شاهل محمد جي پٺ. شاهہ حسن جي قبر بہ انهيءَ قبي ۾ آهي. سندس پٽ ميان نصير محمد جو قبو وري ڳاڙهيءَ ۾ آهي. اهو سنہ 1130 هہ ۾ جڙيو هو. شاهل محمد ميان نور محمد ڪلهوڙي جو ڏاڏو هو. انهيءَ جو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو. خيرپور ناٿن شاهہ جي ويجهو قاضي برهان الدين جي قبر آهي. جو سنہ 700 هہ ڌاري مديني مان آيو ۽ اچي اتي رهيو. حج جي ڏينهن انهيءَ تي ميڙو لڳندو آهي.

## خدا آباد

هيءَ شهر، جو دادوءَ کان اٽڪل ست ڪوهہ ڏکڻ ڏي آهي. سو ميان يار محمد ڪلهوڙي بڌو هو ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت ۾ تخت شهر هو. جڏهين ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي سنہ 1768ع ۾ حيدرآباد جو شهر بڌو.

تڏهين اهو ڇڏي وڃي هتي گاديءَ جو هنڌ ڪيائين. پوءِ خدا آباد ڦرڻ لڳو ۽ ٽالپرن بہ ميان عبدالنبيءَ جي شڪست مهل ساڙي ناس ڪري ڇڏيو. ميان يار محمد اتي هڪڙي جامع مسجد بہ ٺهرائي هئي، ميان يار محمد ڪلهوڙي جو قبو بہ اتي آهي. جو هن پنهنجي جيئري ٺهرايو هو ۽ پاڻ سنہ 1718ع ۾ انهيءَ ۾ دفن ڪيو ويو. انهيءَ تي ٻين ڪلهوڙن جي قبن وانگي مجاور ويٺل آهن.

# اُنڙپور

اصل ڄام انڙ سمي جو ٻڌل آهي. مخدوم ساهڙ جو قبو منجهس آهي. هو عابد ۽ زاهد شخص هو ۽ ڪرامت وارو هو. هارين اچي چيس تہ رات جو سوئر سندن پوک زيان ٿا ڪن. چيائين تہ سوئرن کي وڃي منهنجو پيغام ڏيو ۽ منع ڪريو. هنن ائين ڪيو تہ سوئر وري نہ آيا. هڪڙي پيري متعلوي يا متيارن ۾ آيو تہ رات جو پير ڊگهيري نہ ستو. جو چيائين تہ چوڌاري ساداتن جا گهر آهن. بي ادبي ٿيندي، سندس چوڻ هو تہ جنهن ماڻهوءَ ۾ هي ٽي خصلتون هجن. تنهن کي پير يا مرشد ڪري مڃجي: هڪڙو تہ جڏهين ونس ويهجي، تڏهين خدا ياد پوي، ٻيو تہ جيڪي چوي، سو اوهان جي دل ۾ اثر ڪري ۽ ٽيون تہ هن جي صحبت ڇڏڻ ڏکي لڳي.

# ريل ۽ دشت باران

چانڊڪي ۽ سوستان پر ڳڻن جي اُلهندي جبل تائين جيڪا زمين باراني آهي ۽ نَين جي پاڻي تي آباد ٿيندي آهي ۽ جنهن کي ڪاچو سڏيندا آهن. تنهن کي اڳي ريل ۽ دشت باران چوندا هئا. اتي گهڻا بزرگ ۽ اوليا رهيا ۽ گذريا. جن جا نشان اڃا ظاهر آهن. انهن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) شيخ موسيٰ، جنهن جي ٻي پيڙهي شيخ ابوالفضل مشهور عالم ۽ مصنف ٿيو. پنهنجي ڪتاب "ڪجڪول" ۾ ابوالفضل لکيو آهي تہ شيخ موسيٰ سنہ 900 هجري ۾ اتي رهندو هو. انهيءَ جو هڪڙو ڏهٽو خضر شاهہ سير ۽ سفر تي نڪتو ۽ ناگور ۾ وڃي شيخ يحييٰ بخاري جو مريد ٿيو جو اُچ واري مخدوم جهانيان جو سجاده نشين هو. انهيءَ کان سواءِ شيخ عبدالرزاق

قادري ۽ شيخ يوسف سنڌيءَ وٽان بہ فيض حاصل ڪري موٽي وطن تي آيو. شيخ مبارڪ ولد شيخ موسيٰ سن 911 هجريءَ ۾ ڄائو ۽ اڪبر آباد ۾ وڃي علم جي تحصيل ڪيائين. هڪ سو ويهہ ورهيہ عمر ٿيس سندس پٽ شيخ ابو الفضل ۽ شيخ فيضي مشهور ٿي گذريا. جي اڪبر بادشاهہ وٽ برک هئا. (2) درويش يحيٰ ولد عالم بکري ريل جي اوليائن مان هڪڙو هو. چون ٿا تہ هڪڙي رات نماز ۾ مشغول هو تہ سخت مينهن اچي ڪڙڪيو. ڇت ان متي ۽ پاڻي وهي سندس چادر پڄائي ڇڏي اها لاهي نوڪر کي ڏنائين تہ وڃي درياهہ مان ڌوئي سُڪائي اچ تہ ڍڪيان. هن چيو تہ سائين. اڌ رات آهي. اونداهي لڳي پئي آهي. ٻاهر ٿهر جو مينهن پيو پوي ڪيئن وڃان. ڪيئن چادر ڌوئان ۽ ڪيئن سڪايان؟ بزرگ چيس تہ" ابا. تون ٻاهر تہ نڪر" جڏهين ٻاهر نڪتو تڏهين ڏسي تہ سج بيٺو آهي. روز روشن آهي. نڪو مينهن نڪو پاڻي. وڃي چادر ڌوئي سڪائي کڻي آيو. اندر اچڻ کان پوءِ مينهن جو اڳي وانگي ڪڙڪو لڳو آيو. (3) مخدوم نجيم ۽ درويش ابراهيم بہ ريل جي بزرگن مان هئا ۽ سندن گهڻا مريد هئا. (4) شيخ هوٽي لاکو دشت باران جي وڏن اوليائن مان هو. اڪثر متي کان پيرن تائين ڳاڙهي پوشاڪ ڍڪيندو هو ۽ تيرڪمان کنيو وتندو هو ۽ راڳ ڳائيندو ۽ نچندو وتندو هو. اوائل ۾ ماڻهن جو اجا منجهس اعتقاد ڪو نہ هو. هڪڙي پيري ڪنهن ڳوٺ جي وڏيري جو پٽ گم ٿي ويو ۽ پري وڃي نڪتو. هن ڪن درويشن کي سڏي مهماني ڪئي. انهي لاءِ تہ دعا ڪن تہ اهو ڇوڪر موٽي هٿ اچي. شيخ هوٽي بہ اتي وڃي نڪتو. پر هن کي ڇريو فقير ڄاڻي ڪنهن ويهڻ نہ ڏنس. تڏهن هنن کي چيائين تہ جيسين ڇوڪر نہ پيدا ڪريو. جنهن لاءِ اوهان کي هن ويچاري ماني کائڻ لاءِ سڏايو آهي. تيسين ماني اوهان کي حرام آهي. هنن چيس تہ تون آٽينڊينس. شيخ چيو تہ چو نہ. پوءِ ٿورو ٻاهر وڃي ڇوڪر کي ٻانهن کان وٺي اتي مجلس ۾ وٺي آيو. ڇوڪر چيو تہ آئون فلاڻي شهر ۾ بازار مان گيهہ وٺڻ ٿي ويس تہ ڪنهن پنهنجو هٿ منهنجي ٻانهن ۾ وجهي هتي آڻي ڪڍيو. جڏهن وفات ڪيائين ۽ متس جنازي نماز پڙهڻ لڳا. تڏهن هڪڙي

شخص خود انهيءَ شيخ کي پنهنجي پاسي ۾ نماز پڙهندو ڏٺو. هن کان پڇيائين تہ تون پنهنجي جنازي تي پاڻ ڪيئن ٿو نماز پڙهين؟ هن چيو تہ آئون ڪو مئو آهيان ڇا. آئون جيئرو آهيان. منهنجو جسم مئو آهي. سندس قبر موريائي جي ڳوٺ ۾ آهي. سندس پٽ شيخ احمد ۽ شيخ محمد بہ پيءُ وانگي ڪرامت جا صاحب ٿي گذريا ۽ اهي بہ اتي دفن ٿيل آهن. (5) درويش ابراهيم هميشہ ذڪر تي گذاريندو هو. هيو ڪو بہ طعام نہ کائيندو هو. سندس خادمن مان پڪو ڪاتيار بہ وڏو درويش هو. سندس وفات کان پوءِ ماڻهو ختمي ۾ سندس نالي هڪڙو ٿويو ڪڍڪ جو هڪڙي هٿ سان پيهي سير ڳڙ ۽ گيهہ سان ٻُسري پچائي خيرات ڪندا آهن ۽ سندن مراد حاصل ٿيندي آهي. سندس پٽ مومن نالي گجرات جي هڪڙي قلعي ۾ وچي قيد ٿيو. مرڻ وقت چوڻ لڳو تہ پٽ مُومن. سگهو آءُ، اچي مون کي غسل ڏي ۽ هٿ ڏکهو ڪري هن کي ڏنائين. جو ولي خدا جي قدرت سان هُو انهيءَ قلعي مان نڪري پيءُ جي خدمت ۾ آيو ۽ سندس ڪفن ۽ دفن جو بندوبست ڪيائين. (6) درويش هالو سهتو بہ هڪڙو وڏو اولياءُ هو. هميشہ بہ ڪوُنرا پاڻي جا ساڻ ڪڻندو هو. هڪڙو وضوءَ لاءِ ۽ ٻيو استنجا لاءِ. هڪڙي پيري ٻئي ڪوُنرا ٺهڪي پچي پيا ۽ پاڻي وهڻ لڳو. انهن کي حڪم ڏنائين تہ متان وهو تہ ڪوُنرا سڄا ٿي پيا ۽ ڦڙو بہ پاڻيءَ جو نہ هاريو. مرڻ وقت چوڻ لڳو تہ منهنجو ڪپو پير نندي هوندي ڇيٽي ۾ پريو هو. انهيءَ تي غسل وقت ويهہ ٽيا پاڻيءَ جا وجهجو. ائين ڪيائون. اهو درويش آمريءَ جي مقام ۾ دفن ٿيل آهي. ٻيو درويش اسماعيل ولد قمرالدين بہ آمريءَ ۾ هو. جو پڻ ڪرامت وارو هو ۽ مرڻ مهل انهيءَ جي مڪاشفہ سان متئين درويش هالہ هڪ ڏينهن جي پنڌ تان اچي کيس غسل ڏنو. ٽيون درويش جکرو نندو بہ آمريءَ ۾ ڪرامت وارو ٿي گذريو. (7) درويش پنيو ناريجو بہ دشت باران جي وڏن بزرگن ۽ اوليائن مان هو. هڪڙيءَ رات ڪٿي جهنگ ۾ لڪي ويٺي خدا کي ياد ڪيائين تہ ڪي گهوڙيسوار آيا ۽ زور ڪيائونس تہ هلي اسان کي رستو ڏيکار ۽ ڇهبڪ هٽي گهوڙن جي اڳيان ڪيائونس. فقير جا پنا ۽ سينو ڦتجي پيو. اڳيرو هليو تہ هنن جا گهوڙا ٿاٻڙجي ڪرڻ لڳا.

سنئينءَ زمين تان ٿي آيا. اوچتو انهيءَ هنڌ ٽڪر ڏسي حيران ٿيا. اتي فقير گم ٿي ويو ۽ هو اتي رُلي هلاڪ ٿيا. هن درويش سن 900 هه ۾ وفات ڪئي ۽ هن جي قبر ريڻ ني جي ڪنڌيءَ تي ريده ڳوٺ جي آمهون سامهون آهي. (8) قاضي سڌو ولد حماد ـ هو سهڙن جي قاضين جي اولاد مان هو. دشت باران جي اوليائن مان هو. هڪڙي شخص وٽ هڪڙي عمدي گهوڙي هئي. جا ڏکي نٿي ٿي. قاضيءَ کان دعا گهريائين. قاضيءَ کي انهيءَ مهل ليمو هٿ ۾ هو. سو ڪٽي ڏنائينس ۽ چيائينس تہ گهوڙيءَ کي کارائي ڇڏ. خدا جي قدرت سان گهوڙي پيٽ سان ٿي ۽ وڇيرو ڄڻيائين. جڏهين اهو وڏو ٿيو. تڏهين انهيءَ جي لاءِ تمام ڳرو ملهہ هن کي آڇيو ويو. اتفاق سان قاضي انهيءَ مهل اتان اچي لنگهيو. انهيءَ شخص جو جيڪو نذرانو ڏيڻو ڪيو هو. سو نہ ڏنو هئائين ۽ هاڻي بہ نٿائڻ لڳو. قاضيءَ کي هن جي ارادي جي خبر پيئي. سندس اشاري سان انهيءَ جو پٽڪو نانگ ٿي پيو ۽ هن کي ڏنگي وڌائين. هن جي سنگتين نانگ کي ماريو ۽ انهيءَ شخص کي کڻائي قاضيءَ وٽ آيا. قاضيءَ هن کي دعا ڪئي ۽ هو ڇڱو ڀلو ٿيو. ايتري هوندي بہ هن ڪمبخت کي پنهنجو نذرانو ياد نہ پيو. تڏهين قاضيءَ انهن ماڻهن کي چيو تہ وڃي انهيءَ وڇيريءَ کي منهنجي طرفان چئو تہ اها اسان جي امانت اسان کي موٽائي ڏي. هنن ائين وڃي چيو. وڇيري هڪدم لڏ ۾ اهو ليمو ڪڍيو ۽ پاڻ اتي جو اتي مري پيو. پوءِ چيائين تہ هاڻي اهو ماريل نانگ کڻي اچو. هو اُهو کڻي آيا تہ اهو اصل وارو پٽڪي جو ڪپڙو ٿي پيو. ٻئي دفعي سندس عزيزن سميجن مان ڪن مڙسن ۽ زالن کيس ستايو. تنهن تي هنن کي چيائين تہ اوهين گڏهن جو گلو آهيو. ايتري چوڻ سان مڙس گڏهہ ۽ زالون گڏهيون ٿي پيون. زالون دانهون ڪرڻ لڳيون. تنهن تي سندن مڙس قاضيءَ جي پيرن تي اچي پيا. هن دعا ڪين ۽ اهي وري زالون ٿيون. هن سنہ 900 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. وهيره جي ڳوٺ ۾ دفن ڪيل آهي. (9) درويش رڪن الدين ولد ديٺہ خدا جي مقبول ٻانهن مان هو. هميشہ رياضت ۽ عبادت ۾ گذاريندو هو. هڪڙي ڏينهن مسجد ۾ ستو پيو هو. مسجد جو امام نماز پڙهي پنهنجي چادر ڇنڊي اتي هلڻ لڳو. ڇنڊڻ ۾ مٽيءَ ۽ ڪک هن

درويش تي وجي پيا. هڪدم ٽنگون سڪي پيس ۽ هلي نہ سگهيو. فقير کي تہ خبر ئي ڪا نہ هئي پر مُلّي هڪدم معلوم ڪيو تہ هي ڪو ڪرامت وارو آهي. تنهن جي بي ادبي ٿي آهي. جاڳائي پيرين پيس ۽ دعا گهريائينس. تڏهين چڱو ڀلو ٿيو. ٻچاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ هن درويش جي وجد ۽ حال جي اها حالت هئي. جو جڏهين ڪو وڏو آواز ٻڌندو هو. تڏهين هو اندر مان آهہ ڪيندو هو تہ اهو آواز ڪندڙ مري پوندو هو. هن سنہ 988 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. ( 10) درويش علاوالدين پڪيو — دشت باران جي اوليائن مان هو. جيڪي وات مان نڪرندو هوس. سو ٿيندو هو. سنہ 900 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. (11) مخدوم محمد امين بہ وقت جو ڪامل مرد هو ۽ واسوري جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. مخدوم سيدنہ نصرپور وارو سندس مريدن مان هو.

## ڪوهستان

ريل ۽ دشت باران جي اُلهندي جيڪا جبلن جي قطار سمنڊ تائين ٿي وڃي ۽ جا سنڌ جي اُلهندي جي حد آهي. تنهن کي ڪوهستان سڏيندا هئا. انهيءَ ۾ بہ گهڻائي ناليرا مڪان آهن. جتي ڪي بزرگ رهند اهئا. جي رياضت ۽ عبادت ۾ مشغول رهندا هئا ۽ انهن جون قبرون اتي آهن. انهن مان ڪن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

1. **مهر جبل** جي پاسي ۾ هڪڙي ٽڪري آهي جا صُفي جي صورت ۾ آهي. انهيءَ جي ڇت مان پاڻيءَ جو ڦڙو پيو ٽمي ۽ هيٺان هڪڙي ڪڏڙي آهي. جنهن ۾ اهو گڏ پيو ٿئي. اٽڪل ڏيڍ ساندا ري جيترو پاڻي گڏ ٿو ٿئي. نڪي وڌي نڪي گهٽجي. ماڻهو توڙي ڍور انهيءَ مان پاڻي پيا پيئندا آهن. انهيءَ صفي جي پاسي ۾ متي هڪڙي پهڻ جي ديگ لڙڪيل ڏسڻ ۾ ٿي اچي. جنهن ۾ چوندا آهن تہ خزانو آهي يا اڳي هو ۽ اها ديون اتي رکي آهي، پر انهيءَ کي پهچي ڪو نٿو سگهي. جبل جي نزديڪيءَ ۾ واهي آهي، جا وهي هيٺ هڪڙي چشمي ۾ ٿي پوي، جو هڪڙي جاءِ جي وچ ۾ آهي. جا جاءِ ٽنين تي بيٺل آهي. انهيءَ ۾ هميشہ چيلهہ جيترو

پاڻي بيٺو آهي. اهو بہ جنن ۽ ديون جو ناهيل ڄاڻندا آهن.

2. **لڪيءَ** جي سامهون جبل جي پاڙ ۾ گرم پاڻيءَ جا چشما آهن. جتي ماڻهو وهنجڻ ويندا آهن. ڏاڍڻ جا چشما سڏبا آهن. هندو ماڻهو انهن کي ڏارا تيرٿ چوندا آهن.

3. **مانجهندن** جي سامهون ٽڪريءَ تي شاهہ اويس جو قبو آهي. جتي ماڻهو زيارت جي لاءِ ويندا آهن.

4. **رنيءَ جو ڪوٽ** سن جي شهر کان ٽن چئن ڪوهن تي جبل ۾ آهي. اهو سنہ 1812ع ڌاري مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان ٺهرايو هو. جو اتي پاڻيءَ جي واهي آهي. اهو انهيءَ لاءِ ٺهرايو ويو تہ مشڪلات جي وقت انهيءَ ۾ وڃي پناهہ وٺجي پاسي کان رنيءَ جي نئي تي وهي.

5. **پير پٺو** نئي جي ڏکڻ ڏي ڇهن ڪوهن تي آهي ۽ وڏي زيارتگاهہ آهي. اتي مسجد ۽ عيدگاهہ بہ آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اتي ڪنهن وقت ڪو وڏو شهر هو. جنهن کي مسلمان پير پٺو ٿا چون. تنهن کي هندو راجا گوپي چند ٿا چون. اهو پير شيخ سعديءَ جو همعصر چوڻ ۾ ٿو اچي. سندس وفات سنہ 650 هجريءَ ۾ ٿي. ربيع الاول مهيني جي وچ ڌاري اتي ميلو لڳندو آهي.

6. **کير ٿر جبل** ڪوهڙي ۽ سوستان ۽ لاڙڪاڻي جي اُلهندي ڏي جبلن جي قطار. جا ڪوهستان ۾ داخل آهي. انهيءَ جي جدا جدا ياڳن جا نالا آهن. جيئن تہ ڪڪريو. ڪارو ڏاڙهيارو وغيره. سڀ کان مٿانهين چوٽيءَ ڏاڙهياري تي آهي. جا ڇهہ هزار فوٽ مٿي آهي ۽ جتي ڪتي جي قبر آهي. پراڻا ڪوٽ بہ اتي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جن کي ڪافر ڪوٽ سڏيندا آهن. ڏاڙهياري جبل جو بيان اسان ڌار هڪڙي ڪتاب ۾ ڏنو آهي. اتي ڏسڻ گهرجي.

7. **پب جبل** ۾ واهيون آهن. جن تي انب ۽ انجير ۽ ڏاڙهون ۽ ڪيوڙا ۽ نارنگيون جهنگلي ٿيون ٿين. شاهہ بلاول اولياءَ جو اتي عمدو مڪان آهي. انهيءَ جي نزديڪيءَ ۾ هڪڙو جبل جو صفو آهي. جنهن کي لاهوت ٿا

چون. اوستائين پهچڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ماڻهو رسا ٻڌي اتڪائي چڙهندا آهن. هڪڙي هنڌ ڇت ۾ ڳڻن جي ٽڻن جهڙا پهڻ جا گوڙها آهن. جن مان چون ٿا ته اڳي ڪير وهندو هو ۽ هاڻي پاڻي ڦڙا ٿي ڪري ٿو ۽ اندر هڪڙو وڏو غار آهي، جو چون ٿا ته اندران ئي اندران عربستان يا حجاز تائين ويڃيو نڪري ۽ اڳوڻا فقير انهيءَ رستي ڪان آيا ويا آهن. اتي هڪڙو تغاريءَ جي شڪل جو پهڻ به آهي. جنهن تي قديم وقت ۾ چاليهن فقيرن هڪڙو تر جو داڻو ڳنو هو ته سيني جو قوت انهيءَ مان پيدا ٿيو هو.

8. **منگهو جبل يا طوق** ڪراچيءَ کي ويجهو آهي. اتي حاجي منگهي جو قبو آهي. اهو شيخ بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ جو همعصر هو. ماڻهو زيارت لاءِ ايندا آهن. گرم واهي ۽ سرد واهي جا چشما آهن. جن کي ڪشتيون ڪري سڏيندا آهن. هڪڙي ڪڏ ۾ تمام گهڻا واڳون آهن. جن مان سڀ کان وڏي کي مور صاحب سڏيندا آهن. هندو ماڻهو انهيءَ کي لالا جسراج ڪري سڏيندا آهن ۽ ان جي زيارت لاءِ ايندا آهن. اتي هڪڙي مسجد به آهي. اهو بزرگ انگريزي تيرهين صديءَ جي وچ ڌاري اتي اچي رهيو هو ۽ وفات به اتي ڪيائين.

9. **جهم پير ۽ جهوڪ** جهم پير وٽ امير پير جو قبو آهي. جو هڪڙي ٽڪريءَ تي آهي. جتان سونهري ڍنڍ پيئي ڏسجي. پير جي سچي پچي قبر جبل جي هڪڙيءَ غار ۾ آهي، جتي ماڻهو زيارت لاءِ ويندا آهن ۽ هر سال ميڙو لڳندو آهي. خواجن جي پير هز هائينس آغا خان جو هڪڙو مڪان ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي، جو جڏهين آغا خان پهرين سنڌ ۾ آيو هو. تڏهين جهرڪن ۾ اچي رهيو هو. تنهن ڪري اجا تائين خواجا اتي رهندا اچن. جهرڪن ۾ هڪڙيءَ ٽڪريءَ تي هڪڙو ڦٽل ڪوٽ آهي. جنهن کي ڪافر ڪوٽ يا راجا ماجي راءِ جو ڪوٽ چوندا آهن. نزديڪيءَ ۾ ٻڌ ڌرم جو هڪڙو قديم ٿلهه به آهي.

ڪوهستان جا ٻيا ڪي ٿَڪر آهن، جي ڪن وڏن شهرن کي ويجها

آهن، تن جو بيان اُنهن شهرن جي بيان ڪندي ڏنو ويندو جيئن ته مڪليءَ جو ٺٽي سان، گنجي ٽڪر جو حيدرآباد سان وغيره.

## متفرقہ ۽ مجمل احوال

چانڊڪي پرڳڻي ۾ يعني لاڙڪاڻي ضلعي ۾ اڪثر چانڊيا بلوچ گهڻا آهن، جي قديم وقت کان اتي جا رهاڪو آهن. مگسين سان انهن جون جنگيون ٿينديون هيون، جنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ اهو پهاڪو ٿي ويو ته "هي پاڻ ۾ چانڊيا مگسي آهن." سندن سردار ولي محمد چانڊيو هو جنهن ڪانپوءِ سندس پٽ غيبي خان ٿيو. جيئن مگسين جو سردار وري قيصر خان هو ۽ هاڻي به آهي. انهيءَ چانڊئي سردار کي سرڪار مان وڏي جاگير مليل آهي ۽ انهيءَ سان گڏ نذراني ملڻ جو به حق آهي. سيوهڻ جي پاسي وري رند بلوچ به آهن. جن جو سرادر يار محمد خان هو ۽ جمالي بلوچ آهن. جن جو سردار حيات خان هو. انهن جون جاگيرون به پشت به پشت قائم آهن. لغاري بلوچ ۽ کوسا بلوچ به گهڻا آهن. کوسا ته خاص ڪوهستان جي بند ويراهه واري پاسي آهن. لڪيءَ ۾ ته اصل کان سيّد آهن. جن جو ذڪر مٿي آيو آهي. قلندر شهباز جو ڪنجيدار به انهن منجهان ٿيندو آيو آهي. ڪونڙيءَ ۽ ٿاڻي بولا خان واري ڪوهستان ۾ وري نومڙيا رهندا آهن. جن کي نارسيءَ ۾ نهمردي چوندا آهن. اهي سمن ۾ داخل آهن. انهن جي سردارن کي مَلڪَ چوندا آهن. پونين سردارن ۽ جاگيردارن مان ملڪ صوبدار خان ۽ ملڪ دودو خان آهن. جي هئي هاڻي مري ويا آهن.

باب ٽيون

## نيرون ڪوٽ .برهمڻ آباد، دربيلو، بدين ۽ آسپاس جو ملڪ
### (هاٿوڪا نواب شاه ۽ حيدرآباد جا ضلعا ۽ رياست خيرپور ۽ ٿرپارڪر ضلعي جو ڀاڱو)

# هالاڻي، پيلاڻي ۽ ڏيرو

هالاڻي جهونو شهر آهي. منجهس شيخ طائي ۽ شيخ ڪبير جا قبا آهن. جي وڏا بزرگ ٿي گذريا آهن. انهيءَ شهر ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ٻه جنگ لڳي هئي. جنهن ۾ مير فتح علي خان جنگ کٽي ۽ انهيءَ کان پوءِ ٽالپرن جي حڪومت شروع ٿي. پيلاڻيءَ ۾ وري پير ولهي جو قبو آهي ۽ ميان عبدالله ڪامل فقير جو به ڏيري ۾ مخدوم عثمان جي درگاهه آهي. انهيءَ ڪي حضرت پيغمبر ﷺ جو خاص قاضي ڪري سڏيندا آهن.

## دربيلو

هي قديم شهر آهي. اتي جي عالمن ۽ بزرگن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

1. قاضي ابراهيم ۽ سندس پٽ قاضي عبدالله پوئين مخدوم عبدالعزيز ابهريءَ وٽ تحصيل ڪئي. جنهن جو ذڪر مٿي ڪاهان ۾ آيو آهي. مرزا شاهه بيگ جي فتح کان پوءِ هي اتان لڏي باغبان ۾ آيو ۽ سنه 934 هجريءَ ۾ گجرات مان ٿيندو. مديني ڏي ويو ۽ اتي وڃي رهي پيو ۽ وفات به اتي ڪيائين. انهيءَ جو پٽ شيخ رحمت الله به وڏو عالم هو ۽ حج جي رسمن بابت ٿي ڪتاب لکيائين ۽ انهيءَ جو ننڍو ڀاءُ قاضي عبدالله به حديث ۽ تفسير جي علم ۾ قابل هو. خان اعظم سان گڏ مڪي ويو.
2. مولانا سعد به وڏو عالم ٿي گذريو. سندس پٽ شيخ عبدالله سنه 947هجريءَ

۾ گجرات ۾ ويو ۽ قاضي عبدالله مٿئين ذڪر ڪيل سان گڏجي حرمين ڏي ويو ۽ باقي عمر اتي گذاريائين. انهيءَ بہ گهڻا ڪتاب لکيا.

3. عبداللطيف طالب علم بہ مشهور ٿي گذريو. شرح مُلا جي حاشي لکيائين ۽ ٻيا بہ ڪي ڪتاب علم ڪلام جي بحث ۾ لکيائين.

## هالہ ڪنڊي

هالن جو شهر مشهور قديم شهر آهي. پراڻا هالا. جنهن جو نالو مرتضيٰ آباد هو سو مخدوم مير محمد جو ٻڌايل هو. درياهہ جي پائڻ ڪري پوءِ نئون شهر آٽي ٻڌائون. ڪوه ڪن پنڌ تي. منجهس گهڻا بزرگ ٿي گذريا آهن:

1. **مخدوم اسحاق ٻٽي**ـ شيخ بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ جي مريدن مان هو ۽ ڪرامت وارو اولياءُ هو. سندس بہ پٽ مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد بہ وڏا ناليرا اولياءَ ٿي گذريا. جي مخدوم عبدالرشيد جا شاگرد هئا. هميشہ خلوت نشين هوندا هئا ۽ ڪڏهين ذڪر ۽ سماع بہ ڪندا هئا ۽ حال بہ ايندو هون. مخدوم احمد جي ڪرامتن جون گهڻيون ڳالهيون مشهور آهن. ڪنهن ماڻهوءَ وٽ وڃي مهمان ٿيو. انهيءَ جو پٽ اتفاق سان مري پيو هو. مخدوم چوڻ لڳو تہ انهيءَ ڪان سواءِ آءٌ ماني نہ کائيندس. وڃي منهنجو پيغام ڏيئي وٺي اچوس. وڃي مئل کي چيائون تہ مخدوم ٿو سڏيئي. هو جيئرو ٿي پيو ۽ اچي مخدوم سان گڏ کاڌائين. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ هي مخدوم نيرون ڪوٽ يعني حيدرآباد ڏي ويو. اتي ڪنهن سوناري چوڪر ڪو بيت پڙهي ڳايو ۽ مٺي آواز سان سماع پي ڪيائين. سو ٻڌي هن کي حال اچي ويو ۽ دم ڏنائين. سندس لاش هالن ۾ آڻي دفن ڪيائون. اهو واقعو سنہ 936 هجريءَ ۾ ٿيو. سندس پٽ مخدوم فتح الله سندس جاءِ تي ويٺو. وري انهيءَ جو پٽ مخدوم احمد وڏيءَ عمر وارو ٿيو ۽ ٽي پٽ ڇڏيائين: حسين، ابراهيم ۽ عبدالرئوف مخدوم محمد بہ ٻاءِ جهڙيو ڪرامتون ڪندو هو ۽ ڄام نظام الدين جي وقت ۾ ٺٽي ۾ آيو. جو سندس گهڻو معتقد ٿيو. درويش زڪريا

مخدوم اسحاق جو پاڻتيو بہ مشهور سالڪ تي گذريو ۽ درويش رڪن ٻهرا مخدوم احمد جي خادمن مان هو.

2. **مخدوم ابراهيم** ولد عمر ڪامل مرد هو ۽ ماڻهن کي ارشاد ڪندو هو. سندس پٽ مخدوم فتح الله ۽ انهيءَ کان پوءِ انهيءَ جو پٽ مخدوم عبدالحميد انهيءَ جو مسند جو جانشين ٿيو. مخدوم ابراهيم جو پاءُ مخدوم عبدالرئوف ڪامل ۽ عارف ۽ ڪرامت وارو تي گذريو. ميان نور محمد اڪثر سندس خدمت، ۾ حاضر رهندو هو. سنہ 1166 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. جا تاريخ هيٺين عربي جملي مان تي نڪري، کان وليا رئوف الخلق. انهيءَ کي اولاد ڪونہ هو ڪانئس پوءِ مخدوم نعمت الله والد مخدوم عبدالحميد مسند تي ويٺو. سندس پاءُ حاجي دين محمد بہ اهل الله مان هو.

3. **مخدوم عربي ديانہ**. جنهن جو ذڪر شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي احوال ۾ اسان آندو آهي سو پير آسات جو پاءُ هو. جو مڪليءَ تي رکيل آهي. هن مخدوم هڪڙي، ڏهي هڪڙي ئي هنڌ هڪ سئو چاليهہ قرآن جا ختما ڪيا. چون ٿا تہ جڏهين هو قرآن پڙهندو هو. تڏهين پکي اڏامندا ٻيهي ويندا هئا ۽ رهندڙ پاڻيءَ بہ بيهي ويندو هو. هڪڙي پيري سندس پٽ بايزيد حج ڏي تي ويو. سمنڊ ۾ سندس جهاز ٻڏڻ لڳو تنهن کي ڪشف سان ڏسي هٿ ڊگهو ڪري بچايائين ۽ انهيءَ وقت حاضر ماڻهن سندس هٿ مان سمنڊ جو کارو پاڻي بہ ٽمندو ڏٺو. سنہ 980 هہ ۾ وفات ڪيائين. هالن ۾ دفن ٿيل آهي. سندس پٽ مخدوم بايزيد سندس لائق جانشين ٿيو ۽ انهيءَ جو پٽ وري محمد عالم ٿيو جو شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو وڃي مريد ٿيو.

4. **مخدوم نوح ولد نعمت الله صديقي**ـ وڏو اولياءُ تي گذريو. ستن ڏينهن جو ڇاول هو تہ نماز جي بانگ ٻڌي، چٽيءَ طرح ڪلمو پڙهي ويو. پاڻ چوندو هو تہ چوڏهن ورهين جي عمر ۾ جناب مولا عليءَ کان اهو سپ فيض حاصل ڪيم. ارڙهن ورهين جي عمر ۾ مخدوم عربي ديانہ سان گڏ ويٺو هو ۽ مراقبي ۾ هو. مخدوم عربي قرآن ويٺي پڙهيو. جڏهين اٺاويهين سيپاري

تي آيو تڏهين سندس جسم اتي ويٺي قرآن ٻڌو ۽ سندس روح آسمان جي سير تي هليو ويو. اجا مخدوم عربي قرآن پورو مس ڪيو تہ مخدوم نوح موٽي آيو. پاڻ چوندو هو تہ مون حضرت صلعم جن جي ڪچهري ڏٺي آهي ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان ۽ حضرت عليءَ کان سبق پڙهيو آهي ۽ حضرت ابابڪر منهنجي ٻانهن وٺي حضرت جن کي ڏني ۽ منهنجي پارت ڪري چيائين تہ يا رسول الله هي منهنجي اولاد مان آهي. هڪڙي پيري مخدوم ٺٽي ۾ آيو. اتي جي عالمن ٻڌو هو تہ هو ڙهيل ڪين آهي. ليڪن قرآن جي آيتن جي معنيٰ چڱي تو ڪري، سو سندس ڏسڻ لاءِ ويا. مخدوم هڪڙيءَ آيت جو تفسير پئي ڪيو. هڪڙي شخص تسبيح تي آيت جون معنائون ۽ سمجهاڻيون، جي مخدوم تي ڏنيون. سي پئي ڳڻيون. جڏهن بس ڪيائين. تڏهين ڳڻي ڏنائين تہ اسي معنائون انهيءَ هڪڙيءَ آيت جون ڏنيون اٿس. سندس گهڻيون ٻيون مشهور ڪرامتون مشهور آهن. سندس وفات خميس جي ڏينهن تاريخ 27 ذوالقعد سنہ 998 ھ ۾ ٿي ۽ سندس قبو هالن ۾ آهي. سندس پٽ مخدوم جلال ۽ ميان ابراهيم هئا. جي ٻئي خدا جا ٻانها هئا. پوءِ ميان محمد زمان سجاده نشين ٿيو. مخدوم نوح جي صحبت مان گهڻن فيض حاصل ڪيو. انهن مان هڪڙو فقير قاسم هو. جو اصل ڪوري هو پر پوءِ وڏو بزرگ ٿي پيو. شاھہ ديوانہ بہ اتي جو مشهور اولياءُ هو ۽ مرڻ کان پوءِ مخدوم عربيءَ جي پير ۾ دفن ٿيو. مخدوم نوح جي اصلوڪي قبر درياھہ بہ پيرا پائي ويو هو. هيءَ ٽين آهي. جا سنہ 1205 ھ ۾ جڙي جا پير محمد زمان شروع ڪئي ۽ مير فتح علي خان پوري ڪرائي. مخدوم مير محمد. جنهن پراڻن هالن جو شهر ٻڌو هو. تنهن جي بہ قبر اتي آهي ۽ مٿس سنہ 1200 ھ لکيل آهي. اها قبر ۽ مسجد ٺهي مير ڪرم علي خان ٽهرايون سنہ 1222 ھ ۾.

5. **مخدوم صدرالدين راهوتي جانيہ** جي ڳوٺ وارو هميشہ وعظ ڪندو هو. جو ماڻهن تي گهڻو اثر ڪندو هو. برقعي واري ٽوپيءَ کان سواءِ ٻيو ڪي بہ نہ ڍڪيندو هو. وڏو ڪامل انسان هو. سندس پٽ

مخدوم مراد بہ جهڙس ڪامل ۽ فاضل هو قاضي منور انهيءَ جي اولاد مان هو. هڪڙي ڏينهن اهو عمدا ڪپڙا ڍڪيو پئي ويو. سيد عبداللطيف بلڙيءَ واري کيس ڏسي چيو تہ تنهنجو ڏاڏو تہ برقعي واري ٽوپي ڍڪيندو هو. تون اهڙا ڪپڙا ڍڪڻ ڪنهن ڪان سکئين؟ انهيءَ چوڻ هن تي اهڙو اثر ڪيو. جو انهيءَ ڏينهن ڪان پوءِ هو درويش ٿي پيو.

## پاٽوت

هن ڳوٺ ۾ درويش حسن مقري رهندو هو. جو اصل واڍو هو. پوءِ وڏي درجي کي وڃي رسيو. چون ٿا تہ وضو ڪرڻ مهل بيهوش ٿي ويندو هو. هڪڙي ڏينهن هن جو هڪڙو عزيز واڍو کيس ڏسڻ لاءِ آيو. ڏسي تہ وضوءَ واري ڪوٺيءَ ۾ هو پيو آهي، ڊپ ڪان ٻاهر نڪري آيو. هڪڙي ڏينهن اڳيئن جي وقت هن ڪئونرو کڻي وضو تي ڪيو. پاڻي هٿ تي وڌائين تہ مُلي ٻانگ ڏني تہ فقير بيهوش ٿي ويو. انهيءَ وقت ڪان وٺي ٻئي ڏينهن جي اڳيئن تائين انهيءَ حال ۾ بيهوش پيو هو. ڪنهن کي طاقت نہ ٿي تہ هن کي هوش ۾ آڻي. جڏهين وري ملي ٻانگ ڏني. تڏهين پاڻيهي هوش ۾ آيو. چوڻ لڳو تہ اڃا مُلي ٻانگ پوري نہ ڪئي آهي. اهو سارو ڏينهن ۽ رات هن کي هڪ لحظو نظر آيو. هڪڙي پيري مخدوم مراد ولد مخدوم صدرالدين راهوبي سندس ڏسڻ لاءِ آيو ۽ چڙهيءَ جو ڏاند ٻاهر ٻڌي اندر وٺس ويو. خادمن ٻڌايس تہ فقير کي اندر وضوءَ واري ڪوٺيءَ ۾ وٺي ست ڏينهن لنگهي ويا آهن تہ ٻاهر نہ نڪتو آهي. مخدوم اڃا حيرانيءَ ۾ بيٺو هو تہ فقير ٻاهر آيو. مخدوم چيس تہ هي ڇا! هي هفتو سڄو نماز جا فرض هٿان وڃايئي. فقير چيس تہ تون وڃي پنهنجي ڍڳي جي ڪر. جنهن کي ٻاهر ٻڌي آيو آهين. اتفاق سان ڏاند ٿهي پڇي ويو هو. گهٽيءَ ڳولا ڪان پوءِ هٿ آيس.

## خانوٽ

خانوٽ کي ڪانوٽ چوندا آهن. مشهور ڳوٺ آهي. متعلوي سيد

انهيءَ ۾ ويٺل هئا. انهن مان سيد چانڊو شاهه حال وارو هو ۽ نهال شاهه مداريءَ جي معتقدن جانشينن مان هو. نهال شاهه گنجي ٽڪر تي دفن ٿيل آهي.

## پيٽ

هيءَ ڳوٺ هالن کان ٽن ڪوهن تي آهي. واريءَ جي دڙن ڪري اهو نالو پيو اٿس. منجهس شاهه عبداللطيف ولد سيد حبيب شاهه جو قبو آهي، جو سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي اولاد مان هو. سيد حبيب شاهه خدا جو مرد هو. انهيءَ جي وفات جي تاريخ آهي: الموت جسر يوصل الحبيب الي لقاءِ الحبيب. شاهه عبداللطيف کي تارڪ سڏيندا هئا جو هن دنيا کي ترڪ ڪيو هو. اگرچ اڻ پڙهيل هو تہ بہ خدا تعاليٰ حقيقي علم هن جي سيني تي لکي ڇڏيو هو. جنهن ڏينهن وفات ڪيائين. انهيءَ ڏينهن سندس ڏک کان گهڻا مريد مري ويا. جڏهين سندس قبو جڙيو. تڏهين جيسلمير جي راجا نوبت نذرانو ڪري ڏني. سندس وفات جي تاريخ "رضوان حق" آهي. يعني سنہ 1165 هہ. سيد جمال سندس قائم مقام ٿيو. جو ڪيس اولاد ڪو نہ هو. سندس مفصل احوال اسان ڌار ڪتاب ۾ ڏنو آهي. سندس رسالو مشهور آهي.

## جهيجا (هاٽوڪو اڏيرو لال)

هن ڳوٺ جهيجن جي ۾ شيخ طاهر جو قبو آهي. هندو ماڻهو انهيءَ کي اڏيرولال يا دولهہ لال يا امرلال سڏيندا آهن. ڪي هندو درياهہ پنٿي چائندا آهن تہ هو زنده پير يا انهيءَ جو وزير هو ۽ گهوڙي تي چڙهيل ٺپي هٺي زمين ۾ گهڙي ويو. هو مجذوب هوندو هو ۽ اوائل ۾ جهنگن ۾ گهمندو وتندو هو هڪڙي ڏينهن پنگ وٺي گهوٽيائين تہ هڪڙو اٺ وڳ مان نڪري سندس مٿان اچي بيٺو. شيخ هن کي ڏسي چوڻ لڳو تہ آئين، اي خدا اڄ ڪيئن هن غريب تي مهرباني ڪئي اٿيئي؟ جيڪي موجود آهي. سو حاضر آهي. هن جي نظر ۾ سيڪا شي خدا جو مظهر هئي. جڏهين اٺ وري يچڻ لڳو تڏهين پٺيانس ڪاهي پيو ۽ منتون زاريون ڪندو ويو. سندس وفات کان پوءِ هندو مسلمان سندس زيارت تي ايندا آهن. هندن ۾ زالن جو گهڻو

اعتقاد هو. ايتري قدر جو شيخ جي درگاهه تي جيڪي زالون اينديون هيون. تن کي ڪو چوندو هو تہ حجاب کان سواءِ پنهنجن مڙسن ۽ وارثن جي اڳيان بيهي نچنديون هيون. وسهنديون هيون تہ ائين ڪرڻ سان سندن مرادون حاصل ٿينديون. هندن جي قول موجب هن جو اصل نالو منگل پٽ رتن جو هو ۽ ڪوهري هو ۽ نصرپور ۾ يا آسپاس رهندو هو ۽ نصرپور جو هڪڙو قاضي زور سان هندن کي مسلمان ڪندو هو. تنهن سان بحث ڪيائين ۽ هن کان ڪتي ويو ۽ پوءِ چادر درياهہ تي وڇائي انهيءَ تي هن کي ويهاري هليو ويو. وچ ۾ قاضي ٻڏو ٿي، پر پوءِ هن بچايس.

## نصرپور

اهو شهر سنہ 751 هہ ۾ سلطان فيروز جي حڪم سان سندس هڪڙي امير نصر نالي ٻڌو. جنهن کي حڪم مليو هو تہ سانگره تي قلعو تيار ڪري. ڪن جو چوڻ آهي تہ اهو شهر نصير مهاڻي ٻڌو هو. درياهہ جي ڪنڌيءَ تي هو ۽ منجهس گهڻا باغ هئا. ترخاني گهراڻي وارن پنهنجي رهڻ جي لاءِ هي شهر پسند ڪيو ۽ انهن جو اولاد اجا اُتي هليو اچي. پوءِ جڏهين درياهہ اُتان ڇڏي ويو. تڏهين باغ بستان سڀ ويران ٿي ۽ ڪلر اچي پيدا ٿيو. انهيءَ شهر ۾ گهڻا مشهور ماڻهو ٿي گذريا، جي هيٺ ڏجن ٿا:

1. **قاضي خيرالدين**ـ حال ۽ قال وارو ماڻهو هو. سندس وقت ۾ هڪڙي ماڻهوءَ کي سخت دست اچي ٿيا. اهڙو حال هوس جو پٽ تي پيو هو ۽ دست پئي وهيس. علاج ڪري ٿڪا تہ دست بند نہ ٿيس. اتفاق سان هيءَ قاضي اچي اتان لنگهيو. هن جو حال ڏسي مٿس رحم آيس. سندس نظر جي اثر کان هو هڪدم شفاياب ٿي پيو. ايتري قدر جو وري اصل ٿورو نہ ايندو هوس ۽ پيو کائيندو پيئندو بہ هو. مطلب تہ اهڙو حال هوس جهڙو بهشت وارن جو چوندا آهن. انهيءَ کان پوءِ اهو شخص چاليهہ ورهيہ جيئرو هو ۽ اهڙي ئي حال ۾ هو. اها ڳالهہ ڪتاب "حديقتہ الاوليا" ۾ بہ ڏنل آهي. سندس قبو نصرپور جي ڏکڻ ڏي ڪوهہ پنڌ تي آهي.

2. **شيخ محمود**، جو شاهه سيسان قادريءَ جي نالي سان مشحور هو. پنجين پيڙهي شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي نسل مان هو. اڳي سندس قبو درياهه جي هن پر هو ۽ ڪنهن کي طاقت نه هوندي هئي جو اندر گهڙي. گهڻي وقت کان پوءِ جڏهين درياهه پاڻ لڳس. تڏهين سندس لاش ڪڍي هتي هنڌ رکيائون. اتي به زيارت لاءِ اندر ڪو نه ويندو هو. ٻاهران زيارت ڪري هليا ويندا هئا. ٻيو ڀيرو به درياهه ڪاٽ لڳس. تڏهين وري اتان ڪڍي هاٽوڪي جاءِ تي ڪيائونس. انهيءَ کان پوءِ ماڻهو اندر توڙي ٻاهر زيارت ڪندا آيا آهن. انهيءَ درگاهه جو متولي مير محمد زمان موروثي حق موجب ٿيو. جو رضوي سيدن مان هو. شيخ جي لاش سان گڏ انهن سيدن جا لاشا به درياهه ڪاٽ جي ڪري پٽي ڪڍيائون. شيخ جو لاش سوا ٻن سون ورهين کان پوءِ ڪڍيائون، ته به سندس بدن صحيح سالم ڪفن مان نڪتو. قبر ۾ هڪڙو تازو چڳو ڏاڪ جو ۽ مصريءَ جا ٽڪر به لڌا. جي مريدن وراهي ڪاڙا. سندس پوٽن مان هڪڙو شاهه هاشم. جو سجاده نشين ٿيو. سو به وڏيءَ ڪرامت وارو ٿي گذريو. حقيقي شعر چوندو هو. انهيءَ کان پوءِ وري شاهه نور الله سجاده نشين ٿيو ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ شاهه پني لڌو ٿيو. انهن کان پوءِ سندس ڀاءُ شاهه نجم الدين سجادي تي ويٺو ۽ پوءِ غلام حيدر. شاهه نورالله مٿئين جو پٽ شاهه غياث الدين ۽ انهيءَ جو پٽ شاهه وجه الدين به بزرگ ٿي گذريا. شاهه عنايت الله به دستگير جي اولاد مان نصرپور ۾ دفن ٿيل آهي، سندس پٽ شاهه غياث الدين هو. ٻين سيدن مان هڪڙو سيد يار محمد رضوي پهرين سرڪاري نوڪري ڪندو هو پوءِ فقير ٿيو ۽ ٻيو مير محمد شاڪر ۽ سيد محمد ظهير ولد سيد سلطان رضوي ۽ مير محمد صديق نيڪ ۽ پرهيزگار ۽ ڪامل انسان ٿيا.

3. انهن مٿين سيدن مان **سيد احمد**، جنهن کي شاهه غوري چوندا آهن. سو به پيران پير جي اولاد مان آهي. ڏکڻ جي پاسي سندس قبر آهي ۽ وڏي درگاهه اٿس. سيد عبدالله ۽ سيد عبدالرزاق، پيءُ پٽ ٻئي شهيد ٿيا. **چون ٿا ته پنهنجون سسيون هٿن تي کڻي اچي اتي پهتا ۽ اتي ئي دفن**

ڪيا ويا آهن.بيبي نورپري، مجذوبہ سالڪ هئي. ٻين جي قوم مان هئي، ليڪن وقت جي رابعہ ثاني هئي. سندس قبروچ بازار نصرپور جي ۾ آهي. قاضي مسعود جي همعصر هئي. جنهن جو ذڪر هيٺ آيو آهي. سندس ڪرامتون مشهور آهن. شاھ عنايت الله رضوي ولد سيد نصرالدين شاھ خيرالدين جي مريدن مان هو. سيد عبدالولي رضوي ۽ سندس پٽ سيد عثمان ۽ انهيءَ جو پٽ سيد شفيع محمد بہ مشهور ٿي گذريا. پونيون سيد تہ سنڌي ٻوليءَ جو وڏو شاعر هو ۽ حقيقي شعر چوندو هو ۽ شيخ موسيٰ آهنداني واري قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي. انهيءَ جو اولاد لڪمير نالي ڳوٺ ۾ رهندو هو.

4. **قاضي مسعود قريشي عثماني**۔ عالم ۽ اولياءَ هو. سندس پٽ ميان حبيب الله حافظ ۽ انهيءَ جو پٽ ميان عزت الله سيپيٽي ڪامل انسان هئا ۽ پوءِ محمد يار ميان عزت الله جو پاڻيٽيو بہ نالي وارو ٿيو. قاضي مسعود جو ڀاءُ قاضي محمود ۽ سندس پٽ ميان فتاح ٻئي شاھ هاشم ثاني رضويءَ جا مريد ۽ معتقد هئا ۽ پرهيزگار ماڻهو ٿي گذريا. قاضي محمود جي همعصرن مان ميان عبدالقدوس ۽ سندس پٽ محمد اشرف ۽ وري انهيءَ جو پٽ محمد حسن بہ چڱا انسان هئا. محمد حسن تہ ديوان گدومل سان گڏ ديرجات ۾ شهيد ٿيو.

5. **قاضي مخدوم عبدالرحمان**۔ وڏن عالمن ۽ فاضلن مان هو. شاھ جهان ۽ عالمگير بادشاهن جي وقت ۾ حرمين شريفين جي نذرن جو متولي ٿي رهيو ۽ وڏي جاگير هيس. سندس پٽ محمد اڪرم ۽ انهيءَ جو پٽ ميان مدني جو مدينہ منوره ۾ جائو هو ۽ ٻيا پٽ حفيظ يار خان ۽ عابد يار خان بہ عالم ۽ فاضل ٿي گذريا. هن قاضيءَ جي پوٽي قاضي عبدالرحمان ثانيءَ تہ مديني ۾ وفات ڪئي ۽ هو مخدوم حيات سنڌيءَ جي قبر ۾ دفن ڪيو ويو. انهيءَ ساڳيءَ قبر ۾ حاجي محمد قائم سنڌي بہ دفن ٿيل آهي. انهن ڪان سواءِ قاضي روح الله ۽ مخدوم محمد سعيدا ۽ مخدوم ميان ميڏنو وڏا عالم ۽ فاضل ٿي گذريا. سيني ڪان پوءِ ميان

عبدالرزاق نالي وارو ٿيو. مخدوم حاجي محمد قائم جو شاگرد ميان نور محمد بہ عالم ۽ فاضل هو ۽ ڪجھ وقت تائين ميان شاهہ خان جي لشڪر جو قاضي هو. قاضي حاجي ۽ ميان عبدالبقا محتسب ۽ قاضي عبدالوهاب ۽ انهيءَ جو پاٽتيو قاضي ابوالحسن ۽ انهيءَ جو پٽ قاضي محمد مير بہ مشهور هئا.

6. انهن ڪان سواءِ هيٺيان بزرگ بہ نصرپور جي مشهور ماڻهن مان هئا: شيخ نٿو زميندارن مان هو ۽ شهرجي ايرندي ڏي ڪوهہ ڪن پنڌ تي رڪيل آهي. شيخ توڏس ٻن ڪوهن بڪيرن جي پاسي آهي. مخدوم سينهرو بہ زميندارن مان هو ايرندي ڏي ٻن ڪوهن تي رڪيل آهي. سيد دين محمد اصل متعلويءَ جو ۽ ويٺل نصرپور جو ۽ سندس پٽ سيد محمد غوث ۽ انهيءَ جو پٽ سيد قادر شاهہ ۽ سندس پاٽتيو سيد عبدالصمد. مشهور بزرگ هئا سيد اسحاق بخاري ۽ سندس پٽ محمد محسن ۽ سيد ابن شاهہ بخاري ۽ انهيءَ جي اولاد مان سيد عبدالرحمان بخاري ۽ انهيءَ جو پاٽ سيد عنايت الله نالي وارا ٿي گذريا ۽ انهن جون زيارتگاهون آهن.

انهن ڪان سواءِ نصرپور جي تعلقي ۾ ميان محمد عطائي ۽ سندس نائي حاجي هارون مشهور هئا. روپاهہ جي تعلقي ۾ گجرڪوٽ جي ويجھو پرورو ۽ سندس احمد شاهہ وڏا بزرگ هئا. جن جا گھڻا ماڻهو معتقد هئا.

## بُڪيرا

هي ڳوٺ نصرپرر جي اوربان ٽن ڪوهن تي آهي. شيخ فاضل شاهہ جو شيخ بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان هو. سو هزار ۽ ڪن ورهين جي سنہ ۾ اچي اتي ويٺو. چون ٿا تہ انهيءَ وقت ڏاري آمريءَ جو مقام پُران جي ڪناري تي هو ۽ شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جي يادگيري جو نشان هو. انهيءَ جا مريد ۽ فقير اتي اچي گڏ ٿيندا هئا. مخدوم نوح جي مريدن زور زبردستيءَ سان اهو اچي هٿ ڪيو. شيخ بهاوالدين جا مريد انهن سان پڄي نہ سگهيا. سي ملتان ڏي پڳا ۽ شيخ جي روضي تي دانهين ٿي ويٺا. انهيءَ

وقت ڏاري شيخ جي اولاد مان هڪڙو وڏو بزرگ شيخ شهرالله نصرپور ۾ اچي لٿو ۽ رهڻ لڳو. شيخ فاضل شاهه کي پٽ ڪونه هو. نياڻي هيس سان ڪٺي شهرالله کي ڏنائين ۽ انهيءَ کي پنهنجو نائي ڪيائين. پوءِ درجي بدرجي انهيءَ شيخ آمريءَ وارو اڱوڻ مقام آباد ڪيو ۽ شيخ ملتانيءَ جا مريد اڳي وانگي اتي گڏ ٿيڻ لڳا. انهيءَ شيخ کي ٻه پٽ ٿيا، هڪڙو شاهه سراج الدين ۽ ٻيو شاهه قائم الدين. قائم الدين شاهه کي اولاد ڪونه ٿيو. سراج الدين شاهه جي بادشاهه وٽ گهڻي هلندي هئي. جن ڏينهن ۾ شاهه عنايت الله صوفيءَ سان جهوڪ ۾ جنگ ٿي. تن ڏينهن ۾ هو دهليءَ ۾ هو. انهيءَ کي ٻه پٽ ٿيا، هڪڙو فاضل شاهه ۽ ٻيو مهر شاهه. فاضل شاهه کي اولاد ڪونه ٿيو. مهر شاهه کي قائم الدين شاهه پٽ هو. جنهن نالو ڪييو.

## ڪاتيار

هيءَ شهر به نصرپور جي تعلقي جو هو ۽ سماواتي پرڳڻي ۾ داخل هو. هن ۾ به گهڻا ۽ وڏا بزرگ ٿي گذريا:

(1) **شيخ پرڪيو ولد شاهو ڪاتيار**. جو مخدوم اسحاق هالائيءَ جي پٽن احمد ۽ محمد جو همعصر هو. جن جو ذڪر هالا ڪنديءَ ۾ آيو آهي. اوائل ۾ هن شيخ ڏاڍيون رياضتون ڪيون. هڪڙي ڀيري سورهن ورهين ڪان پوءِ هن روزو ڇوڙيو. سياري جي ڏينهن ۾ سنهڙي چادرسان درياهه تي وڃي وهنجي. آليءَ چادر ۾ نماز پڙهندو هو ۽ جڏهين اها سڪندي هئي. تڏهين وري انهيءَ کي ڀڃائيندو هو. انهيءَ طرح ساري رات ڀيو وهنجندو ۽ نماز پڙهندو هو ۽ آرڙهه جي ڏينهن ۾ جهولن منجهه برپٽ ۾ اُس منجهه گذاريندو هو. ائين ڪرڻ سان هن جي بت جي کل سڙي ٽڙڪي پيئي هئي. جڏهن هڪڙي ڀيري هن شيخ چلو ٿي ڪييو. تڏهين هڪڙو ٻيو شخص به هن سان رفيق هو. شيخ جي لاءِ ڏهاڙي مانيءَ تي گيهه ۽ ڳڙ وجهي آڻيندا هئا، ته ڪائي ۽ هُن شخص فاقو ٿي ڪييو. جڏهين رياضت جا چاليهه ڏينهن پورا ٿيا. تڏهين ڪن ماڻهن شيخ تي ٺوڪ ڪئي، پر چلي جي پوري ٿيڻ تي

چاليهہ ئي مانيون صحيح سالم رکيل نڪتيون. جو شيخ اهي نٽي ڪاڍيون. بيو هڪڙو ماڻهو شيخ وٽ آيو ۽ چيائين تہ منهنجي زال گم ٿي ويئي آهي. الاجي جيئري آهي يا مري ويئي، ٻار ويچارا رڙيون پيا ڪن. شيخ جي حڪم موجب سندس خادم ٻاهر نڪري اٽي هليو. ائين پئي معلوم ٿيس تہ مٿان هيٺ ڏاڪڻ تان زمين جي پيٽ ۾ لهندو وڃي، آخر وڃي زمين جي هن پاسي نڪتو ۽ زمين پنهنجي مٿي تي ڏٺائين. اتي هڪڙي وڏي ڪچهري ڏٺائين. زال جي ٻانهن گهريائين. جواب مليس تہ انهيءَ زال جيڪو نذر ڪيو هو. سو پورو ڪين ڪيو اٿس. تنهن ڪري بند آهي. خادم ساڳيو رستو ڏيئي موٽي آيو ۽ شيخ کي اها ڳالهہ ٻڌايائين شيخ کي چڙ آئي. سو انهيءَ زال جي مڙس کي پاڻ سان وٺي ساڳئي رستي ساڳيءَ ڪچهري ۾ آيو. سندس زال جي ٻانهن گهريائين. جواب ڪو نہ مليس. تنهن تي مڙس کي چيائين تہ زبردستيءَ سان پنهنجي زال کي وٺي هل. هن ائين ڪيو. انهيءَ طرح زال وٺائي شيخ موٽيو. انهيءَ ڪچهري جو جيڪو بزرگ هو. تنهن کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر ڏنائون. تنهن چيو تہ اهو شيخ مجذوب آهي ۽ خدا جي محبت ۾ مست آهي. جيڪي ڪيائين، سو هن کي مباح آهي، اها ڳالهہ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ڪتاب "بيان العارفين" ۽ "تنبيہ الغالفلين" ۾ بہ لکيل آهي ۽ اتي چيل آهي تہ اهو بزرگ حضرت پير دستگير هو.

شيخ پرڪئي کي چيائون تہ گهڻو ڪري هتي ماڻهو شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جا مريد آهن. تون ڇو انهيءَ جو مريد ڪين ٿيو آهين؟ انهيءَ دم هڪڙو ڪير جو وٽو جو هٿ ۾ هوس. سو ڪٽي زمين ۾ ٽٻي هڻي وڃي ملتان کان نڪتو. اتي جو سجاده نشين گهر جي هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ پنهنجيءَ بيبي سان گڏ ويٺو هو. شيخ پرڪئي ڪير جو وٽو نيئي هن جي اڳيان رکيو ۽ ادب کان منهن ورائي ٻئي پاسي ڪري بيٺو ۽ سجاده نشين کي هٿ ڏيئي وري ٽٻي هڻي اچي پنهنجي جاءِ تي نڪتو ۽ چوڻ لڳو تہ هينئر وڃي انهيءَ درگاهہ جو مريد ٿي آيو آهيان.

هڪڙي ڏينهن شيخ چيو تہ الـهي نور جي لقاءَ ۾ محو هوس تہ

غيب مان آواز آيو تہ اي پرڪيا، پاڻهون ٿيندين؟ مون چيو تہ نہ. وري آواز آيو تہ خادم ٿيندين؟ مون وري بہ چيو تہ نہ. تڏهين ٽئين پيري آواز آيو تہ پاڻهو بہ نہ ٿيندي، خادم بہ نہ ٿيندين. تڏهين ڇا ٿيندين؟ مون چيو تہ آءٌ ڪي ڪين آهيان ۽ ڪي ڪين ٿيڻ ٿو گهران. ايتري چوڻ تي خدا تعاليٰ پنهنجي قدرت جو هٿ منهنجن پنن تي رکيو ۽ مون کي معرفت عطا ڪيائين.

(2) ميرڻ ڪاتيار ـ اوائل جي ڏينهن ۾ پنگ پي ٻيڙيءَ ۾ چڙهيو ٿي ويو تہ خدائي جذبو آيس ۽ بيهوش ٿي پيو ۽ پوءِ ڪرامت وارو ٿي پيو. ليڪن ڪجهہ ظاهر نہ ڪيائين. هڪڙي ڏينهن پنهنجو حال ڪنهن کي ڏنائين تہ اها حالت گم ٿي ويس ۽ اصل چريو ٿي پيو ۽ جهنگ ۾ گهمندو وتندو هو ۽ مانيءَ جي ٿالهي مٿي تي رکيو ٻين ديوانن ۽ جوڳين جي طلب ۾ ٿي رهيو. انهيءَ کي ڏسي سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري کيس مخدوم نوح هالن واري وٽ نيو. انهن کي ڏسي اڳي کان بہ زياده حال وارو ٿيو ايتري قدر جو جڏهين ذڪر ڪندو هو. تڏهين بيهوش ٿي ويندو هو. اهڙو جو جڏهن تہ مري ويو آهي ۽ مٿس ياسين بہ پڙهندا هئا. پر پوءِ وري ساهہ پٽيندو هو.

1. **عبدالحميد قادري** ـ ڪاتيارن جي ڳوٺ جي سامهون موچر جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. وقت جو ڪامل مرد هو ۽ وڏي ڪرامت وارو هو. سندس پٽ ميان محمد شريف بہ پيءُ جهڙو هو ۽ رات ڏينهن ذڪر ۾ رهندو هو ۽ مريدن جي جماعت وٽن حاضر رهندي هئي.
2. **شيخ دهانہ** ـ راڄ سپري ۾ هوندو هو. آديجي قوم مان هو. جن مان سندس گهڻا مريد هئا. سندس اولاد اتي جا قاضي ۽ ملا ۽ پيرزادا ٿيندا آيا ۽ مريد ڪندا آيا.
3. **خسرو بن محمود** – اصل غزنوي بادشاهن جي نسل مان هو. اُڏيجن جي راڄ ۾ هوندو هو. پاڻ توڙي سندس وزير وڏي ڪرامت وارا هئا. سندس قبي جي آسپاس واري جهنگ مان ڪنهن کي طاقت ڪا نہ ٿيندي هئي تہ ڪاٺي ڪٽي وڃي. مير امين الدين خان پنهنجي ڪتاب

معلوم الافاق ۾ لکيو آهي ته عالمگير بادشاهه جي پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ هن سماواتي پرڳڻي ۾ اڳي اڪثر برهمڻ ۽ چاچڪ رهندا هئا. هڪڙيءَ چاچڪڻ زال کي ڇهن مهينن جو ڪچو ٻار هو. جو رڳو گوشت جو ٽڪر هو ۽ اڃا عضوا ڪين پيدا ٿيا هئس ۽ نه ساهه پيو هوس. پورڻ جي بدران ان جي مائٽن انهيءَ کي لڪائي ڪنهن گرم هنڌ حفاظت سان رکي ڇڏيو. اتي درجي بدرجي عضوا پيدا ٿيس، اکيون ۽ ڪن ۽ نڪ ۽ ڄڀ ۽ هٿ ۽ پير. نون ڏهن مهينن کان پوءِ پورو ٻار ٿيو ۽ ماءُ جو کير پيئڻ لڳو. انهيءَ جي مائٽن انهيءَ کي عمرڪوٽ ۾ نيئي پالي وڏو ڪيو ۽ 15 ورهين تائين اهو جيئرو رهيو.

## ڪيبره

هن ڳوٺ ۾ درويش نوح ڪيبرائي مشهور هو. ڏاڍاري ڪندو هو ۽ ڪرامت وارو هوندو هو. ڪتاب حديقته الاولياءَ ۾ آهي ته ڄام جوڻي جي راڄ ۾ هو درويش ڪيبرن کي چوندو وتيو ته ٿن ڏينهن کان ڄام تماچيءَ جي نالي منادي پيئي ٿئي. سو اڄهو ٿو اچي. آخر درويش جي تصرف سان ڄام تماچي دهليءَ مان اچي نڪتو.

## سانگره

سانگره جي قديم درياهه جي ڪناري سان ٻه گهڻا بزرگ هوندا هئا. انهن مان ڪي ڏجن ٿا:

1. **شيخ موسيٰ آهيداڻي** — اصل هندستان جو هو ۽ سلطان علاوالدين جي زماني ۾ سنڌ ۾ آيو. هڪڙي پيري هڪڙو سوداگر قافلي کان جدا ٿيو. ٻار جو اٺ ساڻ هوس. تنهنجو پير ترڪي پيو ۽ ٽنگ ڀڄي پيس. ڪو به ڳوٺ ويجهو ڪونه هو. حيران ٿيو ته هاڻ ڇا ڪريان. شيخ موسيٰ جو قبو پري کان ڏسي انهيءَ کان دعا گهريائين. رات جيئن تيئن اُتي گذاريائين. صبح جو اٺي ڏسي ته اٺ صحيح سالم بيٺو آهي. انهيءَ تي ٻار وجهي

اڳتي روانو ٿيو. جڏهين پنهنجي ڳوٺ پهتو تڏهين اهو اُٺ بيمار ٿي پيو. تنهن ڪري انهيءَ کي ڪهي قرباني ڪيائين. ڪل لاهڻ کان پوءِ ڏٺائين ته ٽنگ ڀڳي پيئي هيس پر پڳلن هڏن ۾ ڪلي لڳل هيس. جنهن ڪري هڏو ڳنڍجي سجو ٿي پيو هو.

2. **درويش وهيو چانيو** – وڏن ولين مان هو. سندس وفات جو سال مات في عشق آهي. يعني سنه 1001 هه ۽ فارسيءَ ۾ - در عشق جان سپرده.

3. **درويش آلو** – هو عارف بالله ۽ مجذوب هو. هيءَ به اصل هند جو هو. پوءِ سنڌ ۾ آيو. سارو ڏينهن گهٽين ۾ گهمندو وتندو هو. ڪنهن سان ڳالهائيندو ڪين هو يا جيڪي به ڳالهائيندو هو. سو ٻيو ڪو سمجهندو ڪين هو. جهنگ ۾ گهمندو ڪانئين ۽ ڪانن جون پريون پٺن تي ڪٽي ماڻهن کي آڻي ڏيندو هو. ڪشف ۽ ڪرامت جو صاحب هو. گهڻن جون مرادون پڄايائين.

4. **درويش پلي سميجو**– شيخ هوتي لاکي جي يارن مان هئو ڏاڍو چرچائي هوندو هو. هڪڙي ڏينهن درياهه جي ڪناري تي ڪنڍي وجهي مڇي مارڻ لاءِ ويٺو هو جڏهين گهڻي تائين ويٺو ۽ مڇي ڪانه مئي. تڏهين بيزار ٿي چوڻ لڳو ته ڏٽي منهنجا، يا ڏي يا ني. اوچتو درياهه جي پڪ. جنهن تي ويٺو هو سا ڦاٽڻ ۽ ڪرڻ لڳي تڏهين اتان اٿي ٻئي هنڌ ويهي چوڻ لڳو ته خدا کي به ڏيڻ مشڪل ٿو لڳي ۽ نيڻ آسان ٿو لڳي.

5. **درويش لڏو** – درويش وهئي جي مريدن مان هو ۽ ڪشف ۽ ڪرامت وارو هو. مولانا عباس ۽ مخدوم آدم ٿيبو ۽ دوريش چتو ۽ شيخ صدو لوهريو به درويش وهئي جي ڪامل مريدن مان هئا.

## منعلوي (متياري)

هيءَ سيدن جو مشهور شهر هو. انهن مان مشهور هيءَ هئا:

1. **سيد حيدر** – وڏو اولياءَ ٿي گذريو ۽ اولاد گهڻو ڇڏيائين. جن جو متي گهڻن هنڌن تي ذڪر آيو آهي.

2. **سيد عبدالڪريم بلڙيءَ** وارو بہ انهن سيدن مان هو. انهيءَ جو ذڪر بلڙيءَ ۾ ايندو. پر انهيءَ جو پٽ سيد للو هتي هو ۽ سيد رڪن الدين بہ انهيءَ سيدن مان هو ۽ چوندو هو تہ تيرن سان ٻٽي پريو ويٺو آهيان ۽ ٻيو هٽان. ڪن کي ڪنن وٽ ٺو لڳي ۽ ڪن کي ٻئي پاسي. سنئون منهن ۾ ڪنهن کي نٺو لڳي. نہ تہ جيڪر ڪِري پوي جنهن کي سنئون لڳو. سو اهڙو ڪِرندو جو وري نہ اٿندو.

3. سيد عالي بہ اتي جي ساداتن جي چئن قبيلن مان هو. هن جو پٽ سيد لال هو. ٻئي وڏا بزرگ هئا. هڪڙي پيري سندس همشيره کي دل ۾ آيو تہ اسان کي ڪيئن خبر پوي تہ اسين صحيح النسب سيد آهيون. رات جو حضرت صلعم جن جي زيارت حاصل ٿيس. جن چيس تہ سياڻي اوهان جي نسب جي سند پاڻهي اوهان کي ملندي. اتفاقن صبح جو ميان عبدالباقي واعظ جو ٺٽي جي بزرگ ميان عبدالقاسم نقشبنديءَ جو مريد هو ۽ وعظ ڪندڙ هو سو اتي اچي نڪتو. ڏندڻ ۽ درود حاضري ڪٺي آيو چيائين تہ اوهان جي ڏاڏي هي نشانيون اوهان کي ڏيڻ لاءِ ڏنيون آهن. انهيءَ لاءِ تہ اوهان کي صحيح النسب هئڻ جي ثابتي ملي. ميان نور محمد ڪلهوڙي هن سيد کي منٿن آزين سان پاڻ وٽ گهرايو ۽ نادر شاھ جي اچڻ ۽ ٻين تاريخي ڳالهين بابت هن کان پڇيائين ۽ احوال ورتائين.

انهن کان سواءِ سيد شهمير ۽ ميان ابوالبقا طالب علم بہ نالي وارا ٿي گذريا.

## سهار

هن ڳوٺ ۾ بہ – ٽي بزرگ ٿي گذريا:

1. **درويش حسين** – اصل ڪٺي هو پر حال ۾ ٿال وارو هو. سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي همعصرن مان هو.

2. **درويش پنوسهار**– هيءُ بہ ڪامل شخص هو. هڪڙي ڏينهن مريد سفارش لاءِ ڪنهن حاڪم وٽ وٺي ويس. اهو حاڪم ظالم هو. انهيءَ

کي جڏهين اها خبر پيئي. تڏهين هن پنهنجن دربانن کي چئي ڇڏيو تہ جڏهين فلاڻو اچي. تڏهين اهڙي مار ڏجوس جو وري همت ڪري نہ اچي، ان موجب جڏهين درويش اتي آيو. تڏهين دربانن ماري هڪالي ڇڏيس. اجا هو ٿورو پرڀرو ويو ئي نہ. تہ ڪن پين وري اچي ورايس. جن تي ڪا تهمت رکيل هئي ۽ چتي پوٽي هين ۽ زور ڪيائونس تہ خدا جي واسطي هلي اسان جي پارت ڪر. هنن جي منت تي هو وري بہ انهيءَ حاڪم وٽ ويو. دربانن وجي سارو حال حاڪم کي ٻڌايو. حاڪم سمجهيو تہ هيءُ درويش حال ۽ قال جو صاحب آهي. رواجي ماڻهو نہ آهي. سڌي معافي گهريائينس ۽ سندس ٻئي سفارشون قبول ڪيائين. هي درويش سيد عبدالڪريم جي وفات کان اڳي جو هو.

## نيرون ڪوٽ (حيدرآباد)

اصل هندو راجائن جي راڄ ۾ نيرون سمني نالي اتي حاڪم هوندو هو ۽ اتي بہ هڪڙو ڪوٽ هوندو هو. جيئن ڪن پين وڏن شهرن ۾ ڪافر قلعا هوندا هئا. جڏهين محمد بن قاسم آيو. تڏهين هنن قلعي جا در کولي هن کي ڏنا ۽ معافي ملين. نيرون ڪوٽ درياهہ جي ڪناري تي هو پر درياهہ ان جي اپرندي ڪان وهندو هو. سنہ 1182 هہ ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي نئون قلعو اتي جوڙايو جو اجا قائم آهي. اڳي اتي فقط هڪڙو ڳوٺ هو پوءِ وڏو شهر ٿيو اتي سون ورهين کان ماڻهو پوريل هئا. سي سڀ ڪيڍي پري مقامن ۾ رکيائون. چون ٿا تہ سندن لاشا صحيح سالم نڪتا. انهن مان هڪڙي مڙس ۽ زال جا لاشا لڌا. جي بلڪل تازا ڏسڻ ۾ ٿي آيا، اگرچ انهن جون قبرون تمام جهونيون ٿي ڏٺيون، ٻئي گڏ پوريل هئا. پانئجي ٿو تہ اهي عاشق ۽ معشوق هئا. نئين ٻڌل شهر جو نالو حيدرآباد رکيو ويو ۽ انهيءَ کان پوءِ اهو شهر سنڌ جو تخت گاهہ ٿيو. آسپاس ٽڪرين تي اجا تائين گهڻن بزرگن جون قبرون رهيل آهن، جن مان هڪڙي شيخ محمد مڪئيءَ جي آهي. جنهن جو قبو شهر جي اُلهندي ڏي مٿيءَ جي ڪوٽ اندر آهي. جو پڻ

ميان غلام شاهه وڏي ڪوٽ جي حفاظت لاءِ ٺهرايو هو. اهو شيخ عربن جي فتح ٺيڻ کان پوءِ اتي حاڪم ڪري رکيو ويو هو. وڏن اوليائن مان شمار ڪيل آهي. شهر جي ڏکڻ ڏي گنجو ٽڪر آهي. جنهن تي گهڻا نامور ماڻهو دفن ٿيل آهن. ڪي ٿورا هيٺ ڏجن ٿا:

1. سيني ۾ وڏو **شيخ پيريو** آهي، جو اصل هندو برهمڻ هو ۽ ويرداس نالو هوس. مجذوب موّحد سالڪ هو. ڏاڍي وجد وارو هو. اڪثر برپٽ ۽ جبل ۾ گهمندو وتندو هو. ڳالهائيندو ڪين هو. ماڻهو سندس زيارت لاءِ ايندا هئا. انهن جي دل جي ڳالهه معلوم ڪري هر ڪنهن کي پنهنجي مطلب جو جواب ڏيندو هو. ڪتاب حديقة الاولياءَ جو مصنف ٿو لکي تہ آءٌ انهيءَ فقير جي خدمت ۾ ويس. هڪڙو سنڌي بيت ويٺي پڙهيائين. دل ۾ چيو تہ خبر ناهي تہ اهو بيت سندس ٺاهيل آهي يا ڪنهن ٻئي شاعر جو آهي. فقير هڪدم چيو تہ ابا هو بيت اسحاق لوهار جو آهي. انهيءَ وقت ڪيتريون ئي ٻيون ڳالهيون دل ۾ آندم. انهن سيني جا جواب باصواب ڏنائين. نقل آهي تہ هڪڙو شخص سندس ڏسڻ لاءِ ويو. پري کان پنڌ ڪري آيو هو سو تمام بک لڳي هيس. فقير سندس حال معلوم ڪري چيس تہ ابا هن ٿوهر جي وڻ ۾ ديڳڙي يا ڪُني رکي اٿيئي سا وڃي ڪڍي آءِ. هو وڃي ڪڍي آيو. چيائينس تہ انهيءَ ۾ پاڻي وجهي باهہ تي چاڙهہ پوءِ ڪڪريءَ جو ٻڪ پري انهيءَ ۾ وڌائين ۽ ڍڪڻ ڏيئي چڙهايائينس. ذري کان پوءِ پٽ رجهي تيار ٿيو. ۽ هڪڙي پاسي کان هڪ هرڻي آئي. جنهن مان کير ڏهي هن ماڻهوءَ کي کائڻ لاءِ ڏنائين. سنہ 903 هہ ۾ وفات ڪيائين. گنجي ٽڪر جي دامن ۾ انهيءَ جي قبر آهي.
2. **درويش بدين ولد راهو**– اهو بہ وڏن بزرگن مان آهي. انهيءَ گهڻو اولاد ڇڏيو. جي سڀ ملڪيت وارا هئا. اگرچ ظاهري ڪا پوک راهہ نہ ڪندا هئا تہ بہ خوش پيا گذاريندا هئا، جو انهيءَ پير دعا ڪئي هُين. سندس پٽ موليڏنو سندس جانشين ٿيو.
3. **نهال شاهہ مداري** بہ پوئين بزرگن مان هو ۽ ڪامل اولياءَ ٿي گذريو.

4. شهر جي ويجهو ناياهن جي ڳوٺ ۾ درويش باده آهي، جو مخدوم نوح جو مريد هو. چون ٿا ته جڏهين پهرين پهرين اچي مخدوم وٽ مريد ٿي ٿيو. تڏهين هن چيس ته ڪلمو پڙهه. ڪلمي پڙهڻ سان مڇيءَ وانگي زمين تي ڦٿڪڻ لڳو ۽ بيهوش ٿي ويو ۽ مُٺن وانگي سُڪي ويو. اندر حجري ۾ ڪٽي ويس، تي ڏينهن انهيءَ حال ۾ پيو هو. پوءِ اٿيو ۽ انهيءَ کان پوءِ ڪامل اولياءُ ٿي پيو.

مير فتح علي خان کان پوءِ جيڪي ٽالپر حاڪم ٿي گذريا، توڙي ڪلهوڙن حاڪمن جا قبا حيدرآباد شهر جي اتر ڏي بيٺل آهن.

## رڪن پور

انهيءَ ڳوٺ تي شيخ رڪن الدين ملتانيءَ جو نالو پيو، جنهن جو ذڪر ملتان ۾ آيو آهي. هتي جو وڏو اولياءُ شيخ ريحان جهنگلي آهي، جو ذات جو سومرو هو. شيخ رڪن الدين انهيءَ جي مريد ٿيڻ لاءِ آيو ۽ اتي رهجي ويو ۽ اهو ڳوٺ ٻڌائين. شيخ جو اصل نالو ريحان چنيسر هو. چون ٿا ته پهرين جڏهين شيخ رڪن الدين ۽ قلندر شهباز ٻئي گڏجي اُتان لنگهيا ٿي. تڏهين هن شيخ کي چيائون نه اسان کي ماني ۽ کير ۽ ماکي کاراءِ. هڪدم هڪڙي قدرتي جانبهه اچي پيدا ٿي. جنهن جو هينئيون پهڻ اجا موجود آهي ۽ جنهن ڪنڌي جي وڻ مان ماکي لٿي، سو به اجا موجود آهي. انهيءَ شيخ جو پٽ قطب الدين به زماني جو قطب ٿي گذريو ۽ اهو به اتي دفن ٿيل آهي. هر مهيني جي چوڏهينءَ رات ميڙو لڳندو آهي. شيخ قطب جو پاءُ شيخ دودو به اتي رکيل آهي، جو شهيد ٿيو هو. چون ٿا ته انهيءَ جي فاتحه لاءِ قلندر شهباز به آيو هو. جنهن لٺي جي وڻ کي پٽ ڏيئي وهندو هو سو اجا بيٺل آهي. انهيءَ جي جانشينن مان شيخ عنايت ۽ شيخ ڪريم ڏنو ٿيا. شيخ ريحان جي پوٽن مان شيخ ابراهيم نالي وارو ٿيو. انهيءَ جي نالي چون ٿا ته هڪڙي ڏينهن سيد علي شيرازيءَ جي ڏسڻ لاءِ نڪتي ويو. تسبيح سندس هٿ ۾ هئي. جڏهين پاڪر پائي گڏيا. تڏهين سيد چيس ته اوهين به تسبيح

هٿ ۾ ڪٺو ٿا! ررندي ڏنائين تہ ڏيري گهوڙي کي ڇهبڪ هڻڻ ضروري آهي. تازيءَ کي ڇهبڪ جو ضرور ڪونهي. مٿئين شيخ جي اولاد مان شيخ ريڪن بہ مشهور ٿيو جو هالن جي تعلقي ۾ دفن ٿيل آهي ۽ زيارتگاهہ آهي.

## ڏونرا هنگورا

هيءُ متعلوي سيدن جو ڳوٺ آهي. جن مان سيد هارون مشهور هو ۽ حقيقي شعر بہ چوندو هو. ٻيو سيد شيريزدان بہ سخي ٿي گذريو ۽ سيدالهيار ۽ سيد محمد بہ زميندار ۽ نالي وارا ٿي گذريا. انهن کان سواءِ درويش زڪريا ٿهيم بہ نالي وارو درويش ٿيو ۽ درويش ابراهيم ولد ناڪودر ٿيٻي جي همعصرن مان هو. جنهن جو مٿي ذڪر آيو آهي.

## رائدن

هيءُ لُنبن جو ڳوٺ آهي. هتي درويش راڄو مجذوب واصل بالله رهندو هو. هيمشہ مٿي اگهاڙو گهمندو وتندو هو. ھڪڙي هنڌ اصل نہ رهندو هو. جيڪي واتان نڪرندو هوس، سو ٿيندو هو. چوڻ ٿا تہ جيڪي چوندو هو. سو سنڌي بيتن ۾ چوندو هو ۽ مٺي آواز سان ڳائي چوندو هو. پوءِ جيڪي چوندو هو. سو ٿي پوندو هو. هڪڙي پيري ڪڇ جي پاسي مينهن جي وٿاڻ تي اچي پهتو. هنن کي چيائين تہ مايون. مون کي ڪو کير يا ڏڌ تہ پياريو. مڙس ماڻهو اتي ڪو نہ هو. ڪي زالون هيون. تن البت سانس بي ادبيءَ سان ڳالهايو. ڏاڍو جوش آيس. نعرو هڻي هڪڙي پاسي هليو ويو. جيڪي مينهون ۽ ڳابا ٻڌل بيٺا هئا. سي سڀ گم ٿي ويا. خبر ئي نہ پيئي تہ ڪيڏي ويا. هڪڙي ورهيہ کان پوءِ فقير وري بہ اتفاق سان انهيءَ هنڌ آيو. ماڻهن کيس سڃاتو ۽ اچي پيرين پيس ۽ منٿون آزيون ڪيائونس. جڏهن راضي ٿيو. تڏهين انهن کي چيائين تہ پاڻيهي اينديون. شام جو اهي ساڳيون مينهون ۽ ڳابا ۽ ميهار سڀ اچي نڪتا. ميهار کان پڇيائون تہ هيترا مهينا ڪٿي هئؤ؟ هن چيو تہ اڄ صبح جو هميشہ وانگي مينهون چارڻ لاءِ نڪتس ۽ شام جو وري وٺي آيو آهيان. ٻئي ڪنهن پاسي ڪين ويس.

ڊنڊيءَ ۾ شيخ ممون ۽ شيخ ڪپور ۽ شيخ نظام الدين مشهور آهن. پويان ٻئي شهيد آهن ۽ خواجا ماڻهو انهن جا معتقد آهن ۽ انهن تي ميڙو لائيندا آهن.

## نورائي

هيءُ مشهور ڳوٺ آهي. انهيءَ ۾ هيٺيان بزرگ آهن:

1. **شيخ اسماعيل قادري.** جنهن تي ميڙو لڳندو آهي. انهيءَ جي پوٽن مان شيخ محمد صلاح سجاده تي ويٺو.
2. **مخدوم عمر ۽ اسحاق فقير ۽ علي اصغر.** جو پيران پير جي اولاد مان هو. سڀ بہ مشهور بزرگ ۽ درويش ڪامل تي گذريا.

## سَتيار

هي پرڳڻو اڳي مشهور هو. منجهس:

1. **شيخ لودي پيران پير** جي اولاد مان مشهور تي گذريو.
2. **مخدوم يعقوب پليجو.** ناري جي ڳوٺ ۾ زماني جو عارف هو. چون ٿا تہ هڪڙ پيري ڪو سوالي وٽس آيو ۽ کير پيئڻ لاءِ مينهن جو سوال ڪيائينس، انهي کي چيائين تہ فلاڻي هنڌ منهنجي ٻانهي وٽ وڃ ۽ انهيءَ کان وڃي هڪڙي مينهن وٺ. هن وڃي انهيءَ کي پيغام ڏنو ۽ هڪڙي مينهن ورتائين. جا ڏهاڙي ڇهہ ڪاسا کير جا ڏيندي هئي. جڏهن مخدوم ٻڌو تہ سندس ٻانهي سندس موڪل کان سواءِ هڪڙي تمام پلي مينهن هن کي ڏني آهي. تڏهين انهي کي آزاد ڪري ڇڏيائين ۽ انهيءَ جي تعريف پنهنجي بيبيءَ وٽ ڪيائين. تنهن ٻڌي چيو تہ اهڙي چڱي ڪم ڪرڻ لاءِ منهنجو بہ جيڪو توتي حق آهي. سو شڪريہ طرح مون توکي بخشيو. ٻئي هڪڙي پيري مخدوم پنهنجي مڱڻ جي پوک ۾ ويو. ماڻهو ساڻس گهڻا هئا. ديگڙو موجود ڪو نہ هو. هڪڙو ٺڪر جو ڪنو مليو. جنهن ۾ ٽنگ هو. سندس حڪم موجب ٻاهہ تي پاسيرو ڪري رکيائونس تہ پاڻي نہ وهيس. پاڻ چيائين تہ پاسيرو نہ چاڙهيو. ماڻهو گهڻا آهن، سنئون ڪري چاڙهيوس

تہ ججهورجهي. سنڌون ڪيائون تہ خدا جي قدرت سان ٺنگ بند ٿي ويو. ايترو پٽ رڏو جو سيٺي ڪائي خوش ٿيا. پوءِ ماڻهن کي چيائين تہ هاڻي هرڪو انهيءَ نڪر جي ڪُني کي ڪوڏر هٽي پيچي. سيني ڪوڏاريون هنيون. پر ڪُنو نہ پڳو جڻ تہ ٽامي يا لوهہ جو آهي. بي بہ هڪڙي ڳالهہ هن بزرگ جي مشهور آهي. هڪڙي پيري ڪنهن واڻئي پنهنجي ڌيءَ جي شادي لاءِ خرار سارين جو اُڌارو ورتو هو ۽ هڪڙو ڍڳو ڪنهن کان سوال تي وٺي انهيءَ تي ڪٽائي ٿي آيو. ڪنهن پاڻيءَ مان ٿي لنگهيو تہ ڍڳو بار سوڌو پاڻيءَ ۾ ڪري پيو. ۽ ٻڏي ويو. اوچتو مخدوم اتان اچي لنگهيو. واڻئي کي رئندو ڏسي مٿس قياس آيس. چيائينس تہ هن هنڌان پاڻيءَ ۾ ٽبي هڻ ۽ اڳيون پٽ اتي ڪورٿيس ويهل ڏسين. انهيءَ کي منهنجا سلام ڏج ۽ چئج تہ تو کي پنهنجو ڍڳو بار سميت ڏئي. هن ائين ڪيو. ٽبي هڻڻ سان سڪي تي وڃي بيٺو. ماڻهن جي جماعت ڏٺائين ۽ هڪڙو ماڻهو مٿي مسند تي ويٺو هو. انهيءَ کي هن مخدوم جا سلام بہ ڏنا ۽ پيغام بہ ڏنو. اهو ٻڌي هن هڪدم پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ مون اوهان کي هينئر ڪين ٿي چيو تہ مخدوم يعقوب وٽان ڪو ماڻهو ڍڳي ۽ سارين جي ڳولا لاءِ ٿو اچي. پوءِ اهو ڍڳو بار سميت سندس حوالي ڪيائون جو وٺي ڳوٺ آيو. اهو مخدوم مرزا شاهہ حسن ارغون جي زماني ۾ رهندو هو.

## اگهم ڪوٽ

اهو شهر اگهم لوهاڻي جو ٻڌل هو. جنهن جو ذڪر سنڌ جي تاريخ ۾ راجائن جي احوال ۾ ڏنل آهي. هن شهر ۾ ڪيترا اولياءُ ٿي گذريا:

1. **مخدوم اسماعيل سومرو**ـ هن ساري عمر پيري تائين رياضت ۾ گذاري. مهمانن ۽ مسافرن ۽ طالبعلمن کي عمدا طعام کارائيندو هو ۽ پاڻ جوَن جي ماني تي گذاريندو هو. هن جون ڪرامتون مشهور آهن. مخدوم سڌو ۽ مخدوم عثمان سندس مريدن مان مشهور ٿيا.
2. **درويش داتوڏ ۽ ميان همون**. ٻئي مخدوم اسماعيل جي وقت جا هئا.

انھن ٻنھي جي مدرسن ۾ اٽڪل پنج سئو ماڻھو قرآن ۽ حديث جو علم پڙھندا ھئا ۽ ھو انھن کي خوراڪ ۽ پوشاڪ ڏيندا ھئا. اھڙن ڪمن جي ڪري مرزا محمد باقي سندن زمين ۽ پوکن جي ڍل معاف ڪري ڇڏي ھئي. انھيءَ ھوندي بہ ھو پاڻ فقر ۽ فاقي ۾ رھندا ھئا ۽ جون جي ماني تي گذاريندا ھئا

3. **شيخ نورالدين:** اصل سوستان يا سيوھڻ جو ويٺل ھو ۽ سندس وصيت ھئي تہ جي مران تہ اتي مون کي دفن ڪجو سگھو ئي پوءِ سيوھڻ جي ويجھو وفات ڪيائين. سندس جنازو پاٽيھي اتي ھليو ۽ ڪانڊي بہ ساٿس ھليا ۽ اچي اتي اگھم ڪوٽ کي ويجھو بيٺو جو جيئري اھا جاءِ پسند ڪئي ھئائين. اتي دفن ڪيائونس.

4. **درويش سليمان**- ھن کي چار ڙالون ھيون. جن مان ھڪڙي سان زياده محبت ھيس. پر ھوءَ شوخ طبيعت ۽ نافرمان ھئي. ھڪڙي پيري چڙ ۾ بزرگ انڊي سڏيس. تہ انڊي تي پئي. پوءِ مٿس رحم آيس ۽ دعا ڪيائين تہ سڄي تي پيئي. مطلب تہ جيڪي واتان نڪرندو ھوس سو ٿيندو ھو.

5. **درويش عمر بودلو**- مجذوب ۽ واصل باالله ھو. اوائل ۾ ماڻھن کان ڀڄندو ھوءِ جھنگ ۽ برپٽ ۽ جبلن ۾ گذاريندو ھو. آخر اچي اگھم ڪوٽ ۾ تڪاڻو ڪيائين. ماڻھو وٽس ايندا ھئا ۽ فيض حاصل ڪري ويندا ھئا. درويش وھنيو. جنھن جو مٿي ذڪر آيو سو بہ ھن درويش جو معتقد ھو ۽ ھن جي صحبت ۾ رھيو ھو.

6. **حمزو پڙھيار** ۽ **خليفو محمد شريف** ۽ **سيد يونس** اصل متعلوي ۽ ان جو پٽ سيد عبدالله ۽ سيد فقير بہ وقت جي بزرگن مان ھئا.

## جوُن

ھيءَ چاچڪن جي پرڳڻي جو مکيہ شھر ھو. جنھن پرڳڻي کي اڳي سرڪار چاچڪان چوندا ھئا. ھن شھر ۾ توڙي آس پاس ڳوٺن ۾ وڏا وڏا بزرگ ٿي گذريا آھن. ڪي مشھور ھيٺ ڏجن ٿا.

1. **درويش حاجي سوره** هن مخدوم نوح ۽ اسماعيل جاڪ ۽ سيد رڪن الدين ۽ سيد عبدالڪريم کان فيض حاصل ڪيو ۽ گهڻا مريد هئس.
2. **درويش موسيٰ** بہ مشهور سنڌ جو اولياءُ هو. درويش بهاوالدين گودڙيو پهرين هن فقير جو مريد هو. پوءِ مخدوم نوح وٽان فيض پرايائين.
3. **سيد حميد**- سيد محمد مڪئي جي اولاد مان هو جنهن جو ذڪر بکر ۾ آيو آهي. بکر ۽ لوهريءَ ۾ پنهنجا مائٽ ڇڏي هتي اچي رهيو. سندس اولاد مان سيد محمد علي ۽ سيد محمد باقر لڏي ٺٽي ويا، جتي سندن ذڪر ايندو.
4. **مخدوم نورنگ** جوُن تعلقي جي درياهہ ڳوٺ ۾ هو. مشهور مشايخن مان هو. سندس پٽ مخدوم عبدالحميد ۽ انهيءَ جو پٽ مخدوم اسحق بہ عالم ۽ عارف ۽ متقي ٿي گذريا. انهيءَ جو پوٽو وري مخدوم رحمت الله هو جنهن جو ذڪر ٺٽي ۾ ايندو.
5. **مخدوم الياس**- شيخ شهاب الدين سهروردي جي پوٽن مان هو. جو قسمت سانگي سنڌ ۾ اچي نڪتو. سندس پٽ مخدوم هارون ٺٽي ۾ وڃي رهيو جنهن جو پٽ مخدوم ضياوالدين هو جو ٺٽي ۾ ايندو.

## بدين

هيءَ بہ مشهور قديم شهر آهي. چوڻ ۾ ٿو اچي تہ هي شهر عيسوي ارڙهين صدي جي وچ ڌاري هڪڙي هندو سانولي نالي جو ٻڌل هو. جو ٿيهہ ورهيہ پوءِ مدد خان پٺاڻ ٻين ڪيترن شهرن سان گڏ ويران ڪيو. ٻن قتلين مسجدن جي پهڻن تان سنہ 632 ۽ سنہ 987 هہ لڌو آهي. هن شهر ۾ گهڻا بزرگ هئا:

1. درويش پنهو ناريجو ۽ حافظ دائود ۽ شاهہ نور ۽ شاهہ قادري درگاهن وارا آهن. شاهہ قادري جنهن جو نالو شهاب الدين هو. تنهن جي اولاد مان سيد عارف شاهہ ۽ انهيءَ کان پوءِ سيد بهار شاهہ ۽ پوءِ سيد موليڏنو سجاده نشين ٿيا. هتي هر سال ميلو لڳندو آهي.
2. مخدوم طغاچي جي درگاهہ الهندي ڏي آهي. سندن معتقدن مان مخدوم صالح هو جو سندس ويجهو دفن ٿيل آهي. انهيءَ جو پٽ مخدوم يوسف ۽ انهي جو

پٽ مخدوم عثمان ۽ انهيءَ جو پٽ مخدوم عبدالرحيم هو. جو شاهه جهان بادشاهه جي زماني ۾ ٺٽي جو مفتي ٿيو ۽ اُتي وڃي رهيو. انهيءَ جو پٽ ميان اسدالله بدين ۾ رهيو ۽ اتي جو مفتي ٿيو ۽ انهيءَ جو پيو پاءُ مخدوم عبدالرحيم ٺٽي جي بيان ۾ ايندو. مخدوم حاجي بہ مشهور هو ۽ درگاهه وارو ٿيو.

3. سيد مير جي درگاهه شهر جي ذڪرڻ ڏي آهي. سندس پٽ سيد عبدالله ۽ انهيءَ جو پٽ سيد محمد زمان سجاده نشين ٿيا ۽ سندن گهڻا مريد معتقد هئا.

4. قاضي عبدالملڪ وڏو علم ۽ عمل وارو بزرگ هو. سندس پوٽو قاضي امان الله ۽ انهيءَ کان پوءِ قاضي ڪرم الله مشهور ٿيا.

5. مير سلطان شاهه ـ خواجه خليل خان ٺٽي جي نواب جو پاٽيجو هو. جڏهن اهو موقوف ٿيو. تڏهن هيءَ سندس پاٽيجو ٺٽي ۾ آيو ۽ مامي جي جاگير هٿ ڪيائين. پوءِ ميان ابوالقاسم نقشبنديءَ جو مريد ٿيو ۽ بدين جي پسگردائي ۾ رهي پيو. براسه جو ڳوٺ سندس ٻڌل هو. بزرگي ۽ ڪرامت وارو هو.

6. ملا قيصر. جنهن جو نالو عبداللطيف هو. سو فاضل ۽ عالم ۽ شاعر هو. ڇهين ڇهين مهيني بہ تڏا عالمگير بادشاهه ڏي تحفو ڪري نيندو هو ۽ لائق انعام ملندو هوس. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ بادشاهه ماهيانو يا ساليانو مقرر ڪري ڏنس ۽ آسودو پيو گذاريند هو.

7. شيخ اسماعيل قريشي ـ شيخ بهاوالدين ملتاني جي اولاد مان هو. شيخ ابن شاهه. جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو. سو انهيءَ جي اولاد مان هو. انهيءَ جو پٽ شيخ عالم شاهه هو. جو سند س جاءِ تي ويٺو.

8. ميان محمد زمان مشايخن مان هو ۽ ميان ابوالقاسم نقشبندي ۽ ميان محمد نقشبندي تتوي جي معتقدن مان هو ۽ نقشبندي طريقو قائم رکيو آيو. پوءِ لونهاري جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ گهڻا ماڻهو انهيءَ مان فيض حاصل ڪرڻ لڳا. ميان محمد زمان هڪڙو ناليرو پٽ ميان گل محمد ڇڏيو. جنهن پنج پٽ ڇڏيا، جن مان محمد زمان ثاني سجاده نشين ٿيو ۽ سنہ 1247هه جي صفر مهيني ۾ وفات ڪيائين.

## چاچڪ

تعلقي جُون بدين جي ڀر ۾ هيءُ هڪڙو ڳوٺ هو. جنهن مان اتي جي حڪومت ڪي سرڪار چاچڪان چوندا هئا. اتي شيخ مزسيل رلد شيخ مغل مشهور ٿيو. تمام سخي ۽ مهمان نواز ۽ پرهيز گار شخص هو. سندس قبر وڏي زيارتگاهه هوندي هئي.

## وَنگہ

هيءُ هڪ پرڳڻو سرڪار چاچڪان کان مٿي علحدو هوندو هو. انهيءَ ۾ بہ گهڻا بزرگ ٿيا. انهن ۾ مشهور درويش چوڪس هو. ڏني سرڪيءَ جو پٽ هو. وڏن سالڪن ۽ ديندارن مان هو. گهڻن درويش سندس صحبت ڪئي. هڪڙي ڏينهن مخدوم بلال وٽ ويو ۽ پڇيائينس تہ فرض جي ادب جو مرتبو وڏو يا رعايت جو؟ هن چيو فرض جي ادب جو. اهو درويش جي مرضيءَ ۽ راءِ موجب نہ هو. هن جي وڃڻ کان پوءِ مخدوم جيڪو علم پڙهيو هو. سو سڀ دل تان لهي ويس. جڏهن وري وڃي درويش چرڪس کان معافي ۽ دعا گهريائين. ۽ حقيقت سمجهائين، تڏهن علم جي امانت، موٽي مليس. هڪڙي ڏينهن ڪنهن ماڻهوءَ ڍڳو گم ڪيو. درويش چرڪس کان دعا گهريائين. هن دعا ڪئي تہ ڍڳو پاڻ مرادو اچي نڪتو.

## ولهار

1. هن ڳوٺ جي بزرگن مان وڏو درويش صدر ولد ڪيور اوٺو هو. وڏو اولياءُ هوندو هو. هن جي بت تي ڪتي بہ وار ڪو نہ هوندو هو. چڙهو چانڊ گهمندو وتندو هو. هڪڙي پيري ملتان جي پاسي ويو. شام جي وقت راوي ندي جي پار ويٺو هوس. پتڻ لنگهائڻ لاءِ مهاڻي کي چيائين. پر هن چيو تہ هينئر دير ٿي ويئي آهي. فقير کي چڙ لڳي. خادم کي چيائين تہ ڪونئرو درياهہ ۾ وجهي ٽپائي پري ڪيد. هن ائين ڪيو تہ آسپاس درياهہ سڪي ويو ۽ ٻيڙي

سگهيءَ تي ويهي رهي. فقير لنگهي ويو ۽ جنهن بزرگ جي زيارت ڪرڻي هيس انهي ڏي ويو. صبح جو هل پئجي ويو تہ درياهہ خشڪ ٿي ويو آهي. پوءِ انهيءَ شيخ جي چوڻ تي درياهہ وري جاري ٿيو. ٻئي دفعي درويش لسہ ڪاڪره هڪڙي شينهن تي چڙهي درويش صدر جي ملاقات تي آيو. هن فقير وٽ هڪڙو ڳابو ٻڌو بيٺو هو. درويش لسہ چيس تہ منهنجو شينهن بکايل آهي. هي ڳابو مهماني ڪري ڏينس. هن چيس تہ هن جي ماءُ جهنگ ۾ ويئي آهي، اتان ايندي تہ پڇو نہ ڏسي پريشان ٿيندي. هن چيو تہ انهي جي حرڪت ڪانهي. مڙئي چڱي ٿيندي. في الحال تہ شينهن جي بک لاهڻ گهرجي. پر درويش صدر جي اجازت نہ ٿي ڏني ۽ هن زور ٻئي لاتو. آخر درويش صدر پنهنجي خادم کي چيو تہ ڳابي کي ڇوڙي شينهن وٽ آڻ. هن ائين ڪيو تہ شينهن ڳابي کي ڏسي اٿي پيو ۽ ڳابو پٺيانس ڪاهي پيو. شينهن وچي ويجهي ٻيلي ۾ لڪو ۽ ڳابو موٽي آيو.

2. درويش صابري ولهاري ذات جو پرند مشهور صائم الدهر ۽ قائم الليل ٿي گذريو. قرآن پڙهائيندو هو. شاهہ عنايت الله صوفيءَ جو همعصر هو. نهايت پرهيز گار شخص هو. سندس پٽ ميان معروف هو ۽ انهيءَ جو پٽ ميان مقبول هو. ٽيئي اهل الله مان هئا. انهن جا قبا انهيءَ پاسي مشهور هئا.

## ڪوچو

هيءَ ڳوٺ ونگ ۽ ولهار جي تعلقي ۾ داخل آهي. اتي جا مشهور بزرگ هيءَ آهي:

1. **سيد ساجن سوائي**- اصل متعلوي سيدن مان هو ۽ مخدوم نوح جو مريد هو. پنهنجي وقت ۾ مشهور شيخ ٿي گذريو ۽ ڪرامتون ڏيکاريائين ۽ سندس قبو وڏي زيارتگاهہ هئي ۽ اڃا بہ آهي. هر سال مٿس ميڙو لڳندو آهي. انهيءَ جو پوٽو سيد پني لڏو شاهہ تہ اهڙو ٿي گذريو جو ٻڪي ۽ جانور بہ ڪانئس نہ ٿهندا هئا. شينهن ۽ بگهڙ بہ سندس مجاور هوندا هئا چون ٿا تہ هڪڙي ڏينهن درياهہ جو ڪنارو ڏيو ٿي

لنگهيون تہ ڏيڏر ڪانئس ٿهڻ لڳا. تڏهن چوڻ لڳو تہ اجا مون ۾ غير آهي، جو هنن ڏٺو آهي. نہ تہ جيڪر ائين ڪين ڪن. پوءِ اتي ڪناري تي ويهي روڄ ۽ زاري ڪرڻ ۽ رياضت ڪيڻ لڳو. هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات اتي گذاريائين، جيسين ڏيڏر ڪانئس وري ٿهڻ نہ لڳا ۽ ساڻس هري ويا. پوءِ اڳتي هليو. هن جي ڏاڏي جي قبر اڌ سڌ پنڌ ڪان بہ گهٽ هئي. صبح جو اٿي اوڏي ويندو هو تہ شام جو مس اتي پهچندو هو. ايتري دير جو سبب هي هو تہ رستي ۾ جيڪر پتر پهڻ ڪک ڪهجر هوندو هو سو ڪٺي پاسي ڪندو هو يا ڪو گاهہ يا وڻ يا ٻوٽو ڏسندو هو تہ انهيءَ کي ڏسي حيرت ۾ پئجي غرق ٿي ويندو هو ۽ "سبحان الله" پيو چوندو هو. سندس مئي ڪان پوءِ سندس پٽن پوٽن مٿس قبي اڏائڻ جي ڪئي، پر هن انهيءَ جي اجازت نہ ڏني ۽ ڪو بہ قبو مٿس نہ بيٺو.

2. **سيد مڱيلڏو سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري** جي پوٽن مان هو. ڪنهن سبب ڪري پنهنجن پائن ڪان رسي اُتي اچي رهيو ۽ گهڻي تائين رياضتون ڪيائين. اتي جي وڏيري ارباب موسيٰ پنهنجي نياڻي هن کي نڪاح ۾ ڏني. فقيريءَ ۾ چڱو نالو ڪيائين ۽ ماڻهن جي وٽس گهڻي آمد رفت هوندي هئي. ڪانئس پوءِ سندس پٽ سيد عالي نالي وارو ٿيو ۽ انهي ڪان پوءِ مير حيدر ولد سيد محمد صلاح قائم مقام ٿيو جو سندس نائي هو.

## پران

پران پراڻي درياهہ جو نالو آهي. اتي هڪڙو آمري يا گدامڙيءَ جو وڻ آهي، جو شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جو وهاريل آهي ۽ زيارتگاهہ آهي. چون ٿا تہ نئي ۾ هڪڙي قدرتي دري آهي. جنهن مان مريد لنگهي هتان اچي نڪرندا آهن ۽ جنهن جو ارادو پڪو نہ هوندو آهي. سو لنگهي نہ سگهندو آهي. انهيءَ سلسلي جا فقير اتي گڏ ٿيندا آهن ۽ سماع ڪندا آهن. اتي گهڻائي بزرگ ۽ درويش ۽ اولياءَ آهن. مثلاً پير خاڪي. ابراهيم ناگوراني. ٽيپو مزاري، سيد حسين باڪانہ جو عمر ڪوٽ کي ويجهو آهي. سيد لال

ڇتو جو منڊرو ۾ آهي، تاج محمد ڪيلرو جو سومر ڪيلري جي اولاد مان هو ۽ سيد حسن واري قبرستان ۾ رکيل آهي، درس مظفر هالي پوٽو جو شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جي مريدن مان هو ۽ بايزيد سمي جي ڳوٺ ۾ رکيل آهي. بابو سڪريو منڊرو درس ڏاتو ڪاڇيلو فقير ڪونرلو جو سوئلي جي ڳوٺ ۾ رکيل آهي. حسين فقير ۽ سندس پٽ بادل فقير. درس اُجر لوريرو درس بلاول ۽ سندس قائم مقام ميان شرف الدين.

## بلڙي

هيءُ مشهور ڳوٺ آهي ۽ اتي هيٺيان بزرگ ٿي گذريا:

(1) **سيد عبدالڪريم ولد سيد للو.** جنهن کي شاهه ڪريم بلڙيءَ وارو چوندا آهن. هو متعلوي سيدن مان هو. سنه 944 هه ۾ جائو ڏاڍيون رياضتون ڪندو هو. صبح جو مسجد ۾ بانگ ڏيئي ويهي وظيفو پڙهندو هو. جيسين جماعت اُچي گڏ ٿيندي هئي. پوءِ نماز پڙهي وري ويهي وظيفو پڙهندو هو. جيسين اشراق جي نماز جو وقت ٿيندو هو. پوءِ پنهنجي گهر ويندو هو ۽ گهر جو ڪم ڪار ڪندو هو ۽ مهمانن ۽ فقيرن کي ماني کارائي ۽ مريدن کي پنڻ لاءِ روانو ڪري پاڻ هر ڪلهي تي رکي ڏاند وٺي وڃي ٻنيءَ ۾ ڪم ڪندو هو ۽ زمين کيڙيندو هو. اڳينءَ وقت ڏاندن کي گاهه پاڻي ڏيئي پوءِ اڳين ۽ وچين ۽ شام جي نماز تائين مسجد ۾ رهندو هو. پوءِ گهر اچي گهر جو ڪم ڪار ڪندو هو ۽ فقيرن کي کارائيندو هو. اتان واندو ٿي پوءِ راهوت جي ڳوٺ ۾ ايندو هو ۽ رستي ۾ جنهن جنهن ڳوٺ ۾ ڪا مسجد هوندي هئي. تنهن جو پاڻي ڀري ۽ اتي جيڪي سٽل هوندا هئا، تن جي خدمت چاڪري ڪري اڳتي هلندو هو ۽ پوءِ سڌو ٺٽي ايندو هو ۽ پنهنجي عادت موجب مسجدن مان ٿيندو ۽ پيرن جي زيارت ڪندو وري موٽي ڳوٺ ايندو هو ۽ صبح جو پنهنجي ڳوٺ اچي مسجد ۾ هميشه وانگي بانگ ڏيندو هو. ڪنهين کي خبر ڪا نه هوندي هئي ته رات سڄي هو ڪٿي ٿو گذاري ۽ ڇا ٿو ڪري. ورهين جا ورهيه هن ائين گذاريو. تنهن ڪان سواءِ جڏهين تهجد

جي نماز پڙهندو هو. تڏهين پهرئين رڪعت ۾ روئي روئي بيحال ۽ بيخود ٿي ويندو هو. جو صبح جو مس هوش ۾ ايندو هو ۽ ٻي رڪعت به پوري ڪري نہ سگهندو هو ۽ چوندو هو تہ مون کي عجب آهي تہ ماڻهو تهجد جي نماز ڪيئن پڙهي ٿا سگهن. هن جون ڪرامتون بيشمار آهن ۽ ڪتاب بيان العارفين تنبيہ الغافلين ۾ ڏنل آهن. هن سيد محمد يوسف رضوي بکري ۽ مخدوم نوح ۽ مخدوم آدم سميجي ۽ ٻين وڏن مشائخن جون صحبتون ڪيون ۽ فيض حاصل ڪيا, خصوصاً مخدوم نوح کان. جنهن جي حڪم موجب ٻلڙيءَ ۾ اچي رهيو ۽ وفات بہ اتي ڪيائين. سندس وفات جو سال سنہ 1030 هہ آهي. هن کي اٺ پٽ هئا:

1. **سيد للو شاهہ**. جنهن تي ڏاڏي جو نالو هو ۽ ننڍي هوندي مري ويو.
2. **سيد عبدالرحيم**. جنهن جي نسبت ۾ ميان ابراهيم ولد مخدوم نوح ٿي چيو تہ جڏهين هو ڄائو ۽ وڏو ٿيو. تڏهين مون خدا جا شڪرانا بجا آندا. جو ڄاتم ٿي تہ هي عبدالڪريم ثاني آهي. اهو بہ پيءُ جي جيئري فوت ٿيو.
3. **سيد جلال**. جنهن تي چاچي جو نالو هو. جو پڻ وڏي ڪرامت وارو هو. اهو بہ وڏو عابد هو. پيءُ جي حياتيءَ ۾ هڪڙي رات هالن مان ٿي آيو تہ رستي ۾ چورن شهيد ڪري وڌس.
4. **سيد برهان** جنهن پڻ پيءُ جي جيئري وفات ڪئي.
5. **سيد للو ثاني** جو سالڪ مجذوب هو ۽ سير سياحت ۾ حياتي گذاريائين ۽ پيءُ کان پوءِ بہ ڪي ڏينهن جيئرو هو.
6. **سيد دين محمد**. جو پيءُ جي حياتيءَ ۾ گوشہ نشين ٿي رهندو هو. سيد عبدالڪريم وفات کان اڳي ولايت جي امانت هن پٽ جي حوالي ڪئي ۽ پيءُ جي وفات تي هو پنهنجو مٿو ڪوڙائي ڪفني ۽ ڪاري چادر ڍڪي پيءُ جي گاديءَ تي ويٺو ۽ پيءُ جهڙو نالو ڪڍيائين ۽ مريد ڪيائين.
7. **سيد محمد حسين**. جو پيءُ جي خدمت ۾ رهندو هو ۽ خادم الفقرا سڏبو هو ۽ مريد دعا گهرڻ ايندا هئا تہ چوندو هون تہ محمد حسين کان دعا گهرو.
8. **سيد عبدالقدس**. جو ننڍي هوندي پيءُ جي حياتي ۾ گذريو. چون ٿا تہ

نئيڻي هوندي هو ٻار گڏ ڪري حلقو ٻڌائي ذڪر ڪندو هو.

سيد عبدالڪريم جي وفات کان پوءِ سندس پٽ سيد دين محمد سجاده نشين ٿيو. انهي کان پوءِ سندس پٽ عبدالدليل سجادي تي ويٺو ۽ پوءِ ان جو پٽ سيد عبدالغني ۽ پوءِ ان جو پٽ سيد عبدالواسع ۽ پوءِ سيد محمد زمان ۽ پوءِ سيد مقيم. انهيءَ کان پوءِ سندس ڀاءُ عبدالواسع ولد سيد محمد زمان سجاده نشين ٿيو. سيد عبدالڪريم جي پوٽن مان هڪڙو سيد حبيب شاهہ هو. جو وجد ۽ حال وارو ٿيو ۽ هميشہ استغراق ۾ رهندو هو. اهو شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو والد هو. شاهہ عبداللطيف پيءُ جي وجد وقت وٽس ويندو هو ۽ ساڻس ڳالهائيندو هو. هو پڇندو هوس تہ تون ڪير آهين تہ چوندو هو تہ آءٌ اوهان جو غلام عبداللطيف آهيان. سيد حبيب شاهہ جي وفات جي تاريخ مخدوم محمد صادق نقشبنديءَ هيءَ حديث لڏيءِ الموت جسرءَ يوصل الحبيب الي الحبيب. شاهہ عبداللطيف جو ذڪر پٽ ۾ آيو آهي.

(2) **سيد ابراهيم.** جنهن کي پير پرڏيهي چوندا آهن. بلڙيءَ جي پاسي ۾ آهي. چوڏاري گهڻا وڻ بيٺل اٿس. جيڪو انهن جي ٽاري ڀڃندو هو يا پن ڇنندو هو. سو هڪدم مري پوندو هو. سيد عبدالڪريم سندس قبر تي زيارت لاءِ آيو ۽ چوڻ لڳس تہ جيڪي ماڻهو جيڏرا آهن سي پنهنجو نفس ٿا مارين. تون مثل آهين. سو جيئرن کي ڪيئن ٿو مارين؟ چون ٿا تہ انهيءَ کان پوءِ هن جي ڪرامت بند ٿي ويئي.

(3) **درس امين محمد.** جنهن کي نانگ چوندا هئا. اهو ٻهرامپور جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. ڪرامت وارو هو. پنهنجي جيئري پنهنجي پائنتي سيد جمن شاهہ نانگ کي پنهنجي جاءِ تي وهاريائين ۽ سندس پائيجو سيد سمهايو جو روپاهہ جي ڳوٺ پيپي ۾ رهندو هو. سو بہ مشهور اولياءَ ٿي گذريو.

## ٻانيرا (برهمڻ آباد)

هيءُ شهر، جو ٻانيرا لکڻ ۾ ٿو اچي. سو شايد ٻانيڻاءِ آهي. يني ٻانيڻن جو شهر يا برهمڻ آباد جو قديم نالو هوس. ڪن جو چوڻ آهي تہ اصل

ان جو نالو بهمن آباد يا بهمنيه هو نه بهمن آباد. جو بهمن بن اسفند يار جو بڏايل هو ۽ عيسوي سن کان اٽڪل پنج سئو ورهيه اڳي هو. اهو شهر سنڌو نديءَ يا هاڪڙي درياهه جي ڪنڌيءَ تي هو. عربن جي ڏينهن ۾ انهيءَ قديم شهر جي جاءِ تي منصوره شهر بڏايو ويو. جو ملتان کان به زياده آباد ۽ وڏو هو.محمود غزنويءَ جي ڪاهن کان پوءِ اهو منصوره شهر به گم ٿي ويو ليڪن اڪثر چوڻ ۾ ائين ٿو اچي ته جڏهن هندو راجائن جي ڏينهن ۾ الور گاديءَ جو هنڌ هو. تڏهن برهمن آباد وڏو وسندڙ ۽ قلعي وارو شهر هو. جو عربن جي هٿ ۾ اچڻ کان پوءِ ويران ٿي ويو. جڏهين دلوراءَ الور جي ناس ٿيڻ کان پوءِ لڏي اچي برهمن آباد ۾ وينو. تڏهن سندس ڀاءُ ڇتو امراني مسلمان ٿي ڀاءُ کان ڌار ٿيو ۽ شهر ڇڏي نڪري ويو ۽ قرآن شريف جو حافظ ٿيو ۽ اسلام جي عقيدن مان خوب واقف ٿيو. جڏهين موٽي وري وطن آيو. تڏهين سندس عزيزن شادي ڪرڻ لاءِ زور ڪيس، پر هن اها ڳالهه نٿي مڃي. ڪنهن ٽوڪ ڪري چيس ته هي ترڪ شايد عرب وٽ ڪنهن وڏي عرب سردار جي ڌيءَ سان شادي ڪندو. انهيءَ سال اتفاق سان هن حج ڪرڻ جو ارادو ڪيو. اتي وڃڻ کان پوءِ هڪڙي ڏينهن هڪڙيءَ زال کي دڪان تي وينٺي قرآن شريف پڙهندو ڏٺائين. هن جو پڙهڻ ٻڌي هو ويهي رهيو. زال پڇيس ته ڇو ويٺو آهين؟ هن چيو ته قرآن شريف ٻڌڻ لاءِ ويٺو آهيان. جي ڀلائي ڪري مون کي اها قرات سيکارين ته آءُ تنهن جو غلام ٿي رهندس. زال چيس ته منهن جي استاد فلاڻي عرب جي ڌيءَ آهي. جا ڏاڍو چڱو ٿي پڙهي. جي تون ڪپڙا بدلائي زنانو ويس ڪري هلين ته اتي هن جو پڙهڻ ٻڌي حيران ٿي ويندين. هن ائين ڪيو. انهيءَ کان پوءِ هو انهيءَ زال وٽ پڙهڻ لڳو. اها زال نجوم جي علم مان واقف هئي. ٻيون زالون هن کان پڇڻ ايندڀون هيون ته سندن ڌين جي شادي ڪڏهين ۽ ڪنهن سان ٿيندي. اهو حال ڏسي ڇتي امرانيءَ هن کان پڇيو ته ٻين جا ڏس ٻيئي ڏين. پنهنجي قسمت ۽ شاديءَ جي توکي خبر ڪانه ٿي پوي ڇا؟ هن ورندي ڏني ته ڇو نٿي پوي. منهنجي شادي سنڌ ملڪ جي هڪڙي سکر ماڻهوءَ سان ٿيندي ۽ تمام

جلد ٿيندي، هن پڇيس تہ اهو شخص ڪير آهي ۽ هاڻي ڪٿي آهي؟ زال نجوم جو حساب ڪري چيس تہ اهو شخص تون آهين. انهيءَ ڪان پوءِ جڏهين هن جي نگي ظاهر ٿي، تڏهن زال هن کي چيو تہ هاڻ تون وڃ ۽ مون وٽ نہ اچ ۽ هي ڪپڙا بہ بدلائي ڇڏ تہ متان ڳالهہ ظاهر ٿئي. تون ظاهري طرح اچي منهنجن ماٽتن ڪان منهنجي ٻانهن گهر. هن ائين ڪيو ۽ سگهوئي انهيءَ سان شادي ڪيائين. ڪن ڏينهن ڪان پوءِ هو پنهنجي زال کي وٺي پنهنجي وطن آيو. انهيءَ زال جو نالو فاطمہ هو. جڏهين پنهنجي شهر ۾ آيا، تڏهين دلوراءِ پنهنجي خراب دستور موجب جيڪو نئين شادي ڪندو هو. تنهن کي زور زبردستيءَ سان پاڻ وٽ آڻيندو هو. چنو پنهنجي انهيءَ ڀاءُ کي اهڙن خراب ڪمن ڪان هميشہ پيو روڪيندو هو. پر هو رهندو نہ هو. آخر هڪڙي ڏينهن جڏهين چنو ٻاهر ويو تڏهين هو انهيءَ جي گهر ۾ آيو. چني کي انهيءَ حال جي خبر پئجي ويئي. زالس ڪان معلوم ٿيو تہ اهو شهر ٿن ڏينهن جي اندر ناس ٿيڻو آهي. سو هو لڏي ويا ۽ ٻين ماڻهن کي بہ ٻڌايائون. جن هنن جي ڳالهہ تي اعتبار ڪيو. سي نڪري ويا، جيڪي رهيا. سي ڳوٺ سان گڏ ناس ٿي ويا. انهيءَ ڦتل شهر جا ڊڙا اڄا تائين بيٺا آهن. انهيءَ کي دلاريءَ جو ڦتل شهر چوندا آهن. شهدادپور ڪان اٺ ميل آهي ۽ پنجن ميلن تي ڏيپور جو ڦتل شهر آهي، جتي راجا جو وزير رهندو هو.

## شال

هيءُ مشهور ڳوٺ آهي. انهيءَ ۾ بہ بزرگ هئا. جن مان مکيہ شيخ اسماعيل قريشي هو. جو شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جي اولاد مان هو. ڪامل اولياءُ ٿي گذريو. پٺي جي ڳوٺ ۾ سيد قادر ڏنو شاهہ هو. جو اسحاق فقير سڪريہ جي مريدن مان هو. اهو وڏي ڪرامت وارو هو. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو سندس معتقد هو. دٻي جي ڳوٺ ۾ سيد فتو وقت جو اولياءُ هو ۽ سميجن جي ڳوٺ ۾ اسحاق فقير سڪريہ مشهور هو ۽ وڏي درگاهہ وارو ٿيو. سندس پٽ ميان ڏاتر ڏنو بہ نالي وارو ٿيو. ميان چنو بہ وڏي درگاهہ وارو هو.

## عمرڪوٽ (امرڪوٽ)

هيءُ ٿرپارڪر جي پرڳڻي جو وڏو شهر هو. انهيءَ ۾ هڪڙو جهونو قلعو هو. عمر سومري جو ٻڌل هو. تيرهين انگريزي صديءَ ۾ سومرن کان هڪڙي راجپوت پارمر سوڍي ناليءِ کسي ورتو ۽ سون ورهين تائين سوڍن تر تي حڪم هلايو. همايون بادشاهه به شير شاهه واري تفرقي ۾ اتي آيو ۽ اڪبر بادشاهه اتي ڄائو. ڪلهوڙن مان ميان نور محمد عمرڪوٽ ورتو ۽ پوئين ڪلهوڙي حاڪم اهو وڪٽي جوڌپور جي راجا کي ڏنو. جنهن کان ٽالپرن ورتو.

## ميرپورخاص

هيءُ ڪو گهڻو جهونو شهر ناهي. سنه 1806ع ۾ مير علي مراد خان ٽالپر مانڪاڻي ٻڌو ۽ اجا انهيءَ جو اولاد اتي ٿو رهي. مير شير محمد خان جنهن ڏهي وٽ انگريزن سان جنگ ڪئي، سو به انهن مان هو ۽ اتي جو وينل هو سندس ڪوٽ هاڻي ڊهي ويو آهي. شهر کان اڌ ميل پنڌ تي ٻڌن جو قديم ڦٽل مندر آهي. جنهن کي ڪاهو جو دڙو چوندا آهن، ڇهين عيسوي صديءَ جو جڙيل ٿو ڏسجي.

## پٿورو

هتي مينگهواڙن جو هڪڙو وڏو پير آهي. جنهن کي پيرُ پٿورو ٿا چون. انهيءَ جي قبر تي هر سال وڏو ميڙو لڳندو آهي، جو چار ڏينهن هلندو آهي. ٻڌي واري مهيني ۾ لڳندو آهي.

## نگرپارڪر

هيءُ شهر هڪڙي ٽڪريءَ جي ويجهو آهي. جنهن کي ڪارونجهر چوندا آهن. اتي مهاديو جو مندر آهي ۽ تيرٿ جي جاءِ کي سرڌار چوندا آهن، هتي هر سال شو جو ميلو لڳندو آهي. انهيءَ جي ويجهو هڪڙو قلعو هوندو هو. جو چندن پٽ گوبند راءِ جي جوڙايو هو ۽ جو سنه 1859ع ۾

انگريز سرڪار سوڍن جي فساد ڪري ڍهرايو هو. سرڊار جي ڏکڻ ڏي هڪڙي پهڻ جي ڳئون آهي، جنهن جي ٿڻن مان پاڻي وهي هڪڙي حوض ۾ ٿو اچي. ٻي هڪڙي تيرٿ جي جاءِ آهي. جنهن کي انچلي سر ٿا چون. جتي مهاديو جو لُنگ آهي.

نگر پارڪر کان ستن ائن ڪوهن تي قديم شهر پاري نگر جو هو. جو پنجين ڇهين عيسوي صديءَ جو ٻڌل چوڻ ۾ ٿو اچي، اهو هينئر ڦٽو پيو آهي. جين ماڻهن جا اتي مندر آهن. انهيءَ هنڌ کي ويرا واهه ٿا چون. انهيءَ کان ست اٺ ڪوهه اتر الهندي ڏي گوري آهي، جتي هڪڙو قديم مندر هوندو هو. چوڻ ٿا ته اٽڪل پنج سئو ورهيه ٿيندا ته پاري نگر جو هڪڙو ماڻهو منگهوار سوال ۾ٽن ڏي ڪو مال خريد ڪرڻ ويو. اتي غيبي خبر مليس ته هڪڙي مورت ڪنهن مسلمان جي گهر ۾ پوريل آهي. هن ڪنهن تجويز سان اها وٺي ڪيڏي ۽ گاڏي تي ڪٺائي اتي هليو. جتي اها گاڏي پڄي بيٺي. اتي هن کي غيب مان خبر ملي ته اها مورت اتي زمين ۾ گهڙي ويئي. اتي هن ڪٺي مندر بنايو. ڪي چون ٿا ته اهو پارسناٿ جو مندر آهي ۽ پارسناٿ جي مورت اهو ماڻهو ڪٺان خريد ڪري آيو هو. اها ڳالهه سنه 1376ع ۾ ٿي. انهيءَ مورت يا بت کي هڪڙو وڏو هيرو پير تي ۽ ٻه ڇاتيءَ تي هئا. ڪن سون ورهين کان پوءِ اها مورت ڪٺائي ويرا واهه ۾ آيا. جتي زمين ۾ لڪائي ڇڏيائون. جين ڌرم جا ماڻهو اتي تيرٿ لاءِ ايندا آهن. انهن کانسواءِ ٿرپارڪر ۾ ڪيترائي جهونا ڪوٽ ۽ قبا ۽ تبرون آهن. اهي ڪوٽ اڪثر ڪري ميرن ٽالپرن جا جوڙايل آهن. جيئن ته مٺي ۽ اسلام ڪوٽ ۽ ڇاڇري جا ڪوٽ. نئين ڪوٽ ۾ ته مير علي مراد ميرپور واري جو ڪوٽ جڙيل آهي. رڻ جي ڪناري سان به ڪيترائي جهونا ڦٽل ڳوٺ آهن. رحمڪي بازار ۾ اهڙا جهونا نشان ۽ قبا ۽ تبرون ۽ مسجدون گهڻيون آهن.

## دولتپور

هيءَ ڳوٺ سيوهڻ جي اتهون ساتهون درياهه تي آهي. انهيءَ کان

اوپر ڏي ٺوري پنڌ تي ميان نور محمد ڪلهوڙي جو قبو آهي. هي ڳوٺ هاٽي سڪرنڊ تعلقي ۾ آهي. جڏهين ميان نور محمد، احمد شاهه ابداليءَ کان ڀڄي جيسلمير ويو ۽ اتي مري ويو. تڏهين اهو سندس قبو نه هوندو جو سندس پٽ محمد مرادياب خان جوڙايو.

## خدا آباد

هيءَ ڳوٺ هاٽي هالن جي تعلقي ۾ آهي. اصل ڪلهوڙن جو ٻڌل آهي. مير فتح علي خان. جنهن ڪلهوڙن کان سنڌ ورتي. سو اتي رهندو هو. هن جو قبو به اتي آهي. خدا آباد جو دادو تعلقي ۾ آهي، اهو به اصل ڪلهوڙن جو هو. انهيءَ جي ڦٽڻ کان پوءِ هتي اچي رهيا.

## شهدادپور

هيءَ مير شهداد جو ٻڌايل شهر آهي. وڏي مير شهداد ۽ ٻين سندن وڏن جا لبا شاهپور کي ريجها آهن. جنهن هنڌ کي ڦبا شهداد چوندا آهن. سهٽي ۽ ميهار جون قبرون هتي ڏيکارڻ ۾ ايندڀون آهن پر انهن جون قبرون سنڌ ۽ پنجاب جي ٻين هنڌن تي به ڏسڻ ۾ ايندڀون آهن.

## سدارن جو ٽل

هيءَ ڪوني تعلقي ۾ گنجي ٽڪر جي ڇيڙي وٽ آهي. اهو قديم ٿلهه 16 فوٽ مٿي آهي. اهو سدارن جوڙايو هو جو راجا رام جو پٽ هو. جنهن تي سندس ماٽيجي ماءُ بدنظر ڪئي ۽ انهيءَ ڪري پٽس مٿس ڪاوڙيو ۽ هو پکوءِ زمين ڪيهي ويس. جڏهين پٽس کي حقيقت معلوم ٿي. تڏهين پشيمان ٿيو ۽ ڏک کان مري ويو ۽ اتي دفن ڪيو ويو.

## ٽنڊو الهيار

گهڻو جهونو شهر ناهي، مير الهيار خان ولد مير فتح علي خان ٻڌو. راڻيپور جو مشڪرو مندر به اتي آهي، جتي هندن جو ميڙو لڳندو آهي.

## ٽنڊو فضل

هي ڳوٺ فضل محمد خان ٽالپر جو ٻڌل آهي. جنهن کي مير غلام علي خان جاگير ڏني هئي. اتي هڪڙي قتل جهوني ماڙي آهي، جا اڳوڻي ڳوٺ هنگوراڻيءَ جي نشاني آهي، جتي سيد رهندا هئا ۽ جو ڳوٺ به سنڌ جي ٻين ڪيترن ڳوٺن وانگي مدد خان پٺاڻ جو ڦٽايل آهي.

## ٽنڊو محمد خان

گوني تعلقي ۾ مير محمد خان شاهواڻيءَ جو ٻڌل آهي. مير فتح علي خان جي حڪومت ۾. اتي وڏي جاگير آهي، جا انهيءَ مير جي اولاد ۾ هلي اچي.

## ٽنڊو باگو

تلهار کان ڇهن ڪوهن تي آهي. قريب ٻه سئو ورهيه ٿيندا. جو باگي خان ٽالپر اهو ڳوٺ ٻڌو. جنهن جو اولاد اجا رهندو اچي.

## نوشهرو

هي شهر ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ فيروز ويرار سندس حڪم سان ساهتي پرڳڻو هٿ ڪيو ۽ هڪڙو وڏو شهر اتي ٻڌائين. جنهن جو نالو نوشهرو رکيائين. هن جي نالي پٺيان انهيءَ کي نوشهرفيروز ٿا سڏين. اهو شهر نون پاڱن ۾ هو، جنهن ۾ جدا جدا قوم جا ماڻهو ويهاريا ويا هئا. انهيءَ ڪري نوشهرو نالو مليس.

## ٽنڊو آدم

هيءُ شهر آدم خان مريءَ جو ٻڌايل آهي.

## مورو

هيءُ شهر ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ فريد پڳت ٻڌايو جو پهرين موري جو مڪان ميان جي حڪم سان هٿ ڪيائين. ڪن جو چوڻ آهي ته اهو شهر ٻڌير فقير جو ٻڌايل آهي، جو ذات جو مورو هو ۽ جنهن کي اٽڪل ٽي سئو ورهيه ٿيندا.

# متفرقه ۽ مجمل احوال

هن پرڳڻي ۾ سيدن جا گهڻا خاندان آهن. حسني سيدن مان بدين جا پير آهن. جي سني آهن. شهاب الدين شاهه جيلانيءَ جي اولاد مان آهن. جو بغداد مان سترهين عيسوي صديءَ ۾ ٺٽي ۾ آيو ۽ پوءِ اتان بدين ۾ اچي رهيو. اتي ربيع الاخر مهيني جي 12 تاريخ ميڙو لڳندو آهي. نصرپور جا ڪي سيد انهيءَ خاندان سان ڳنڍيل آهن. حسيني سيد هي آهن: هڪڙا متعلوي سيد. يعني مٽيارين وارا، جي حيدر شاهه جو اولاد آهن، جو چوڏهين عيسوي صديءَ ۾ ملتان مان تيمور بادشاهه سان سنڌ ۾ آيو. اهي سيد شاهه جي پٽ. اجن شاهه. پاٽوٽ. ڪالوٽ. ڪيبر. حاجي پور، ٽڪڙ، بلڙي، ڏنڊي ۽ سعيدپور ۾ پکڙيل آهن. اهي به سڀ سني آهن. ٻيا رضوي سيد. جي مير محمد مڪيءَ جو اولاد آهن. جو تيرهين عيسوي صديءَ ۾ ايران مان اچي بکر ۾ رهيو ۽ پوءِ روهڙي ۾ وڃي ويٺو. اهي نصرپور ۽ ٽنڊي الهيار ۽ نواب شاهه ضلعي ۾ آهن. اهي اصل شيعا آهن، پر منجهانئن گهڻا پوءِ سني ٿيا. ٽيان انجوي شيرازي سيد آهن. جي سيد محمد جو اولاد آهن. جو چوڏهين عيسوي صديءَ ۾ ايران مان اچي ٺٽي ۾ رهيو جڏهين ڄام صلاح الدين جي حڪومت هئي. انهن مان ڪي ٿورا بدين ۾ آهن. جي سني آهن. انهن جو وڌيڪ ذڪر ٺٽي ۾ ڪيو ويندو. بدين جا پير به انهن منجهان آهن. چوٿان شمسي سبزواري سيد. جي اسماعيل بن امام جعفر صادق جو اولاد آهن. اهي شيعا آهن ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ ٿا لين. پنجان بخاري سيد. جي مخدوم شير شاهه جو اولاد آهن. جو سورهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ آيو. انهن مان ڪي جهانيان پوٽا ۽ ڪي وهڻائي ۽ ڪي معشوق پوٽا آهن. جهانيان پوٽا حيدرآباد ۾ ٿا رهن ۽ اهي شيعا آهن. وهڻائي سيد. جي وهڻائي ۾ ٿا رهن يعني ٽنڊي باگي ۾. سي سني آهن. معشوق پوٽا مهتاب علي شاهه جي ڳوٺ ۾ ٿا رهن. يعني بدين ۾. اهي شيعا آهن.

انهن کان سواءِ آغائي سيد آهن. جي آغا اسماعيل شاهه جو اولاد آهن ۽ حيدرآباد جي ٽنڊي آغا اسماعيل شاهه جي ۾ ٿا رهن. اهي ڪلهوڙن

جي صاحبيءَ ۾ ايران کان آيا ۽ شيعا آهن.

سيدن کان پوءِ هن پرڳڻي ۾ ٽالپرن ميرن جي علحدن شاخن جا خاندان آهن. انهن مان ڪي شهداداڻي ميرحيدرآباد ۾ ٽا رهن. جي پينشنر آهن ۽ ڪي جاگيردار به آهن. جي غلام حسين جي ٽنڊي ۽ ٽنڊي باگي ۽ بدين ۽ هالن تعلقن ۾ ۽ لاڙڪاڻي ۽ نوابشاهه ضلعن ۾ آهن. ٻيا شاهواڻي مير. جي پڻ جاگيردار آهن ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ ۽ ڪن ٻين تعلقن ۾ به آهن. ٽيان خاناڻي مير. جي ٽنڊي جام ۾ ۽ ٻين هنڌن تي آهن ۽ جاگيردار آهن. چوٿان مانڪاڻي مير. جي ٽنڊي غلام علي ۽ ٽنڊي باگي ۾ ٽا رهن.

انهن کان سواءِ ڪي مغل به هن پرڳڻي ۾ گهڻن هنڌن تي ٽا رهن ۽ ڪي گرجي آهن. جي حيدرآباد جي ويجهو ٽا رهن ۽ اصل گرجستان مان آيا ۽ ٽالپرن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيا. انهن سڀني جو مفصل احوال سنڌ جي تاريخ پڙهڻ مان معلوم ٿيندو.

ٿرپارڪر پاسي وري راجپوت ۽ سوڍا گهڻا آهن. جي پاڻ کي راڻا ۽ ٺڪر ٽاسڏائين. اهي زميندار ۽ جاگيردار آهن. ڍيڍ، ڀيل ۽ ڪولهي ۽ ڪراڙ به گهڻا آهن. انهيءَ پاسي مسلمان به گهڻا آهن.

باب چوٿون

# ڪراچي، ساڪوره، ٺٽوره، لاهري يا ديول بندر، مڪليءَ آسپاس جو ملڪ

(هاڻوڪو ڪراچي ضلعو)

[درياهه جي ايرندي ڪناري جو ذڪر مٿي آيو آهي، هاڻي الهندي پاسي جو ذڪر ڪيو.]

## نصربيه

هيءُ ڳوٺ ٻٺوري جي پرڳڻي ۾ آهي. اتي جو سڀ کان وڏو بزرگ مخدوم صدّو لانگاهه ٿي گذريو. وڏو تارڪ هو. ايتريقدر جو رات جو دلن مٿن جو پاڻي به هاري ڇڏيندو هو ۽ چوندو هو ته سڀاڻي نئون ڏينهن ۽ نئون رزق. اهو ڳوٺ اصل متعلوي سيدن جو هو. انهن مان پهرين سيد عبدالڪريم شاهه هن مخدوم جو مريد ٿيو. هن مخدوم جو پٽ مُلا آجب به مشهور ڪرامت وارو ٿي گذريو. هڪڙي ڀيري ڪنهن پاسي ويو ٿي. سياري جي موسم هئي. وڃُن ڌاري درياهه جي ڪناري تي پهتو. پتڻ واري ٻيڙي هِن پر ڪا نه هئي. جيڪو خادم ساڻ هوس، تنهن صلاح ڏني ته موٽي ڪنهن وسيءَ ۾ هلجي ۽ رات گذارجي؛ پر مخدوم چيو ته اتيئي ڪناري تي ٿا گذاريون. پوءِ لهي پيا. ٿوري کان پوءِ ڏسن ته درياهه سُسي واهه جيڏو ٿي پيو. خادم سڏ ڪري چيس ته هاڻي لنگهي پار وڃي سگهنداسين. مخدوم چيو ته اسان جي توڪل خدا تي آهي، پاڻيءَ جو احسان ڪين کڻنداسين. آخر پار نه لنگهيو ۽ رات گذاري، ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهين ٻيڙي آئي، تڏهين پتڻ لنگهيو. ملا آجب جو پٽ ملا شهاب الدين به پيءُ جهڙو ٿيو. پوءِ انهيءَ جو پٽ ملا يوسف، پوءِ انهيءَ جو پٽ مخدوم فضل الله وڏو درويش ٿي گذريو. انهيءَ

ڪان پوءِ انهيءَ جو پٽ شاهہ عنايت الله صوفي ڪامل درويش ٿيو. جنهن وڏا سير ۽ سفر ڪيا ۽ دکن هندستان ۾ وڃي برهانپور شهر ۾ شاهہ عبدالملڪ جي صحبت حاصل ڪيائين ۽ پنج ورهيہ انهيءَ جي ارشاد هيٺ ڏاڍيون رياضتون ڪيائين ۽ ظاهري علم جي تحصيل شاهہ جهان آباد جي شاهہ غلام محمد وٽ ڪيائين ۽ مريد بہ انهيءَ جو ٿيو. انهيءَ جي معرفت شاهہ عبدالملڪ کان اجازت وٺي نئي ۾ آيو. شاهہ عبدالملڪ هن کي ڳاڙهو خرقو ۽ ترار ۽ ٽوپي ڏيئي ۽ صوفيءَ جو لقب عطا ڪري سنڌ ۾ وڃي خانقاه ڪيڻ جو حڪم ڏنو. شاهہ غلام محمد جڏهين شاهہ عنايت الله کي اعليٰ درجي تي ڏٺو. تڏهين پاڻ هن جو مريد ٿيو ۽ سندس پنيان نئي ۾ آيو. انهيءَ تي نئي جي علمائن انهيءَ عالم تي اعتراض آندو ۽ تعذير ڏيڻ گهرياڻون. تنهنڪري هو مرشد کان موڪلائي موٽي شاهہ جهان آباد ۾ آيو ۽ اُتي فقيريءَ جي خانقاه کوليائين ۽ باقي عمر اتي گذاريائين ۽ هزارين مريد ٿيس. باقي شاهہ عنايت الله نئي مان لڏي ميرانپور آيو. جنهن کي جهوڪ ٿا چون. اتي ماڻهن جو گوڙ اچي وٺس لڳو. انهيءَ ڪري اتي جي ڪن پيرن ۽ مشايخن توڙي وڏيرن جو مٿس حسد پيدا ٿيو. جيئن تہ نور محمد ولد منبہ پليجي ۽ حمل ولد لاکي ۽ ٻين سيد عبدالڪريم جي پوٽن سان صلاح ڪري شاهہ عنايت ۽ سندس فقيرن سان کونس شروع ڪئي. انهيءَ سيدن مان انهيءَ وقت سيد عبدالواسع ولد سيد عبدالغني وڏو هو. انهن هڪڙي ڏينهن اوچتو شاهہ عنايت جي فقيرن تي ڪاهہ ڪئي ۽ گهڻا ماڻهو طرفين جا ماريا. انهن جا مائٽ دهليءَ ڏانهن فرخ سير بادشاهہ وٽ دانهين ويا. نئي جي حاڪم نواب اعظم خان بہ انهن جي پٺ پرائي ڪئي ۽ شاهہ عنايت جي برخلاف لکيائون. سنہ 1130 هہ ۾ وڏو لشڪر گڏ ٿي آيو ۽ شاهہ عنايت کي شهيد ڪيائون. اهو سارو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ شاهہ عزت الله سجاده نشين ٿيو ۽ سندس ٻيو پٽ شاهہ سلام الله فقر ۽ فاقي ۽ رياضتن ۾ گذاريندو هو ۽ ڪرامت وارو هو. انهن ڏينهن ۾ جڏهين ميان محمد عطر خان ۽ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙا ٻئي پائر سنڌ جي

گاديءَ لاءِ پاڻ ۾ پئي وڙهيا. تڏهين ڪنهن ماڻهوءَ هن بزرگ کان پڇيو ته هنن پائرن مان ڪير کٽنديءَ؟ چيائين، ته عين ۽ غين جي پاڻ ۾ جنگ آهي، تنهن ۾ غين کٽندي. آخر ميان غلام شاهه فتحياب ٿيو ۽ سنڌ جو مالڪ ٿيو.

چون ٿا ته جڏهين فرخ سير بادشاهه جي ڏيان تي آندائون ته شاهه عنايت ماڻهو ۽ مريد پيو گڏ ڪري ۽ باغي ٿيڻ ۽ وڙهڻ جو ارادو اٿس. تڏهين هن پنهنجي امير نور محمد عباسيءَ کي انهيءَ جي قتل ڪرائڻ جو حڪم ڏنو. اهو ميان نور محمد پوءِ خدا يار خان جي لقب سان سنڌ جو نواب ٿيو. ميان نور محمد ماڻهو گڏ ڪري جهوڪ کي آڻي گهيرو ڪيو. جو چار مهينا هليو. نور محمد جي دال نه ڳري. شاهه عنايت جي مريدن مان ٽالپر به هئا. جن جو سردار مير شهداد خان هو. ٽالپر پهرين ڪلهوڙن جا مريد هئا. جڏهين منجهانئن ڪي وڃي صوفي ٿيا. تڏهين ڪلهوڙا به شاهه عنايت جا دشمن ٿيا. مير شهداد خان شاهه عنايت جو سنڌو به هو ۽ مريد به هو. ٻنهي جي گهرن ۾ به سوڍيون هيون. جي پاڻ ۾ پيٽون هيون. ميان نور محمد ڪلهوڙي مير شهداد کي سمجهايو ته شاهه صاحب سان صلح ڪراءِ ۽ انجام ڪيائين ۽ رسم موجب ڏاڙهي به ڏنائين ته شاهه کي نقصان ڪونه رسائيندس. مير شهداد خان شاهه عنايت کي انهيءَ بابت چيو پر شاهه بيت جي مصرع ۾ جواب ڏنو ته، ڏونگري ڏني ڏاڙهي، ڪر ڪره ڪتي جو پڇ. يعني ته هن جي ڏاڙهي تي اعتبار ڪونهي. تنهن تي مير شهداد هن کي پنهنجي طرفان بلڪل خاطري ڏني ۽ پنهنجي ڏاڙهي به ڏنائين تڏهين شاهه کي لاچار ٿيو ۽ ميان نور محمد سان صلح ڪيائين ۽ پنهنجن فقيرن کي موڪل ڏنائين، جي هليا ويا. ميان نور محمد وٽ تاجو ليکي خليفو ۽ امير هو تنهن ميان جي چوڻ تي دغا سان شاهه عنايت کي مارائي ڇڏيو. ميان کي مير شهداد انهيءَ بابت ڪتاب ڏنو پر هن ڪوڙو عذر ڏيئي ڇڏيو. مگر پاڻ ميان ڏاڍو غمگين ۽ شرمندو ٿيو ۽ پنهنجي ڏاڙهيءَ کي انهيءَ ڏينهن کان پوءِ ڇڏي ڏنائين ۽ وري هٿ به نه لاٿائينس ۽ نه ڪٽي ڏنائينس. نه تيل لاتائينس ۽ نه ڪترايائينس، جيئن ٻروچن جي رسم هئي. چوندو هو ته ڪوڙي جي ڏاڙهيءَ

جو کهڙو سينگار آهي. سگهوئي پوءِ ميان نور محمد بہ مري ويو ۽ شاهہ عنايت جي سسي بادشاهہ فرخ سير ڏي موڪلي ڏنائون. چون ٿا تہ انهيءَ مهل بادشاهہ ڪچهري ڪيو ويٺو هو. شاهہ جا ڪي صوفي مريد بہ اتي حاضر هئا. تن کي فخر سان چوڻ لڳو تہ اوهان جي مرشد اجايو ڪٺي هل مچايو هو. اجها سندس سستي آئي آهي. هنن ڏک مان جواب ڏنو تہ برابر آئي آهي، پر دهليءَ کي ويران ڪرڻ لاءِ آئي آهي. سگهوئي پوءِ فرخ سير کي ڪنهن خنجر هڻي ماري وڌو ۽ مغلن جو خاندان پورو ٿيو. شاهہ عنايت شاعر بہ هو ۽ سندس فارسي ۽ سنڌي ڪلام تمام عمدو آهي.

# ڪڪرالہ

درياهہ جي ڪناري سان هيٺيان بزرگ آهن:

1. **قاضي قطب الدين** اصل ٺٽي جو هو. پر ڪيترين پيڙهين کان ڪڪرالي جا قاضي انهيءَ خاندان مان ٿيندا آيا. اهو قاضي اورنگا بندر ۾ رهندو هو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ قاضي محمد فاضل مشهور ٿيو ۽ پوءِ انهيءَ جو اولاد هلندو اچي.
2. **حاجي قائم الدين** گهڻا ورهيہ بغداد ۾ رهي مشايخن جي خدمت ڪئي ۽ نيٺ پير دستگير جو خليفو ٿي ڪڪرالي ۾ آيو ۽ اورنگا بندر ۾ اچي رهيو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ ڪبير محمد ۽ انهيءَ کان پوءِ ميان پير محمد جانشين ٿيا.
3. **درويش گل شاهہ قلندر** بہ بندر اورنگا ۾ هو.
4. **شيخ رحمت الله** بہ اتي رهندو هو. اصل هندستان کان آيو. سندس تبو درياهہ جي ڪناري تي هو جو پوءِ درياهہ ڪائي ويو. ابن شاهہ جي ذڪر ڏي شيخ محمود جي بہ مشهور زيارتگاهہ هئي. سيد ايقيق جي درگاهہ بہ آتر. ڏي هئي.
5. **ابن شاهہ شيخ بهاوالدين ملتانيءَ** جي اولاد مان هو ۽ شيخ اسماعيل قريشي، جنهن جو ذڪر بدين ۾ آيو آهي. تنهن جي اولاد مان هو. اورنگا بندر کان الڪل الئ ڪوهن تي بهاوالدين پور جي ڳوٺ ۾ رهندو

هو. انهيءَ جي اولاد مان گهڻا بزرگ ناليوارا ٿيا. جيئن ته شيخ امام الدين ۽ ابن شاهه ثاني ۽ شيخ امام الدين ثانيٰ ۽ انهن کان سواءِ شيخ عليم الدين، جو گذران جي لاءِ وچي نٿي ۾ رهيو. جنهن کي به پٽ ٿيا. شيخ صدرالدين ۽ شيخ بدرالدين. جي وري لڏي اچي بهاوالدين پور ۾ ويئا ۽ اتي وفات ڪيائون. شيخ پني لڏو ولد شيخ عليم الدين ثاني ۽ شيخ مڱيلڏو ولد شيخ صدرالدين به ناليوارا ٿي گذريا. انهن جو اولاد ڪو نه رهيو.

انهن کان سواءِ ٻيا ڪي قديم بزرگ ٿي گذريا. جن جي پوري پتي جي خبر ڪانهي. اهي هتي ڏيئي ڇڏجن ٿا. اهي پيران. ڪڪرالي ۽ آسپاس ڳوٺن ۾ هئا. ابو علي سنڌي جو بايزيد بسطاميءَ جو استاد چوڻ ۾ ٿو اچي. شيخ عيسيٰ سنڌي جنهن جو لقب جند الله هو. اهو شيخ محمد لشڪر جو مريد هو ۽ محمد غوث گوالياريءَ جو خليفو هو. شيخ يوسف سنڌي، هن بابت ابو الفضل علامي اڪبر بادشاهه وارو لکي ٿو ته سندس ڏاڏي شيخ خضر هن سنڌي بزرگ کان گهڻو فيض پرايو. مخدوم بنده ۽ مخدوم مهاله ٻئي مشهور عالم هئا ۽ راجا سيته دل جي زماني ۾ هئا. حاجي ويسر به مشهور خدا جو ٻانهو هو ۽ شيخ پرڪئي ڪاتيار جي ڏينهن ۾ هوندو هو. درويش لسه ڪاڪره. هميشه شينهن تي چڙهيو وتندو هو ۽ درويش صدر ولد ڪيور جو هممصر هو. لاهه پهار مخدوم نوح جي مريدن مان هو. درويش قطب به مخدوم نوح جي مريدن مان هو ۽ وڏي ڪرامت وارو ٿي گذريو. هڪڙي رات بويڪ ۾ اچي لٿو. ڪنهن طالب علم پڇيس ته ڪنهن جو مريد آهين؟ چيائينس ته خدا جو مريد آهيان! تنهن تي ماڻهو متس ڪاوڙيا ۽ مارڻ لاءِ ڪاهي آيا ۽ پڪڙي مخدوم جعفر وٽ وٺي ويس ته متس تعذير جاري ڪري. انهيءَ جي پڇڻ تي ته پاڻ هن کي ٻي ٻولي ٻڌايائين ۽ چيائين ته بلڪ خدا منهنجو مريد آهي. تنهن تي ماڻهو متس زياده ڪاوڙيا. جڏهين سمجهاڻي ڏيڻ لاءِ چيائونس. تڏهين چيائين ته اسان جي حق ۾ خدا تعاليٰ جيڪو ارادو ٿو ڪري، سو ضرور پورو ٿو ٿئي. اسان جي پيدا ڪرڻ ۾

پريندي بہ سندس ارادو هو. جيڪي ڪري ٿو سو هو پنهنجي ارادي جي پٽيان ٿو ڪري، اسان کي ڪا بہ طاقت ڪانهي. پر ظاهريءَ ڪري آءٌ مخدوم نوح جو مريد آهيان. کيس چيائون تہ ظاهريءَ ڪري توکي ڪا بہ علميت ڪانہ ٿي ڏسجي ۽ تون چوندو وتين تہ خدا منهنجو دوست آهي! جواب ڏنائين تہ ٻڌو ڪين آٿوَ تہ بادشاهن وٽ هزارين خوبصروت ٻانهيون ٻونديون آهن، پوءِ بہ ڪنهن غريب ٻهاري ڏيندڙ زال تي عاشق ٿي انهيءَ کي پاڻ وٽ آڻيندو آهي. انهيءَ ۾ ڪهڙي علميت فضيلت هوندي آهي. درويش مهرار نهريو- سيد عبدالڪريم شاهہ جي خدمت ۾ رهندو هو. اڳي سندس پير ٻيو هوندو هو. جو مري ويو. پاڻ کي زال سمجهي ڳالهائيندو هو. چوندو هو تہ آءٌ رن زال آهيان. منهنجو مڙس مري ويو آهي. هاڻي شاهہ ڪريم کي اچي مڙس ڪيو اٿم. درويش احمد ۽ مخدوم حامد ۽ درويش عبداللطيف ۽ مخدوم ضياءالدين ۽ درويش سمو ۽ مخدوم عيسيٰ ۽ سندس پٽ ميان عبدالقدوس اهي سڀ ڪامل مرد ۽ قطب هئا ۽ سيد عبدالڪريم شاهہ جا صحبتي ۽ خادم هئا. ميان عبدالرشيد مخدوم نوح جو هممصر هو ۽ ميان عبدالله ۽ درويش هارون سيد عبدالڪريم جا هممصر هئا. مخدوم يوسف طيونہ بہ عالم ۽ فاضل ۽ ڪامل ٿي گذريو. سندس وفات سنہ 938 هہ ۾ ٿي. سندس ڪرامتون مشهور هيون. درويش احمد رونجهو سيد عبدالڪريم جو هممصر هو ۽ ميرپور ٻٺوري جي ايلان ڳوٺ ۾ رهندو هو. قاضي حسن بہ سيد عبدالڪريم جو هممصر هو ۽ ٻٺوري جي پرڳڻي ۾ هتڙي جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. اتي درويش صابو سومرو. مخدوم نوح جي صحبتن مان بہ رهندو هو. درويش جوڻو. انهيءَ پرڳڻي جي دبيءَ ڳوٺ ۾ رهندو هو ۽ سيد عبدالڪريم جو هممصر هو. مخدوم صدرالدين راهوتي وڏو عالم هو ۽ مولانا ضياءالدين بہ وڏو عالم ۽ مدرس هو ۽ مرزا شاهہ حسن جو هممصر هو ۽ پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ گوشہ نشين ٿيو ۽ ڪنهن کي بہ پاڻ وٽ اچڻ نہ ڏيندو هو. شيخ عبداللطيف. مٿئين مولانا ضياءالدين جو هممصر هو ۽ وڏو عالم ٿي گذريو.

مخدوم حسن هريره وڏي وجد ۽ حال وارو بزرگ هو. چوندا هئا ته اکثر حضرت صلعم جن جي صحبت ۾ گذاريندو هو ۽ سندن روحاني ڪچهريءَ ۾ حاضر رهندو هو. هڪڙي ڏينهن ڪا خوشبوءِ آندائين ۽ چيائين ته حضرت جن مون کي تحفو ڪري ڏني آهي. اها تقسيم ڪري ڏنائين. جنهن تي لاتي. تنهن جي مٿي مان سرهاڻ ويئي نٿي. حسن ستيو به ڪاهوٽ جي بزرگن مان هو ۽ ڪامل اولياءَ هو. هڪڙي ڏينهن ڪنهن وڻ هيٺ ويٺو هو ته ڪنهن جهرڪيءَ جي وٺ مٿائنس اچي پيئي ۽ انهي دم جهرڪي ڪري پئي ۽ مري ويئي. چيائونس ته اوهان هيءَ جهرڪي ماري. جواب ڏنائين ته مون کي وٺ جي به خبر ڪانهي. خدا جو شڪرانو آهي. جو مون پاڻهي تي اهڙي پکيءَ جي بي ادبي نٿو سهي.

## سونڊا

قديم وقت ۾ هن ڳوٺ جي ويجهو پيم ڪوٽ هوندو هو ۽ هاڻي اتي هندن جي تيرٿ جي جاءِ آهي. ٽڪر تان پاڻي ڦڙو ڦڙو ٿي، ڪري ٿو. اتي هڪڙو وڏو پهڻ آهي. جنهن جي هندو ماڻهو شيوا ڪندا آهن. چون ٿا ته گهڻائي دفعا انهيءَ کي درياهه ۾ وڌو اٿن ته وري به پاڻهي اچي انهيءَ هنڌ تي، پيو آهي. اتي جي بزرگن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

1. **مخدوم رمضان ديداڻي**- مشهور مشايخن مان هو ۽ انهيءَ جي قبر وڏي زيارتگاهه آهي.
2. **مخدوم ملا آري**- سيد علي شيرازيءَ جي مريدن مان هو. جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو. چون ٿا ته ڪينجهر ڍنڍ جا مهاڻا اصل سندس مريد هئا. پر جڏهين پاڻ سيد عليءَ جو مريد ٿيو. تڏهين انهن پنهنجن مريدن کي به هن جو مريد ڪرايائين، جي اڃا تائين هليا اچن. هن بزرگ جي درگاهه وڏي زيارتگاهه آهي. سندس پٽ مخدوم ملا بايزيد به پيءُ وانگر مشهور ٿيو ۽ سندس پير ۾ رڪيل آهي. انهيءَ جو پٽ ملا ابو بڪر به وڏو ڪامل ۽ وجد وارو ٿي گذريو. جيئن سندس پيءُ ۽ ڏاڏو هئا. انهيءَ جي جاءِ تي وري ملا تارو ٿيو.

## ڪينجهر

سونڌن جي ويجهو ۽ سونهري ڍنڍ جي اتر واري ڇيڙي تي هڪڙي ٽڪريءَ تي چار تماچي سمي جي محلات يا ماڙي آهي. هو نوري پيڻ ءَ مهاڻيءَ تي عاشق ٿيو هو جا گندري ذات جي مهاڻي هئي يا گندره مهاڻي جي ڌيءَ هئي، جو ڪينجهر ۾ مڇيون ماريندو هو. انهن ٻنهي جون قبرون مڪليءَ تي شيخ حماد جماليءَ جي قبي جي ويجهو آهن، انهيءَ ڪينجهر جي ڪناري سان ڪيترن ئي بزرگن جون قبرون آهن.

## لاهري بندر

هيءَ اصل لاڙي بندر يعني لاڙ جو بندر هو. جو اڳوڻي ٻگهياڙ درياهه تي هو ۽ سمنڊ کان ست اٺ ڪوهه هو. اتي شهر جي بچاءَ لاءِ وڏو ڪوٽ هوندو هو. جو بلوچي ۽ مڪراني چور چوري ڪندا هئا. انهيءَ بندر کان مال نٽي ڏي ويندو هو. جو اتان چاليهه ڪوهه پري هو. اتان هڪ ڪوهه پنڌ تي ڏاراجا شهر آهي، جو ڏاراجا جي راڻي جو شهر هو جنهن کي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي اشاري تي ماري ڇڏيائون. انهيءَ قتل شهر جا نشان اڃا ظاهر آهن. اتر ڏي ڳاڙهين سرن جو هڪڙو جهونو ڪوٽ آهي ۽ انهيءَ کان اڌ ڪوهه پنڌ تي بالو شاهه جو قبو آهي. جنهن تي گهڻا مهاڻا ۽ جت زيارت لاءِ ايندا آهن.

## شاهه بندر ۽ اورنگا بندر

شاهه بندر سنه 1759ع ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ٻڌايو ۽ اورنگا بندر جا سڀ ماڻهو لڏائي اتي آڻي ويهاريائين. اورنگا ۾ انگريزن جو ڪارخانو هو. جو سنه 1775ع ۾ نڪري ويو. شاهه بندر ۾ سنڌ جي حاڪمن جا جهاز بيهندا هئا. سنه 1819ع ۾ جا زمين ڏٻي. تنهن ۾ سنڌو نديءَ جو هيٺيون پاسو ڦري ويو ۽ شاهه بندر ڦٽي ويو. اتي اڪثر ڪڇي ڀاٽيا رهندا هئا، جي مسقط ۾ ٻين پاسن سان واپار ڪندا هئا.

## ڪيٽي بندر

اصل هيءَ ٻاڙي گهوڙا يا گهوڙي ٻاڙيءَ جي لهڻ جي جاءِ هئي. جڏهين شاهه بندر ۽ ڏاراجا ڦٽا، تڏهين هن بندر زور ورتو. جتي اڳي وڪڙ بندر هو. اتي انهيءَ جي ٻڏي وڃڻ ڪري هيءُ بندر ٻڌو ويو جو گهڻو جهونو ناهي. اتي جو ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ سان واپار هلندو آهي.

## ڪوٽڙي الهرکيه شاهه جي

هيءَ درياهه جي ڪنڌيءَ تي گهوڙي ٻاڙي تعلقي جو وڏو شهر آهي. انهيءَ ڪان ٻن ڪوهن تي اڏيري لال جو ڳوٺ آهي، جتي منگهن مل اڏيري لال جي درگاهه ٺهرائي، جو هن ٺٽي جي هڪڙي حاڪم تي فتحيابي حاصل ڪئي. انهيءَ تي چيٽي چنڊ جو ميڙو لڳندو آهي.

## لاڏيون

هي شاهه بندر تعلقي جو وڏو شهر آهي. هتي شاهه يقيق اولياءَ جي درگاهه آهي، جنهن تي چيٽ مهيني جي پهرئين آچر تي ميلو لڳندو آهي ۽ تي چار ڏينهن هلندو آهي. انهيءَ قبي ۾ ٻه قبرون آهن، جي ڳچ جون جڙيل آهن. ٻن ايائي ڪوهن تي هڪڙي ٽڪريءَ جي مٿان ابن شاهه جو قبو آهي، جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. ٻي آسپاس اتي ٽڪري ڪانهي.

## ميرپور ساڪرو

هيءَ لاڙ جو وڏو شهر آهي. پنجن ڪوهن تي شيخ حاجي تراب جو قبو آهي. اهو شيخ ابو تراب، جنهن جو مٿي ذڪر آيو آهي ۽ جنهن بکر جو قلعو ورتو سو عرب هو ۽ عباسي خليفن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيو. انهيءَ شيخ جي نالي چون ٿا تہ اڳي اتي هڪڙو هندو ظالم راجا هوندو هو جنهن جو نالو ٽرنا هو انهيءَ کي هن پٽي ٽڪر ڪري ڇڏيو. جو بيٺو آهي. قبي تي تاريخ ڏنل آهي، جا سنہ 171 هه يا سنہ 771 هه آهي انهيءَ تي هر مهيني ننڍڙو ميلو لڳندو آهي.

## پنيور

هڪڙو جهونو شهر ڦٽل گهاري جي ڪناري تي اتر پاسي آهي، جو ميرپور ساڪري تعلقي ۾ آهي. هڪڙو ڦٽل قلعو بہ آهي. شڪ ناهي تہ سڪندر بادشاهہ جي ڏينهن ۾ سندس سردار جهازن تي درياهہ جي رستي اتي آيو هو. شايد قديم ديبل بندر بہ اتي هو. جنهن تي محمد قاسم ثقفي ڪاهہ ڪئي هئي. هيءُ شهر بہ زمين ڌٻڻ ڪري ناس ٿيو. جيئن برهمڻ آباد ٿيو هو. سسئي پنهونءَ جي قصي ۾ جو پنيور چيل آهي، سو بہ اهو آهي، جنهن ۾ اهو ڌوٻي رهندو هو جنهن وٽ سسئي پلجي وڏي ٿي هئي.

## مغلڀينءَ

هيءُ جاتي تعلقي جو وڏو شهر آهي. اهو شهر ڀينءَ جو بدل هو جنهن جو اصل نالو شيخ سلامت قريشي هو ۽ مگهر سندس پٽ هو جنهن کي پوءِ مغل ڪيائون. هالار جي هندو راجا جو پٽ هڪڙي سيد ماريو هو ۽ انهيءَ شيخ ۽ سندس پٽ وٽ وڃي پناهہ ورتي هئي. انهيءَ سيد جي ٻانهن راجا تي گهريءَ جا هنن نٽي ڏني. انهيءَ جهيڙي ۾ اهو شيخ ۽ سندس پٽ مارجي ويا. انهن جون قبرون اتي آهن ۽ انهن جي پرسان هڪڙي مسجد بہ جڙيل آهي، انهن جي پاسي ۾ ٻيون بہ ٻہ قبرون آهن، جي ڀينءَ جي ڏاڏي نيپي ۽ ان جي پوٽي جون آهن. انهن قبرن جي ويجهو هڪڙو ڳرو ڪارو پهڻ ڏيڍ مڻ جيترو پيل آهي. جو چون ٿا تہ ڀينءَ جي ڀاءُ عمر جي هٿن ۾ هوندو هو ۽ انهيءَ جي اثر ڪان هڪڙي چور چورايل مال موٽي آڻي ڏنو. انهيءَ پهڻ کي ماڻهو گهڻي تعظيم ڏيندا آهن. بيمار هٿ لائيندا اٿس تہ چڱي پوندا آهن ۽ زالون ڏهاڙي رات جو وڃي اتي ويهي ڳائيندڙيون آهن. اتي ڦڳڻ مهيني جي 23 تاريخ ميلو لڳندو آهي ۽ اڪثر جت ماڻهو ايندا آهن. پهرئين ڏينهن قبر کي چن جو پوچو ڏيندا آهن، جنهن کي آڇ چوندا آهن ۽ پنجين ڏينهن قبرن جا پڙ ڪٽي پاڻيءَ ۾ ڌوئي سڪائي وري وجهندا آهن. مغلڀينءَ ڪان اڀائن ڪوهن تي ننڍ ڪوٽ آهي،

جو راجا نند جو ڪوٽ هو. جنهن جو راڄ ڪلهوڙن کان اڳي جو هو. اهو راجا ڏاڍو دولتمند هوندو هو ۽ سندس، خزانو چون ٿا تہ اتي پُرِيل آهي.

## راڙهي

جاتي تعلقي ۾ هيءَ هڪڙو جهونو شهر آهي ۽ مغلڀينءَ کان اٺن ڪوهن تي آهي. راڙهيءَ جو شاهوڪار ضرب المثل آهي. يعني جو پنهنجا پئسا اجايا وڃائي. اتي ڪي قبرون آهن. جن مان هڪڙي نور شاهہ جي قبر آهي. جو خواجن جو پير هو. اتي هڪڙي قتل ڳوٺ جا بہ نشان آهن.

## سير گندا (سنڌو بندر)

مغلڀينءَ کان ٻن ڪوهن تي سنڌو ڳوٺ آهي ۽ سپر جي ڪناري تي هئڻ ڪري بندر ٿو چئجي. اتي ٻيڙيون بيٺل آهن. اُتي ان جو گهڻو واپار هلندڙ هو.

## پير پٺو

هيءَ وڏي، زيارتگاهہ هڪڙي، ٽڪريءَ تي آهي. جا مڪليءَ جي، ڏاکڻي ڇيڙي کان ڏار ٽيل آهي ۽ ٺٽي کان ڇهن ڪوهن تي آهي. اتي هڪڙي جهوني عيدگاهہ ۽ منارو هو جن جا قتل نشان اجا پيا ڏسجن. اتي هڪڙو وڏو شهر هوندو هو جو ڦٽي ويو آهي. انهيءَ پير کي مسلمان پير پٺو ٿا چون. پر هندو راجا گوپي چند ٿا سڏين. چون ٿا تہ هو شيخ سعدي شيرازيءَ جو همعصر هو ۽ سنہ 560 هہ ۾ جاٿو هو پر راجا گوپي چند تہ انهيءَ کان گهڻا سئو ورهيہ اڳي رهندو هو. اتي ربيع الاول مهيني جي 11 تاريخ ميلو لڳندو آهي. جو ٽي چار ڏينهن هلندو آهي. ڪڇي ماڻهو گهڻا ايندا آهن.

## ڪراچي

جتي هينئر ڪراچي آهي. اتي اڳي ڪو بہ شهر ڪو نہ هو. سمنڊ جي هڪڙي چاڙ تي آئي ۽ ڪي مهاڻن جا گهر هئا ۽ ڪي هندو واپاري هئا ۽ انهيءَ هنڌ کي ڪلاچيءَ جو ڪُنُ چوندا هئا. جو نالو شاهہ جي رسالي ۾ بہ

آيل آهي. جيڪي ماڻهو اتي رهندا هئا، اهي جوکين جي ڄام جي نظر هيٺ هوندا هئا. پوءِ اتي هڪڙو جهنگلي ڪوٽ ٺاهيائون، جنهن کي ڪلاچي ڪوٽ چوندا هئا ۽ قلات جي خان جي هٿ ۾ هو جنهن کي ڪلهوڙن ڏيئي ڇڏيو هو پر سنه 1795ع ۾ مير فتح علي خان ٽالپر اهو هٿ ڪيو ۽ اتي هڪڙو حاڪم مقرر ڪيائون ۽ اتي جي هندو واپارين مان لک ڏيڍ پيدا ٿيندو هون. ورهيه ٻن کان پوءِ انهيءَ جي بچاءَ لاءِ ميرن منوڙي تي هڪڙو ڪوٽ ٺهرايو. جو پوءِ سنه 1839ع ۾ انگريزن ورتو. پوءِ ٿورو ٿورو ٿي وڌندو ويو ۽ هاڻي ته سنڌ جو وڏو شهر ۽ وڏو بندر شمار ڪيل آهي.

## ڪلان ڪوٽ

هيءُ ڪوٽ مڪليءَ جي ٽڪري کان ڏيڍ ڪوهه پنڌ تي ڏکڻ ڏي آهي. انهيءَ جو قديم نالو ڪلاراج هو ۽ پوءِ ڪلاڪوٽ ٿيو. ڪن جو چوڻ آهي، ته اهو لفظ اصل ڪليان ڪوٽ آهي، يعني آرام جو قلعو. ڪلان ڪوٽ جي معنيٰ وڏو ڪوٽ به ٿي سگهي ٿي. ڪن جو ته خيال آهي ته سيوهڻ جي ڪافر قلعي وانگر هيءُ به سڪندر بادشاهه جي سپه سالار جو ٺهرايل آهي. اتي ٺٽي جا سومرا ۽ سما ڄام رهندا هئا. تڏهين انهيءَ جو نالو تغلق آباد يا طغرل آباد هو. ستر اسي ورهيه ٿيا ته اتي سڙيل ان جو وڏو انبار زمين ۾ پوريل لڌو هو. جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته اهو شهر باهه جو ناس ٿيل آهي. چون ٿا ته انهيءَ ڪوٽ ۾ هڪڙو وڏو نانگ هو. جنهن جو مٿو سنڌ ۾ هو ۽ پڇ هند ۾ تڏهن هند سنڌ جي تابع هئي، جيئن عربن جي وقت ۾ هو. پوءِ نانگ مٿو ڦيرائي هند ۾ ڪيو ۽ پڇ سنڌ ۾ تنهن کان پوءِ سنڌ هند جي تابع ٿي.

## ميرپور بٺورو

هيءُ اڳوڻي بٺوري پرڳڻي جو مکيه شهر هو. جو ٺٽي جي نواب امير خان بڌايو هو ۽ انهيءَ کي اميرپور سڏيائين. بٺوري ۽ بهرامپور ۽ پليجن جو اهو مکيه شهر هو. اتي شاهه ڪپور جي قبر آهي ۽ امير پير جو به اتي ميلو لڳندو آهي.

# بندر لاهري (ديول) ۽ بندر ڏاراجا

لاهري بندر کي اڳي ديول بندر چوندا هئا. جنهن جو قديم سنڌ جي تاريخ ۾ ذڪر اچي ٿو. پر اهو به ڦٽي ويو ۽ اتي جا ماڻهو پوءِ وڃي بندر ڏاراجا ۾ رهڻ لڳا. اتي نگامرن جي قوم رهندي هئي. انهيءَ قوم جا گهڻا سردار ٿي گذريا. انهن سڀني مان وڏيڪ مشهور راڻو عبيد هو جنهن جون عجيب غريب ڳالهيون ڪندا آهن. اهو راڻو سنه 1000 هه ۾ اتي جو راجا هو. انهيءَ وقت ۾ ڪڪرالهه جو حاڪم ڄام جرار هوندو هو. هڪڙي ڏينهن ڄام جرارَ جي اکين ۾ اچي سخت سور ٿيو. راڻو عبيد خير عافيت پڇڻ آيس. محبت جي گهڻائي کان ڄام پنهنجو مٿو کڻي هن جي گوڏي تي رکيو ۽ چوڻ لڳو ته مون کي ڪا سچي ڳالهه ٻڌاءِ ته من انهيءَ جي برڪت سان منهنجن اکين جو سور لهي. راڻي چيو ته سچائي جو خدا شاهد آهي. اڳي ڪنهن وقت منهنجي دل ۾ آيو ته سمنڊ جو سير ۽ سفر ڪريان. ضروري سامان کڻي آءُ نڪتس. هڪڙي اهڙي هنڌ وڃي پهتس. جتي ٻيو ڪو اڳي ڪڏهين نه ويو هو. انهيءَ هوندي به آءُ اڳتي هليس. پانيم ته من سمنڊ جو ٻيو ڪنارو نظر اچي. اتفاق سان وڃي هڪڙي ڪُن ۾ پيس. هڪڙو وڏو وڻ ڪنهن ٽڪريءَ تي بيٺل ڏٺم انهيءَ کي وڃي چهٽيس. وڻ تي هڪڙو وڏو زور وارو پکي ويٺو هو رات وڻ تي گذاريم ۽ صبح جو انهيءَ پکيءَ جي ٽنگ کي چهٽي پيس. پکي اتان اڏاڻو. تنهن مون کي آڻي هڪڙي جبل تي ڪيرايو. آءُ حيران ٿيس ته ڪٿي اچي نڪتو آهيان. ۽ هيءُ پکي شايد سيمرغ آهي، جنهن جو نالو ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. هيڏي هوڏي وسئن ڳوليم پر ڪا نه لڌي آخر اتي سمهي پيس. اتي پرين جي جماعت مون کي اچي هٿ ڪيو ۽ پاڻ سان گهمائيندي ويئون. گهڻن ڏينهن کان پوءِ پنهنجو وطن ۽ مائٽ ياد پيم. هنن کي منٿ ڪيم ته مون کي پنهنجي وطن پهچايو. هنن چيو ته موٽي اچڻ جو انجام ڪرين ته تو کي ڇڏيون. آخر انجام ڪيم ته انن ڏينهن کان پوءِ وري ايندس. تنهن تي هنن مون کي کڻي هڪڙي لحظي ۾ پنهنجي وطن آندو. شهر جي ٻاهران مون کي هڪڙي جاءِ ڏيکاريائون چيائون ته وري به انين ڏينهن هتي

اچي بيهجان۽ تہ اسين توکي وٺڻ ايندبونسين. آءُ پنهنجي گهر آيس. گهر وارن ۽ ماڻٽن جي صحبت ۾ مون کي اهو انجام وسري ويو. اجا تائين اهو انجام ياد پيو ڪريان. جي اها منهنجي ڳالهہ سچي آهي تہ تنهنجن اکين جو سور ڇڏي ويندو. هن جي ڳالهہ ڪندي منهنجن اکين جو سور گهٽجڻ لڳو هو سو آخر ڇڏي ويو ۽ آءُ چڱو ڀلو ٿيس ۽ خدا جو شڪرانو ڪيم.

## ساموئي

اڳي سومرن جي ڏينهن ۾ محمد طور جو شهر تختگاهہ هو. جو سلطان علاولادين جي لشڪر ناس ڪري ڇڏيو. سمن جي ڄامن وري ڪلان ڪوٽ وٽ تختگاهہ بڻايو. جنهن جو نالو تغلق آباد رکيائون. ساموئي بہ انهيءَ کي ٿا چون. اهو شهر ٺٽي کان ڏيڍ ڪوهہ پنڌ تي اُتر الهندي ڏانهن آهي. اهو هڪڙو ننڍڙو ڳوٺ آهي. اتي ڪي قبرون ۽ مسجدون آهن. چون ٿا تہ اتي ڪنئاريون ڇوڪريون زمين ۾ گم ٿي ويون هيون. جي سومريون هيون. اهي دنيا ترڪ ڪري حق بخشي اتي واريءَ جي دڙن ۾ خدا جي عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهنديون هيون. جو انهيءَ وقت ملڪ ۾ ظلم زبردستي هلندڙ هئي. انهيءَ وقت ڏاري سيد يعقوب مشهدي. جو هڪڙو وڏو بزرگ هو. سو اتان اچي لنگهيو. انهيءَ جو ٻڌي اهي ستئي ستيون وٽس آيون ۽ ظالمن کان امان گهريائون. اتي جي وڏيرن مان ڪي انهن ڇوڪرين سان شادي ڪرڻ لاءِ خواهشمند ٿيا. پر هنن اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي. هڪڙي ڏينهن دستور موجب صبح جو هو درياهہ جي ڪناري تي وهنجڻ آيون هيون. اتي هو ساڻن زور زبردستي ڪرڻ آيا. ڇوڪريون شيخ جهنبي پاڻيءَ جي ٻيڙيءَ تي چڙهي هن پر لنگهي اٿي ڀڳيون. پوءِ هو ماڻهو بہ درياهہ لنگهي پٺيان پيون ۽ نيٺ اچي پهتن. هنن کي ٻي پناهہ جي جاءِ ڪا نہ رهي. خدا کان پناهہ گهريائون. اوچتو زمين ڦاٽي پيئي. اتي ستئي اندر گهڙي ويون. انهيءَ هنڌ ماڻهن زيارتگاهہ بڻائي.

ساموئي ۾ جيڪي بزرگ آهن. تن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

1. **شيخ حماد بن شيخ رشيد الدين جمالي**. جو شيخ جمال اُچ

واري درويش جو ڏهٽو هو. هميشہ منهن تي برقعو وجهيو وتندو هو ۽ اڪثر حجري ۾ ويٺو هوندو هو. سندس مريد ۽ ٻيا زيارتي ماڻهو حجريءَ جي ٻاهران اچي وهندا هئا ۽ انهن کي هو ڪشف جي رستي يا ظاهري طرح فيض پهچائيندو هو. ڄام جوڻي جي راڄ ۾ تماچي سمو ۽ سندس پٽ صلاح الدين هن شيخ جا نهايت معتقد هئا ۽ سندس خدمت ۾ رهندا هئا ۽ شيخ مٿن مهربان هوندو هو. ڄام جوڻي کي ڊپ ٿيو تہ متان شيخ هنن کي دعا سان نوازي ۽ هيءَ حاڪم ٿي پون. تنهنڪري ڪجهہ طرح بندوبست ڪري هنن ٻنهي کي قيد ڪري دهليءَ ڏي موڪلي ڏنائين. تماچيءَ جي ماءُ ڏهاڙي صبح جو شيخ جي خانقاه تي دانهون ڪري هلي ويندي هئي. هڪڙي ڏينهن شيخ جي نظر مٿس پيئي. سندس پٽ ۽ پوٽي جو هن کان پڇيائين. هن ڳالهہ ڪري ٻڌايس. شيخ کي ڏاڍو جوش آيو. وجد ۽ حال ۾ هڪڙو سنڌي بيت پڙهيائين. جنهن ۾ هن جي حق ۾ دعا ڪيائين، تہ سنڌ جا والي ٿيندا. انهيءَ رات دهلي ۾ هو. بند مان نڪتا. هڪڙو ماڻهو شيخ جي صورت ۾ هنن جو سونهون ٿيو ۽ گهوڙن تي چاڙهي روانو ٿيو. سگهو ئي بنديخاني جي داروغي ۽ پهريوارن کي خبر پيئي. هنن جي ڳڻيان پيا، پر پڄي نہ سگهيا. نيٺ ٽن ڏينهن ۾ ڪيبرن جي ڳوٺ ۾ آيا. اتي هڪڙي ڏڍ مان هڪڙو گهٽو وڻ گهريائون. مخدوم نوح ڪيبري ڏٽار هو. تنهن چيو تہ ملڪ جو والي ڄام تماچي آهي. سنڀاليو مٿان منهنجو گهٽو ڪٺو. هو حيران ٿيا. چيائونس تہ ملڪ جو والي تہ ڄام جوڻو آهي. هن چيو تہ نہ. ٽن ڏينهن کان غيبي هوڪو پيو اچي تہ والي ڄام تماچي آهي. هوڏي ڄام جوڻو شيخ حماد جي بيت جي ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو بي آرام ٿيو. لاچار ٿي اچي شيخ جي در تي چوڻ لڳو تہ اوهان فقيرن جو حڪومت سان ڪهڙو واسطو؟ تنهن تي شيخ پاڻ زياده ڪاوڙيو. جوش مان چوڻ لڳيس تہ هن ملڪ جو مالڪ آءُ آهيان. جنهن کي وٺيم تنهن کي ڏيان. ڄام نااميد ٿي موٽيو. ستت ئي هو پيءُ ۽ پٽ ٻئي ساموئي درياهہ تي اچي پهتا. شيخ پنهنجي

گودڙيءَ مان تکر قاڙي هنن کي ڏنو ۽ چيائين ته هي کنهن کائيءَ جي چوٽيءَ تي ٻڌي جهنڊو کري نکرندو ته پاڻهي غيب مان اوهان کي مدد ملندي. ڄام جوڻي کي ماڻهن ٻڌايو ته تماچي لشکر وٺي کاهي اچي مٿان بيٺو اٿيئي. هو واتڙو تي ويو. سندس لشکر منهن موڙي اٿي پڳو. تنهن کري پاڻ به لاچار تي اٿي پڳو ۽ سندس ملڪ ۽ مال ڄام تماچيءَ کي مليو. انهيءَ طرح پيءُ ۽ پٽ ٻئي سنڌ جا والي ٿيا. ڄام تماچي نهايت وڏو خزانو نذرانو کري آڻي شيخ جي اڳيان رکيو ۽ دعا گهريائينس ته هيءَ ملڪ منهنجي اولاد جي هٿ ۾ رهي. هن کي چيائين ته انهن پٽسن مان منهنجي خانقاه جي پاسي ۾ هڪڙي عمدي مسجد جوڙاءِ ۽ پنهنجن پٽن کي سنڌ جو ملڪ ورهائي ڏيئي ڇڏ. انهيءَ کري سنڌ ۾ توڙي کڇ ۾ سمن جي بادشاهي گهڻي تائين هلي. اها مسجد اُها آهي. جا مکليءَ تي آهي ۽ جنهن جو ذکر هيٺ ايندو.

2. **شيخ عيسيٰ سنڌي برهانپوري لنگوٽي**ـ هن جو قبو ساموئي جبل جي پاڙ ۾ آهي. قلندرن وانگي لانگوٽو ٻڌيو وتندو هو ۽ شيخ حماد سان به سندس صحبت هوندي هئي. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ سيد محمد حسين شيرازي، جنهن کي مير مراد چوندا هئا. تنهن جي ڇمڻ جي اڳوات خبر ڏنائين ۽ ان جي ڇمڻ جي ڏينهن وچي سندس زيارت کيائين ۽ مريد ٿيو ۽ ٽئين ڏينهن وفات کيائين. جا سنه 831 هه ۾ ٿي.

3. **ملا عبدالرحمان** جنهن کي مُلو لٽر چوندا آهن. اهو اصل عباسي هو ۽ وڏو کامل اولياءُ هو پر ڏاڍو چرچائي هو. سما ڄام سندس نهايت متعقد هوندا هئا ۽ ڏاڍي تعظيم ڏيندا هئس. ساموئي جي کناري تي دفن ٿيل آهي.

4. **شيخ جهنڊو پاتڻي**. جنهن جو نالو مٿي آيو سو سيد ميران محمد جونپوريءَ جو مريد هو. چون ٿا ته جڏهين اهو سيد ٺٽي ۾ اچي لٿو ۽ ڄام نظام الدين، جو ملڪ جو بادشاهه هو. تنهن ظاهري عالمن جي چوڻ تي هن ڏي گهڻو خيال کونه ڏنو ۽ هن کي هڪڙي ٻيڙيءَ تي چاڙهي ٻئي پاسي روانو کيائين. ٻيڙي هڪڙي هنڌ وڃي گتي، جنهن کي جهنڊي پاتڻيءَ

اچي ڪڍيو. سيد هن کي دعا ڪئي ۽ هو ڪامل مرد ٿي ويو ۽ ستن ستين کي بہ مدد ڪيائين. جيئن مٿي ذڪر آيو. سندس درگاھ اُتي آهي. جيڪي ماڻهو مڪليءَ جي بزرگن جي زيارت تي ايندا آهن، سي پهرين بہ هن جي زيارت ڪندا آهن ۽ پڇاڙيءَ جو بہ هن جي زيارت ڪندا آهن.

# مڪلي

مڪليءَ جي ٽڪري ۽ ٻيہ ۽ هاڙهي جبل جي شاخ آهي ۽ رني جي ڪوٽ واري ٽُڪرن جي قطار مان آهي. پير پٺي کان ٽڪري اتر ڏي برابر پنج ڪوھ وڃي ٽٽي کي ويجهو الهندي ڏي بيهي ٿي. سمن ڄامن جو مکيہ شهر ساموئي ٽڪريءَ جي اتر واري ڇيڙي جي هيٺان آهي، جتي ڄام تماچي ۽ نورپيٺ جون قبرون آهن. ترخانن کان وٺي ٽٽو گاديءَ جو هنڌ ٿيو. انهن مان گهڻن جون قبرون ۽ قبا مڪليءَ تي آهن. انهن ٽٽي شهر ۾ بہ ڪيتريون عمديون مسجدون جوڙايون. انهن کان سواءِ مڪليءَ تي تمام گهڻن اوليائين ۽ بزرگن جا مقبرا آهن. مشهور آهي تہ سوا لک اولياءَ اتي آهن.

انهيءَ ٽڪر تي مڪليءَ جو نالو هن ڪري پيو. جو قديم وقت ۾ هڪڙو وڏو بزرگ حج ڪرڻ لاءِ ٿي ويو اتي اچي لٿو رات جو خواب ڏٺائين جنهن جي اثرکان جاڳندي هن کي جذبو اچي ويو ۽ بار بار چوڻ لڳو تہ هذا مڪَ لِي هــذا مڪہ لِي يعني هيءُ منهنجي لاءِ مڪو آهي. مڪہ لِي وري وري چيائين. تنهن تان انهيءَ هنڌ تي مڪلي نالو پئجي ويو. ڪن جو چوڻ آهي تہ هڪڙي اولياءَ بي بي مڪلي واري مسجد جي محراب جي پٺيان دفن ٿيل آهي ۽ انهيءَ مسجد تي مڪليءَ يا ننڍي مڪي جو نالو شيخ حماد رکيو جنهن جو مٿي ذڪر آهي. پوءِ انهيءَ مسجد تان ساري ٽڪريءَ تي نالو پيو.

انهيءَ ٽڪريءَ تي هيٺين حاڪمن جا قبا ۽ قبرون آهن. ٻين بزرگن جا نالا ٽٽي جي بيان ڪندي ڏنا ويندا.

رستي تي پهرين 1. مرزا جاني بيگ ۽ مرزا غازي بيگ جو قبو آهي. اڪبر بادشاھ جي وقت ۾ مرزا جاني بيگ ٽٽي جو پوئين ترخان حاڪم هو

سندس مرڻ تي غازي بيگ حاڪم ٿيو. جنهن کي ماري وڌائون. انهيءَ جو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو. قبي جو سال سنہ 1613ع آهي.

2. **نواب مرزا عيسيٰ ترخان**۔ مرزا عيسيٰ ترخان پهريون ئي شخص هو جو جهانگير بادشاهہ جي وقت ۾ نواب مقرر ٿيو انهيءَ جو قبو هن پهرئين قبي جي اتر ڏي آهي. قبي جو سال سنہ 1644ع آهي.
3. **مرزا طغرل بيگ** جو قبو مٿين ٻن قبن جي وچ ۾ آهي. ڪلان ڪوٽ تي هن جو نالو پيل هو ۽ طغرل آباد سڏبو هو جو ڪي چون ٿا تہ تغلق آباد آهي. اهو قبو ٻارهن پيلپاون تي بيٺل آهي.
4. **ديوان شريف خان ارغون**. جو دهليءَ مان وزير مقرر ٿي ٺٽي جي هڪڙي نواب وٽ آيو. قبي جو سال سنہ 1638ع آهي. اهو قبو هن پنهنجي جيئري جوڙايو.
5. **نواب امير خليل خان**۔ هن جي وصيت موجب هن جي لاش قبي کان ٻاهر دفن ڪئي ويئي، جو قبي ۾ ست وڏا بزرگ رکيل هئا. قبر جو سال سنہ 1585ع آهي.
6. **مرزا عيسيٰ ترخان**۔ پهريون ترخان حاڪم هو. هن جي قبي جي آسپاس ٻيون بہ گهڻيون قبرون آهن. قبي جو سال سنہ 1573ع آهي.
7. **ڄام نظام الدين سمو ڄام**. جو زبردست حاڪم ٿي گذريو. قبر جو سال سنہ 1508ع آهي.
8. **سيد علي شيرازيءَ** جو قبو مٿئين قبي جي اتر ڏي ۽ ماڙيءَ جي هن پاسي آهي. هيءُ سيد ٺٽي جي ماڻهن جي طرفان تحفا کڻي همايون بادشاهہ وٽ عمرڪوٽ ۾ ويو هو.

انهن کان سواءِ جيڪي اولياءَ ۽ اهل الله مڪليءَ تي پوريل آهن. تن جو ذڪر هيٺ ٺٽي جي بيان جي پڇاڙيءَ ۾ ايندو. اتي ڏسجي.

## متفرقہ ۽ مجمل احوال

ٺٽي جي پرڳڻي ۾ سمن ۽ سومرن ۽ ترخانن کان سواءِ ڪراچيءَ

جي نزديڪيءَ ۾ جوکيا ماڻهو آهن. جي پڻ سمن ۾ داخل آهن. اهي ٻن سون ورهين کان سنڌ جي انهي ڀاڱي ۾ ڦر مار ڪندا آيا هئا. انهن جو جيڪو سردار يا ڄام هو. تنهن جو اولاد اڃا تائين وڏو جاگيردار آهي.

انهيءَ کان سواءِ ٻيا ڪرمتي بلوچ آهن. جي ڪرمت مان آيا. بلوچستان ۾ آهي. اهي ميرپور ساڪري جي پاسي وچي نڪتا. جتي سنڌن سردار کي جاگير مليل ۽ جاتي جي پاسي وري جت ماڻهو گهڻا آهن. جنهن ڪري جاتيءَ کي اهو نالو مليو. انهن جي سردار کي ملَڪُ چوندا آهن، جو پڻ جاگيردار آهي.

انهن کان سواءِ خاص ٺٽي جي شهر ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ سيد ۽ قاضي ۽ ٻيا ڪيترائي ٻاهرين ملڪن جا ماڻهو هئا. جن جو ذڪر ٺٽي جي بيان ۾ ڪيو ويندو. مگر سيد گهڻن قسمن جا آهن، جيئن ته:

1. **شڪر الـّٰهي شيرازي**. جي حسيني سيد ۽ شيعا آهن. سيد شڪر الله سنه 1521ع ۾ شاهه بيگ ارغون سان آيو ۽ ٺٽي جو قاضي مقرر ٿيو. ڪتاب تحفته الڪرام جو مصنّف علي شير قانع به انهيءَ خاندان مان هو.
2. **ميرڪي سيد**. جي پڻ حسيني ۽ شيعا آهن. محمد ميرڪ به شاهه بيگ ارغون سان ٺٽي ۾ آيو. ڏاڍو دولتمند هو. سندس اولاد ٺٽي توڙي گهوڙا ٻاڙيءَ ۾ گهڻو آهي.
3. **انجوي شيرازي يا نقوي سيد** — جي پڻ حسيني ۽ شيعا آهن ۽ سمي ڄام صلاح الدين جي راڄ ۾ ٺٽي ۾ آيا. انهن جا گهڻا مريد ٿيا.
4. **مازندراني لودي سيد**. جي پڻ حسينيءَ شيعا آهن ۽ سيد بدرالدين جو اولاد آهن ۽ سنه 967 هه (سنه 1559ع) ۾ ٺٽي ۾ آيا.
5. **لڪياري سيد**. لڪملويءَ يا لڪيءَ وارا. جن جو ذڪر مٿي لڪي ۽ سيوهڻ ۾ آيو آهي.

باب پنجون

# ٺَٽہ يا ٺٽي جو بيان

## ياڳو پهريون ـ ساداتن بابت

ٺٽو يا نگر ٺٽو تمام جهونو شهر آهي. چون ٿا تہ اڳي انهيءَ هنڌ سمنڊ جو ڪارو پاڻي هو جو پوءِ سڪي پٽ ٿيو ۽ جڏهين الور جو شهر ڦٽو ۽ درياهہ سوستان يا سيوهڻ کان وهڻ لڳو ۽ جڏهين سومرن حاڪمن جو وڏو شهر محمد طور ڦٽو ۽ سما ڄام حاڪم ٿيا. تڏهين مڪليءَ جي ويجهو ساماڻي جو شهر ٻڌائون ۽ پوءِ آسپاس ملڪ آباد ٿيڻ لڳو. ڄام نظام الدين يا ڄام ننڊي سنہ 900 هہ جي پڇاڙيءَ ۾ نجومين کان پڇيو تہ ڪهڙو نئون شهر ٻڌجي ۽ ڪهڙي هنڌ ٻڌجي. هنن اها جاءِ ٻڌائي، جو انهيءَ هنڌ جي اپرندي باغ هئا ۽ مهاڻا ماڻهو اتي ويٺل هئا ۽ زمين هيٺانهين هئي يعني لهہ تهہ جنهن جي معنيٰ آهي، هيٺانهين ڪن جو خيال آهي تہ ٺٽ چون ماڻهن جي گوڙ کي ۽ ٺٽ چون خشڪ ميدان کي. شايد انهن مان نالو نڪتو هجي. ٺٽ نالي ڳوٺ سنڌ ۾ ٻئي هنڌ بہ آهي. حڪيم عبدالرزاق اصفهان جي ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ ٺٽہ اصل يونان جي زمين جو ياڳو آهي. شايد انهيءَ جي معنيٰ تہ سڪندر يونانيءَ جي هٿ هيٺ آيو. گهڻو ڪري اڳوڻو ديبل يا ديول جو بندر. جو ساڪري جي پرڳڻي ۾ هو. سو ويران ٿيو. تڏهين انهيءَ ۽ ٻين شهرن جا ماڻهو سڀ اچي اتي گڏ ٿيا ۽ ٺٽ ڪيائون. ڪي تاريخ وارا ٺٽي کي سڪندر وارو پٽالو شهر ٿا ڄاڻن. انهيءَ ۾ تہ شڪ ڪونهي تہ انهيءَ شهر درياهہ جي پاڻڻ ڪري جايون پٽي مٽايون آهن. ٽي ڀيرا تہ باهہ ساڙي ناس ڪيس: پهرين سنہ 1521ع ۾ مرزا شاهہ بيگ ارغون ۽ پوءِ سنہ 1555ع ۾

فرينچ ماڻهن ۽ پوءِ سنہ 1591ع مرزا جاني بيگ جڏهين اڪبر لشڪر کي سامهون ٿي ٿيو مطلب تہ جيسين ڪلهوڙن سنڌ جو تختگاهہ حيدرآباد ڪيو. تيسين ٺٽو تختگاهہ رهيو.

هڪڙو پيرو تہ وبا طاعون ان کي ناس ڪيو ۽ اسي هزار ماڻهو منجهس مري ويا.

ان جي قديم عمارتن مان جامع مسجد آهي. جا شاهہ جهان بادشاهہ جي حڪم سان سنہ 1647ع ۾ جڙي تيار ٿي ۽ نو لک رپيا متس لڳا. ٻي ڏيگرن جي مسجد آهي. جا شهر جي وچ ۾ آهي، جنهن کي جڙئي اٽڪل ٽي سئو ورهيہ ٿيندا ۽ امير خسرو خان ٺهرائي هئي. جڏهين مرزا عيسيٰ ترخان جي ڏينهن ۾ اتي جو نواب هو.

ٺٽي جي بزرگن جي احوال شروع ڪرڻ کان اڳي هڪ ٻہ عجيب ڳالهيون جي ٺٽي ۾ ٿي گذريون ۽ جي ڪتاب تحفتہ الڪرام ۽ معلومتہ الافاق ۾ لکيل آهن، سي ڏجن ٿيون:

(1) عالمگير بادشاهہ جي راڄ جي پڇاڙي ۾ ٺٽي جي هڪڙي زال کي اچي ويم جا سور ٿيا. ڇهہ ڏينهن برابر اهي سور رهيس. آخر ڇوٽڪارو نہ ٿيو. پوءِ هڪڙيءَ ران جي پاڙ ۾ هڪڙو ڳوڙهو ظاهر ٿيس. جو ڦاٽو ۽ انهيءَ مان ٻار ڄائو. اها ڏيءَ هئي. اهو زخم پوءِ مرهم سان ڇٽايو ويو ۽ اها ڇوڪري ٻہ ست ورهيہ جيئري هئي ۽ پوءِ مري ويئي.

(2) عنايت خان نالي افغان ٺٽي جو رهندڙ هو. انهيءَ جي زال ويم جي سورن ۾ مري ويئي. انهيءَ کي وجي دفن ڪيائون. دستور موجب سنڌيس ماڻٽياٽيون سندس قبر تي ويندڙيون رهيون. ٽن ورهين کان پوءِ هو قبرستان ۾ ويون. انهن جي ٻارن مقام ۾ راند پئي ڪئي تہ اوچتو هڪڙيءَ قبر مان هڪڙي ننڍڙي ٻار منهن ڪڍيو. تنهن کي ڏسي ٻار ڊڄي ويا ۽ رڙيون ڪرڻ لڳا. انهيءَ تي زالون اتي ويون. ڏسن تہ عنايت خان جي زال جي قبر مان اهو ٻار نڪتو هو. جو هيستائين مئل ماءُ جي ٿڃن تي پئي پليو. پر جهنگلي

حالت ۾ هو. نہ ڳالهايائين ٿي. نہ ڪا سمجهہ هيس. ڏاڍن حيلن سان انهيءَ کي پڪڙي وٺي آيا. رحمت خان نالو رکيائونس. گهڻا ورهيہ جيئرو هو. پوءِ سنہ 1155 هہ ۾ مري ويو.

## فصل ڀهريون – انجوي شيرازي سيد

هاڻي اِسين نئين جي قديم ماڻهن جو ذڪر ڪنداسين. پهرين سيدن جو ڪنداسين. جن جا خاندان گهڻا هئا ۽ جن مان گهڻا مشهور ٿي گذريا. پهرين انجوي شيرازي سيدن جو ذڪر ٿا ڪريون.

هن خاندان جو پهريون شخص جو سنڌ ۾ آيو، سو سيد محمد هو. جو پنهنجي پٽ سيد احمد سان گڏ سنہ 786 هہ ۾. جو سال ابجد جي حساب سان بسم الله الرحمن الرحيم مان ٿو نڪري، ڄام صلاح الدين بن تماچيءَ جي وقت ۾ آيو ۽ ماڃر جي پرڳڻي ۾ مراد اوٺي جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. انهيءَ سيد کي ميران محمد ڪري سڏيندا هئا. مرڻ کان پوءِ انهيءَ ڳوٺ ۾ دفن ڪيو ويو. ليڪن سندس پوٽي سيد علي ثانيءَ جي ڏينهن ۾ مڪليءَ تي قبو ٺهيو ۽ انهيءَ ۾ هن جي لاش ڪڍي رکي ويئي. سيد محمد جي وفات کان پوءِ سندس پٽ سيد احمد هن جو جانشين ٿيو. هن سيد جي نسبت ۾ ذڪر لکيل آهي تہ هڪڙي ڏينهن شيخ عيسىٰ جي ملاقات لاءِ ساموئي ۾ ويو. شيخ وٽ قاضي نعمت الله عباسي اڳيئي ويٺو هو جو وڏو عالم ۽ فاضل شمار ڪيل هو. شيخ سيد جي ڏاڍي تعظيم ڪئي، پر قاضي ڇُريو ئي ڪين. ڪجھ تائين صحبت ڪري جڏهين سيد اٿيو. تڏهين هن کي اڳي کان بہ زياده تعظيم ڏنائين. هن جي وڃڻ کان پوءِ قاضيءَ شيخ کان ايتري تعظيم جو سبب پڇيو. شيخ چيو تہ هن جي پيڙهيءَ مان هڪڙو قطب پيدا ٿيڻو آهي. جو مون ڏٺو. جي حياتي هونديم تہ انهيءَ جو آءٌ مريد ٿيندس. پر سيد احمد کي قاضيءَ جي بي پرواهيءَ ڪري گهڻو رنج ٿيو. انهيءَ رنج جو اهو اثر ٿيو تہ جڏهين قاضي پنهنجي گهر ويو. تڏهين سندس نظر گم ٿي ويئي ۽ انڌو ٿي پيو. حيران ٿيو. انهيءَ رات سندس ڏيءَ فاطمہ خواب ڏٺو. جنهن مان معلوم ٿيو تہ سيد جي بي ادبيءَ کان ائين ٿيو آهي. آخر اها پنهنجي

ڏيءَ جنهن جو نالو فاطمه هو، سا سيد کي نڪاح ۾ ڏنائين ۽ هن کي لڏائي آڻي پنهنجي گهر ۾ وهاريائين. انهيءَ کي چار پٽ ٿيا: سيد علي، سيد جعفر، سيد محمد شريف ۽ سيد محمد حسين. سيد احمد سنه 845 هه ۾ وفات ڪئي ۽ عباسي قاضين جي مقام ۾ دفن ڪيو ويو.

سيد عليءَ کي ٻه پٽ هئا، هڪڙو سيد جلال ۽ ٻيو سيد جمال. ٻئي وڏا بزرگ ۽ ڪرامتن وارا ٿي گذريا. سيد جلال جو پٽ سيد علي ثاني فقير ٿيو ۽ گهڻا حج ڪيائين ۽ مخدوم نوح جو مريد ٿيو ۽ سندس وفات سنه 971 هه ۾ ٿي ۽ مڪليءَ تي رکيو ويو. ڪتاب، آداب المريدين سندس تصنيف آهي. انهيءَ جو پٽ سيد جلال ثاني پيءُ ڏاڏي جي سجادي تي ويٺو مرزا باقي ترخان جي ڀاءُ مرزا صالح پنهنجي نياڻي هن کي ڏني ۽ مرزا محمد باقي انهيءَ نسبت ڪري هن کي اڪبر بادشاه جي حضور ۾ رهڻ لاءِ موڪليو ۽ اتي فوت ٿيو. سندس پٽ سيد مير محمد سندس جانشين ٿيو. پوءِ انهيءَ جو پٽ مير زين العابدين. جنهن کي مير لطف الله چونا ١ هئا. سو مشهور ٿي گذريو. شاعر به هو، عالم به هو. ڪتاب ضررالبشر انهيءَ جي تصنيف آهي. سندس تخلص شعر ۾ قانع هو. سنه 1130هه ۾ وفات ڪيائين. جو سال رضواعنه مان نڪري ٿو. انهيءَ جا ٻه پٽ ٿيا، سيد غلام علي ۽ سيد عبدالولي. انهن جو اولاد هليو هلي.

سيد جعفر ولد سيد احمد سنڌ مان لڏي گجرات ويو ۽ اتي شادي ڪيائين ۽ سيد احمد پٽ ڄائس ۽ انهيءَ جو اولاد اتي رهيو.

سيد محمد شريف ولد سيد احمد کي سيد لطف الله پٽ ٿيو ۽ انهيءَ جو اولاد پشت به پشت هليو. انهيءَ جي اولاد مان سيد لطف الله، شاه عنات صوفي جو مريد ٿيو ۽ شاه اسماعيل صوفيءَ جي خدمت ۾ رهيو. انهيءَ جي اولاد مان سيد ياسين ۽ سيد فضل علي هئا. سيد محمد حسين ولد سيد احمد وڏو بزرگ ٿي گذريو. جيئن مٿي چيو ويو تيئن هن جي ڄمڻ جي خوشخبري شيخ عيسيٰ لنگوٽي ۽ ڪن ٻين اوليائن ڏني. سندس ڄمڻ جو سال قرت عين آهي. يعني سنه 831هه تڏهين ڄام فتح خان بن ڄام اسڪندر سمي جو راڄ هو. چون

ٿا تہ جڏهين هيءَ سيد جائو تڏهين اکيون نتي پٽيائين. جڏهن شيخ عيسيٰ آيو. تڏهين پٽيائين. شيخ چيو تہ الحمدلله جنهن جي مريد ٿيڻ جو مون کي انتظار هو. سو آيو. انهيءَ کان پوءِ ٽئين ڏينهن شيخ وفات ڪئي. هن سيد جي ڪرامتن جو تورڙي ڀيو احوال ڪتاب تذڪرة المراد ۾ ڏنل آهي. جو حاجي محمد حسين صفائيءَ جو لکيل آهي. انهيءَ سيد جا گهڻا مريد ٿيا. انهيءَ ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جو پوٽو شيخ صدرالدين ٺٽي ۾ هن سيد جي ڏسڻ لاءِ آيو. پوءِ ٻئي گڏجي جامع مسجد ڏي هليا. رستي ۾ هڪڙو مٺل ٻلو پيو هو. شيخ انهيءَ کي لت هڻي چيو تہ جيئرو ٿيءُ تہ جيئرو ٿي پيو. پوءِ مسجد ۾ ويهي هڪڙي خادم کي چيائين تہ ٻاهر جيڪو ماڻهو منهن پويئي، اهو وٺي آءُ. هو هڪڙي برهمڻ هندوءَ کي وٺي آيو. شيخ جي تصرف سان هو اڇڻ سان بسم الله جون چوڏهن معنائون ٻڌائي ويو. شيخ جون اهي ڪرامتون ڏسي سيد محمد حسين چيس تہ سائين مٺي کي جيارڻ بدعت آهي. جو ٻيو دفعو هن کي موت جي تڪليف ڏسڻي پوندي، مگر مٺل دل کي جيارڻ مشائخن جي سنت آهي. شيخ اها ڳالهہ قبول ڪئي ۽ فرمايو تہ تون برابر مشائخن جي مراد آهين ۽ تو مان گهڻن جون مرادون حاصل ٿينديون. انهيءَ وقت کان وٺي سيد جو لقب مراد ٿي ويو. سيد وري شيخ کي حليم جو خطاب ڏنو. ڪتاب جو نالو تذڪرة المراد بہ انهيءَ ڪري ٿيو. هن سيد جي نشاني صفہ واري مسجد آهي. جا اصل لکير نالي هندوءَ جو گهر هو. جو ڄام نندي جو ديوان هو. انهيءَ کي سيد دعا ڪئي هئي تہ تنهنجو پٽ مولو نالو ڪيندو ۽ گهڻو رهندو. شهر جي اتر ۾ وڃي رهيو. مولو لنئي پوءِ ايامن تائين مشهور هو. هن سيد سنہ 893 هہ ۾ وفات ڪئي. هو عباسي قاضين مان پرڻيو هو ۽ ٽي پٽ ٿيس: سيد منصور، سيد نعمت الله ۽ سيد حماد. هر هڪ جو گهڻو اولاد ٿيو. انهيءَ مان مشهور مير محمد محسن ٿيو. جو مير مرزا جان جو نانو ٿيو انهيءَ جو اولاد بہ گهڻو ٿيو.

## فصل ٻيو۔ مشهدي سيد

سنہ 901 هہ ۾ سيد يعقوب ۽ سيد اسحاق ٻئي ڀائر مشهد مقدس

مان لڌي ڄام نظام الدين جي وقت ۾ ساموئي ۾ آيا. سيد يعقوب تہ وڏو ڪرامت وارو هو. چون ٿا تہ شينهن تي سوار ٿي اچي لٿو هو. ست سومريون ڇوڪريون عمرڪوٽ ۾ سمي حاڪم جي ظلم کان اچي وٽس ساموئي ۾ لڪيون هيون، جن جو مٿي ذڪر آهي. سنہ 922 هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس قبر ساموئي ۾ آهي. انهيءَ جو الاد ڪو ڪڪرالہ ۾ آهي ۽ ڪو ٻين هنڌن تي. ٺٽي ۾ سندس اولاد مان هڪڙو سيد ملوڪ شاهہ نالي وارو ٿيو ۽ قاضي صدوءَ جو مريد ٿيو ۽ انهيءَ جي قبر بہ انهيءَ قاضيءَ جي ويجهو آهي ۽ ٻيو سيد جلال الدين، جنهن جا ٻہ پٽ هئا: سيد خيرالدين ۽ سيد شريف. انهيءَ جو بہ گهڻو اولاد ٿيو. انهن مان هڪڙو سيد ابوالمڪارم هو جو سيد علي ولد سيد شرف الدين جيلانيءَ جو خليفو ٿيو. جو سيد ان وقت ٺٽي ۾ آيو هو. جهانگير بادشاهہ گذران جو چڱو بندوبست ڪري ڏنس. ۽ جڏهين خسرو خان چرڪس سندس حويليءَ جي پاسي ۾ جامع مسجد ٺهرائي. تڏهين انهيءَ سيد کي انهيءَجو متولي مقرر ڪيائين. سندس وفات جي تاريخ (ستون دين فتاد) آهي. انهن سيد مان ٻيو بہ هڪڙو سيد محمد قاسم بن سيد محمد مشهور ٿيو. جو سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو خليفو ٿيو. انهيءَ جي وفات جي تاريخ (في جنت عاليہ) آهي. انهيءَ جو پٽ سيد فقيرمحمد سندس جانشين ٿيو. پوءِ انهيءَ جو پٽ محمد عابد ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ سيد حامد شاهہ. انهيءَ کي اولاد ڪونہ هو تنهن ڪري اهو سجادو انهيءَ جي نانيءَ سيد نظر عليءَ کي مليو جو پير مرد شيرازي انجويءَجي اولاد مان هو ۽ انهيءَ جو سجاده نشين بہ هو. هاڻي بہ سيد عبدالڪريم شاهہ جي خلافت انهيءَ جي اولاد جي ذمي آهي.

## فصل ٽيون- شيرازي شڪر الهي سيد

قاضي سيد شڪر الله ولد سيد وجہ الدين سنہ 906 هہ ۾ هرات مان قنڌار ۾ آيو ۽ اتان سنہ 927 هہ ۾ شاهہ بيگ جي حڪم سان ٺٽي ۾ آيو ۽ مرزا شاهہ حسن جي زماني ۾ اتي جو قاضي مقرر ٿيو. تاريخ طاهريءَ ۾ لکيل

آهي تہ قضا جي ڪم ڪندي مرزا شاهہ حسن هن جي انصاف ۽ بيٰ رياتيءَ جو امتحان ورتو. هڪڙي سوداگر کان گهوڙا خريد ڪيائين ۽ پيسن کان جواب ڏنائينس. سوداگر قاضيءَ وٽ دانهين ويو. قاضي ڏپ کان سواءِ بادشاهہ کي يعني شاهہ حسن کي دستور موجب گهرائي هن سان گڏ ويهاريو ۽ پوءِ فيصلو ڪري اٿي مرزا کي گڏيو ۽ مٿي وهاريائينس. ڳالهين ڪندي مرزا شاهہ حسن ڪپڙن جي اندران خنجر ڪڍي ڏيکاريس ۽ چيائينس تہ مون هي لڪائي آندو هو تہ جي تون قاضي ٿي منهنجي پاسداري ڪندين ۽ هن جو حق وڃائيندين تہ هن خنجر سان تو کي اتي جو اتي ماريندس. تڏهين قاضيءَ وري پنهنجي مسند جي هيٺان لڪل ترار ڪڍي ڏيکاريس ۽ چيائينس تہ مون بہ اڳيئي اهڙو احتياط ڪيو هو جو جاتم تہ جي بادشاهہ شريعت جي برخلاف ڪو قدم کڻندو ۽ پيو ڪو سندس برخلاف ڪي بہ نہ ڪري سگهندو تہ هن ترار سان شرعي سياست بجا آڻيندس. پر انهيءَ هوندي بہ ڪن ٽورن ورهين کان پوءِ قاضي سيد شڪر الله انهيءَ ڪم کي مشڪل ۽ ڳرو ڄاڻي استعيفا ڏني ۽ پنهنجي جاءِ تي اُچ واري قاضي شيخ محمد کي مقرر ڪرايائين.

سيد شڪر الله انصارن جي قبيلي مان شادي ڪئي، جي شيخ عيسيٰ لنگوٽي سان گڏ برهانپور مان آيا هئا ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيا هئا. ڪيس سيد ظهير الدين پٽ ٿيو. جو سندس جانشين ٿيو. سيد شڪر الله سان گڏ ٽي سيد ٻيا بہ آيا هئا: سيد منبہ ۽ سيد ڪمال ۽ سيد عبدالله هن سيد پنهنجي اولاد کي وصيت ڪري ڇڏي هئي تہ مشڪلات جي وقت انهن ٽنهين سيدن مان هڪڙي جي مدد وٺجو. ان موجب سندس اولاد مان ڪن پيڙهين تائين ڪي هڪڙي سيد جي ٻلي ٿيا. ڪي ٻئي جي ۽ ڪي ٽئين جي. سيد ظهير الدين کي بہ پٽ هئا: هڪڙو شڪر الله ثاني، ٻيو عبدالرحمان.

سيد شڪرالله ثانيءَ جي نشاني سندس جوڙايل مسجد باقي آهي. انهن جو ججهو اولاد ٿيو. جو پيڙهين تائين هليو. انهن مان سيد شاهہ ولي ولد سيد ابوالقاسم مخدوم رحمت الله جو شاگرد هو ۽ ڪتاب تحفتہ المجالس

لکيائين. علم ۽ شعر ۾ نالو ڪڍيائين. 1150هه ۾ ڪڪرالہ تعلقي ۾ جيڪا سندن جاگير هئي. تنهن جي ڳوٺ جڳت پور ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش ڪڻائي ٺٽي آيا ۽ اتي دفن ڪيائون.

سيد ظهيرالدين جي ٻئي پٽ سيد عبدالرحمان کي ٽي پٽ هئا. انهن جو اولاد بہ گهڻو ٿيو. جن مان سيد غلام اوليآءُ وڏو عالم، فاضل ۽ اوليآءُ ٿي گذريو ۽ ڪرامتون ڏيکارياڻين ۽ جوانيءَ ۾ وفات ڪيائين. مهيني جي 21 تاريخ سندس مريد سندس مقبري تي زيارت لاءِ ايندا هئا ۽ ختمو ڏيندا هئا ۽ ماني ورهائيندا هئا.

سيد شڪر الله ثانيءَ جو هڪڙو پٽ سيد نور محمد بہ ڪامل شخص ٿيو ۽ سندس پڙ پوٽو سيد محمد ناصر ولد سيد عطآءُ الله مشهور پرهيزگار شخص ٿي گذريو. چون ٿا تہ هن پنهنجي عمر ۾ ڪڏهين ڪنهن بہ زال جو منهن نہ ڏٺو ۽ نہ ئي نر ۽ ماديءَ جي سڃاڻپ هوندي هيس. نقشبندي طريقي جو مريد ٿيو. هن جي ڏينهن ۾ ڏڪار اچي پيو. جو مينهن ڪونہ ٿي وسيو. ماڻهن کي سخت تڪليف پهتي ۽ اوليائن کي سوال ڪرڻ لڳا. هڪڙي اولياءَ ڪنهن کي جواب ۾ چيو تہ جنهن ماڻهوءَ عمر ۾ ڪنهن زال کي نہ ڏٺو هجي، سو جي استسقا جي نماز پڙهائيندو تہ مينهن پوندو ۽ ملڪ ۾ سڪار ٿيندو. ٺٽي شهر ۾ پڇا ڪرايائون. سواءِ هن سيد جي ٻيو ڪو هٿ نہ آين، پر هن اهڙي ڪرامت جهڙي ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ماڻهن قاضي محمد حسين کي وٽس ميڙ نيو بلڪ انهيءَ سيد جي والده کي زور ڪيو. جنهن جي چوڻ تي آخر هن سيد نماز پڙهائي ۽ انهيءَ ڏينهن تمام چڱو مينهن پيو ۽ ماڻهن کي خوشي حاصل ٿي، پر عجيب اتفاق اهو ٿيو. جو انهيءَ جي ٽئين ڏينهن سيد وفات ڪئي. هن سيد کي اولاد ڪو نہ هو. هنن سيدن مان هڪڙو سيد نظام الدين ثاني ولد نور محمد ثاني بہ مشهور عالم ٿي گذريو. جهان آباد ۾ ويو ۽ ڪتاب فتاوي عالمگيريءَ جي تصنيف ۾ گهڻي مدد ڪيائين ۽ مشڪل مسئلا حل ڪيائين. بادشاهہ پگهار مقرر ٿي ڪيس، پر اهو قبول نہ ڪيائين. آخر وفات بہ اتي ڪيائين. انهيءَ کي بہ پٽ

هئا: سيد عرب شاهه ۽ سيد احمد. سيد احمد کي گهڻو اولاد ٿيو.

سيد شڪر الله ثانيءَ جو ٻيو پٽ سيد ظهير الدين بہ عالم ۽ فاضل ۽ پرهيزگار هو. سندس پٽ محمد مقيم بہ جهڙس هو. انهيءَ جو پٽ سيد محمد ڪاظم تہ عجيب احوال وارو هو. ٻہ ٻہ ٽي ٽي ڏينهن ننڊ ۾ هوندو هو پر اها ننڊ نہ هئي بيداري هئي. جو ستي ذڪر قلبي پيو ڪندو هو ۽ اڪثر فاتي ۾ رهندو هو. انهيءَ جو پٽ سيد عزت الله بہ عالم ۽ فاضل هو ۽ سنہ 1161 هہ ۾ گذريو ۽ ڇهہ پٽ ڇڏيائين، جن مان مير عظيم الدين مشهور شاعر ٿيو. ٻيو سندس مشهور پٽ مير علي شير هو جو ڪتاب تحفتہ الڪرام جو مصنف هو ۽ قانع تخلص هوس. انهن ڇهن پٽن جو گهڻو اولاد ٿيو جو اڃا جاري آهي.

## فصل چوٿون۔ مازندراني يا لودي سيد

هن خاندان جو پهريون شخص سيد بدرالدين هو جو مازندران مان نڪري عتبات عاليات جي زيارت ڪندو 967 هہ ۾ سمنڊ جي رستي ديول بندر تان ٺٽي ۾ آيو ۽ ساڪوره يعني ساڪره جي پرڳڻي جي هالن جي ڳوٺ ۾ پهتو. جتي سيد سلطان شاهہ برقعہ پوش رهندو هو جنهن کي لودي سڏيندا هئا. انهيءَ جي نياڻيءَ سان سيد بدرالدين شادي ڪئي. جنهن مان ٽي پٽ پيدا ٿيا: سيد لودي، سيد جنيد ۽ مير ڪمال الدين محمد. پهريان ٻہ اتي گذريا. ليڪن ٽيون ڪمال الدين محمد ٺٽي ۾ آيو ۽ اڪثر مڪليءَ جي بزرگن جون زيارتون ڪندو هو. اتي اتفاق سان سيد ظهير الدين شڪر اللهيءَ سان ملاقات ٿيس. جنهن جي صحبت ۾ گهڻو رهندو هو. آخر وفات بہ ٺٽي ۾ ڪيائين. انهيءَ کي ٽي پٽ هئا: مير ابو الفتح، مير مظفر ۽ مير عبدالخالق. مير ابو الفتح جي پٽن مان هڪڙو مير عبدالعلي وڏو مشرع عالم ٿي گذريو ۽ ٺاٺارن واري محلي ۾ هندن جي هڪڙي تڪاٽي جي جاءِ تي مسجد ٺهرايائين. جنهن جا نشان اڃا موجود آهن. هنن سيدن جي اولاد مان سيد جمال الدين بن مير عبدالعلي جهان آباد ۾ وڃي رهيو. پر عمر جي پڇاڙيءَ ۾ موٽي سنڌ آيو ۽ لوهريءَ ۾ وڃي رهيو ۽ اتي اولاد ٿيس. ٺٽيءَ ۾ هنن

سيدن جو اولاد سنگتراشن جي محلي ۾ هوندو هو.

سيد ڪمال الدين جي اولاد مان وري سيدمحمد ملوڪ مشهور اولياءُ ٿيو. حضرت پير جي خليفن مان هو ۽ شاهه دادن جي درگاهه جي پاسي ۾ رکيل آهي. ربيع الثاني مهيني جي ٻارهين تاريخ اتي ماڻهو گڏ ٿيندا آهن. نواب لشڪر خان جي ڏينهن ۾ سنه 1071 هه ۾ بنوري جي پرڳڻي ۾ سرڪاري عملدار مقرر هو. هڪڙو هندو پاڻ کي موحّد يا ايڪائي سڏائڻ لڳو. تنهن سان وڙهيو ۽ انهيءَ ويڙهه ۾ شهيد ٿيو. وصيت ڪيائين ته منهنجو جنازو ڪٽي هلجو. جتي پاڻهي لهي، اتي دفن ڪجو. شاهه دادن وٽ جنازو لٿو ۽ اتي دفن ڪيائونس ۽ اُها زيارتگاهه ٿي.

هنن سيدن مان سيد علي ولد عبدالقدوس خوشنويسيءَ ڪري مشهور ٿيو. هو مخدوم الياس جو شاگرد هو ۽ انهيءَ بزرگ جا ٻيا ڪيترا شاگرد به خوشنويس ٿيا.

## فصل پنجون – سبزواري يا عربشاهي يا ميرڪي سيد

هن خاندان جو پهريون باني ميرڪ شيخ محمد ولد ميرڪ ابو سعيد بن امير علي شاهه سبزواري عربشاهي هو. جو شيخ جلال الدين بايزيد پوراني جو ڏوهٽو هو. سبزوار مان قنڌار ۾ آيو. اتان وري ان جا پٽ شيخ محمد ۽ مير بايزيد مرزا شاهه بيگ جي قنڌار مان نڪرڻ ۽ سنڌ فتح ڪرڻ وقت ساڻس گڏ سنڌ ۾ آيا ۽ بکر ۾ رهي پيا ۽ اتان وري ميرڪ شيخ محمد ٺٽي ۾ آيو ۽ ورهين جا ورهيه اتي شيخ الاسلام هو ۽ خلق کي علم جو فيض ڏنائين. خوشنويس به چڱو هو. سنه 962 هه ۾ وفات ڪيائين. جو سال ميرڪ آهه آهه مان ٿو نڪري. انهيءَ محلي جي مسجد ۽ قبرستان ۾ رانڪ سندس جوڙايل مشهور آهي. ٽي پٽ ڇڏيائين: ميرڪ شيخ مير محمد. ميرڪ عبدالباقي. ۽ ميرڪ عبدالرحمان. شيخ مير محمد پيءُ جهڙو عالم ۽ فاضل هو ۽ ڪتاب جامع فتاوي پوراني سندس تصنيف آهي. سنه 970 هه ۾ وفات ڪيائين. انهيءَ کي اولاد ڪو نه هو. شيخ عبدالباقي پيءُ جي جاءِ تي شيخ الاسلام ٿيو. علم هيئت

۽ اقليدس ۽ حڪمت ۾ طاق هو. اقليدس جون ڪيتريون شڪليون پنهنجون ٺاهيائين. گهڻا عالم ڪانئس اچي مشڪل حل ڪرائيندا هئا، جيئن تہ مولانا عبدالخالق گيلاني. جو مولانا مرزا جان ۽ شاهہ فتح الله جو هٽُ هو. انهيءَ ڪان پوءِ سندس پٽ شيخ اسلام ٿيو. انهيءَ طرح انهيءَ خاندان مان ناليرا شخص ٿيندا ويا. انهن پوٽنين مان ميرڪ محمد احسن ولد محمد افضل نادر شاهہ جي اچڻ تي نئين سر انهيءَ جي حڪم سان شيخ الاسلام مقرر ٿيو ۽ چڱي اوج ڪان پوءِ سنہ 1167 هہ ۾ وفات ڪيائين. انهيءَ کي اولاد ڪو نہ هو تنهن ڪري پاڻس محمد محسن شيخ الاسلامي جو مسند تي وينو.

انهن ميرڪ شيخن جي اولاد مان ميرڪ محمد حسين ولد عبدالواسع مجذوب سالڪ ٿي گذريو. ڪشف ۽ حال جو صاحب هو. سائلن جي دلين جي ڳالهہ پاڻهي معلوم ڪندو هو ۽ جواب ڏيندو هو. هميشہ غيب جون ڳالهيون پيو ڪندو هو ۽ گهڻن جون مشڪلاتون حل ڪندو هو. هن بزرگ جو پٽ ميرڪ عبدالواسع مشهور شاعر ٿي گذريو. انهيءَ جو اولاد پوءِ بہ هليو هليو. هنن مان ڪي پنهنجي جاگير جي دهورکيہ ڳوٺ ۾ رهندا هئا.

شيخ عبدالوهاب ولد شيخ بايزيد بکر ۾ رهيو ۽ انهيءَ جو اولاد اتي ٿيو. جتي ان جو ذڪر آيو. هي شيخ وري ٺٽي ۾ آيو ۽ چڱي حال ۾ رهي سنہ 970 هہ ۾ وفات ڪيائين.

## فصل ڇهون- عريضي سبزواري ۽ ڪاشاني سيد

هن خاندان جو پهريون شخص مير عبدالله سلطان هو جو مير ابوالمڪارم بن مير غياث الدين جو پٽ هو. جنهن کي عام طرح سلطان رضائي العريضي سبزواري چوندا هئا. اهو مشهور خوند مير جو پوٽو هو. جو ڪتاب حبيب السير جو مصنف آهي ۽ اهو سلطان جنيد صفويءَ جو ڏوهٽو هو. هن بابت ٿورو ذڪر بکر ۽ سوستان هيٺ بہ آيو آهي. شاهہ جهان بادشاهہ جي زماني ۾ مير عبدالله سلطان پنهنجي پاءُ مير عبدالرسول سان گڏ ٺٽي ۾ آيو. هو قابل انسان هو ۽ چڱو شاعر هو. انهيءَ کي پنج پٽ ٿيا: مير شڪر الله مير

محمد قاسم، مير عبدالرحمان، مير محمد عارف ۽ مير محمد عالم. انهن کي اولاد ٿيو. جو هلندو هليو. انهن مان پونيون مير ابوالبقا هو جنهن کي بهره ور علي سڏيندا هئا. اهو مير حيدرالدين ابو تراب استاد ڪامل جو شاگرد هو ۽ وڏو شاعر هو. محمد شاهه دهليءَ جي بادشاهه جي زماني ۾ وفات ڪيائين. ڪتاب تاريخ چراغ هدايت انهيءَ جي تصنيف آهي ۽ اشعار گزيده به انهيءَ کي پٽ ڪونه هو.

ڪاشاني سيدن جي خاندان جو باني مير غروري ڪاشاني هو. جو مرزا باقيءَ جي وقت ۾ ڪاشان مان نڪتي ۾ آيو. جڏهين نواب خانخانان مرزا جاني بيگ کان سنڌ فتح ڪئي. تڏهين مير غروري علحدن هنڌن تي نواب ۽ حاڪم ٿي رهيو. جهانگير بادشاهه جي زماني ۾ ضربخاني جو داروغو هو. وڏو شاعر هو. سندس ديوان ۽ ڪي مثنويون مشهور آهن. هن کي به پٽ هئا: هڪڙو مير محمد منعم ۽ ٻيو مير جهنگلي. پهريون شاهه جهان جي عهد ۾ پيءُ جي وفات تي سندس جاءِ تي مقرر ٿيو ۽ شاعر به هو. تخلص حسيني هوس ۽ ديوان ڇڏيائين ۽ ٻئي کي پٽ پوٽا ۽ پڙ پوٽا ٿيا، جن مان مير علي يار ۽ مير الهيار يادگيريءَ جهڙا گذريا.

# فصل ستون ـ رضوي بکر سيد

هن خاندان جا وڏا بکر ۾ نالي نشان وارا ٿي گذريا. انهن مان سيد عبدالرزاق ولد سيد جادم هتي مشهور ٿيو. هن جي قبر شيخ حماد جماليءَ جي مقبري جي پٺيان آهي. جو مڪليءَ جي مسجد جي ذڪر ڏي آهي. انهيءَ کي اولاد ڪونه هو پر سندس ڀاءُ سيد محمد يوسف. جو سيد مبارڪ شاهه ۽ شيخ دانيال جو مريد هو. سو پنهنجن مائٽن ۽ سئوٽن کي ڇڏي بکر مان نڪتي آيو ۽ گهڻو وقت مڪليءَ تي گذارڻ لڳو. جتي ميران سيد محمد مهدي جونپوريءَ جو مڪان هو. اهو وڏو اولياءُ ٿي گذريو. عباسي قاضين جي خاندان مان شادي ڪيائين. نياڻي ڄايس. جنهن سان پنهنجي ڀائٽي سيد اسحاق ولد مير ڪمال الدين کي بکر مان سڏي شادي ڪرايائين. جو ساڻس رهڻ لڳو. انهيءَ

جو اولاد ٿيو. جنهن مان سيد محمد جعفرسجاده نشين ٿيو ۽ پوءِ سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو وڃي خليفو ٿيو ۽ ان جي مريدن جي مهمانداري وغيره جو ڪم سندس ذمي هوندو هو. اهو به ڪرامت وارو هو. چوندا آهن ته هڪڙي رن زال هئي. جنهن کي پنهنجن ٽن ڌين جي شادي ڪرڻي هئي پر هئي تمام غريب. انهيءَ ڪري هوءَ حيران پريشان رهندي هئي. هڪڙي ڏينهن هن سيد وٽ اچي نيزاريون ڪيائين. هن ڪاغذ تي ڪي لکي ڏنس ته هي کڻي وڃ: پير دادن جي قبر جي نزديڪيءَ ۾ هڪڙي وسڻ تو کي نظر ايندي، جتي ان. ڪپڙو ۽ ٻيون ضروري شيون رکيون هونديون. جيڪا گهرج هجيئي، تنهن موجب جيترو کڻي سگهين، تيترو کڻي وڃج. مگر هڪ دفعي: وري نه اتي وڃج. هوءَ زال اهو ڪاغذ کڻي پنهنجو پٽ ساڻ ڪري اتي ويئي ۽ ڪاڏي ۽ ڪپڙي جو مال. ٿانءَ ٿپو مطلب جيڪي وٽيس، سو اتان کڻي ويئي. زياده جي طمع نه ڇڏي وري به آئي. پر اتي ڪي ڪين ڏٺائين.

سيد محمد جعفر جي جاءِ تي سندس پٽ سيد قتو ويٺو. اهو به چڱو درويش هو ۽ چڱو شعر چوندو هو. پوءِ انهيءَ جو پٽ مير مرزائي يا محمد جعفر ثاني ويٺو ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ سيد حيدر علي.

سيد عنايت الله ولد سيد ڪمال الدين ته عجيب انسان هو. وڏي دولت وارو هو. جيڪي هوندو هوس. سو سڀ خدا جي واٽ ۾ ڏيئي پاڻ پوک ڪري گذران ڪندو هو. هڪڙي پيري هن جي پوک پلي ٿي. جيڪي زياده ٿيس. سو هن پنهنجي پٽ کي ڏنو ته پير پٺي تي وڃي پنهنجن ڏاڏي پوٽن سيدن کي مهماني ڪري ڪاراءِ هو اوڏي ويو. پاڻ فقيراڻي ويس ۾ ڪوزو پاڻيءَ جو کڻي اتي ويو. ڏسي ته پٽس پلاهه ٻوڙ رڌايو ڇيڻيءَ جي ٿانئن ۾ رکيو ويٺو آهي. انهيءَ ڪري چڙ آيس. لٺ کڻي سڀ ٿانءَ ڀڃي ڇڏيائين ۽ پوءِ پاڻ هڪڙي طعام مان ٿورو ڪڍي ويهي کاڌائين ۽ پنهنجي ڪوزي مان پاڻي پيتائين. سندس حال اهو فقيراڻو هوندو هو ۽ پٽس دولتمند ٿيو رهندو هو. عمر ۾ پٽ جي گهر ۾ به دفعا مس آيو. جڏهين مڪاشفه ۾ پنهنجي مرڻ جو وقت ويجهو ڏٺائين، تڏهين گهر جي ڪنجي پنهنجي نناڍيءَ پيڻ جي هٿ ۾ ڏيئي

هليو ويو. سندس وڏيءَ پيڻ کي انهيءَ ڪري رنج ٿيو. انهي کي غم ۾ ڏسي
چيائين تہ تون مون کان پوءِ هتي گهڻو نہ گذاريندين. پوءِ ٿيو بہ ائين، هن جي
مرڻ کانپوءِ سندس پٽ مير ڪمال الدين احمد خان، جنهن جو مٿي ذڪر
ڪيو ويو تہ وڏي تجمل سان رهندو هو سو فاضل خان جو ناٺي هو جو دولتمند
ماڻهو هو انهيءَ علم ۽ هنر ۾ بہ چڱو نالو ڪڍيو. گهڻا ڪتاب لکيائين. جيئن
تہ شرح ديوان حافظ ۽ اصطلاحات رضوي. سنہ 1132 هہ ۾ گذريو. ست پٽ
هئس. جن مان ٽن کي اولاد ٿيو. پهريون مير مرتضيٰ جو ٿيهن ورهين جي عمر
۾ عالم ۽ فاضل ٿيو ۽ هنر گهڻا سکيو. سپاهگيري چڱي ايندي هيس. ستن
قسمن جا خط يا اکر لکندو هو. مرزا صاحب شاعر جو شاگرد آقاتعظيما
جڏهين ٺٽي ۾ آيو. تڏهين هن جا شعر تمام پسند آيس ۽ تخلص الهام
ڏنائينس. خيال ائين ڪيل هو تہ هي سيد پنهنجي ناني فاضل خان جو
جانشين ٿيندو پر جڏهين فاضل مئو ۽ هن وڃڻ جي تياري پئي ڪئي تہ
بادشاہ جي مرڻ جي خبر پهتي ۽ شاہ عالم تخت تي ويٺو. مير مرتضيٰ هن
وٽ ويو ۽ اتي وڏو درجو حاصل ڪيائين. آخر عين جوانيءَ ۾ سنہ 1120 هہ ۾
وفات ڪيائين. هڪڙو پٽ ذوالفقار علي ڇڏيائين، جنهن کي اولاد ڪو نہ هو.

ٻيو پٽ سيد عنايت الله جو مير غلام علي هو. جنهن کي ٽي پٽ هئا:
مير مهر علي. مير نياز علي ۽ مير راز علي انهن کي اولاد ٿيو. جن مان مير محمد
شفيع ولد سيد يار محمد مشهور حاڪم ٿيو ۽ لطف علي خان لقب هوس ۽ ٻيو
مير محمد رفيع هو. مير نجم الدين بہ نالي وارو ٿيو. اهو مخدوم محمد معين جو
ياٽيجو ۽ شاگرد هو. مدرسو رکندو هو ۽ گهڻا ڪتاب تصنيف ڪيائين. ۽
منطق ۽ ڪن ٻين علمن تي رسالا لکيائين. هڪ هڪ ڏينهن کان وڌيڪ وقت
انهن جي لکڻ ۾ نہ لڳس. طوطي نامہ فارسي لکيائين. جو بخشيءَ جي طوطي
نامہ کان بهتر هو. شعر بہ چڱو چوندو هو. تخلص عزلت هوس، حياتيءَ بقا نہ
ڪيس، نہ تہ وڏي غنيمت هو. سنہ 1160هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس پٽ مير
نثار علي هو. انهيءَ خاندان مان سيد محمد رضا ۽ سيد محمد افضل ۽ سيد
محمد زمان ۽ ٻيا چڱي حال ۾ گذاريندا رهيا.

## فصل اٺون ـ بخاري سيد

سيد محمود بخاري ارغونن جي راڄ ۾ گجرات مان ٺٽي ۾ آيو ۽ سيته جي محلي ۾ اچي رهيو. فرخ واري مسجد جو امام ۽ خطيب ٿيو ۽ عيدگاهه جو به امام مقرر ٿيو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ سيد طيب ۽ پوءِ ان جو پٽ سيد رحمت الله هو. چون ٿا ته جڏهين هيءُ پوئيون سيد ننڍو هو ۽ پيءُ سان گڏجي مسجد ۾ آيو. تڏهين مسجد جي در تي هڪڙو ڪامل فقير سيد ابراهيم نالي ويٺو هو. جن عالم انهيءَ جي عمل ۾ هو. انهيءَ هن سيد جي پيءُ کي چيو ته هن ڇوڪر جي ٻانهن مون کي ڏي سيد کي هن تي اعتقاد هو. تنهنڪري پٽ جي ٻانهن انهيءَ کي ڏيئي ڇڏيائين. فقير انهيءَ ڇوڪر کي پاڻ سان وٺي ڪلان ڪوٽ تي ويو. جتي رهندو هو. ٻئي اتي رهڻ لڳا. جڏهين نيٺ انهيءَ فقير سيد وفات ڪئي. تڏهين امانت انهيءَ ڇوڪر کي ڏنائين يعني سيد رحمت الله کي جو موٽي پنهنجي گهر آيو. انهيءَ جي اولاد مان سيد جهنگل ٿيو ۽ انهيءَ جو پٽ سيد ميرڪ هو. جو نقار چين جي محلي ۾ رهندو هو ۽ عارف ٿي گذريو. انهن سيدن مان سيد لطف الله لڏي راڻيه جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو ۽ پيري مريدي پيدا ڪيائين. پوکن لهڻ تي هن کي چاليهون حصو ملندو هو. انهيءَ جا پٽ سيد محمد فاضل ۽ سيد ساجن به نالي وارا فقير ٿيا. بخاري سيدن مان پوءَ وري سيد محمد شجاع نالو ڪڍيو جو ٺٽي جي سيته محلي ۾ مسجد جامع جو امام ۽ خطيب ٿيو. ٻيو سيد عبداللطيف بخاري لڏي سيوهڻ وڃي رهيو. انهيءَ جو پوٽو عبداللطيف ثاني سنه 1124 هه ۾ گذريو. جو سال آيت يُرزق من يشاءَ وهو الحڪيم مان ٿو نڪري.

## فصل نائون ـ امير خاني ۽ گيلاني سيد

هن خاندان جو وڏو ڏاڏو امير خان سنڌ جو نواب هو ۽ انهيءَ جو ذڪر سنڌ جي تاريخ ۾ آهي. انهيءَ جو پٽ مير ابوالمڪارم. جنهن جو تخلص شهود هو سو اميريءَ هوندي فقير ٿيو ۽ ڪامل درويش ٿي گذريو.

شاعر به هو ۽ حضرت سليمان ۽ بلقيس جي مثنوي لکيائين. سيوستان ۾ دفن ٿيل آهي. ان جي پٽن مان مير امين الدين خان حسين نٿي جو نواب ٿيو ۽ اتي گذريو. انهيءَ جو پٽ مير متين الدين خان اسماعيل پيءُ جي حياتيءَ ۾ حاڪم ٿيو. انهيءَ جي پٽن مان مير محمد غوث نواب خدا يار خان عباسي يعني نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ بخشي هو. انهيءَ جو هڪڙو پٽ مير محمد ڪريم الدين پيءُ جي خدمت ۾ مقرر هو ۽ ٻيو مير ابوالمفاخر وفات ڪري ويو ۽ ٻه پٽ ڇڏيائين. مير محمد گدا ولد نواب امين الدين کي هڪڙو پٽ هو. مير ابوالمڪارم شهود جو ڦٽ مير رضي الدين شاعر ٿي گذريو. فدائي تخلص هوس. سندس ديوان آهي. سنه 1120 هه ۾ گذريو. ان جو پٽ مير حيدرالدين ابو تراب به شاعر هو. تخلص ڪامل هوس ۽ پاڻ به حقيقت ڪري ڪامل درويش هو ۽ مريد هئس. تمام پير مرد ٿي وفات ڪيائين. فارسي، سنڌي ۽ هندي ڪتاب سندس مشهور هئا. ڪتاب تحفته الڪرام جو مصنف سندس شاگرد هو ۽ وٽس مشق ڪندو هو. مير حفيظ الدين بن ابوالمڪارم شهود نظم ۽ نثر ۾ قابل هو. پيريءَ ۾ نظر گهٽ ٿي ويس.

هنن سيدن جا سئوٽ قاسم خان نمڪين جا پوٽا هئا. جو بکر ۾ رهندو هو. انهن مان مير محمد رحيم ۽ مير ڪريم ۽ مير ابو النصر ۽ مير شيرافگن ۽ مير محمد اسلم ۽ مير محمد نعيم ۽ مير قلندر سڀ هڪ ٻئي پٺيان چڱو گذاري ويا.

هاڻي گيلاني يا حسني سيدن جو ذڪر ڪنداسين. محمد حسين گيلاني هروي حضرت پير جي اولاد مان هو ۽ شاه بيگ ارغون سان هرات مان نٿي آيو. مير شهاب الدين. جنهن جو متي ذڪر آيو سو سندس نائي هو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ مير عبدالله سندس جانشين ٿيو. ان جو تخلص نازڪ هو. انهيءَ کان پوءِ مير عبداللطيف ۽ پوءِ مير عبدالعزيز پوءِ عبدالله ثاني، پوءِ سيد محمد رضا گذريو. اهو وقت خواجه محمد خليل نٿي جي ناظر جو هو. انهيءَ جو اولاد ڪونه هو پر خواجه مير شهاب الدين. جو مير محمد حسين جو نائي هو تنهن جو اولاد يادگار رهيو. تنهن کان پوءِ سيد نور شاه حسني، حضرت پير جي اولاد مان نٿي ۾ آيو ۽ شورائي خليفن جي محلي ۾ رهيو. سندس وفات ڪرڻ تي سندس

پٽ برخوردار سندس جانشين ٿيو ۽ پوءِ سيد بريشاهہ ۽ پوءِ سيد نور شاهہ ۽ پوءِ سيد پني لڏو شاهہ ٿيو. جو ڪڇ جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو.

## فصل ڏهون- علوي خواجہ

هن خاندان جو باني خواجہ محمد ولد خواجہ احمد مشهور شيخ احمد ڄام جي اولاد مان هو. اهو پنهنجي وطن ڄام مان ٺٽي ۾ آيو ۽ قاسم خانين ۾ اچي رهيو. جن جو ذڪر مٿي آيو ۽ پوءِ لڏي ٻئي محلي ۾ وڃي ويٺو. وڏو ڪامل بزرگ هو. جهانگير بادشاهہ جي راڄ ۾ ٺٽي منجهہ وڏي مرتبي سان رهيو. جي تيموري مغل انهيءَ جا مريد هئا. سندس مرڻ کان پوءِ سندس پٽ خواجہ احمد پيءُ جو قائم مقام ٿيو. انهيءَ بہ پٽ ڇڏيا: هڪڙو خواجہ عطاءُ الله ۽ ٻيو خواجہ امان الله. خواجہ عطاءُ الله تہ مشهور سخي ٿي گذريو. نقل آهي تہ هڪڙي ڏينهن هيءُ خواجہ پنهنجي گهر جي در تي ويٺو هو تہ هڪڙي زال بازار مان منهن اگهاڙي پئي آئي. خواجہ کي ڏسي منهن کٽي چادر سان ڍڪيائين. خواجہ ڇرڇي مان پڇيس تہ مائي، توڻ بازار مان منهن اگهاڙي پئي آئينءَ، مون کي ڏسڻ سان منهن کٽي ڍڪيءَ. مائيءَ ورندي ڏني تہ جن ۾ منهن کلي ٿي آيس. سي حقيقت ڪري مرد تہ ڪين آهن، پر ماڻهو ئي ڪين آهن، پر تو کي جڏهين مرد ۽ آدمي ڏٺم، تڏهين پردو ڪيم. خواجہ کي اهو جواب ڏاڍو وڻيو. انهيءَ وقت پنهنجي جاگير مان سئو خراران جا ڪٽائي پنهنجي ڪمدار کي چيائين تہ فلاڻي مائيءَ جي گهر پهچائي اچ. جو هن مون کي آدمي سمجهيو آهي.

هن جي وفات کان پوءِ سندس پٽ محمد هاشم جانشين ٿيو ۽ پوءِ انهيءَ جا پٽ خواجہ رحمت الله ۽ خواجہ فتح الله هئا. باقي خواجہ امان الله بہ ڪامل شخص ٿي گذريو ۽ شاعر بہ هو. ڪتاب بهمن نامہ سندس لکيل آهي. جنهن ۾ ست تصا شعر ۾ لکيل آهن ۽ ٻيو ڪتاب هفت اختر بہ لکيائين. جنهن ۾ پڻ ست آکاڻيون آهن. انهيءَ ٽي پٽ ڇڏيا. جن جو بہ گهڻو اولاد ٿيو. جن مان ڪن جا نالا هي آهن: خواجہ خير الله، خواجہ محمد خليل، خواجہ فضل الله، خواجہ سيف الله، خواجہ سعد الله، خواجہ شهر الله، خواجہ عنايت الله

۽ خواجہ امير الله. پونيون خواجہ اسد الله جو پٽ هو. خواجہ شهاب الدين ولد خواجہ ڪمال الدين علوي هروي، مشهور خواجہ احرار جي اولاد مان هو. جڏهين همايون بادشاهہ ايران مان ٽي موٽيو. تڏهين هرات ۾ هو خواجہ ڪمال الدين جو مريد ٿيو ۽ انهيءَ کان دعا جي مدد گهريائين. پيءُ جي نظر تي اڪبر بادشاهہ خواجہ کي گهرايو تہ سند قدر بوسي حاصل ڪري پر هن پيريءَ جو عذر ڏنو ۽ پنهنجي پٽ شهاب الدين کي ڏانهنس دهليءَ ڏياري موڪليائين. جو گهڻو وقت اتي رهي پوءِ موٽي آيو ۽ مير محمد حسين گيلاني هرويءَ جي نياڻيءَ سان شادي ڪرڻ لاءِ جا سندس مگ هئي. مرزا شاهہ بيگ سان گڏيو ٺٽي آيو ۽ اتي رهي پيو ۽ چڱي حال ۾ گذاري ويو. سندس پٽ مير ابو تراب سندس جانشين ٿيو ۽ اڪثر نيرون ڪوٽ جي ويجهو پنهنجي جاگير ۾ رهندو هو، جتي هڪڙو وڏو باغ هوندو هوس. وفات ڪرڻ تي دفن بہ اتي ٿيو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ خواجہ مير قاسم ٺٽي ۾ مشهور ٿيو ۽ پوءِ خواجہ محمد مير ۽ پوءِ خواجہ محمدشريف. جو خوشنويس هو ۽ مير سيد علي خوشنويس جو شاگرد هو. انهيءَ کان پوءِ خواجہ مرتضيٰ مشهور ٿيو. جو پهرين صاحب زاده دائود خان وٽ رهندو هو. پوءَ ميان نور محمد ڪلهوڙي جو ملازم ٿيو ۽ پوءِ ميان غلام شاهہ جو ستن ئي قلمن ۾ ان جو ثاني ڪونہ هوندو هو ۽ طبابت ۾ وري مير عبدالرزاق جو شاگرد هو. شعر ۾ سندس تخلص "مشرب" هوندو هو.

## فصل يارهون - متفرقہ سيد

مٿين مشهور ساداتن جي خاندانن کانسواءِ ڪي ٻيا سيد بہ ٺٽي ۾ رهندا هئا. جن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

(1) سيد محمد هاشم ولد سيد محمد، مرزا جاني بيگ جو همعصر هو. انهيءَ جو پٽ سيد عبدالقادر بہ مشهور هو ۽ ڪتاب حديقة الاوليا. جنهن ۾ سنڌ جي ولين ۽ بزرگن جو احوال ڏنل آهي، تنهن جو هو مصنف هو.

(2) سيد محمد حسين، جو مرزا باقيءَ جي متوسلن مان هو. مگر خبر نہ آهي

تہ اصل ڪٿي جو هو. انهيءَ جو پٽ سيد محمد طاهر نسياني مشهور ٿيو ۽ سنڌ جي تاريخ طاهري انهيءَ جي لکيل آهي.

(3) سيد عبدالغفور ڪامل بزرگ ٿي گذريو. سندس خانداني اصل جي خبر نہ پئي سگهي. انهيءَ جا بہ پٽ سيد عبدالرشيد ۽ سيد عبدالرئوف نالي وارا ٿيا. سيد عبدالرشيد عالمگير بادشاهہ جي زماني ۾ جهان آباد ۾ وڃي رهيو ۽ عربي فارسي ۽ فرهنگ تصنيف ڪيائين. هڪڙو فرهنگ منتخب ٻيو فرهنگ رشيدي ڪي ڪتاب علم مناظره ۾ بہ لکيائين. هنن سيدن کي اولاد ڪو نہ ٿيو. مير لطف الله ولد محمد شريف شيرازي انهيءَ جو ڏوهٽو آهي.

(4) مير محمد ۽ سندس پٽ مير محمود مشهور هئا، پر سندن اصل جي خبر ناهي. مير محمود قاسم خاني سيدن مان پرڻيو. چڱي عزت آبروءَ سان گذاريائون. اولاد ڪو نہ ٿين.

(5) سيد محمد علي ۽ سيد محمد باقر ٻئي پٽ سيد جميل ويٺل اصل بکر جا ۽ پوءِ جون جي ڳوٺ جا. سي قسمت سانگي لڏي ٺٽي ۾ آيا ۽ اچي رضوي سيدن واري محلي ۾ ويٺا. پهرئين ڀاءُ مير عبدالستار نالي پٽ ڇڏيو ۽ ٻئي ڀاءُ مير محمد فاضل. پوئيون چڱو خوشنويس هو ۽ لڏي ڏنڌڻ ڪيندڙن جي محلي ۾ اچي ويٺو. مير محمد فاضل کي بہ پٽ هئا، سيد محمد ۽ سيد نظام الدين. جي عالمگير بادشاهہ وٽ وڃي منصبدار ٿيا. سيد مير محمد قرآن شريف جو حافظ ۽ طالب علم ۽ خوشنويس هو ۽ بادشاهہ مٿس مهربان هوندو هو. آخر هدايت الله مشهور زرين رقم جو شاگرد ٿيو. سيد نظام الدين بادشاهہ سان گڏ دکن ۾ ويو ۽ اتي فوت ٿيو. مطلب تہ سيد محمد ايڪيهہ ورهيہ برابر بادشاهہ وٽ رهيو ۽ شاهزادي محمد ڪام بخش جو اُستاد ٿيو ۽ انهيءَ کي مشق ڪرايائين. بادشاهہ جي مرڻ کانپوءِ ٺٽي ۾ آيو ۽ اتي نيٺ اسي ورهين جي عمر ۾ سنہ 1150 هہ ۾ وفات ڪيائين. انهيءَ جو پوٽو مير محمد منوره ولد سيد اعظم فتح باغ ۾ وڃي رهيو. انهن جي اولاد مان سيد عبدالرحيم ۽ سيد جلال ۽ سيد حامد ولد سيد جلال انهيءَ محلي ۾ رهندا آيا.

(6) سيد مير محمد متعلوي وڏو بزرگ هو. خواجگان علويءَ واري محلي ۾ رهندو هو. سومرا ماڻهو سندس مريد هئا. کيس پٽ ڪو نہ هو. مگر سندس پوٽو سيد سعد الله ولد سيد بيگ محمد مازندراني هن جي جاءِ تي ويٺو ۽ مشهور ٿي گذريو ۽ سنہ 1167 هہ ۾ آسي ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين. مرزا عبدالڪريم انهيءَ جي خاص مريدن مان مشهور ٿيو.

## فصل ٻارهون- ملتاني شيخ

شيخ بهاو الدين زڪريا ملتانيءَ جو اولاد ساريءَ سنڌ ۾ آهي. اُهي پيريءَ مريديءَ جو سلسلو قائم رکندا آيا آهن. انهن مان جيڪي ٺٽي ۾ هئا. تن مان ڪي نالي وارا ڄڻن ٿا، سيني ۾ وڏو پير شيخ عالي هو جو شيخ بهاوالدين جو ڏهٽو هو ۽ ترخانين جي زماني ۾ سير ڪندو ٺٽي ۾ اچي نڪتو ۽ مير سيد علي شيرازيءَ جي باغ ۾ اچي لٿو. نار وهندڙ جو آواز ٻڌي هڪڙي وڻ جي ڇانو ۾ آرام ڪيائين. باغائي شام جي وقت ڏاند ڇوڙي شهر ڏي ويو. شيخ کي نار جو آواز اهڙو وڻي ويو هو. جو سندس خاطر ساري رات نار پئي وهيو. باغ ۾ پاڻي ايترو گهڻو ٿي پيو. جو وڻن جا ڇلها ۽ ٻارا تہ پر جي اٿلي پيا پر گهڻا ننڍيا وڻ بہ ڪري پيا. باغائي اها حرڪت فقير جي سمجهي باغ جي مالڪ سيد عليءَ وٽ دانهين ويو. سيد حڪم ڏنو تہ فقير کي باغ کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. فقير کي جو باغ مان ڪڍيائون تہ اهو وڻ جنهن هيٺ فقير ويٺل هو ۽ اهو باغ جو چمن جنهن کي فقير اتان ويندي ڏٺو ۽ خوش ٿيو. سي ساڻس باغ مان نڪري ويا. سيد علي فقيرن درويشن ۾ اعتقاد رکندڙ هو. سو هن کي جڏهين اها خبر ملي، تڏهين هڪدم باغ ۾ اچي فقير جي قدمبوسي ڪيائين. ڪيترن ماڻهن فقير جي اها ڪرامت ڏسي اچي سندس مريدي اختيار ڪئي. انهيءَ کان پوءِ شيخ اڪثر مڪليءَ تي گذاريندو هو ۽ جتي هاڻي دفن ٿيل آهي. اتي وهندو هو. ڪن ڏينهن کان پوءِ شادي ڪيائين ۽ چار پٽ ٿيس. هڪڙو هو ابو محمد. جنهن ننڍي هوندي ئي ڪرامتون ڏيکاريون. هڪڙي ڏينهن ڪٿي ويٺو هو تہ مريدن سندس پير ۽ ٻڪيون گپ ۾ پريل ڏٺيون. سبب

پڇيائونس. چيائين تہ اسان جو هڪڙو مريد ٻيڙيءَ ۾ چڙهيو ٿي آيو ٻيڙيءَ وچي گپ ۾ گتي، اسان کي مدد لاءِ سڏ ڪيائين وچي ٻيڙيءَ کي ڪڍيوسين. جڏهن اهو مريد آيو. تڏهين ڳالهہ ڪيائين تہ انهيءَ تاريخ برابر ٻيڙي گتي هئي ٻيو پٽ صالح يا فاضل محمد هوس. ٽيون ولي محمد ۽ چوٿون شيخ محمد فاضل. پهريان ٽي پيءُ جي جيئري مري ويا. باقي شيخ محمد فاضل، سو پيءُ جهڙو ڪامل درويش هو. پيءُ جي وفات جي ڏينهن کان ڏينهن تائين فقير گڏ ڪري انهن کي ماني کارائڻ جي ڪيائين. شيرازي سيدن کي بہ انهيءَ ڏينهن فقير کارائڻا هئا. شيخ وٽ وڏيڪ فقير ويندا ڏسي سيد جلال ولد سيد علي شيرازيءَ کي ريس ٿي. فقيرن کي شيخ وٽ وڃڻ کان منع ڪيائين ۽ سيدن جي مانيءَ تي حاضر رهڻ لاءِ زور ڪيائين. شيخ جي ماني تي تہ ٻيا ٻاهر جا فقير بہ گهڻا اچي گڏ ٿيا، پر سيد جي مانيءَ تي ماڻهو ئي ڪونہ حاضر ٿيو. جڏهين شيخ کي منت آزي ڪري فقيرن جي اچڻ جي رخصت ورتائين، تڏهين هو فقير اچي گڏ ٿيا. انهن کان پڇيو ويو تہ اڳي ڇو نہ حاضر ٿيوءِ؟ هنن چيو تہ اسين سچو ڏينهن پٺي رُليا آهيون ۽ رات جو وري اچي پنهنجن پهرين پيرن تي ٻيٺا آهيون. انهيءَ وقت کان پوءَ شيخ ۽ سيد جي پاڻ ۾ دوستي ٿي ۽ اڳتي هڪ ٻئي وٽ پيا ايندا ويندا هئا. شيخ جي اولاد مان شيخ محمد واصل جي نياڻيءَ جي شادي شاهہ عبدالله قريشي ملتانيءَ جي پٽ شيخ ضياءُ الدين سان ٿي. هنن کي شيخ محمد ملوڪ نالي پٽ ڄائو. جو ننڍي هوندي ئي مري ويو. شيخ ضياءُ الدين سيرجي لاءِ هندستان ڏي ويو ۽ موٽي نہ آيو. ان جو پاءُ شيخ محمد رضا اتي ئي رهيو. جڏهين شيخ محمد واصل وفات ڪئي ۽ اولاد ڪونہ هوس، تڏهين هو سجادي تي ويٺو. ڪڪرالہ تعلقي جي ڪاري جا قريشي پيرزادا هنن جا سئوٽ آهن ۽ هڪڙي ڏاڏي جو اولاد آهن. شيخ محمد رضا کان پوءِ سندس پٽ شيخ زين العابدين گاديءَ تي ويٺو. پهرين ڪرامتون ڏيکاريندو هو پوءِ گوشہ نشين ٿي رهيو ۽ سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ دائم شاهہ سندس قائم مقام ٿيو.

باب ڇهون

# ٽئي جو بيان

# پاڱو ٻيو- قاضين ۽ عالمن بابت

## فصل پهريون – قاضين بابت

1. قاضين جي خاندانن مان سڀني کان قديم قاضي نعمت الله جو قبيلو آهي، جو نسب ۾ وچي عباسي خليفن سان ٿو لڳي. جڏهين عباسي خاندان جا گماشتا سنڌ ۾ حاڪم هئا، تڏهين اتي جا آيل آهن. مٿيون قاضي ڄام صلاح الدين جي زماني ۾ نهايت معتبر هو. مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي تہ سيد احمد شيرازي انهيءَ قاضيءَ جي نياڻي سان شادي ڪئي ۽ ڪيس چار پٽ ناليوارا ٿيا. انهن مان پهريون قاضي سائين ڏنو وڏو عالم ۽ فاضل ۽ پرهيزگار هو. ٻيو قاضي نعمت الله ثاني بہ وقت جو علامہ هو ۽ مرزا عيسيٰ ۽ مرزا باقيءَ جو همعصر هو. انهيءَ جو پٽ رحمت الله ۽ وري انهي جو پٽ شيخ عبدالشهيد بہ وڏا بزرگ هئا ۽ سمات جي پرڳڻي بڪاري ۾ رهندا هئا. انهيءَ ڪانپوءِ پشت بہ پشت شيخ عطاءُ الله ۽ شيخ عبدالشهيد ثاني ۽ شيخ احمد ۽ شيخ ابوالحسن هلندا آيا، پونيون اولاد ڪان سواءِ مئو.
2. قاضي حماد بہ قديم عباسي خليفن جي قاضين جي نسل مان هو ۽ ڪامل ۽ پرهيزگار ۽ نامور شخص ٿي گذريو. انهيءَ جي پٽ قاضي صدو گهڻن اوليائن جي صحبت ڪئي ۽ پاڻ بہ گهڻن کي فيض پهچاياائين. شيرازي سيدن جي مقام ۾ دفن ٿيل آهن. قاضي محمود وقت جو علامو بہ قاضي نعمت الله ثاني جي سئوٽن مان هو ۽ مرزا عيسيٰ ۽ مرزا باقيءَ جي زماني ۾ رهندو هو، وڏو عالم هو ۽ گهڻا ڪتاب لکياائين. جن مان تذڪرة الاوليا ۽

حواشي متين مشهور آهن. انهيءَ کي ٻه پٽ ٿيا. هڪڙو قاضي عبداللطيف. جنهن کي اولاد ڪو نه ٿيو ۽ ٻيو قاضي قطب الدين. جو وڏو عالم ٿي گذريو ۽ شيخ عبدالمجيد نالي پٽ ڇڏيائين. جو جهڙس ٿي هو. انهيءَ جو پٽ شيخ محمد زاهد ۽ انهيءَ جو پٽ شيخ ابو تراب ۽ انهيءَ جو پٽ شيخ محمد زمان هو. جنهن کي اولاد ڪو نه ٿيو.

3. قاضي وجه الدين وقت جو يگانو ترخانين جي عهد ۾ هو ۽ مٿئين عباسي قبيلي مان هو. انهيءَ کي اولاد ڪو نه ٿيو.

4. قاضي عتيق الله عباسي اصل سيوستان جو هو ۽ مرزا جاني بيگ جي وقت ۾ ٺٽي ۾ آيو. ڪامل مرد هو. ملاً محمد علي ديوان ڪان سگ ورتائين. اُن جو پٽ شيخ عزت الله قابل انشا پرداز هو. انهيءَ قبيلي مان شيخ عبدالرشيد طالب علم هو ۽ حال ۾ قال وارو ٿيو. قاضي ابراهيم. جنهن جو هيٺ ذڪر ايندو. سو سندس شاگرد هو. قاضي عبدالله به سيوستاني قاضين مان هو ۽ اصل عباسي قاضين جي اولاد مان هو چون ٿا ته ڄام نظام الدين جي عهد ۾ هن بزرگ جو لاشو پاڻهي غيبي مدد سان مڪليءَ تي اچي نڪتو ۽ شيخ حماد جماليءَ جي قبي جي پنيان دفن ڪيو ويو. ماڻهن کي اهو اعتقاد هوندو هو ته جيڪو طالب علم ست خميسون برابر هن بزرگ جي زيارت ڪندو سو ڪامل ٿي پوندو.

5. قاضي شيخ محمد اُچ وارو نسب ۾ آل جعفر مان هو. جو عالمن جو مشهور قبيلو ٿي گذريو آهي. پهرين هرات مان اُچ ۾ آيو ۽ پوءِ ڄام نظام الدين جي راڄ ۾ جڏهين سيدن ميران محمد مهدي جونپوري ٺٽي ۾ آيو ۽ وقت جا عالم انهيءَ تي ڪفر جي تهمت آڻڻ لڳا. تڏهين هن قاضيءَ علم جي زور تي هنن جي تهمت ڪوڙي ثابت ڪئي ۽ هن سيد ڪيس دعا ڪئي. تنهن ڪري انهيءَ جو خاندان گهڻي تائين هليو آيو. هيءَ قاضي اُچ ۽ ملتان جي گڙ ٻڙ وقت بکر ۾ اچي رهيو. جڏهين قاضي سيد شڪر الله شيرازي ٺٽي جي قضا جي استعيفا ڏني تڏهن مرزا شاهه حسن. جو هرات ۾ به هن قاضيءَ ۽ ان جي وڏن سان واقف هو. تنهن هن کي سڏي ٺٽي جو قاضي ڪيو. مرزا عيسىٰ ترخان جي حڪومت جي منڍ ۾ هن

وفات ڪئي ۽ ٻه پٽ ڇڏيائين. شيخ احمد ۽ شيخ فريد. قاضي احمد پيءُ جي جاءِ تي قاضي ٿيو ۽ انهيءَ کان پوءِ قاضي فريد ويٺو جو پڻ عالم هو. هن کي ٻه پٽ شيخ علي محمد ۽ شيخ نور محمد هئا. پهريون پيءُ جي جاءِ تي ويٺو ۽ ٻه پٽ ڇڏيائين. قاضي محمد حسين ۽ شيخ فريد ثاني. هن شيخ فريد کي ٻه پٽ هئا. شيخ علي اڪرم ۽ شيخ زين الدين. قاضي شيخ علي محمد جي گذرڻ کانپوءِ سندس ڀاءُ نور محمد سندس قائم مقام ٿيو ۽ پوءِ قاضي محمد حسين قاضي ٿيو. پوءِ ان جو پٽ قاضي محمد يحيٰ جو پيءُ جو جيئري سندس پيريءَ ۽ نظر جي گهٽ هئڻ ڪري قضا جي مسند تي ويٺو. سندس مسند نشينيءَ جي تاريخ نافذ الامر لڏي هئائون. ڪالنس پوءِ وري سندس ڀاءُ قاضي محمد امين مسند نشين ٿيو. جنهن جي جلوس جي تاريخ الحافظ لحدود الله لڏائون. هيءَ قاضي قضا جي حڪم کان سواءِ ڪي ڏينهن بادشاه جو نائب ديوان به ٿيو ۽ سنه 1160 هه ۾ وفات ڪيائين. هن کي ٻه پٽ هئا. شيخ عبدالله ۽ شيخ عبدالرئوف. انهيءَ کان پوءِ قاضي محمد محفوظ ولد قاضي محمد يحيٰ قاضي ٿيو ۽ سنه 1173 هه ۾ وفات ڪيائين. سندس جاءِ تي سندس پٽ قاضي محمد يحيٰ ويٺو.

6. شيخ محمد باقر. جو قاضي محمد حسين جو ٽيون پٽ هو سو عالم باعمل ۽ فقير ۽ سالڪ مجذوب هو ۽ ان جو پٽ شيخ غلام علي به عالم ۽ مجذوب هو. انهيءَ جو پٽ ميان مهر علي خاندان جي نشاني رهيو.

## فصل ٻيو- عالمن فاضلن ۽ مخدومن بابت

1. سيني کان وڏو **شيخ صدرالدين** ٿي گذريو. جو ڄام نظام الدين جو همعصر هو. وڏو عالم هو. هزارين سندس شاگرد هئا. جڏهين ميران محمدي مهدي جونپوري تازو وارد ٿيو. تڏهين هيءُ بزرگ به پهرين سندس برخلاف هو. پر پوءِ سندس پڪو مريد ٿيو.

2. **مخدم رڪن الدين**. ٺٽيءَ وارو مخدوم بلال جو خليفو هو. سندس گهڻا مريد هئا. حديث جي جي علم ۾ ماهر هو. شرح اربعين ۽ شرح گيلاني ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب لکيائين. سنه 949 هه ۾ وفات ڪيائين

۽ مڪليءَ تي رکيو ويو.

3. **مخدوم ميران** ولد مولانا يعقوب نقلي ۽ عقلي علمن جو عالم هو. مرزا شاهه حسن جو استاد هو. پيا بہ گهڻا مشهور ماڻهو سندس شاگرد هئا. سنہ 949 ھہ ۾ وفات ڪيائين. علامہ وارث الانبيا سندس تاريخ آهي. مڪليءَ تي رکيل آهي. مولانا عبدالرحمان بہ مشهور علاّمو هو ۽ مرزا عيسيٰ ۽ مرزا باقيءَ جي زماني ۾ رهندو هو. مولانا ڪريم الدين بہ ساڳئي وقت ۾ عالم ۽ فاضل شخص هوندو.

4. **مخدوم فضل الله** بہ مرزا عيسيٰ ۽ مرزا باقيءَ جي وقت ۾ وڏو عالم ۽ مدرّس هو. سندس پٽن مان مخدوم ابوالخير بہ وڏو عالم ٿيو ۽ فتاويٰ عالمگيريءَ جي لکڻ ۾ مدد ڪيائين. مُلاّ اسحاق ۽ ان جو پٽ ڪمال الدين بہ مشهور عالم هئا.

5. **مخدوم فيروز** پنهنجي وقت جو وڏو اڪمل عالم ٿي گذريو. شاهہ جهان بادشاهہ جي وقت ۾ هن مخدوم جو پوٽو قاضي ابراهيم وٽس وڏي درجي وارو هو ۽ جهان آباد جو مفتي ۽ لشڪر جو قاضي هو. ٺٽي جو امين مقرر ٿي آيو. هن جي لاءِ ڏيڍ لک رپيا خرچ ڪري حويلي ٺهرائي هئائون. جڏهين آيو، تڏهين اها پسند نہ آيس. ٺٽي جو نواب تڏهين هڪڙو هفت هزاري امير هو. هفتي ۾ هڪڙو ڏينهن سندس حاضريءَ ۾ ايندو هو جو هو عام ڪچهري ڪندو هو. ساڳيءَ طرح پاڻ بہ هفتي ۾ هڪڙو ڏينهن نواب وٽ ويندو هو. هن قاضي ۽ مخدوم جي نسبت ۾ عجيب غريب ڳالهيون ڪتابن ۾ لکيل آهن. هڪڙو ڪتاب وارو ٿو لکي تہ هڪڙي ڏينهن آءٌ ميرڪ شيخ کي مبارڪ ڏيڻ ويس، جو بادشاهہ کان وڏو عهدو عطا ٿيو هوس. گهڻا ماڻهو ويٺا هئا تہ اوچتو هڪڙو شخص فقيراڻي پوشاڪ ۾ اتي آيو. ميرڪ شيخ ڏاڍي تعظيم ڏنيس. پڇا سان معلوم ٿيو تہ اهو شخص هڪڙو وڏو عالم آهي. جنهن کي جنّ تابع آهن. ٽئين ڏينهن آءٌ هن جي جاءِ تي ويس انهي لاءِ تہ هن جي ملاقات ڪريان. منهنجي خبر ٻڌي هو مٿان ماڙيءَ تان لهي آيو. جتي خلوت ۾ ويٺو هو، سوڻ کي چيائين تہ مون کي ڪٿي ڪو ڪم آهي.

اوهين هلي مٿي ويهو. آءٌ به اچان ٿو. پوءِ فراغت سان اوهان سان صحبت ٿو ڪريان. جڏهن مٿي ويس. تڏهين ڏسان ته ڪچهري لڳي پيئي آهي ۽ وڏين پڳن سان ڪي بزرگ ويٺا آهن. مون کي ڏسي اٿيا ۽ مٿي جاءِ ڏنائون. ٿن چئن کي ڪتاب هٿن ۾ هئا. علمي بحث پئي هليو. آءٌ به انهيءَ بحث ۾ شامل ٿيس. ٿوري ڪان پوءِ اهو گهر جو مالڪ آيو. سڀيئي اٿيا. آءٌ اڳيرو ٿي هن کي گڏيس. مون کان پڇيائين ته اوهان کي تڪليف ٿي هوندي. مون چيو ته نه مون هنن بزرگن سان صحبت پئي ڪئي. پاڻ چيائين ته ڪهڙا بزرگ. ڪنڌ ورائي ڏسان ته هڪڙو به ماڻهو ڪونهي. جاءِ خالي پيئي آهي. مون کي ڏڪڻي وٺي ويئي ۽ آءٌ بيهوش ٿي ويس. شيخ مون کي هوش ۾ آندو. پئي پيري هن ڪي پهڻيون ڪڍي هٿ ۾ ڦيرايون ته موتي ۽ جواهر ٿي پيا. جي تحفو ڪري بادشاهه کي ڏنائين.

انهيءَ قاضي ابراهيم کي به ناليوارا پٽ هئا. هڪڙو شيخ امان الله جو ستيار جي پرڳڻي ۾ پنهنجي جاگير تي رهندو هو ۽ اتي گذريو ۽ ٻيو شيخ عنايت الله جو به آسپاس رهندو هو. قاضيءَ جا ڏهٽا محمد يحيٰ ۽ محمد امين ۽ شيخ محمد باقر چڱي حال ۾ رهيا ۽ قاضيءَ جو پاٽ محمد ڪريم نيرون ڪوٽ ۾ پنهنجي جاگير ۾ گذريو ۽ سندس پاٽيو قاضي محمد اڪرم بنوري جي پرڳڻي جو قاضي هو. انهيءَ جي اولاد مان قاضي عبدالجميل ۽ ميان ابوالمعالي هئا. پونيون ته ٺٽي ۾ عدالت جو داروغو هو ۽ سندس پٽ يار محمد ۽ عبدالواسع هئا. عبدالواسع ابو الفتح قابل خان جو پاٽيجو هو. جو عالمگير بادشاهه جو مير منشي هو.

6. **مخدوم عثمان** ولد مخدوم بهاوالدين ميان سجن صديقي، اصل اُچ جو رهاڪو هو ۽ مرزا جاني بيگ جي زماني ۾ ٺٽي ۾ آيو ۽ مُلا محمد علي ديوان جو نائب ٿيو ۽ پوءِ خزانچي مقرر ٿيو. جڏهين مرزا گرفتار ٿي دهليءَ ڏي اڪبر بادشاهه وٽ ويو. تڏهين هو به ساڻس ويو جڏهين وري ملڪ مرزا جاني بيگ کي مليو تڏهين وري اڳوڻي نوڪري ٿي مليس، ۾ پيري جي عذر تي هن نه ورتي ۽ زمين ڪڪر وٺي ٺٽي ۾ گوشه نشين

ٽي رهيو. چار پٽ ڇڏيائين: محمد امين. عبدالواسع. عبدالجليل ۽ عبدالملڪ. وڏو پٽ شيخ محمد امين قابليت جي ڪري سڀ ڪنهن نواب يا صوبدار جو مستوفي ٿي ٿيو. انهيءَ کي ٽي پٽ هئا: محمد شفيع ۽ محمد مراد ۽ محمد رفيع. انهن کي به اولاد ٿيو.

محمد امين جو ڀاءُ شيخ عبدالواسع، جعفر خان جو منشي ۽ خوشنويس هو. انهيءَ جو پٽ عبدالهادي شاهه بندر ۽ لاهري بندر جو منشي هو. انهيءَ جو پٽ محمد محسن هو.

ٽيون ڀاءُ شيخ عبدالجليل به جعفر خان شاهجهانيءَ وٽ مير منشي هو. انهي کي به پٽ هئا: محمد محسن ۽ عبدالعليم. پهريون ٺٽي ۾ خزانچي هو. پوءِ بئي ڀاڱر دکن ويا ۽ اتي مئا. عبدالعليم کي به پٽ هئا: محمد ظهير ۽ عبدالرشيد. اهي خزاچي ٿيا. پوئيون سنه 1146 هه ۾ گذريو.

چوٿين ڀاءُ شيخ عبدالملڪ کي محمد تقي نالي پٽ هو. جو حج ويو ۽ اتان موٽي سورت بندر ۾ وڃي رهيو ۽ اتي گذريو. انهيءَ جو پٽ محمد اسعد اتي رهيو.

7. **مخدوم حامد** وڏو عالم ۽ قاضي هو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ مخدوم صابر سندس جانشين ٿيو ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ مخدوم ابوالبقا ۽ پوءِ مخدوم حامد ثاني ۽ پوءِ ان جو پٽ قاضي محمد امين ۽ پوءِ وري به قاضي حامد ثالث ٿيو.

8. **قاضي محمد قاسم** وڏو عالم ۽ فاضل ٿي گذريو. انهيءَ جو پٽ قاضي قاضن ته وڏو عالم ۽ ڪامل عارف هو.جنهن جو نالو مٿي به آيو آهي. انهيءَ کي چار پٽ هئا: محمد يعقوب. عبدالغفار. محمد شفيع ۽ محمد صالح. محمد يعقوب بکر جو قاضي ٿيو ۽ ٽي پٽ ڇڏيائين: محمد اشرف. محمد رضا ۽ محمد خليل. محمد اشرف گهڻو وقت دهليءَ ۾ گذاريو ۽ خوشنويس به هو شاعر به هو. سندس ديوان به موجود آهي ۽ سندس پٽ محمد فاضل ٺٽي ۾ بخشي هو. انهيءَ جا پٽ عبدالجميل ۽ غلام حسين هئا.

محمد اشرف جو ڀاءُ محمد رضا بادشاهي ڪارخانن جو امين ۽ منصبدار هو. انهيءَ جو پٽ محمد نعيم هو ۽ انهي جو پٽ محمد رفيع.

جو جهان آباد ۾ هو ۽ خانيءَ جو لقب مليس ۽ پڇاڙيءَ ۾ ٺٽي ۾ اچي رهيو. انهيءَ جو پيو پاڻ محمد خليل قاضي ابوالبقا جو مائٽ هو ۽ قضا جي عهدي تي رهيو ۽ پوءِ جهان آباد ويو.

قاضي قاضن جو وڏو پٽ عبدالغفار وڏو عالم هو ۽ اسدالعلما لقب هوس. هِه پٽ ڇڏيائين: محمد ظهير ۽ محمد قيوم. قاضي محمد ظهير ٺٽي جو قاضي هو پوءِ لاهور جو قاضي ٿيو. پوءِ اورنگا بندر جو قاضي ۽ محتسب ٿيو. لاهور ۾ وفات ڪيائين. گهڻن ڪتابن جون حاشيون لکيائين ۽ قاضي محمد قيوم بہ مشهور ٿي گذريو. انهيءَ جو پٽ ميان عبدالملڪ ٺٽي جو قاضي ٿيو.

مٿئين قاضي محمد قاسم جو پاءُ مُلا احمد. شاهہ فتح الله شيرازيءَ جو شاگرد هو ۽ ابوالفضل ۽ فيضيءَ جو همسبق هو. جي اڪبر بادشاهہ وٽ برگ هئا. ٿوري وقت تائين ٺٽي جو قاضي بہ هو. مڪليءَ تي سندس رانڪ مشهور آهي. انهي جا پٽ هئا. مخدوم محمد ۽ مخدوم عمادالدين. پهريون ٺٽي جو صدر هو ۽ اولاد ڪونہ ٿيس. ۽ ٻيو مخدوم عمادالدين مير عدل مقرر ٿيو. انهيءَ کي ٻہ پٽ هئا: محمد يوسف ۽ ابوالفضل. محمد يوسف کي محمد حسن ۽ عبيدالله ٻہ پٽ هئا. محمد محسن مير عدل ۽ صدر مقرر ٿيو ۽ نهايت مشهور ٿيو ۽ وڏي عمر ۾ وفات ڪيائين ۽ اولاد ڪونہ هوس. سندس ڏهٽو ميان غلام محمد باقي رهيو.

مولانا دائود مفتي مٿئين مُلا محمد صدر جي سئوٽن مان هو ۽ عالم هو. سندس پٽ مخدوم ابو لاقاسم بہ وڏو عالم مدّرس هو ۽ گهڻا شاگرد هئس. عالمگير بادشاهہ هن کي وڪيل شرعي مقرر ڪيو. سنہ 1113 هہ ۾ وفات ڪيائين. جو سال ذهب العلم من السند مان ٿو نڪري. ان جو پٽ ميان عبدالله ڇهہ آڱر و بہ مشهور ٿيو ۽ وري ان جو پٽ محمد امين ۽ ان جو پٽ ميان يار محمد بہ صالح مرد هو. جو ٻہ پٽ ڇڏي مئو جن مان پهريون ابوالخير هو. جو علميت جي ڪري مشهور ٿيو. نواب قباد خان عالمگيري سندس شاگرد هو. سندس پٽ ميان ڪرم الله هو ۽ ان جو پٽ مُلا عبدالشڪور ۽ ان جو پٽ

محمد صلاح هو جي سڀ عالم هئا. پوئين کي اولاد ڪو نہ ٿيو. مُلا محمد جهانگيري بہ قاضي محمد قاسم ۽ مُلاّ احمد اڪبري جي سئوٽن مان هو. اهو پهرين نورجهان جو استاد ٿيو. پوءِ مهابت خان جي مخالفت ڪري ۽ ٻئي ڪنهن قصور ڪرڻ ڪري قتل ڪيو ويو. سندس وصيت موجب سندس لاش ٺٽي ۾ آندي ويئي. انهي کي اولاد ڪونہ هو.

9. **مُلا محمد دماغي شاهجهاني.** انهيءَ شاهزادي جي ٺٽي ۾ اچڻ وقت جامع مسجد جو امام مقرر ڪيو ويو هو ۽ جڏهين شاهزادو بادشاهہ ٿيو. تڏهين هن کي وڏو مرتبو ڏنائين. اولاد ڪو نہ هوس.

10. **مخدوم علي قاري** مرزا جانيءَ جي زماني ۾ ٺٽي ۾ آيو. عالم فاضل هو ۽ سندس پٽ عبدالمجيد بہ جهڙس ئي هو. انهي کي بہ پٽ هئا: عبدالحي ۽ عبدالرئوف. عبدالحي تاجر هو ۽ ان جو پٽ محمد منعم قابل خان جو نائي ٿيو ۽ وڏي جمعيت ۽ دولت کي رسيو. انهي جو پٽ ميان اسد الله هو. جو شاعر ٿي گذريو ۽ روشن تخلص هوس. عبدالرئوف متصدي ٿيو ۽ سندس پٽ محمد باقر بہ پيءُ جي ڪم تي رهيو. اهو بہ ابو الفتح مير منشيءَ جو نائي ۽ دولتمند ٿيو. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ طبيعت ڦري ويس ۽ مجذوب سالڪ ٿي پيو ۽ گهر ويران ڪري ڇڏيائين. شعر ۾ جوُيا تخلص هوس ۽ شاهيءَ جو لقب مليس. سندس ديوان موجود آهي.

11. **مخدوم عبدالجميل** – اصل لاهري بندر جو رهاڪو هو. مشهور فاضل ٿي گذريو. ٽي پٽ هئس: ابو الفتح. محمد شريف ۽ محمد شفيع. ابو الفتح شاهہ جهان جي راڄ ۾ جڏهن شاهزادو اورنگزيب ملتان ۾ آيو هو ۽ شاهہ بندر ۽ لاهري بندر. جي سندس والده بيگم جي جاگير ۾ هئا. تن جو حساب ٿي ورتائين. تڏهن هن مخدوم کي هڪڙو محرر مقرر ڪيائين. پوءِ شاهزادي جو منشي ٿيو ۽ اهڙي قابليت ڏيکاريائين. جو هو مٿس زياده مهربانيون ڪرڻ لڳو ۽ نيٺ سندس بادشاهي جي وقت مير منشي ٿيو ۽ قابل خان خطاب مليس. سندس انشائون مشهور آهن. سندس ڀاءُ محمد شريف بہ قابل هو ۽ جڏهين

پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ ابوالفتح گوشہ نشين ٿيو تڏهين هن پاڻس سندس جاءِ پري ۽ قابل خان ٿيو ۽ انهيءَ جون انشائون بہ مشهور آهن. انهن جو ٽيون پاءُ محمد شفيع عالم بہ هو ۽ سالڪ بہ هو. عالمگير بادشاهہ سندس امتحان ورتو ۽ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وڏو مرتبو ڏنائينس.

12. **مخدوم فيض الله** — وڏو عالم ۽ بزرگ هو. سيد علي شيرازي ۽ سيد جلال سندس شاگرد هئا. انهن جا اولاد سندس گهڻو ادب رکندا هئا. ۽ تبرّڪ جي لاءِ سڀ ڪنهن پار جي پهرين فرهي انهيءَ کان لکائيندا هئا. آگر ڳوٺ ۾ رهندو هو. انهيءَ جي ادب کان سيد علي ننديو ۽ ٻيا انهي ڳوٺ ڏي پير ڊگها ڪري نہ سمهندا هئا.

13. **مخدوم حمزه** واعظ ڪرامت وارو شخص ٿي گذريو. چون ٿا تہ هڪڙي شخص حاجي حمزه نالي آخوند محمد باقر طالب علم جي ڏاڏن مان ٻارهن حج ڪيا ۽ حرمين ۾ رهي پيو. جڏهين وطن جي حب کان نتي ڏي اچڻ جو خيال ڪندو هو. تڏهين ڪنهن نہ ڪنهن سبب اچڻ جو اتفاق نہ ٿيندو هو. ائين ڪندي ڏهہ ورهيہ گذري ويس. ڪنهن شخص چيس تہ اڌ رات جي وقت هڪڙو ماڻهو بيت الحرم جي فلاڻي ڪنڊ تي تهجد پڙهندو آهي. تنهن جو وجي دامن قابو جهليندين تہ تنهنجي مراد حاصل ٿيندي. هن ائين ڪيو. اهو شخص مخدوم حمزه واعظ هو. هن گهڻو ئي پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن نہ ڇڏيس. نيٺ مخدوم چيس تہ پير منهنجي پيرن تي رک ۽ هٿ منجهن هٿن ۾ ڏي ۽ اکيون ڪٽي پور. هن ائين ڪيو. وري چيائينس تہ هاڻي اکيون پٽ تہ ڏسي تہ نتي جي عيدگاهہ ۾ وينو آهي. هن کي چيائين هيءَ تنهن جو وطن آهي، هاڻي گهر هليو وڃ. پر متان اها ڳالهہ ڪنهن ٻئي سان ڪئي اٿيئي، جي ڪندين تہ ايمان کسجي ويندءِ انهي مخدوم جي نسبت ۾ هي بہ ذڪر لکيل آهي. هڪڙي ڏينهن ڪو ماڻهو مڪليءَ جي زيارت تي ٿي ويو تہ وطايہ فقير مجذوب منهن ۾ مليس. جو موٽيو ٿي آيو. هڪڙو ٻيو مجذوب فقير بہ مڪليءَ ڏي ٿي ويو. انهيءَ کي وطايہ فقير سڏي چيو تہ اڄ ايڏي چو ٿو

وڃين؟ مخدوم حمزه اڄ وفات ڪئي آهي. ۽ حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن هن جي جنازه نماز پڙهائڻ ٿا اچن. اڄ تہ هلي انهن سان شامل ٿيون. اهو شخص جڏهين مڪليءَ تان موٽي شهر ۾ آيو. تڏهين معلوم ٿيس تہ برابر مجذوب حمزو مري ويو آهي. وڃي جنازه نماز ۾ شامل ٿيو. پهرين تڪبير سڀ ڪنهن غيب مان ٻڌي. پوءِ ظاهري امام نماز شروع ڪئي.

14. **مولانا محمد طاهر** – اصل شيرازي هو. جو پوءِ ٺٽي ۾ اچي رهيو. فاضل ۽ عالم هو. ٽي پٽ ڇڏيائين: ابو طالب. عبدالغني ۽ ابو الفضل. ابو طالب چڱو طالب علم هو. سندس پٽ شيخ عنايت الله منصبداريءَ ۾ عزت سان گذاريو. انهيءَ کي اولاد ڪو نہ هو. باقي ڌيئتا هئس. جن مان ڪڪرالہ جي قاضي محمد فاضل جو اولاد ۽ تحفتہ الڪرام جو مصنف هئا. عبدالغني ۽ ابوالفضل بہ منصبدار هئا. ابوالفضل جو پٽ محمد حسن گهڻو وقت جهان آباد ۾ رهيو ۽ عالمگير جي راڄ کان وٺي محمد شاهہ بادشاهہ جي راڄ تائين جواهر خاني جو نائب هو ۽ سنہ 1171 هہ ۾ تمام ٻڍو ٿي گذريو ۽ سندس پٽ محمد يار سندس قائم مقام ٿيو.

15. **مخدوم لقمان** – مرزا جاني بيگ جي زماني ۾ شهر جو محتسب هو ۽ سندس پوٽو عبدالجميل خرواري. توڙي انهي جو پٽ محمد سليم ۽ انهي جو پٽ محمد اڪرم ۽ انهي جو پٽ عبدالواحد چڱو وقت گذاري ويا. مخدوم عبدالرشيد بصير بہ چڱو طالب علم ۽ حال ۽ قال وارو ٿي گذريو. اولاد ڪو نہ هوس. ميان آدم متقي ۽ ميان عبدالنبي خائف ۽ ميان عبدالرحيم مدرس ۽ ميان لطف الله مدرس ۽ مخدوم برهان مدرس ۽ مخدوم عنايت الله مدرس. جنهن جا شاگرد مخدوم ضياءُ الدين ۽ محمد معين هئا. ۽ مخدوم طالب الله ولد شيخ عبدالله اصل بدين وارو ۽ سندس پٽ بيگ محمد جن کي عالمگير بادشاهہ ڏهہ هزار دام انعام ۽ هڪ رپيو روزانو مدرسي جي خرچ لاءِ عطا ڪيو ۽ شيخ عبدالرحمان حقاني ۽ سندس پٽ حامد خان. اهي سڀ شخص ٺٽي ۾ عالم فاضل مدّرس ۽ معلم ٿي گذريا.

16. **مخدوم اسحاق** اصل گجرات جو هو ۽ اگهم ڪوٽ ۾ اچي رهيو ۽ مخدوم اسماعيل سومري جو مريد ٿيو ۽ پوءِ ٺٽي ۾ آيو. ڪامل عالم شخص هو. ٻه پٽ ڇڏيائين: ميان احمد ۽ ميان عباس. ميان احمد کي حضرت صلعم جن وٽان ڪتابي جو خطاب مليو. انهيءَ جي نسبت ۾ مخدوم ضياءالدين نقل ٿو ڪري ته هن جي حجري جي پٽ تي ٘مون گهڻو رت لڳل ڏٺو. جانچ سان معلوم ڪيم ته هو اڪثر رت روئندو آهي. انهيءَ جا نشان آهن. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ خدا جو خوف ايترو غالب ٿيس. جو هميشه پيو رئندو هو. مخدو عنايت الله جنهن جو نالو مٿي آيو آهي. سو سنڌس شاگرد هو. هن جون ڪرامتون مشهور آهن. سنڌس پٽ ميان محمد درويش پيءُ جي جاءِ تي مدرس ٿيو ۽ مخدوم ضياءُ الدين جو شاگرد ٿيو. مگر مخدوم هن جو استاد جهڙو ادب ڪندو هو. جهيجن جي ڳوٺ ۾ پنهنجي پيءُ جي خادم مير محمد منعم وٽ ويو ۽ اتي وفات ڪيائين. ميان عباس ولد مخدوم اسحاق دولتمند ٿي گذريو ۽ اولاد به هوس.

17. **مخدوم فضل الله** وڏو عالم فاضل هو. ٽي پٽ هئس. ابو الفتح. محمد حسين ۽ عنايت الله. ابو الفتح علميت ۽ قابليت جي نظر تي بادشاه جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪانئس گجرات جي قضا جو پروانو ورتو. پوءِ سورت بندر جو قاضي ٿيو ۽ اتي ئي رفات ڪيائين ۽ اولاد ڪونه ڇڏيائين. محمد حسين قرآن شريف جو حافظ هو ۽ مدرس ٿيو. سنڌس پٽ عبدالرحيم به حافظ ٿيو ۽ سورت بندر ۾ وڏو عالم ٿي گذريو. اولاد ڪونه هوس. عنايت الله به نيڪ ۽ صالح ماڻهو هو. پٽس حافظ سعدالله حيدرآباد ۾ گهڻي مدت تائين رهيو. ان جا پٽ محمد رضا ۽ ميان عزت الله ۽ فتح محمد ٺٽي ۾ هئا.

18. **مخدوم محمود** سالڪ ڪامل هو. آگر ۾ رهندو هو. پٽس مخدوم حامد پيءُ وانگي مشهور هو. انهيءَ کي ٻه پٽ هئا: مخدوم صالح محمد واعظ ۽ ملا عبدالڪريم. پوٽئين کي ٽي پٽ هئا: محمد عابد. ميان جهنڊو ۽ محمد شاڪر. جي دکن جي پاسي رهيا.

19. **مخدوم آدم**ـ وڏو ڪامل اولياءُ ۽ عالم هو. حرمين جي زيارت

ڪيائين. مڙسن زالن کي گڏ حرم ۾ ويندو ڏسي اتي جي ماڻهن کي سمجهايائين تہ اها رسم بند رکن، پر جڏهين اها هميشہ کان هلندڙ هئي. تڏهين انهيءَ کي روڪي نہ سگهيا. مگر آخر حضرت صلعم جن خواب ۾ اشارو ڪين تہ مخدوم جي حڪم موجب ڏينهن مقرر ڪري ڇڏين. جي مڙسن لاءِ ڌار ۽ زالن لاءِ ڌار هجن. انهيءَ طرح اها اڳوڻي رسم بند ٿي. مخدوم نثي ۾ فتوائون ڏيندو رهيو. سندس ڏاڏو ميان ابو بڪر صدر ٿيو هو. ٿورو اولاد باقي رهيس. مخدوم آدم جو پاءُ مخدوم علي احمد قمري مٺي آواز وارو هوندو هو. تنهن ڪري قمري جو لقب مليس. فاضل ۽ ڪامل شخص هو. ان جو پٽ مخدوم رحمت الله طالب علم مشهور هو ۽ ان جو پٽ مخدوم عبدالجميل بہ فاضل ڪامل هو. مخدوم ضياءَ الدين جو ناني ٿيو ۽ سنہ 1150 هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس پٽ ميان محمد صادق ۽ مخدوم نعمت الله هئا. محمد صادق عالم ٿيو ۽ حرمين جي زيارت ڪري نٽي ۾ آيو ۽ پوءِ جهونا ڳڙهہ ڏي ويو ۽ اتي عزت آبرو سان گذاريائين ۽موٽي آيو ۽ وري ڪڇ ڏي ويو ۽ اتي وفات ڪيائين. پٽس ميان عبدالجميل هو. مخدوم نعمت الله عجيب ماڻهو ٿي گذريو. ويهن ورهين جي عمر ۾ علم جي تحصيل ڪيائين ۽ پنهنجي ناني مخدوم ضياءَ الدين ۽ مولوي محمد صادق جو شاگرد هو ۽ سلوڪ ۾ سيد يار محمد جو شاگرد ٿيو. جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو. ميان سرفراز خان ولد ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو سندس معتقد هو. سنہ 1170 هہ ۾ حج ڏي روانو ٿيو. مڪي جي اوريان ستين منزل تي 18 تاريخ ذوالقعد جي وفات ڪيائين. مخدوم علي احمد قمريءَ جي اولاد مان شيخ عبدالباسط وڏو طالب علم هو ۽ عالمگير بادشاهہ جي خدمت ۾ پهتو. قلع خيرا جي فتح جي تاريخ ۾ هيءَ آيت لڌائين: هزا عطا ونا فامنن اولمسک بغير حساب. بادشاهہ قدر شناسي ڪري نٽي جي صدريءَ جو منصب عطاڪيس. پڇاڙيءَ ۾ خرچ ڪري نٽي آيو. پيريءَ ۾ بہ شاگردن کي پڙهايائين ٿي. سندس پٽ محمد اشرف ميان محمد سرفراز خان ڪلهوڙي جو منشي هو.

20. **ميان رحمت الله مدّرس** ۽ صدر وڏو عالم هو. عالمگير بادشاهه گهڻن ماڻهن جي درخواست اچڻ تي هن بزرگ کي سڏي سندس امتحان ورتو ۽ هن جي علميت معلوم ڪري هن کي صدر مقرر ڪيائين. سندس پٽ محمد عابد بہ پيءُ وانگي صدر ٿيو ۽ انهيءَ کان پوءِ انهي جو پٽ شيخ ڪمال الدين مشهور ٿيو ۽ وڏو طالب علم شاعر ٿيو. اوچتو مائيءَ جي اثر کان وفات ڪيائين. سندس وفات جو سال شاهه عبدالغفور هالڪنديءَ واري هيءَ آيت لڌي، فاعتبروا يااولي الابصار.

21. **شيخ عبدالواسع** صوفي وڏو عالم ۽ صوفي ٿي گذريو ۽ گهڻيون تصنيفون اٿس. نواب مير امين الدين خان جو استاد هو. رشحات الفنون ۽ معلومتہ الافاق سندس ڪتاب آهن. مشڪواة جو اقتباس بہ ڪيائين. مخزن الاسرار جي شرح لکيائين. جا قاضي ابراهيم جي شرح کان بهتر اٿس. سندس پٽ محمد علي صوفي پيءُ جهڙو هو ۽ گهڻن علمن ۾ ڪتاب لکيائين. اماميہ مذهب جو هو. شعر چڱو چوندو هو. تخلص مير هوس. اڪثر عشقي غزل هوندا هئس.

22. **ميان ابوالحسن** وقت جو عالم ۽ ڪامل شخص هو. سنڌي شعر اسلام جي عقائد ۽ فرائض ۾ چڱو چيائين. جنهن کي اڄا تائين ابوالحسن جي سنڌي ٿا سڏين. هن جون ڪي ڪرامتون بہ مشهور آهن. هڪڙي ڏينهن ميان عبدالله واعظ عرف ميان موريو. جو سندس پاڙيجو هو ۽ اڃا لاسڙيائٽ ڇوڪر هو. تنهن کي چيائين تہ بابا. هاڻي جلدي ڏاڙهي ڪڍ. آءُ پيرو ٿيو آهيان. امامت ڪري نٿو سگهان. تون منهنجي جاءِ تي امامت ڪر. اها ڳالهه هن پيهرن جو ڪئي ۽ ڪاڏيءَ تي هٿ گهمايائينس. خدا جي قدرت سان شام کان اڳي ڏاڙهي نڪتيس ۽ شام جي نماز تي امام ٿي نماز پڙهيائين. ٻئي پيري جي ڳالهه ٿا ڪن تہ سندس مريدن مان ڪنهن اچي دانهن ڏنيس تہ نواب شهامت خان جو نوڪر زوريءَ منهنجي گهر ۾ گهڙيو اچي ۽ منهنجي زال سان گستاخي ٿو ڪري. آءُ ساڻس پڇي نٿو سگهان. مخدوم کي مٿس گهڻو رحم آيو. هن کي چيائين تہ بيهه تہ تنهن جو

تدارڪ ڪريان. پنهنجي پاڻيجي عبدالله کي سڏي چيائين ته پير پٽي کي وڃي منهنجا سلام ڏي ۽ پيغام ڏينس ته انهيءَ ظالم جو جلد بلو ڪر. هن وڃي ائين ڪيو. انهيءَ رات اهو شخص سندس مريد جي گهر ۾ زوري پٽ ٽپي ٽي آيو ته پير ترڪي ويس ۽ ڪري پيو. زمين ۾ لوهه جي ڪلي لڳل هئي. سا پيٽ ۾ لنگهي ويس ۽ پيٽ ڦاٽي پيس ۽ آنڊا نڪري آيس ۽ هڪدم مري ويو. ميان عبدالقادر مخدوم ابو الحسن جي سئوٽن مان هو. ٻنهي جي گهرن ۾ به پيٽون هيون. انهيءَ کي ٻه پٽ هئا، محمد حفيظ ۽ عبدالله. محمد حفيظ صالح ۽ پرهيزگار شخص ٿي گذريو. چون ٿا ته جيڪو ٻئي مذهب وارو سندس منهن ڏسندو هو. سو هڪدم مسلمان ٿي پوندو هو. انهيءَ طرح ڪيترائي ماڻهو نوان مسلمان ٿيا. اسلام پور واري مسجد سندس نالي مشهور آهي. مڪليءَ جي دامن ۾ ڪالڪان مسجد جوڙائڻ جو بندوبست ڪيائين. ميان عبدالله واعظ جنهن کي ميان موريو سڏيندا هئا. سو به وڏو عارف هو ۽ هميشه ذڪر ۽ فڪر ۾ گذاريندو هو. سندس پٽ ميان عبدالقادر به واعظ ٿيو ۽ حاجي به ٿيو.

23. **مخدوم هارون** ولد مخدوم عجائب بن مخدوم الياس. شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي ڏهٽن مان هو. هن جي وڏن جو ذڪر ورياهه جي ڳوٺ ۾ ڪيو ويو. هو ٺٽي ۾ اچي رهيو ۽ عالمن جي صحبت ۾ عمر گذاريائين. سندس پٽ مخدوم ضياءَ الدين مخدوم عنايت الله جو شاگرد هو ۽ پاڻ ٻين گهڻن جو استاد ٿيو. سنه 1091 هه ۾ ڄائو هو ۽ اسي ورهين جي عمر ۾ سنه 1171 هه ۾ وفات ڪيائين. تمام گهڻن ماڻهن کي فيض پهچاياٸين. سندس پٽ ميان يار محمد به فاضل ڪامل ٿي گذريو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ مخدوم غلام محمد نالي وارو ٿيو.

24. **مخدوم رحمت الله** — مخدوم اسحاق بن مخدوم عبدالحميد جو پٽ هو. هن جو ذڪر ورياهه جي بزرگن ۾ آيو آهي. هي مخدوم قسمت سانگي ٺٽي اچي نڪتو ۽ علم وارن جي قطار ۾ شمار ٿيل هو. سندس پٽ مخدوم آدم پيءُ کان پوءِ مدرسو هلائيندو هو. گهڻن بزرگن جو استاد

ٿيو. انهن مان وڏو شاگرد مخدوم بايزيد هو. جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو.
انهيءَ جو هڪڙو پٽ محمد ذاڪر جهان آباد ۾ وڃي رهيو ۽ ٻيو محمد
عالم به اتي فوت ٿيو ۽ ٽيون محمد ناصر حرمين شريفين جي زيارت تي
ويو ۽ بندر عباس ۾ وفات ڪيائين. چوٿون محمد عاظم ٺٽي ۾ رهيو.
مخدوم بايزيد. مٿئين مخدوم جو شاگرد طالب علم وڏو ڪامل استاد ٿي
پيو. ماءُ جي طرفان سيد هو. سندس پُٽ ميان محمد حافظ طالب علم
ٻني جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو ۽ اتي وفات ڪيائين. انهيءَ جو پٽ ميان
علي اڪبر مشهور ٿيو. پر اولاد ڪونه ڇڏيائين.

25. **مخدوم محمد امين** ولد طالب الله روپاهه جي تعلقي ۾ والي جي ڳوٺ
۾ رهندو هو. ذات جو لاکو هو. هو اتان لڏي ٺٽي اچي رهيو ۽ مشهور ٿيڻ
لڳو. فاضل خان هن جي پيءُ طالب الله جو مريد هو. تنهن ڪري پنهنجي
نياڻي هن کي پرڻايائين. انهيءَ طرح هن کي دولت هٿ آئي ۽ ڏينهن چڱا
گذاريائين. سندس پٽ محمد معين مخدوم عنايت الله جو شاگرد هو. وقت
جو علامو ٿي گذريو. گهڻن بزرگن سندس صحبت ۾ فيض حاصل ڪيو.
ميان ابوالقاسم نقشبنديءَ جو مريد ٿيو. جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو.
پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ سيد عبداللطيف تارڪ ڀٽائي جو مريد ٿيو. انهيءَ
جي ۽ مخدوم حاجي محمد هاشم جي وچ ۾ هميشه سوال جواب پيا هلندا
هئا. ڪتاب گهڻا لکيائين. گهڻائي حاڪم سندس ملاقات لاءِ ايندا هئا
۽ پاڻ به انهن جي ملاقات لاءِ ويندو هو. راڳ مان به واقف هو ۽ سماع گهڻو
پسند هوندو هوس. هن جي وفات به راڳ ٻڌندي ٿي. شاعر به هو. فارسيءَ ۾
تخلص تسليم هوس ۽ سنڌيءَ بيراگي. سندس وفات سنه 1161 هه ۾ ٿي
۽ سندس لاءِ حال وارن ماڻهن ڏاڍو ماتم ڪيو. سندس وفات جون
تاريخون گهڻن چيون. محمد محسن چيو ته قطره دربحر واصل شد ۽معين
دين احمد رفت صدحيف. مخدوم نعمت الله چيو ته شفيع تو رسول محمد
پناهه راجا چيو ته ناجي شدا وکه آل محمد معين اوست. چون ته شاهه
عبداللطيف ڀٽائي پنهنجن مريدن کي چيو ته هاڻ هلو ته ٺٽي هلي

پنهنجي يار جو آخرين ديدار ڪريون. اتي اچي راڳ جي مجلس ڪيائين. مخدوم بہ حاضر هو. راڳ ڏاڍي بيهڪ ڪئي. عين ذوق ۽ شوق ۾ مخدوم اُٿي اندر ويو ۽ لحظي ۾ دم ڏنائين. شاهہ صاحب جنازي سان گڏ ويو ۽ دفن ڪري موٽي پنهنجي ڳوٺ آيو.

26. **مخدوم عنايت الله**. جنهن جو شاگرد مٿيون مخدوم معين هو. سو وڏي ڪرامت وارو هو ۽ حافظ هو. وڏيءَ عمر جو هو ۽ نابين ٿي ويو هو. تہ بہ مرڻ گهڙيءَ تائين خلق کي فيض پئي پهچايائين ۽ وعظ جي مجلس ڪندو رهيو. سندس پٽ محمد سعيد واعظ ۽ مولوي محمد صادق بہ مشهور ٿيا. پونيون مخدوم محمد معين جو شاگرد هو ۽ سندس گهڻا شاگرد هئا ۽ سيد عبداللطيف ڀٽائي جو مريد هو.

27. **مخدوم حاجي محمد هاشم** ولد عبدالغفور سنڌي اصل هڪڙو ڳوناٽو ماڻهو هو ۽ مخدوم ضياءُ الدين جو شاگرد هو. پر پوءِ وڏو عالم ٿي پيو. اگرچہ وقت جي عالمن مخدوم محمدم معين ۽ ٻين ڪن سان علم جي بحث ۾ مخالف هو. تہ بہ شريعت تي بلڪل مستقل هو ۽ اسلام جي ديني ڪمن ۾ تمام گهڻي مدد ڪيائين ۽ دين جي برخلاف ڳالهائيندڙن سان خوب چوٽون کاڌائين. سندس ڏينهن ۾ سوين ماڻهو نوان مسلمان ٿيا. نادر شاهہ ۽ احمد شاهہ ۽ ٻين بادشاهن سان سندس خط ۽ ڪتاب جو رستو جاري هوندو هو ۽ جيڪي چوندو هو سو هو ڪندا هئا. سندس ڪتاب گهڻن ئي علمن ۾ لکيل آهن. سنہ 1174 هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس پٽ حاجي عبدالرحمان جهونا ڳڙهہ ڏي ويو ۽ اتي گذريو ۽ ٻيو مخدوم عبداللطيف پيءُ جي جاءِ تي ويٺو. هو ڏهاڙي وچينءَ جي وقت مسجد ۾ وعظ ڪندو هو ۽ حديث جي تعليم ڏيندو هو. جمعي جي ڏينهن جامع مسجد ۾ وعظ ڪندو هو. مدرسو بہ قائم رکندو آيو.

28. **حاجي محمد قائم** بہ هڪڙو ڳوناٽو هو ۽ مخدوم رحمت الله جو شاگرد هو ۽ ميان محمد هاشم جو عزيز هو. اهو بہ عالمن سان گهڻو بحث ڪندو هو. حج بہ ڪيائين ۽ ٻئي دفعي حج تي سنيري وچي مڪي ۾ رهيو ۽ اتي

حديثون بيان ڪرڻ ۽ سيکارڻ لڳو ۽ اتي جي عالمن ۾ مشهور ٿيو. سنه 1157 هه ۾ وفات ڪيائين. جو سال في جنات تجري مان ٿو نڪري. سندس شاگردن مان ملا باقر واعظ ۽ مخدوم نور محمد نصرپور وارو آهن.

29. **محمد باقر واعظ** ولد خليفو محمد رضا مخدوم حاجي محمد قائم جي شاگردن مان هو. اگرچه مسڪين هو. تہ بہ قناعت ڪفايت سان در بند ڪري گوشہ نشين ٿي گذاريندو هو ۽ دنيا جي ماڻهن سان واسطو نہ رکندو هو. شيخ شڪر الله سندس واسطي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي سرڪار مان وجہ مقرر ڪرايو. پر اهو بہ هن قبول نہ ڪيو. فقر اختيار ڪري مسڪينيءَ ۾ پنهنجي حياتي پوري ڪيائين. ميان غلام محمد طالب علم بہ مشهور فاضل هو ۽ هممعصرن ۾ جهڙس ڪو نہ هو. جوانيءَ ۾ وفات ڪيائين. اولاد ڪو نہ هوس.

30. **آخوند محمد باقر** ولد آخوند عبدالواسع حاجي حمزه واعظ مٿي ذڪر ڪيل جي اولاد مان وڏو فاضل عالم هو ۽ درويش هو. گهڻن کي فيض پهچايائين. اسي ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين ۽ ساري عمر چڙهو رهيو.

# ٺٽي جو بيان

## ڀاڱو ٽيون: اوليائن، سالڪن ۽ ٻين مشهور ماڻهن بابت

1. **ملا شيخ اسحاق** اصل اُچ جو هو ۽ پوءِ ٺٽي ۾ آيو. سيد علي شيرازيءَ جو همعصر هو. وفات ڪانپوءِ مڪليءَ تي رکيو ويو. سندس قبر زيارتگاهه آهي. سندس اولاد ۾ پيري مريدي هلي اچي. حضرت پير جو خليفو هوندو هو ۽ جن عمل ۾ هوندا هئس. ڪانئس پوءِ سندس پٽ شيخ محمد صالح مشهور ٿيو. تنهن ڪانپوءِ شيخ نعمت الله ٿيو. پوءِ ان جو پٽ خليفه اسدالله ۽ خليفه نعمتالله ۽ خليفه جان محمد انهيءَ جا پٽ قائم مقام ٿيا. ملا محمود راهوتي شيخ اسحاق جي يارن ۽ معتقدن مان هو. چون ٿا ته شيخ اسحاق حضرت غوث الثقلين جي حڪم سان ڪي لکي هن جي پڳ ۾ رکيو. جيڪو هن کي ڏسندو هو. سو سندس مريد ٿيندو هو. جڏهن مريد تمام گهڻا ٿيا ۽ گوڙ لڳو ۽ هو تنگ آيو. تڏهين اهو ڪاغذ پڳ مان ڪڍي ڪنهن ٻئي پنهنجي مريد جي پڳ ۾ رکيائين. انهيءَ ڪان پوءِ ڪو به سندس نئون مريد نه ٿيو ۽ جيڪي اڳوڻا سندس مريد هئا. سي حضرت غوث جا خليفا ٿي رهيا.
2. **خليفو ابوالبرڪات** – اصل گجرات ۾ شاهه حافظ الله گجراتيءَ جو مريد هو. چون ٿا ته شاهه حافظ الله هن خليفي ۽ شيخ يعقوب کي حڪم ڪيو ته اسان جن ڏاڏن جي سئوٽن مان سيد عبدالله مڪليءَ جي ٽڪر تي رکيل آهي. تنهنجي قبر ڍڪي پيئي آهي. سا وڃي ظاهر ڪريو. هو ٻئي ڄڻا گڏجي ٺٽي آيا ۽ انهيءَ وليءَ جي قبر ظاهر ڪيائون. مطلب ته

خليفہ ابو البرڪات وڏي عزت ۽ برڪت ۽ ڪرامت سان گذاري ويو. سندس پٽ خليفہ محمود بہ جهڙس ٿيو. انهيءَ کان پوءِ انهيءَ جو پٽ خليفہ حامد آيو ۽ پوءِ خليفہ محمد سعيد جانشين ٿيو. هيءُ بزرگ جڏهين اڃا صغير هو. تڏهين حجري ۾ ستي منجهانس ظاهر ذڪر جو آواز پيو نڪرندو هو. خليفہ دائود اصل صديقي هو ۽ سندس وڏا قادري خليفا هئا. ڪامل شخص هو. سندس پٽ خليفہ عبدالرشيد پيءُ جهڙو مشهور ٿيو. پوءِ خليفہ زين العابدين جانشين ٿيو ۽ در بند ڪري گوشہ نشين ٿي رهندو هو ۽ ماڻهو دعا لاءِ سندس در تي ايندا هئا ۽ موٽي ويندا هئا. مناجاتي شعر چوندو هو ۽ پڙهندو هو. سنہ 1148 هہ ۾ وفات ڪيائين.

3. **شاهہ ابو القاسم** شيخ عبدالله انصاريءَ جي اولاد مان هو ۽ هرات مان ٺٽي ۾ آيو. ڏاڍي بزرگيءَ سان گذاريائين. ڪانئس پوءِ سندس پٽ شاهہ محمد يعقوب جانشين ٿيو. پوءِ انهيءَ جو پٽ محمد يوسف. پوءِ ميان نعمت الله ٿيو. انهيءَ کي بہ پٽ هئا: شاهہ عزت الله ۽ شاهہ اسدالله. شاهہ عزت الله عالمگير بادشاهہ جي ملازمت ۾ رهيو ۽ برهانپور ۾ شادي ڪيائين ۽ اولاد ٿيس. انهن مان شاهہ حسن الله پنهنجي چاچي اسد الله جي سڏڻ تي ٺٽي آيو ۽ اتي رهي پيو. شاهہ اسدالله جي وفات تي هو شاهہ مسعود سان گڏجي جهان آباد ويو ۽ اتان شاهہ غلام محمد سان گڏجي موٽي ٺٽي ۾ آيو ۽ فقير ٿي رهيو. شاهہ اسدالله عرف شاهہ اسماعيل صوفي شاهہ عاشق الله جو مريد ٿيو. جو تازو هند مان آيو هو ۽ شاهہ عنايت الله صوفيءَ جو صحبتي ۽ معتقد ٿيو. هو وڏي ڪرامت وارو هو. هڪڙي ڏينهن اوچتو سندس صورت بدلبي ڏسڻ ۾ آئي. هڪدم گودڙي گهرائي پاڻ کي ڍڪيائين. نيٺ معلوم ٿيو تہ انهيءَ وقت ڪوتواليءَ جي چيوٽڙي ۾ ڪنهن شخص کي چهبڪ ٿي هنيائون. انهيءَ جي اثر ڪا ن هن جي بت تي اهي چهبڪ جا نشان ٿي پيا. ڪيترن بيمارن کي مرڻ کان بچايائين. اگرچ طبيب نااميد ٿي هليا ويندا هئا. هميشہ استغراق ۾ رهندو هو. مثنوي مولانا روميءَ جي

سيڪاريندو هو. هر سال سندس مقبري تي ميلو لڳندو هو. اولاد ڪو نه هوس. شاهه مسعود. جنهن جو نالو مٿي آيو. سو ذات جو ولهاري هو. شاهه اسماعيل صوفي مٿئين جو مريد هو. ظاهري علم حاجي محمد قائم وٽ پڙهيائين. پوءِ مثنوي شروع ڪيائين. شاهه اسماعيل جي وفات کان پوءِ سندس اشاري سان جهان آباد ويو ۽ شاهه غلام محمد جي خدمت ۾ رهيو. پوءِ ٺٽي آيو. جتي صوفين جو وڏو سلسلو قائم رکيائين.

شاهه عبداللطيف صوفي به تصوف ۾ ڪامل رهبر هو ۽ شاهه اسماعيل صفويءَ جي يارن مان هو. مشهوري پسند نه ڪندو هو نه ته گهڻا دفعا ڪانئس ڪرامتون ظاهر ٿيون. هڪڙي ڏينهن مخدوم محمد معين سندس ڏسڻ لاءِ ويو. ڳالهين ڪندي راڳ جي سُرن جو ذڪر نڪتو. مخدوم کي چيائين ته مون کي به راڳ جو شوق آهي، ڪڏهين ڪڏهين اها وندر ڪندو آهيان. پوءِ اهڙو هڪڙو راڳ ڳايائين، جو سندس آواز ۽ مضمون جي اثر کان جيڪي حاضر هئا، سي حال ۾ اچي ويا.

4. **شيخ محمد يعقوب** ـ شاهه حافظ الله گجراتيءَ جو مريد هو ۽ هو خليفه ابوالبرڪات سان ٺٽي ۾ آيو ۽ انهي مرشد جي اشاري سان شاه عبدالله جي قبر مڪليءَ ۾ ڳولي هٿ ڪئي، جيئن مٿي ذڪر آيو. فقر ۽ فنا ۾ هو وڏن اوليائن منجهان هو تي ناليرا اولياءَ سندس مريد ٿيا. هڪڙو شيخ عثمان، ٻيو درس للــ ۽ ٽيون درس امين محمد. هن شيخ کي اولاد ڪونه هو. شاه عبدالله جي پيرانديءَ رکيل آهي ۽ ماڻهن جي زيارت گاهه آهي. شيخ عثمان سندس مريد جا وڏا امير جا عهديدار هئا، ليڪن هن کي فقيريءَ جو شوق ٿيو دنيا کي ڇڏي ڏنائين. پير جي هٿان ڪمال کي پهتو ۽ بقاوليءَ جو لقب مليس. گهڻيون ڪرامتون ڏيکاريائين. سندس پٽ ميان ملوڪ شاهه پيءُ جهڙو ٿيو. انهيءَ جو پٽ ميان شيرين محمد نالي وارو ٿيو ۽ پوءِ انهي جو پٽ ميان عبدالخالق ۽ پوءِ ميان عبدالوحد. شيخ يعقوب جو ٻيو يار ۽ مريد درس اللــ هو جو خليفي شيخ بايزيد جي اولاد مان هو ۽ ساڪره جي رسول آباد ڳوٺ جو رهاڪو هو. اڪثر جاهلو ماڻهو جي شيخ بايزيد جا مريد هئا،

سي هن جا معتقد ٿيا. غوث الثقلين جي اشاري سان ٺٽي ۾ آيو ۽ ڪيترن خواجن کي اسلام تي آندائين ۽ خواجن جي قوم جو محلو جنهن کي نورسيہ چوندا هئا. تنهن ۾ حاجي محمد قائم واري مسجد وٽ اچي رهڻ لڳو. شيخ يعقوب جو ٽيون يار ۽ مريد درس امين محمد هو جو پڻ ڪرامت وارو هو. ان جي قبر مڪليءَ جي دروازي جي ٻاهران آهي ۽ عيد جي سڀ ڪنهن ڏينهن انهي تي ميڙو لڳندو آهي. چون ٿا تہ شيخ يعقوب پنهنجن انهن مٿين ٽن يارن سان گڏ جملي پير واري ميدان تي مٿينءَ مسجد جي اڳيان ڏاڍيون صحبتون ڪندو هو ۽ شهر جا ماڻهو اُتي اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ انهن جي صحبت مان فيض حاصل ڪندا هئا. ڪن ڏينهن کان پوءِ درس لـلہ اُتان نڪري مغلواڙي ۾ اچي رهيو جتي سندس اولاد ڪانئس پوءِ بہ رهندو آيو ۽ ڪرامتن وارو ٿيو. اُن جو پٽ شيخ ابراهيم بہ پيءُ جو مٽ هو. پوءِ ان جو پٽ ميان احمد پنهنجن بزرگن جو جانشين ٿيو. پوءِ ان جو پٽ خليفو بمهڪر ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ خليفو ڇِتو ٿيو.

5. **حاجي محمد حافظ دويہ** ـ هن جا وڏا دويہ ڳوٺ جا هئا، جو بکر جي پاسي هو. وڏو بي نظير درويش هو. سندس پٽ شيخ محمد گهڻا ڏينهن سفر ۾ رهيو ۽ گهڻن علمن ۾ ماهر هو ۽ علم حڪمت ۽ علم طب ۾ ڏاڍو قابل هو. انهن علمن ۾ ڪي ڪتاب لکيائين. اکين جي بيمارين تي خاص هڪڙو عمدو ڪتاب لکيائين، پر پورو ڪري نہ سگهيو. سنہ 1174هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس سؤٽ ميان نور محمد ميان عبدالله عرف ميان موريہ جو شاگرد هو. مشهور واعظ هو ۽ ٻارهن ورهيہ ميان ملوڪ شاه جي مسجد ۾ واعظ ڪيائين، ۽ سنہ 1176هہ ۾ گذريو. حاجي محمد حافظ جي سؤٽن مان ميان محمد فاضل ۽ ميان محمد صابر ۽ انهيءَ جو پٽ ميان محمد قاسم ڪامل فقير ٿي گذريا. محمد قاسم سنہ 1150هہ ۾ وفات ڪئي. مُلا حاجي محمد طاهر بہ ڪامل درويش هو ۽ سيد رحمت الله عرف سيد مهتو شيرازيءَ شڪر الـلهيءَ جو هم عصر هو. انهن ٻنهي جا مريد ۽ خادم رهندا آيا ۽ سندن اولاد گهٽي تائين هليو.

6. **مخدوم آدم نقشبندي** عرف مخدوم آدوَ هُن ٻئي مخدوم آدم جو هم عصر هو جنهن جو ذڪر مخدومن ۾ آيو آهي. جڏهن هن مخدوم جو نالو مشهور هو تڏهن هن پاڻ کي آدوُ سڏايو جو ٻئي هڪڙي شهر ۾ رهندا هئا ۽ اهو خيال ٿيس ته متان ماڻهن کي مونجهارو ٿئي. چون ٿا ته هڪڙو مُلو آخوند يوسف مسجد جو امام هوندو هو. مخدوم آدوُ به انهيءَ ۾ نماز پڙهندو هو ۽ انهيءَ جي اچڻ کان اڳي آخوند تڪبير نه چوندو هو. هڪڙي ڏينهن ميان ابوبڪر صدر ولد مخدوم آدم نماز پڙهڻ آيا، پر ڏٺائون ته نماز اڳئي پڙهي ويا آهن. ملي کي ڌمڪايائون ۽ چيائون ته ٻئي ڪنهن جي پرواهه نٿو رکين، توکي هن مسجد جي امامت کان موقوف ڪيوسين. هن ويچاري وڃي مخدوم آدوءَ کي دانهن ڏني. هن چيس ته حرڪت ناهي، تون پنهنجي جاءِ جي ماڙي تي وڃي قرآن پڙهه پاٺهي صدر تنهن جي در تي ايندو. پوءِ جيسين تنهنجو مطلب نه ٿئي تيسين ساٿس نه پرچجانءِ. آخوند يوسف ائين ڪيو. اوچتو ميان ابوبڪر صدر کي اچي پيٽ ۾ سور پيو. معلوم ٿيس ته جنهن کي رنجايو هئائين اُنهي جي اثر کان ائين ٿيو آهي. هن ماڻهو موڪلي آخوند کي گهرايو، پر هن اچڻ کان جواب ڏنو. هڪدم پاڻ کي پالڪيءَ ۾ ڪٽائي مُلي جي در تي ويو ۽ سور کان دانهون ڪرڻ لڳو. آخوند ماٺ ڪيو ويٺي ماڙيءَ تي قرآن پڙهيو. آخر گهڻي زاريءَ کان پوءِ جڏهن ڇهن مهينن جو پگهار اڳواٽ مليس ۽ سروپاءِ ۽ نئين سَند مليس، تڏهن راضي ٿيو ۽ هيٺ اچي پاڻيءَ تي دعا پڙهي چوڪاري صدر کي پياريائين ۽ هن جو سور لٿو. مخدوم آدوءَ جو پٽ محمد اشرف پيءُ جي جاءِ تي قائم مقام ٿيو ۽ پوءِ ان جو پٽ مخدوم محمد. انهي جي نالي جي سجع هيءَ هئي: محمد اشرف اولاد آدم. مخدوم محمد اشرف جو نالي مخدوم محمد صادق نقشبندي هو. اهو چڱو طالب علم هو ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي تارڪ جو مريد هو. ان جو پٽ ميان غلام حسن، جنهن کي مخدوم ابوالحسن به چوندا هئا، سو حرمين شريفين ويو. سندس وفات کان پوءِ مخدوم محمد حيات سنڌي، جو مديني منوره ۾ مدرسو پڙهائيندو هو ۽ وڏو عالم شمار ڪيل هو سو مدرس ٿيو. مخدوم ابراهيم نقشبندي- اصل لوهريءَ جو هو ۽

وڏو درويش ۽ ڪرامت وارو هو ۽ سندس پٽ ميان ابوبڪر، جنهن کي نالي چڱو به چوندا هئا، سو به مشهور ٿي گذريو. چون ٿا ته جڏهن هن وفات ڪئي ۽ سندس جنازو کڻي هليا، تڏهن شهر کان وٺي مڪليءَ تائين عجيب قسم ۽ آواز جا پکي ايترا مٿان اُڏامندا هليا، جو ڇانوَ ٿي ويئي ۽ سج ئي ڍڪجي ويو. ميان ابوبڪر جي جاءِ تي سندس پٽ مخدوم گل محمد جانشين ٿيو. ميان ابوالقاسم نقشبندي ولد درس ابراهيم، پنهنجي پيءُ درس ابراهيم جي مسند تي هو جو شيخ بهاوالدين زڪريا جو مريد هو ۽ پهرين ٺٽي ۾ اچي رهيو هو. ميان ابوالقاسم به حال ۽ قال وارو ماڻهو هو ۽ گهڻيءَ خلق کي فيض رسايائين ۽ گهڻيون ڪرامتون ڏيکاريائين. سندس پٽ ميان احمد جوانيءَ ۾ گذريو. ميان ڪبير محمد نقشبندي، مخدوم آدمؒ مٿئين سان گڏ خواجه معصوم شاهه ثانيءَ جا مريد ٿيا، جو سهراند ۾ رهندو هو. ڪانئس پوءِ خواجه نقشبنديءَ جي خدمت ۾ رهي ڪامل حاصل ڪيائون ۽ پوءِ ٺٽي ۾ آيا ۽ ٻين کي فيض پهچائڻ لڳا. هن مخدوم کي به پٽ هئا: هڪڙو ميان محمود ۽ ٻيو ميان محمد زمان. پوئين پيءُ جي جاءِ تي ويٺو. پوءِ ان جو پٽ ميان احمد ويٺو. انهي جي مصاحبن مان درس عبدالرحيم هو جو پڻ وڏي حال ۽ قال وارو هو. درس عبدالڪريم ۽ ميرزا جان به وڏا سالڪ ۽ عارف ٿي گذريا ۽ ڪرامتون ڏيکاريائون. يوسف سهتو به چڱو درويش هو ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ شاعر هو.

7. **سيد يار محمد** اصل لڪملوي ساداتن مان هو ۽ ٺٽي جو رهاڪو هو. نورائي جي پيرزادن جي اولاد مان هو ۽ شاه عبدالله هنديءَ جو مريد هو جو پڻ شاه ڪليم الله صاحب جو مريد هو جو پڻ شاهه ڪليم الله صاحب جو مريد هو جنهن جو ڪتاب ڪشڪول مشهور آهي. ڏاڍو ڪامل شخص ٿي گذريو ۽ خلق کي فيض پهچاياائين. سنه 1177هه ۾ رمضان مهيني جي تيرهين تاريخ وفات ڪيائين. سندس پاڻتيو مير چُتن سندس قائم مقام ٿيو. سندس خاص مريدن مان ميان محمد ڪريم ولد ميان عبدالله عرف موريو واعظ هو.

8. **آقا محمد تاشڪندي**- هڪڙو قابل شخص مرزا جاني بيگ جي عهد ۾

نٽي ۾ آيو ۽ فرنگي قبيلي ۾ گڏجي ويو، ان جو پٽ محمد رضا بيگ ۽ وري ان جو پٽ محمد زمان بيگ ۽ ان جو پٽ محمد بيگ سيئي چڱي حال ۾ گذاري ويا.

9. **شيخ موسيٰ** ولد شيخ جمال الدين محدّث اصل بندر لحصہ صديقيءَ جو رهاڪو هو. چڱي حال ۾ رهيو. اُن جو پٽ شيخ عبدالغني مشهور تاجر ٿي گذريو. اُن جو پٽ شيخ عبدالخالق شاهہ جهان بادشاهہ جي زماني ۾ نٽي جو امين ۽ خزانچي هو. عالمگير بادشاهہ جي وقت ۾ ڪنهن سبب ڪري استعيفيٰ ڏنائين. گذران لاءِ هزار دام ملندا هئس. جنهن تي ڪفايت سان گذاريندو هو. پنج پٽ ڇڏيائين. هڪڙو شيخ محمد امين، جنهن جا ٻہ پٽ محمد تقي ۽ محمد مير، نواب سيف الله خان جي وقت شاهزاده صفويءَ سان گڏ جهان آباد ۾ ويا ۽ اُتي گذريا ۽ محمد انوار نٽي ۾ رهيو ۽ سن 1179ھ ۾ پنجاهہ ورهين جي عمر ۾ چڙهو گذريو. ٻيو شيخ محمد جواد، جنهن کي چار پٽ هئا، جي پڻ چڱو گذاري ويا. ٽيون شيخ محمد نعيم، جو حاڪمن جي نوڪريءَ ۾ رهيو ۽ سن 1145ھ ۾ خدا آباد ۾ وفات ڪيائين. چڙهو هو. چوٿون شيخ محمد مڪرم، جو ننڍي هوندي مري ويو. پنجون شيخ عزيزالله، جو فقير دوست هو ۽ اڪثر سفر ۾ رهندو هو. سن 1152ھ ۾ وفات ڪيائين. اولاد ڪونہ هوس، اهي سيئي تحفتہ الڪرام جي مصنف جي ناني جا پائر هئا.

10. **شيخ عبدالغني** مشهور ماڻهو ٿي گذريو. سندس پٽ مخدوم نور محمد عالم هو. ۽ انهيءَ جو پٽ شيخ عبدالغني ثاني منصبدار هو ۽ عالمگير جي راڄ کان وٺي فرخ سير جي راڄ تائين منشي ۽ شاعر ٿي رهيو. نٽي جا گهڻا شريف ماڻهو جيئن تہ مير ڪ محمد افضل ۽ مير ڪامران ۽ ٻيا وٽس صحبت لاءِ ايندا هئا ۽ ادب سان وهندا هئا ۽ فيض حاصل ڪندا هئا. سندس ڀاءُ شيخ محمد سعيد بہ جهڙس ئي قابل هو ۽ جهان آباد ۾ گذاريائين ۽ وفات بہ اُتي ڪيائين.

11. **شيخ ابوطالب قريشي صديقي** ـ ڪامل مرد ۽ عجيب انسان هو. سندس پٽ شيخ ابوالفتح دامي جاگيرات جو امين مقرر هو. چون ٿا تہ هڪڙو ڪاغذ سندس مُهر وارو شاهہ جهان بادشاهہ جي نظر مان گذريو. مهر جعلي ڏسڻ ۾ ٿي آئي. حڪم ڪيائين تہ جي شيخ ابوالفضل جي

مهر آهي تہ اهڙي جعلي ۽ هڪ واري چوٽي ۽ جي ڪنهن بئي ڪوڙي هنئي آهي تہ اها انهيءَ کي ملي. وڏي عمر وارو ٿي گذريو. انهي جو پوٽو شيخ محمد زاهد انهيءَ جي نشاني هو.

12. **داروغہ ڪهر** ترخاني زماني ۾ وڏو سرڪاري ملازم ٿي گذريو. محمد علي ديوان ترخاني انهيءَ جو ناني هو. چڱيءَ حالت ۾ رهيو. سندس پٽ عبدالواسع بہ مشهور ٿيو ۽ انهي جو پٽ محمد رضا بہ. هو شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو مريد هو. ڪتاب بيان العارفين تنبيہ الغافلين، جنهن ۾ سيد متئين جو احوال ۽ ملفوظات ڏنل آهن، سو سندس تصنيف ٿيل آهي، جو سنہ 1038هہ ۾ لکيائين.

13. **ملا حسين مُلائي** وڏو مدرس هو. شيرازي سيدن جي محلي ۾ رهندو هو. گهڻا مريد هوندا هئس ۽ انهن کي گهڻو فيض پهچايائين. ان جو پٽ ملا سرورُي پيءَ جهڙو لائق هو. وري انهي جو پٽ مولانا محمد حسين، جنهن کي جانباز سڏيندا هئا، سو تہ زياده مشهور ٿيو ۽ چڱو شاعر هو. چون ٿا تہ هڪڙي خوبصورت ڇوڪر تي عاشق ٿيو. انهيءَ ماري وڌس. مرڻ کان بہ ٿي ڏينهن اڳي هن اهو احوال پنهنجي شعر ۾ بہ آندو.

14. **ملا بلاول مشهدي**- ۽ سندس پٽ ملا طاهر ۽ اُنهي جو پٽ ملا الهڏنو بہ چڱا عالم ٿي گذريا. مُلا الهڏنو تہ شاعر بہ هو. چون ٿا تہ جيڪي گهر ۾ هوندو هوس، سو خدا جي واٽ ۾ ڏيئي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ توڪل تي رهندو هو ۽ پلي کان سواءِ پيو ڪي بہ ڪين کائيندو هو. انهيءَ ڪري پَلا تُلي سڏيندا هئس. انهيءَ جو پٽ مولانا محمد حسين هو جو مشهور عالم هو ۽ انهيءَ جو پٽ محمد صادق بہ اهڙو هو ۽ شيخ عبدالغنيءَ جي شاگردن مان هو.

15. **منشي عبدالرؤف**- اصل واڍو هو ۽ علميت ۾ ڪمال حاصل ڪيائين. شاهہ جهان بادشاهہ جي عهد جي پڇاڙيءَ ۾ ۽ عالمگير جي عهد جي شروعات ۾ حاڪمن وٽ منشي ۽ انشاپردازيءَ ۾ لاثاني هو. حافظ ابراهيم لاکاوتي بہ عالم هو ۽ شاهہ جهان بادشاهہ جي پٽ داراشڪوه جو استاد هو. عبدالرحمان سيفي قادري دعائن ۽ تعويذن جي علم ۾ لاثاني هو. بادشاهہ عالمگير هن جا

عجيب غريب ڪم اچي ڏٺا ۽ سنتا ۽ ٻين ڪافرن جي ماري ڪپائڻ ۾ سندس علم جي مدد ورتائين ۽ انهيءَ ڪري سندس لقب سيف الرحمان سنتاڪش رکيائين. سندس پاٽتيو ميان محمد رفيع به انهيءَ ساڳئي علم ۾ قابل هو. محمد شريف ولد ميان بيگ محمد به انهيءَ علم ۾ مشهور استاد هو ليڪن مسيڪيني حال ۾ رهي جهان ڇڏيائين. سندس ڏهٽو قمرالدين سندس يادگار رهيو. شيخ بيگ محمد فاضل خان صدرالصدور جو نائي هو. دولتمند هو ۽ نهايت چڱو انسان هو. سندس پٽ شيخ محمد رفيع سندس يادگار رهيو. ملاّ يوسف چڱو مدرس هو. سندس پٽ ملا عبدالرسول فصاحت ۽ بلاغت جي ڪري مشهور ٿيو. ڪتاب نفائس الافڪار في عرائس الابڪار انهي جي تصنيف آهي، جنهن مان سندس قابليت ظاهر آهي، محمد صالح ٻيو صالح ۽ فاضل شخص هو جنهن ڪتاب دستور السياق لکيو. اُهو اصل سيوستان واري قاضي ڏتي جي اولاد مان هو ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيو. محمد عارف وڪيل شرعي گهڻو وقت هند ۾ گذاريو. نواب مهابت خان ڪاظم جو ننڍي هوندي اُستاد هو ۽ سندس ڏينهن ۾ ٺٽي آيو. مُلا محمد فاضل مولد ٺٽي جو ويٺل هو. چڱو ملو هو ۽ شعر به چوندو هو. آخوند محمد يعقوب پارسي خوان وڏو استاد ۽ مدرس هو. عمر چڙهو رهيو ۽ گهڻن سال ٿي وفات ڪيائين. رات ڏينهن عبادت ۾ گذاريائين. شيخ موسيٰ نصرپوري نئون مسلمان هو ۽ ٺٽي جي منصبدارن مان هو ۽ معرفت ۽ سلوڪ وارو شخص هو. شاه عنايت الله صوفيءَ واريءَ جنگ ۾ شهيد ٿيو.

16. **شيخ عبدالرحمان** ولد شيخ عبدالهادي مخدوم عثمان وقت جي بزرگ جي اولاد مان هو ۽ مخدوم اسماعيل سومري جو همعصر هو جو مخدوم عثمان جو ڏاڏو هو. مخدوم حسام الدين، جو ملتان جي حسام پور شهر جو رهاڪو هو تنهن جي اولاد مان هو. اُن جا پٽ شيخ محمد محسن ۽ حاجي محمد اشرف ۽ عبدالهادي هئا ۽ شيخ نظام الدين ۽ شيخ سراج الدين نور محمد بکريءَ جا ڏهٽا هئا. انهي جو پاٽتيو ميان قمرالدين نادر بادشاه جي زماني ۾ متصدي هو ۽ مشهور ٿي گذريو.

17. **فاضل خان**، جنهن جو اصل نالو ملا عثمان هو سو گلي سميجي جي ڳوٺ جو رهاڪو هو ۽ مخدوم طالب الله جو مريد هو جو مخدوم محمد معين جو ڏاڏو هو. ٺٽي ۾ اچي رهيو ۽ علم جي تحصيل ڪري پوءِ جهان آباد ويو. قابل خان مير منشيءَ جي مرڻ کان پوءِ هو مير منشي ۽ صدرالصدور ٿيو.

18. **محمد شفيع** ولد مخدوم عبدالرحيم بديني عالمن ۽ عارفن مان هو ۽ ٺٽي جو مفتي ٿيو. پوءِ جهان آباد ۾ وڃي رهيو. اُتي به پٽ ٿيس: شيخ نعمت الله ۽ شيخ غلام حسين، جي اُتي جا مفتي ۽ نائب قاضي ٿيا. ٺٽي ۾ ٻيا به پٽ هئس: شيخ عطاءُ الله ۽ شيخ عنايت الله، جي وري ٺٽي جا مفتي ٿيا. شيخ عطاءُ الله کان پوءِ سندس پٽ محمد ڪريم پيءُ جي جيئري مفتي ٿيو.

19. **شيخ عبدالحميد** ڪمال وارو شخص هو جنّ تابع هئس، تنهن ڪري جنّائي سڏبو هو. سندس پٽ شيخ محمد مير جوانيءَ ۾ گجرات ويو ۽ اُتي عزت ۾ حياتي گذاري ويو. سندس به پٽ شيخ محمد مريد ۽ شيخ محمد ڪريم سنه 1156هه ۾ سير سفر تي نڪتا ۽ سورت بندر تائين ويا.

20. **شيخ محمد زمان** منصبدارن مان مشهور ٿي گذريو. سندس پٽ ڪاظم خان ۽ قاسم حسن خان به مشهور ٿيا. ڪاظم خان ته بادشاهه جو ديوان ٿيو ۽ پوءِ سندس ڏهٽا محمد رفيع ۽ محمد اعظم شاعر هئا. قاسم حسن خان چڱو طالب علم ۽ نيڪ آدمي ٿي گذريو. سندس پٽ ميان محمد نالي سندس يادگار رهيو.

21. **شيخ محمد مريد** اصل هندو هو ۽ پوءِ مسلمان ٿيو. سيوستاني قانونگو هو. ٺٽي ۾ عالمگير بادشاهه جي زماني ۾ قانون گوئيءَ جي عهدي تي هو. تمام نيڪ ۽ عارف ماڻهو هو. ٻه پٽ هئس، جن مان هڪڙو شيخ محمد محفوظ هو جو نواب غلام شاه خان سان گڏجي بادشاهه تائين وڪيل ٿي ويو ۽ شعر ۾ اُستاد هو ۽ سرخوش تخلص هوس. انهيءَ جو پٽ شيخ قمرالدين به بادشاهي لشڪر جو وڪيل ٿيو ۽ لشڪر ۾ رهيو. اُهو به شاعر هو ۽ عشرت تخلص هوس.

22. **مرزا شادڪام** به اصل هندو هو پوءِ مسلمان ٿيو. بادشاهه جي منصبدارن مان هو ۽ مشهور ٿي گذريو. سندس پٽ محمد سرفراز به چالاڪ ماڻهو هو. جوانيءَ ۾ عشق ۽ عاشقيءَ ۾ گذاريائين. سن 1169هه ۾ وفات ڪيائين.

باب ائون

# ٺٽي جو بيان

## پاڳو چوٿون ـ شاعرن ۽ ڪتابن بابت

مٿي ڪن بزرگن ۽ مشهور ماڻهن جو بيان ڏنو ويو آهي، اُتي جيڪو جيڪو شاعر يا خوش نويس ڪاتب هو، تنهن جو اتي اشارو ڏنو ويو آهي. هتي ڪِن وڌيڪ ماڻهن جو ذڪر ٿو ڪجي.

### فصل پهريون ـ شاعرن بابت

1. **محمد مقيم**ـ ترخانين جي زماني ۾ مرزا جاني بيگ سان گڏ اڪبر بادشاهہ جي خدمت تائين پهتو. ڪتاب ترنم عشق شعر ۾ تصنيف ڪيائين، جنهن ۾ مومل ۽ مينڌري جو قصو مثنويءَ ۾ آندائين.
2. **مُلا عبدالرشيد** اصل لاهريءَ جو رهاڪو هو. فقہ ۾ مشهور هو پر شاعر بہ قابل هو. مرزا غازيءَ کي سندس شعر ۽ سندس صحبت گهڻو پسند هئي. گهڻو خرچ ڪري هن کي پنهنجي وطن مان گهرائي پاڻ وٽ رکيائين ۽ خان جو خطاب ڏنائينس.
3. **عبدالقيوم**ـ خوش طبع ۽ ظريف شاعر هو. جهانگير بادشاهہ جي عهد ۾ مير مظفر خان معموريءَ جي همراهن مان هو.
4. **دانشور**، جنهن جو تخلص شهر تي هو سو ٺٽي جي وڏن شاعرن مان هو ۽ مير عبدالرزاق خان معموريءَ جو همعصر هو. جهانگير جي عهد ۾ قباد خان حاڪم جي وقت تائين جيئرو هو. سندس ديوان مشهور آهي.
5. **مُلا محب علي**ـ عالم فاضل ۽ ڪامل شاعر هو. جهانگير ۽ شاهہ

جهان بادشاهن جي راڄ ۾ معتبر ۽ نالي وارو ٿي گذريو.

6. **مُلا محمد صوفي**۔ مرزا غازي بيگ جي وقت جو شاعر هو. اڪثر ساڻس گڏ رهندو هو ۽ مشاعرن ۾ شامل ٿيندو هو.

7. **غيوُري عرف شڪر**۔ چڱو شاعر هو ۽ ديوان اٿس. مير لطف الله شيرازيءَ جي والد مير بزرگ جي وفات جي تاريخ هيءَ چيائين: سروش گفت نمانده بشهر تته بزرگ.

8. **فتح الله ولد ميان عبدالله مغل**۔ مير محمد منعم جو همعصر هو. تخلص حسيني هوس. حضرت پير دستگير جو خليفو مقرر ٿيو. سِڪن ٺاهڻ ۽ مُهرن کوٽڻ جو ڪم ڪندو هو. ديوان اٿس. سندس ڏوهٽو محمد فياض مُهرڪَن مشهور هو.

9. **محمد فاصل** ولد شيخ علي محمد برجستو شاعر ٿي گذريو ۽ خوش نويس بہ هو.

10. **حيرتي** مشهور شاعرن مان هو ۽ شهر تي شاعر جو همعصر هو.

11. **مُلا سلامي ۽ مُلا عبدالحڪيم**۔ ٻئي پائر مشهور ظريف شاعر هئا. ٻهريون عجيب غريب ظرافت جهڙيون ڳالهيون لکندو هو. خواجہ عطاءُ الله ۽ قاضي محمد حسين ۽ شيخ ميرڪ عبدالوهاب جا همعصر هئا. مُلا عبدالحڪيم جو تخلص عطا هو. وڏو پرهيزگار شخص هو. ٽيهہ ورهيہ برابر رات ڏينهن عبادت ۾ رهيو. رات ۽ ڏينهن هڪڙي وضوءَ ۾ گذاريندو هو. اڪثر نعت نبوي ۽ منقبت مرتضوي چوندو هو. ڪيترائي ديوان ۽ مثنويون چيون اٿس. سندس شعر لک بيتن کان گهٽ نہ آهي. اڪثر سبزپوش رهندو هو. ڪانئس پوءِ سندس اولاد بہ گهڻي تائين شعر چوندو رهيو. سندس پاٽنيو محمد ضياءُ بہ نهايت چڱو شاعر هو ۽ جهان آباد ويو ۽ مرزا بيدل سان ملاقات ڪيائين. جنهن کيس قيامت تخلص ڏنو. پوءِ نواب مهابت خان ڪاظم سان گڏ ٺٽي ۾ آيو ۽ نواب جو خاص مصاحب هو ۽ سندس وهڻ لاءِ خاص تڪيو جوڙايائين. مزي جهڙو ديوان اٿس ۽ ملا عبدالحڪيم جو پٽ مسڪين ضياء جي جاءِ تي تڪيہ ۾ قائم مقام ٿيو.

12. محمد مير عرف ميان هاشو ولد ميان دائود. عربيءَ ۾ تحصيل ڪئي هئي. محمد ضياء سان گڏ طبع آزمائي ڪندو هو. نواب اعظم خان سان گڏجي جهان آباد ويو ٿي، انهيءَ لاءِ تہ محتسب مقرر ٿئي: پر جڏهن بکر پهتو تڏهن حياتي پوري ٿي ويس.

13. **ملا يار محمد خادم ۽ محمد رضا هاشمي**، اهي ٻئي عالمگير بادشاھ جي زماني ۾ مشهور شاعر ٿي گذريا. سندن شعر ۾ ظرافت بہ هئي بلاغت بہ هئي.

14. **محمد حسين شوقي ولد ملا عبدالرؤف**، طالب علم قابل شخص هو. اڪثر جهان آباد ۾ گذاريائين. ٺٽي ۾ محتسب ۽ صدر هو. سندس نائب شيخ عبدالباسط هو. محمد هاشم نصرپوريءَ جو مريد هو ۽ مير شاھ شڪر اللهيءَ جو سنگتي هو. سندس مثنوي نغمات شوقي تصوف ۽ سلوڪ جي مضمون تي مشهور آهي. نان و حلوا واري مثنويءَ جي تتبع تي آهي، جا شيخ بهائيءَ جي لکيل آهي. ٻي مثنوي نازو نياز جي چئي اٿس. ٻيون بہ ڪي مثنويون ۽ غزليات چيا اٿس. مطلب هر قسم جو شعر اٿس نثر لکڻ ۾ بہ قابل هو.

15. **عبدالشڪور** بہ مشهور شاعر هو. جڏهن سندس پيءُ وفات ڪئي ۽ انهيءَ کي قبر ۾ ٿي لاٿائون، تڏهن في البديهہ هيءَ تاريخ چيائين: بسم الله و علي ملتہ رسول الله. عاقبت محمود خان عيشي بہ منصبدار هو ۽ چڱو شاعر هو. سندس ديوان ۽ انشا مشهور آهن.

16. **آخوند محمد شفيع** پارسي خوان، مشهور اُستاد هو. مير عبدالقدوس شيرازيءَ جي يارن مان هو. عجيب طبع جو شاعر هو. تاريخ ڪيڻ ۾ ڏاڍو قابل هو. سڀ معزز ۽ دولتمند ماڻهو کيس گهڻي تعظيم ڏيندا هئا.

17. **مير محمد** استر آبادي رضوي سيدن مان هو. نواب سيف الله خان جي عهد ۾ سنہ 1140هہ ۾ عتبات عاليات جي زيارت ڪري موٽي ٺٽي آيو ۽ اُتي رهي پيو. شادي ڪيائين ۽ اولاد ٿيس. منقبت ۽ مرثيا تمام گهڻا چيائين.

18. **محمد محسن** ولد نور محمد بن ابراهيم بن يعقوب پاتولي هو ۽ رنگين طبع جو ماڻهو هو. مير لطف علي خان جو شاگرد هو. گهڻن ڪاملن جي صحبت ڪيائين. تمام قابل شاعر هو. منقبت لکيائين، جن جو ڪتاب

عقد دوازده گوهر مشهور آهي. حضرت صاحب الزمان جي ولادت بابت
ڪتاب طراز دانش لکيائين. اعلام ماتم يا حملہ حسيني بہ سندس
تصنيف آهي.ديوان ۽ قصيدا ۽ بيو گهڻو سندس شعر آهي. سندس پٽ
ميان غلام علي: جنهن جو تخلص مداح هو سو شاعر تہ هو پر عربيءَ ۾ بہ
قابل هو.

19. **محمد پناہ رجا** مير حيدرالدين ابوتراب ڪامل جو شاگرد هو. تمام
چڱو شعر چوندو هو ۽ تاريخون عجيب ڪڍندو هو. فقيرن ۽ درويشن
جي صحبت ۾ گهڻو رهندو هو.

20. **آقا محمد صالح واثق**- اصل تبريزي هو. سورت بندر ۾ ڄائو ۽ ٺٽي
۾ پلجي وڏو ٿيو ۽ مشهور شاعر ٿي گذريو. آقا محمد ڪريم صفاهاني
جي وفات کان پوءِ نادر بادشاہ جي زماني ۾ ڪجھ وقت تائين رعيت جو
وڪيل هو ۽ پوءِ گوشہ نشين ٿيو. خوشنويس بہ چڱو هو ۽ انشاپرزاديءَ ۾
بيمثل هو. سن 1179هہ ۾ وفات ڪيائين.

21. **شيخ عبدالسبحان فائز** ولد شيخ مرتضيٰ. شيخ مرتضيٰ ۽ ان جو
پيءُ شيخ شجاع بادشاهي منصبدار هئا. شيخ عبدالسبحان حاضر
جواب شاعر هوندو هو ۽ ظرافت آميز شعر چوندو هو. اهلبيت جي
محبت کان گهڻا منقبت چيائين. آخر ميان نور محمد ڪلهوڙي جي
راڄ ۾ اهلبيت جي محبت جي گهڻائيءَ کان مخالف ڌر وارن ڏاڍي
تڪليف رسايس، جا هن سعادت سمجهي ڪنئي. سندس مولود بہ مشهور
آهن. ڪانئس پوءِ سندس پيءُ محمد رفيع شعر چوندو هو.

22. **آخوند فيض الله طپش**- مُلا ماڻهو هو. خيالي شعر تمام چڱو ڄاڻندو
۽ سمجهندو ۽ سمجهائيندو هو. سندس نثر توڙي نظم تعريف جهڙو هو.

23. **اسد الله تابع** ٺٽي جي مخدومن مان هو ۽ محمد منعم ترائيءَ جي
اولاد مان هو ۽ محمد محسن جو شاگرد هو. طبع شاعريءَ جي چڱي
هيس. گهڻي مدت سورت بندر ۾ گذاريائين.

24. **غلام محمد** ولد آخوند محمد احسن فارسيءَ جو چڱو مدرس هو. گهڻا

سندس شاگرد هئا. تاريخ گوئي ۽ قطع گوئيءَ ۾ ڏاڍو هوشيار هو.

25 **مرزا غلام علي مومن** ـ الهه ويردي بيگ گاذرونيءَ جو پوٽو هو. شيخ قمرالدين جي خدمت ۾ رهندو هو ۽ بادشاهه جي لشڪر ۾ گذاريندو هو. شعر چڱو چوندو هو.

# فصل ٽيهون ـ ڪاتبن ۽ خوشنويسن بابت

حافظ رشيد ـ ڄام نظام الدين ۽ ڄام فيروز جي زماني ۾ هوندو هو. علم مهارت ۽ خوشنويسيءَ ۾ مشهور ٿي گذريو. سيد حسن ترخانن جي زماني ۾ مشهور ٿي گذريو ۽ سندس پٽ سيد محمد طاهر به جو ست ئي قلم ڄاڻندو هو.

مخدوم الياس بن مخدوم يوسف خط نستعليق ۽ نسخ تمام چڱو لکندو هو ۽ وقت جو استاد ٿي گذريو. سيد علي ۽ ٻين جهڙا مشهور ماڻهو سندس شاگرد هئا. سيد رحمت الله ولد سيد ابو القاسم بيگ ـ نستعليق خط نهايت چڱو لکندو هو. شيخ محمد فاضل ولد شيخ محمد شاهجهان بادشاهه جي وقت ۾ رهندو هو. خط ثلث چڱو لکندو هو. سندس پٽ شيخ محمد به ٻيءَ جهڙو چڱو ڪاتب هو. سيد علي مشهور خوشنويس ٿيو ۽ سندس گهڻا شاگرد ٿيا. شيخ محمد علي نستعليق خط ۾ قابل هو ۽ عالمگير جي حضور ۾ سرفراز هو. ميان شيخ محمد سيد علي مٿئين جو شاگرد هو ۽ ستنئي قلمن ۾ مشهور هو. سندس پٽ شيخ ابوالفضل ۽ شيخ محمد پناهه به مشهور خوشنويس هئا. شيخ محمد پناهه جو پٽ محمد عالم به عمدو ڪاتب هو. شيخ عبدالواسع نستعليق خط ۾ لاثاني هو. شاهه جهان بادشاهه وٽ برک هو ۽ سندس حضور ۾ فرمان ۽ نشان لکندو هو. انهيءَ کي ست پٽ هئا: شيخ عبدالسميع، عبدالشڪور، عبدالغفور، محمد معين، عبدالحق، محمد شريف ۽ عبدالرؤف سيئي پيءُ جهڙا خوشنويس هئا ۽ پيءُ جي جاءِ تي بادشاهه وٽ منظور هئا. سيد نعمت الله به چڱو ڪاتب هو. مير محمد بزرگ رضوي، جنهن جو ذڪر مٿي آيو آهي، سو پنهنجي پيءُ جو شاگرد هو. انهن کان سواءِ محمد شفيع شاهه بندر وارو ۽ هدايت الله زرين رقم وڏن استادن مان هئا. خواجه محمد شريف، مير شهاب الدين جي اولاد مان هو ۽ سيد عليءَ جو شاگرد هو. انهيءَ جو پٽ خواجه مير مرتضيٰ ۽ ميان حبيب الله سيد عليءَ جو شاگرد ۽ انهيءَ جو پٽ تاج محمد ۽ درويش علي مغل ۽ انهيءَ جو پوٽو علي بيگ ۽ سيد مير محمد شاگرد محمد پناهه جو. اُهي سڀ چڱا خوش نويس ڪاتب هئا.

# ٺٽي جو بيان

## ڀاڱو پنجون - قبرستان اهل الله جا

### فصل پهريون - جيڪي اهل الله شهر منجهہ ۽ پسگردائيءَ ۾ رڪيل آهن

1. **سيد ڪمال شيرازي ۽ سيد ملوڪ مازندراني** درس امين، جو شيخ يعقوب جي ٽن يارن مان هو جنهن جو مٿي ذڪر آيو. پير بدر شهيد اولياء جو جتن جي رهڻ واري هنڌ ڪي ويجهو آهي. ارغونن جي وقت جو آهي. پير عباس، درويش اجر جو همعصر هو. پيرشاهي، مرزا عيسيٰ جي وقت ۾ فرنگين جي لشڪر اچڻ وقت شهيد ٿيو. پير لاکو اصل ڪنيار هو وڏي حال ۽ قال وارو هو.
2. **سيد شاه منبو غوث الثقلين** جي اولاد مان هو. هي سيد ڪمال شيرازي مٿيون ۽ سيد شاهہ عبدالله حسني، جنهن جو نالو هيٺ ايندو سي ٽيئي مرزا شاهہ بيگ جي زماني ۾ سيد شڪرالله سان گڏ ٺٽي ۾ آيا. اهي چارئي بزرگ پاڻ ۾ سچا ۽ گهاٽا يار هئا. هيءَ سيد هڪڙي مريد جي گهر ۾ رهندو هو ۽ چڙهو رهيو. گهڻيون ڪرامتون ڏيکاريائين ۽ خلق الله کي فائدو ۽ فيض پهچايائين. سندس قبر جي پيراندي ۾ بہ قبرون ماءُ ۽ پٽ جون آهن، جن جي گهر ۾ انهن سان گڏ رهندو هو.
3. **شاهہ مسڪين ڪامل فقير** ۽ سيد هو. جتي رڪيل آهي اتي سندس مڪان يا تڪيو هوندو. فرنگين واري فساد ۾ شهيد ٿيو. ميان ابو القاسم نقشبندي چوندو هو تہ انهيءَ بزرگ جهڙو ڪامل شخص ڪو ٿورو هوندو. سيد محمود، جو عطارن واري محلي ۾ رڪيل آهي، سو بہ هڪڙو وڏو اولياءُ هو.

پهرين هن جي قبر جي ڪا به خبر ڪا نه هئي. ڪنهن ماڻهوءَ جاءِ تي جوڙائي. بنياد کوٽائيندي هن جي لاش سچي ساري لڌائون. انهي رات خواب ۾ معلوم ٿيو ته انهيءَ بزرگ جو نالو سيد محمود آهي ۽ اهل الله مان هو.

4. **محمد مڪائي نيرون ڪوٽي**، اَن بازار ۾ دفن ٿيل آهي. چوڻ ۾ ٿو اچي ته هيءَ اهوئي ساڳيو شاهه محمد مڪائي آهي، جنهن جي درگاهه نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) ۾ آهي، جنهن هتي به ظهور ڪيو. مير لڌو اصل ڪپهه وڪڻندو هو. گدا بازار ۾ سندس دڪان هوندو هو. هميشه پنهنجي دڪان تي ميٽ رکندو هو ۽ ماڻهن کي ڏيندو هو. انهيءَ جي ڪائڻ سان هر قسم جا بيمار ۽ مريض شفاياب ٿيندا هئا. وڏو اولياءُ هو ۽ اهل الله به هن جي ملاقات ۽ صحبت لاءِ ايندا هئا. جڏهن وفات ڪيائين، تڏهن سندس وصيت موجب ڪيس سندس دڪان ۾ دفن ڪيائون. اتفاق سان انهيءَ سال مينهن بند ٿي ويو. انهي ڪري حاڪمن حڪم ڪيو ته هن جي لاش اتان ڪڍي جبل تي نيئي رکجي. ڪڍڻ جي سعي ۾ هئا ته اوچتو اچي برسات پيئي. سڀ ماڻهو خوش ٿيا ۽ هن جي لاش نه ڪڍيائون.

5. **سيد ابراهيم** مخدوم راجي قتال جي پوٽن مان آهي. چون ٿا ته هن جي پيءُ کي هڪڙو ڪاٺ جو پيالو وڏن جي ورثي ۾ مليو هو. جڏهن انهيءَ کي ماني يا پاڻيءَ سان پريندا هئا، تڏهن هزارين ماڻهو انهيءَ مان ڍءُ ڪندا هئا. مرڻ کان اڳي اهو پيالو پڃي ڇڏيائين. پڃيائونس ته ڇو پڳ، جو اها وڏن جي نشاني هئي. چيائين ته انهي مان مون کي ۽ اوهان کي سواءِ شهرت ۽ ناموس جي ٻيو ڇا حاصل ٿيندو. سندس قبر ڪشمشين جي محلي ۾ اُلهندي پاسي آهي.

6. **شاهه ڪر گنج** ـ مست فقير هو جو پنهنجي مڪان ۾ دفن ڪيو ويو. مغلواڙي جي اُتر ڏي اُتر واري ٻيلي جي ڪناري تي مڪان هوندو هوس. سيد احمد شيرازي سندس وڏو مريد هوندو هو. پڇاڙيءَ ۾ سير ۽ سياحت ۾ رهيو ۽ شهيد ٿيو. چون ٿا ته پنهنجي سسي هٿن تي کڻي اتي پنهنجي مڪان تي اچي ڪري پيو ۽ اتي دفن ڪيائونس. هيئن به چون ٿا ته رات

جو هڪڙو شينهن اچي مڪان کي پيچ سان ٻهاري ڏيئي هليو ويندو هو.

7. **پير ڇُتو** شيخ پٽ جي مريدن مان هو. ٺٽي جي اپرندي رکيل آهي. هن بزرگ جو ظهور گهڻن هندن تي ٿيو. ٺٽي جي الهندي، قندسر جي ڪناري تي بہ ٿيو. پيراليو جنهن جو اصل نالو مبارڪ هو سو ڄام نظام الدين جو نائي هو. هن اُهو بتخانو اچي پڳو جتي صفہ واري مسجد جُڙي. سيد مراد شيرازيءَ جو مريد هو. دنيا کي ترڪ ڪيو هٺائين. جتي هينئر دفن ٿيل آهي، اُتي ڪپڙ جو وڻ هوندو هو. جنهن جي پاڙ مان ڏندڻ تي ڪڍيائين تہ جتان ڪوٺي، اُتان سون پوريل ڏسڻ ۾ آيس. ڇڏي ڏنائين. پنهنجي مرشد سان ڳالهہ ڪيائين انهيءَ چيس تہ جاشي خدا ٿي ڏياريءَ، سا ڇونہ ڪڍيءِ. هن چيو تہ جڏهن دنيا ترڪ ڪئي اٿم، تڏهن سون کي ڇا ڪريان. انهي ڪري کيس اليو جو لقب ڏنائون، يعني بي طمع. پنهنجي پير جي حياتيءَ ۾ وفات ڪيائين. سيد مراد سندس زيارت پيو ڪندو هو. پير بابو ـ اصل ڪو پيو نالو هوس. فقير تي مڪان ۾ گذاريندو هو. ڪي چون ٿا تہ بخاري سيدن مان هو. ڪامل انسان هو. هڪڙي ڏينهن ٻڌائين تہ سيد مراد شيرازي پير البہ جي زيارت تي ويو آهي ۽ موٽندي هتان لنگهندو. رستو وٺي وڃي کيس ڏسڻ ۽ ملڻ لاءِ ويٺو. اتفاق سان سيد اتان نہ لنگهيو تہ بہ هو ويو ڪين. سارو هفتو ويٺو هو. جڏهن سيد عادت موجب ساڳئي انهي ڏينهن وري زيارت تي ويو، تڏهن هن وٽان لنگهيو. اُتي ٻڌائين تہ هن فقير سارو هفتو سندس ديدار جي اُميد ۾ اُتي گذاريو آهي. تڏهن مٿس مهر جي نظر ڪيائين ۽ هو ڪامل ٿي پيو. کيس ڏسي چيائين تہ تون برابر بابو فقير آهين، يعني پڪو رياضتي آهين. سيد جي اشاري تي هو سير ۽ سفر تي نڪتو. ڪڪرالي ۾ پئي گهميو تہ ڪن ماڻهن هن کي شهيد ڪيو. چون ٿا تہ اُتان پنهنجي سِسِي پنهنجن هٿن تي کڻي پنهنجي مڪان پڳو. جڏهن اُتي آيو تڏهن ڪنهن ماڻهوءَ انهيءَ کي ڏسي پيٽ کي ٻڌايو ۽ اُتي دفن ڪيائونس. سندس درگاهہ تي ماڻهو اچڻ لڳا.

8. **پير دادن** بہ اولياءُ هو مٿي اُگهاڙو ڳتيلن وارن سان مڪان ۾ ويٺو هوندو هو.

سيد محمد يوسف رضويءَ جو همعصر هو. ڪي چون ٿا ته انهي ڪان اڳي جو هو. هن سيد پنهنجي اولاد کي حڪم ڏيئي ڇڏيو ته جڏهن ڪا مشڪلات پئيو ۽ مون تائين اچي نه سگهو. تڏهن هن فقير ڪان دعا جي مدد گهرجو.

9. **حاجي شيخ بهاوالدين**. شيخ بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان آهي ۽ ارغونن جي زماني ۾ حج تان موٽي ٺٽي ۾ آيو ۽ اُتي وفات ڪيائين. وڏي ڪماليت وارو هو. سيد علي شيرازيءَ جو مريد هو. گهڻا فضيلت ۽ شريعت وارا ماڻهو سندس زيارت تي ايندا آهن.

10. **پير لونگ** به وڏن مشايخن مان هو. اپرندي ڏي هڪ ڪوهه پنڌ تي رکيل آهي. گهڻا سوالي متس ايندا آهن.

11. **درويش آچو** به وڏو درويش ٿي گذريو ۽ پير لونگ کي ويجهو ٻه لائي ڳوٺ ۾ رکيل آهي.

انهيءَ کان سواءِ ٺٽي شهر منجهه فرخ سير واري جامع مسجد جي ٻاهران جيڪو شهيدن جو گنج آهي، تنهن ۾ تيرهن سؤ ماڻهو دفن ٿيل آهن، جن کي فرنگين قتل ڪيو هو ۽ ٻيو گنج شهيدن جو امير بيگ جي بازار وٽ آهي، اُهي به تڏهن شهيد ٿيا ۽ اڪثر منجهن اهل الله آهن. ٻيون به ڪيتريون قبرون آهن، جي شهر اندر ۽ آسپاس آهن، جن جو پتو ئي ڪونه ٿو پوي.

## فصل ٻيو - مڪليءَ تي آسپاس رکيل اولياءَ

مڪليءَ ۽ ساموئيءَ جي ذڪر ڪندي ڪن بزرگن جي مقبرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ بزرگن جي ذڪر ڪندي، جيڪي مڪليءَ تي رکيل آهن تن جو به اشارو بروقت ڏنو ويو آهي. انهيءَ هوندي به ٻيا ڪي مقبرا آهن، جي مڪليءَ تي آسپاس آهن. انهن جو مختصر بيان هتي ڏجي ٿو.

1. **شيخ نعمت الله**. شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جي اولاد مان هو. حقيقت ڪري خدا جي نعمت هو ۽ ڪامل بزرگ هو. سمن جي حڪومت ۾ ٺٽي آيو ۽ اُتي گذريو. سندس پٽ شيخ جيو به چڱو اولياءُ هو ۽ پيءُ جي ڏکڻ ڏي قبر اٿس. هن کي مڪليءَ جو ڏيو ڪري سڏيندا آهن. ماهه پهرئين

سومر تي هر مهيني مٿس ميڙو لڳندو آهي ۽ ساليانو سندس وفات جي ڏينهن بہ مريد رات جو اچي مٿس جاڳندا آهن ۽ وجد ۽ سماع ڪندا آهن. ميان لال جي قبر وري شيخ جئي جي اُيرندي ڏي آهي. قلندر شهباز جو ياءُ يا سؤٽ ٿا چون.

2. **شيخ مغل چاچڪ**- وڏو ڪشف ڪرامت وارو اولياءُ هو. مرزا شاهہ حسن ارغون هڪڙي نصرپور جي رئيس کي قيد ۾ وڌو. انهيءَ جا مائٽ شيخ مغل جا اصل مريد هئا. پر اُنهيءَ مهل ڪيس وساري شيخ پرڪيہ ڪاتيار کي وڃي منٿ ڪيائون. هن ڪانئن ڳئون گهري، جا هنن پنهنجي ڳوٺان آندي ۽ درياهہ جو ڪنارو ڏيو لنگهيو تي ويا. شيخ مغل ڏهاڙي صبح جو درياهہ تي وهنجڻ ايندو هو. هنن کي ڏسي ۽ حقيقت معلوم ڪري ڪڇيائين ڪين، ليڪن دل ۾ غيرت ۽ ڪاوڙ آيس. جڏهن هو ڳئون وٺي شيخ پرڪئي وٽ ويا، تڏهن هن چپن تي جيڪو طلسم مون پڌو هو سو شيخ مغل رستي ۾ پيچي ڇڏيو. تنهن ڪري انهيءَ قيدي کي موت کان سواءِ ٻيو چارو ڪونهي. آخر ائين ٿيو.

3. **شيخ طلحہ** بہ شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جو اولاد مان هو ۽ ڪامل اولياءُ هو. هڪڙي ڏينهن هو سيد مراد شيرازيءَ جي ڏسڻ لاءِ ويو. ڪانئس پڇيائين تہ پيري مرشدي ڪهڙي شيءِ آهي؟ اتفاق سان اُتي نزديڪيءَ ۾ هڪڙو مئل ۽ سوٽل ڀلو پيو هو. سيد مراد انهيءَ کي چيو تہ اُٿ. تہ هو جيئرو ٿي اُتي هليو. پوءِ شيخ کي چيائين تہ پيري اها آهي. اوهين ٻڌايو تہ شيخي ڪهڙي شيءِ آهي؟ شيخ چيو تہ هڪڙي واڻئي کي بازار مان آڻائي وٺ. ماڻهو هڪڙي کي وٺي آيا. انهيءَ کي چيائين تہ منبر تي چڙهي ويهي دين اسلام جو وعظ ڪر. هندو هڪدم ويهي وعظ ڪرڻ لڳو جڻ تہ ڪو وڏو دين جو عالم هو. تڏهن سيد کي چيائين شيخي اها آهي، اها ڳالهہ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري پنهنجي ڪتاب ۾ بہ آندي آهي، مگر ڪتاب تذڪرت المراد ۾ شيخ طلحہ جي بدران شيخ صدرالدين حليم جو نالو آندل آهي.

4. **شيخ حسين سومرو** سيد محمد حسين عرف پير مراد شيرازيءَ جو خاص مريد هو. هڪڙي ڏينهن سيد وضو پئي ڪيو. هن کي ڏسي مٿس مهرباني ڪيائين، ۽ ڪوزي ۾ جيڪو پاڻي وضوءَ کان بچيو هو سو هن کي پيڻ لاءِ ڏنائين. پيڻ سان هن جي عجيب حالت ٿي ۽ وجد ۾ اچي ويو. درس پڙهيو ۽ سيد علي شيرازيءَ جي وڏن مريدن مان هو ۽ اپرندي ڏي قبر اٿس. مراد پليجو نورائيءَ جو رهاڪو ۽ سيد علي شيرازيءَ جو مريد هو ۽ انهيءَ جي درگاهه جي ويجهو قبر اٿس. شيخ حماد نيرون ڪوٽي ۽ مشهور اولياءُ هو ۽ سيد علي شيرازي جي قبر جي پير ۾ انهيءَ جي قبر آهي.

5. **پير آسات** سالڪ مجذوب هو ۽ مخدوم عربي هالڪنديءَ واري جو پاءُ هو. سيد ميران محمد مهدي جونپوريءَ جو مريد هو. سندس اولاد مان محمد حسين ٿالي هڪڙو فقير مشهور ٿي گذريو. انهيءَ جا پٽ احمد ۽ محمد ٺٽي ۾ هئا. احمد جهان آباد ۾ شاه غلام محمد صوفيءَ جي خدمت ۾ رهندو هو ۽ فقيرن جو لنگر هلائيندو هو. مخدوم جمعو ۽ وڏي حال ۽ قال وارو فقير هو ۽ سيد علي شيرازي ثانيءَ جو همعصر هو. جمن جتي ۽ ڪرامت وارو فقير هو ۽ سمن جي حڪومت ۾ مڪاندار فقير هو.

6. **ميان مهتيو فقير**ـ مخدوم نوح جي مريدن مان هو ۽ ڪامل فقير هو. اڪثر فرخ سير جي جامع مسجد ۾ گذاريندو هو. سندس قبر آڪري ۾ آهي. زيارتي ماڻهو سيد علي شيرازيءَ جي زيارت ڪري پوءِ مٿس ايندا آهن. پير آسات جي پيرانديءَ کان رڪيل آهي. فقير بهاوالدين گوڏڙيو ۽ مخدوم نوح جي وڏن مريدن مان هو ۽ ڪرامت وارو هو. مهتئي فقير جي پاسي ۾ آهي. سلطان کمر ۽ مخدوم نوح جي مريدن مان هو. انهيءَ تي ۽ ماڻهو سيد علي شيرازيءَ جي زيارت کان پوءِ ايندا آهن.

7. **درويش اجو**ـ اصل ٺٽي جو پوڳڙي هو ۽ پوءِ سيد علي شيرازي ثانيءَ جو مريد ٿيو. هڪڙي ڏينهن سيد علي سندس دڪان تي ويٺو هو. درويش اجر ستو پيو هو ۽ هن زور پئي ڏنس. درويش حليم اتان اچي لنگهيو. چوڻ لڳو ته هُن هنڌ هُن رستي ۽ هِن هنڌ هِن رستي. درويش ظاهري ستل هو پر دل

جاڳيس پئي. متو ڪٽي چوڻ لڳو تہ هتي گهڻا آهن ۽ هو گهڻن ۾ گهٽ آهن ۽ هي ٿورن ۾ ٿورا آهن. درويش حليم انهي ڳالهہ مان اهو اشارو سمجهيو تہ حضرت پيغمبر ﷺ جن جي خدمت ۾ باادب ٿي اهڙي خدمت بجا ٿو آڻين ۽ هتي سندس اولاد جي هي خدمت ٿو ڪرين. جواب ۾ چيم تہ ڪي اهڙا آهن، جي پنهنجي لاءِ ٻين کان زياده فائدو ٿا گهرن، اُهي گهڻا آهن ۽ ٻيا ڪي اهڙا آهن، جي پاڻ مان ٻين جي لاءِ گهٽو فائدو ٿا گهرن. اُهي گهٽن ۾ ٿورا آهن. ڪي آهن جي ٻين جي فائدي ۾ پاڻ ڪي نقصان ۾ وجهڻ گهرن ٿا. اُهي تمام ٿورا آهن. شهر جا شريف ماڻهو انهيءَ ڳالهہ تي ڪاوڙيا تہ سندن ٻار فقير جا مريد ٿا ٿين. تنهنڪري انهيءَ کي شهر مان ڪڍي ڇڏيائون ۽ هو گجرات ڏي هليو ويو. سيد علي سندس پٺيان ويو ۽ وڃي هٿ ڪيائينس. قريب المرگ هو. سيد کي امانت ڏيئي دم ڏنائين. اهو سيد پڇاڙيءَ ۾ مخدوم نوح جو مريد ٿيو. ليڪن جيڪو فيض حاصل ٿيس، سو انهيءَ درويش مان ٿيس. ڪن جو چوڻ آهي تہ درويش جو لاشو لڪ چوري مڪليءَ تي ڪٽي ويا هئا.

8. **ميان احمد ۽ ميان محمد** اصل بغدادي هئا. ڪرامت وارا شخص هئا. ميرڪن جي قبرن جي ايرندي دفن ٿيل آهن. سيد احمد غوث ڪامل درويش فتحي ٺَڪَرَ تي دفن ٿيل آهن. چون ٿا تہ عاشورن ۾ حشر جي رات شهيدن جا روح اُتي گڏ ٿيندا هئا، ۽ گهڻن ماڻهن ڏٺا. ميان ابوبڪر بہ ڪامل شخص هو ۽ ميران محمد مهدي جونپوري اصل سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو مريد هو. عيدگاهہ جي ذڪر ڏي رکيل آهي. سيد ابراهيم وڏي حال ۽ قال وارو هو. هميشہ گودڙي ڍڪيندو هو ۽ ڪلان ڪوٽ ۾ اڪيلو گذاريندو هو. جِنَّ سندس تابع هئا. ڪلان ڪوٽ جي قلعي جي پٺ جي پاڙ ۾ اُن جي قبر آهي. درويش سيد حليم، درويش داؤد جو همعصر هو جنهن جو ذڪر هيٺ اچي ٿو ۽ پر ۾ بہ انهيءَ جي رکيل آهي.

9. **سيد عبدالله حسني**ـ پير دستگير جي اولاد مان هو سيد منبہ ۽ سيد ڪمال ۽ سيد قاضي شڪر الله جي وڏن يارن مان هو. شاهہ بيگ جي

عهد ۾ گجرات کان ٺٽي آيو ۽ جبل جي ڪنڌ ۾ لڪي پيو گذاريندو هو. چڙهو چانڊ هو. ساري عمر خدا جي يادگيريءَ ۾ گذاريائين. دفن بہ اُتي ٿيل هو پر ايامن گذرڻ ڪري سندس قبر ڊهي ويئي. گهڻي مدت کان پوءِ شاهہ حافظ الله گجراتي ۽ شيخ يعقوب ۽ خليفہ ابوالبرڪات کي اشارو ٿيو جن مڪليءَ تي ڳولي اها قبر لڌي ۽ ظاهر ڪيائون تنهن کان پوءِ وڏي زيارتگاهہ ٿي پيئي.

10. **ڏرويش پرڪيو لُنگ**. مڪليءَ جي دامن ۾ سندس مڪان هو. اتي نقارا وڄائيندو هو. شهر جا ماڻهو وٽس ويندا هئا. قبرستان جون گهڻيون قبرون انهيءَ جوڙيون. پهرڻ مان چوئو ۽ گچ ٺاهي وڏا وڏا منارا ۽ قُبا بنائيندو هو ۽ رات جو انهن تي ڏِيا ٻاريندو هو. اُهي ڏِيا ڏسي سمنڊ تي جهاز وارا بندرن تي ايندا هئا ۽ سندس اڳيان نذرانا رکندا هئا، ايتري دولت گڏ ڪيائين، جو مرزا باقيءَ کي مٿس ريس آئي، جيڪو وٽس ويندو هو تنهن کي تڪليف رسائيندو هو. چون ٿا تہ سيد علي شيرازيءَ کي بہ انهيءَ سبب تڪليف پهچايائين، اها ڳالهہ ٻڌي مخدوم نوح ڏاڍو رنج ٿيو انهيءَ رنج جو اهو نتيجو ٿيو جو سگهوئي مرزا باقيءَ کي ڳجهہ ڳوهہ ۾ ماري ڇڏيائون.

11. **درويش داؤد**، جنهن کي داؤد درسن چوندا هئا، سو وڏي ڪرامت وارو بزرگ هو. ڪلان ڪوٽ تي هڪڙو پاڻيءَ جو ڊُبو هوندو هو، جو هن فقير جي نالي سڏبو هو. انهيءَ ۾ هو پنهنجن دوستن ۽ مريدن سان پاڻيءَ ۾ ترڻ سان راند ڪندو هو. هڪڙو پڇندو هو تہ ٻيا انهيءَ کي تري وٺندا هئا ۽ هو ٽُٻيون هڻي پڇندو هو جيئن ڪ ٻار ڪندا آهن. چون ٿا تہ جنهن ماڻهوءَ کي هي فقير واري تي وٺندو هو تنهن کي پاڻي ۾ ٽٻي ڏياريندو هو ۽ هو وڏي معرفت ۽ حقيقت وارو ٿي پوندو هو ۽ واصل بالله ٿيندو هو. دفن بہ اتي ئي ڪيو ويو. سيد مراد شيرازيءَ جو همعصر هو. گهڻا ماڻهو سندس زيارت تي ايندا آهن. برسات جي موسم ۾ تہ مٿس خاص ميڙو لڳندو آهي.

12. **شيخ پنوديولي**ـ هن جو اصل نالو حسين بن راجبار هو ۽ اپلن جي قوم

مان هو. سندس ماءُ سلطاني بنت مراد هئي. هو تمام وڏو اولياءُ ٿي گذريو. انهيءَ جهڙو بزرگ سنڌ ۾ ڪو ٿورو ٿيو هوندو. هن جي تعريف جيڪا ڪجي، سا ٿوري آهي. اوائل ۾ هو جبل جي هڪڙي غار ۾ لِڪو پيو هوندو هو جيئن هيرو يا لعل کاڻ ۾ لِڪل رهندي آهي. شيخ بهاوالدين ملتان وارو پنهنجن يارن سان گڏجي اُتان اچي لنگهيو. دِل جي نور سان معلوم ٿيس تہ هن جبل ۾ هڪڙو وڏو گوهر آهي. ڳولي وجي غار ۾ هٿ ڪيائينس. انهيءَ کي ڪيڏي پنهنجو مريد ڪيائين ۽ ظاهر ڪيائينس. انهيءَ شيخ سنہ 606هہ ۾ وفات ڪئي. سندس درگاهہ وڏي زيارتگاهہ آهي ۽ وقت بوقت سجاده نشين ٿيندا اچنس. شيخ ساجن کان پوءِ شيخ صابو سجاده نشين ٿيو. 12 ربيع الاول جي هر سال مجاده نشين انهيءَ بزرگ جي دستار ڪيڏي درگاهہ تان مناري تائين ويندو آهي ۽ نوراني ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

13. **شيخ جميل**، جنهن جو اصل نالوسيد وجدالادين هو سو امام موسيٰ **ڪاظم** جي اولاد مان هو. لوهارڪو ڏنڊو ڪندو هو. سندس درگاهہ وڏي **زيارتگاهہ** آهي. سجاده نشين ٿيندا آيا. پهرين شيخ ممون هو پوءِ شيخ براق ٿيو. ملاّ خليفو اصل **محمد** طور **شهر جو هو** جڏهن اهو شهر ڦِٽو تڏهن اچي ساڪري ۾ **رهيو. شيخ** بهاوالدين **ملتانيءَ جو خليفو هو. ڪامل** شخص هو. درس الہ الدين سومرو سيد علي شيرازي ثانيءَ جو همعصر هو. هڪبئي سان سنڌي بيتن ۾ سوال جواب ڪندا هئا. اصل شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جو مريد هو. گهڻيون ڪرامتون ڏيکاريائين. سندس مقبرو شيخ ۽ پير پني جي وچ تي آهي. شيخ عبدالوهاب عباسي خليفن مان هو ۽ محمد طور جو رهاڪو هو. مرزا باقيءَ جي ڏينهن ۾ هو ٺٽي جي پسگردائيءَ واري ڪنهن ڳوٺ ۾ اچي رهيو. جهنگ جا جانور ۽ پکي سندس تابعدار هئا. ماڻهن جو مٿس هنگامو لڳندو هو جنهن ڪري مرزا باقيءَ کي شڪ پيو ۽ محمد خليل جي هٿان هن کي شهيد ڪرائي ڇڏيائين.

14. **شيخ ابوتراب**، جنهن کي حاجي ترابي چوندا آهن، سو بني عباس خليفن جي گماشتن مان هو ۽ سنڌ ۾ ڪتي حاڪم هو. هي بہ شهيد

ٿيل آهي ۽ نٽي کان ڇئن ڪوهن تي هڪڙي ڳوٺ ۾ رهندو هو. سندس قبو بہ اُتي آهي. سندس وفات جو سال سنہ 171ھ آهي. شيخ سن قندراني ۽ لال جوان ۽ پير دادن ۽ جتول حبشي ۽ ڇتو مشايخ ۽ پير ڪپور اهي سڀ شهيد آهن، جي شيخ ابوتراب متئين جي نزديڪ دفن ٿيل آهن ۽ ماڻهو انهن جي زيارت ڪندا آهن. شيخ جهاريو هڪڙي خلاصي ٽِڪرَ تي آهي، جو سندس نالي سڏبو آهي. پير ڪريم ساڪري ۾ رکيل آهي. چوندا آهن تہ گدڙ انهيءَ جا مريد آهن ۽ مجاورن جي حڪم تي حاضر اچي ٿيندا آهن. لال انس ساموئي جي اُتر ڏي درياهہ جي ڪناري تي ٽڪريءَ تي رکيل آهي. درس وريو بہ قديم بزرگن مان آهي. مُلاموج دريا بندر لاهريءَ جي ويجهو رکيل آهي، جتي ديول بندر آهي. سندس اولاد بہ ملاّ سڏبا هئا، جي ڏاراجہ بندر ۾ رهندا هئا. سيد محمود وڏو بزرگ هو ۽ بندر لاهريءَ جي ڏکڻ پاسي رکيل آهي. بلوخان لودي ڪرامت وارو بزرگ هو. بندر لاهريءَ تي رکيل آهي. شيخ نورالدين دريائي سمنڊ جي ڪناري تي ڏاراجہ بندر تي رکيل آهي.

## فصل ٽيون ـ مجذوب ۽ ديوانا سالڪ فقير

1. **وتايو فقير** مجذوب عارف ۽ ڪامل شخص هو. سندس ٿورو ذڪر مخدوم حمزه واعظ جي ذڪر ۾ آيو آهي. هو چوندو هو تہ شريعت طريقت جا موئي زهار آهن. يعني جڏهن ماڻهوءَ کي نهائينءَ جا وار نڪرندا آهن، تڏهن بالغ سمجهبو آهي.
2. **منوُ فقير مجذوب**، غيب ڄاڻندڙ ۽ ڪجهہ ظاهر ڪندڙ هو. چوَن ٿا تہ جڏهن ملاّ محمد جهانگيري مفلسيءَ جي حالت ۾ بادشاهہ جي حضور ۾ وڃڻ جو ارادو ڪيو، تڏهن مڪليءَ جي قبرستان وارن بزرگن کان موڪلائڻ آيو. اتان موٽندي ڏسي تہ منوُ فقير ۽ ڪي ٻيا مجذوب فقير هڪڙي ڍونڍ تي ويٺا آهن ۽ انهيءَ جي پيٽ مان ڪي ڪڏيو پيا ڪائين. جڏهن منوُ فقير مُلا محمد کي ڏٺو تڏهن ڍونڍ مان ڪينئن جو ٻڪ ڀري

مُلي ڏي نهاري ڪٽي پنهنجي وات ۾ وڌائين ۽ هن کي بہ چيائين تہ کاءُ. هن جو فقير ۾ پڪو ارادو ٿيو ۽ سندس نصيب زور هو. سو ڪنهين بہ ڪراهت کان سواءِ اُهي ڪينئا کائي ويو. تڏهن پٺي مست فقير اهو حال ڏسي ڊوڙي اچي چيس تہ اي منوُ! پٺي جهان تو وچائين. ائين چئي باقي جيڪي ڪينئا هن جي هٿ ۾ هئا، ۽ وات ۾ هئا، سي ڪڍي ورتائينس، پر جيڪي ملا کاڌو انهيءَ جي برڪت سان وڏو درجو حاصل ڪيائين.

3. **وٺو فقير** بہ مٺئين منوُ فقير جو همعصر هو. هو ڪنهن سان ڪين **ڳالهائيندو** هو. **جيڪي سوالي** ايندا **هئا، سي** سندس ويهڻ ۽ چُرڻ مان **سمجهي جهڙا** جواب **وٺي ويندا** هئا، ۽ **جيڪي ڏسندا** هئا، سو **لهندا هئا. هڪڙي** ڏينهن **ڪنهن ڳوٺ** ۾ هن **کي پڇندو ڏٺائون. لخبر نہ پيين تہ چوٿو پڇي.** اتفاق سان **انهي** ڏينهن نومڙين **جو** لشڪر **ڪاهي** اچي **انهيءَ ڳوٺ** ۾ **تي پيو ۽ نومڙيا** ماڻهو ماري **گهر لُري** هليا ويا.

4. **موٿو فقير مجذوب** ـ **پنهنجي** وقت ۾ **مشهور هو. هڪڙي پيري** نٽي جو حاڪم نومڙين جي قوم کي سيڪت ڏيڻ لاءِ جبل ڏي ويو. حقيقت پڇڻ جي لاءِ هن فقير کي جبل جي ڪناري سان پٺي ڳوليائون. خسرو خان جي ڊنڊ تي وڃي لڏائونس ڏسن تہ هڪڙي وڻ جي ڪانيءَ تي چڙهيو وينو آهي ۽ وڻ کي ڇهبڪ پيو هڻي ۽ پيو چوي تہ اي وڻ، ٻڌاءِ توتي ڪاهہ آهي، طاقت اٿيئي يا نہ؟ اوچتو اُهو ٿار پڇي پيو ۽ هو اچي زمين تي ڪريو. هنن ماڻهن کي ڏسي چوڻ لڳو تہ هن وڻ ۾ هي ڏار وڏو هو. تنهن تي سواري ڪري انهي کي پڳوسين. انهي مان حاڪم چڱو سمجهڻ ورتو. هڪدم سوار تي اڳتي هليا. جڏهن دشمنن جي ڳوٺ وٽ پهتا، تڏهن اُتي جو سردار اوچتو مري پيو ۽ ڪوبہ هن کي سامهون تي نہ سگهيو. جيڪي هنن کي چيائون، سو هنن قبول ڪيو. انهيءَ طرح ڪنهن کي بہ ڪا مشڪلات پوندي هئي تہ انهيءَ مجذوب جي ڳالهائڻ مان مطلب معلوم ڪندو هو.

5. **ڪامل فقير مجذوب**ـ هن جا وڏا لوهار هئا. هي اڪثر برپٽ ۾

گذاريندو هو. ڪڏهن اتفاق سان ڪنهن ڳوٺ ۾ ايندو هو تہ رات يا ڏينهن رهي هليو ويندو هو. اُتي جا ماڻهو سندس چڱي خدمت چاڪري ڪندا هئا. جي ڪو هن کي پنهنجي ڳوٺ ۾ هلڻ لاءِ چوندو هو تہ ڪين قبول ڪندو هو. پنهنجي مرضي تي جتي دل پوندي هيس، اتي ويندو هو. جيڪڏهن ڪو سوال ڪندو هوس تہ انهي جي جواب ۾ هڪڙو سنڌي بيت پڙهندو هو جو تقدير موافق پورو اچي بيهندو هو.

6. **حبيب شاهہ**ـ اصل ڏاهري هو. اوائل ۾ جڏهن هو اچا چريو نہ هو تڏهن سندس مائٽن کيس پرڻايو. اها رات زال سان گڏ رهي پوءِ اوچتو گم ٿي ويو. بارهن ورهين کان پوءِ پيدا ٿيو ۽ ديوانگيءَ جي حالت ۾ مٽي ۽ پيرين اُگهاڙو هن کي گهر وٺي آيا. اڪثر پير منڊ جي درگاهہ تي ويندو هو. ماڻهن جي دل جي خبر پوندي هيس ۽ پڇڻ کان سواءِ انهن کي جواب ڏيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪا شيءِ ڪنهن ماڻهوءَ کان گهرندو هو تہ اُهو ضرور هن کي اها ڏيندو هو. هڪڙي ڏينهن مير حيدر الدين ڪامل سان گڏ ماني وٺي کاڌائين. مڇيءَ جو ٻوڙ ۽ ماني سندن اڳيان هئي. ماني شوروي سان ويهي کاڌائين. جڏهن مير مڇيءَ کي هٿ لاتو تڏهن کائڻ نہ ٿي ڏنائينس ۽ منع ٿي ڪيائينس. جڏهن هن ڪنهن پاسي منهن ڪيو تڏهن مير مڇيءَ مان ذرو پيچي کٽي وات ۾ وڌو. جهٽ ۾ هن جي وات مان اُهو ڦري، سپ ٻوڙ کٽي اچلايائين. هڪڙو ٻلو اتي ويٺو هو سو اها مڇيءَ کائي ويو ۽ هڪدم ڦٿڪي ڦٿڪي ساهہ ڏنائين. ٻئي پيري مير محمد عطا امير خانيءَ جي گهر اڻ ڪوٺيو آيو ۽ چادر مٿان وجهي سمهي پيو. ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون ستو پيو هو ۽ پاسو بہ ڪونہ ورايائين. شاهہ عبداللطيف تارڪ پٽائي انهيءَ جاءِ جي ماڙيءَ تي رهندو هو. فقير جي ننڊ جو ٻڌي هيٺ آيو ۽ سيرانديءَ کان ويهي چوڻ لڳو تہ اي ديوانا، هيءَ ننڊ تون ڪٿان سکيو آهين؟ جيڪي توکي ننڊ ۾ آهي، سو اسان کي جاڳندي بہ نٿو ملي. جڏهن نادر شاهہ جا مغل اچي شهر ۾ گهڙيا، تڏهن هو گم ٿي ويو، پوءِ خبر نہ پيئي تہ ڪيڏي ويو.

7. **لونگ فقير مجذوب**۔ اصل پني جي ڳوٺ جو هو. جڏهن هي ابا ماءُ جي پيٽ ۾ هو، تڏهن سندس ماءُ پيءُ حج ويا هئا. اتفاق سان هن جي ماءُ پڻ مهينن جي پيٽ سان مري ويئي. انهيءَ کي پوري چڏيائون. پڻ ورهين کان پوءِ ڪو ماڻهو ان جي قبر وٽان اچي لنگهيو ته ان جي قبر مان هڪڙو ٻار ٻاهر نڪرندو ۽ وري اندر ويندو ڏٺائين. لڪي ٻيٺي رهيو جڏهن ٻه ٽي ڀيرا اهو حال ڏٺائين، تڏهن ماڻهن کان پڇيائين. معلوم ٿيس ته اها زال پيٽ سان مئي هئي ۽ اهو ٻار قبر ۾ پيدا ٿيو هو ۽ آڱرين مان کير پي وڏو ٿيو هو آخر پڻس گهر وٺي آيو. جڏهن وڏو ٿيو، تڏهن چريو ٿيو ۽ ڪرامتون ڏيکاريندو وتيو.

8. ٻيا ڪي مجذوب فقير ٺٽي شهر ۽ آسپاس جا هي آهن: صابو فقير۔ اصل کٽي هو. ماڻهن جي گهر اچي انهن کي سڏ ڪري هليو ويندو هو. سچو سالڪ۔ بلڪل مست هو. جيڪي زمين تي پيل ڏسندو هو سو کائي ويندو هو. **ماڻهو لسمن لسمن جا طعام سندس اڳيان رکندا هئا ته اڪثر ڪين کائيندو هو. جنهن جو طعام کائيندو هو، سو پنهنجي مرا** دکي رسندو هو. شاڪر فقير۔ مخدوم زادن مان هو. مست هو ۽ ماٽ ۾ گذاريندو هو. ڪنهن کي ڪاوڙ ۾ ڪي چوندو هو ته ان موجب ٿي پوندو هو ملوڪ ۽ عنايت ٻئي مجذوب هئا ۽ ڪرامتون ڏيکاريندا هئا ۽ ماڻهن جا مطلب پورا ڪندا هئا. عبدالقدوس غيلاني مخدومن مان هو. هميشه ماٽ ۾ گذاريندو هو ۽ ماڻهن جا جاءِ ضرور صاف ڪرائيندو وتندو هو. اگرچ شهر کان ٻاهر نه ويندو هو، ته به ماڻهو ٻاهر گهڻن هنڌن تي ڏسندا هئا. ڪن حاجين ته حج تي به ان کي ڏٺو. بلڪ ڪي چون ٿا ته ڏهاڙي صبح جو هو نماز بيت الله ۾ پڙهندو هو. سيد قاسم سالڪ۔ فرخ واري جامع مسجد جي محراب جي پٺيان رهندو هو. ڪرامتون ڏيکاريندو هو. سناسي مجذوب۔ **هميشه اگهاڙو گهمندو هو. جيڪي** چوندو هو سو ڪنهن جي سمجهه ۾ نه ايندو هو. گهڻن جون مشڪلاتون

حل ڪندو هو. نادر شاهه جي مغلن جي اچڻ وقت گم ٿي ويو. نور شاهه اصل هندي هو. ڏاڍو ڏاهو هو پر ديوانن جي ويس ۾ هو. اڪثر پنندو وتندو هو. جذبو به ايندو هوس ۽ ڪرامتون به ڏيکاريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڳجهيون ڳالهيون ظاهر ڪري ڏيندو هو. بولو ڪيدو به مست فقير هو ۽ ڪرامتون ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن ڪنهن مهاڻي هن کي گاريون ڏنيون. تنهن تي ڪاوڙجي چيائينس ته ڳالهائيندي سسي لهرائيندين. انهيءَ ڏينهن کان هن کي ڳالهايو جنهن تي سسي لاهي ڇڏيائونس. ڇُتو مجذوب سالڪ ـ اڪثر اڪيلو گذاريندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪرامت جهڙا ڪم ڪندو هو.

باب ڏهون

# سنڌ جا مشهور امير اُمراءَ عالم فاضل

## فصل پهريون - سمن ڄامن جي زماني جا

مٿين بابن ۾ قديم سنڌ جي جدا جدا شهرن ۾ جيڪي نالي وارا بزرگ ٿي گذريا آهن، سي ڏنا ويا آهن. هاڻي جدا جدا حڪومتن ۾ جيڪي مشهور امير ماڻهو ٿي گذريا ۽ جن جو ذڪر سنڌ جي قديم تاريخن ۾ آيل آهي، سي ڏجن ٿا. انهن مان ڪن ٿورن جا نالا شايد مٿي بہ اچي ويا هوندا. پهرين هن باب ۾ سمن ڄامن جي راڄ جا امير ۽ ٻيا مشهور ماڻهو ڏينداسين.

1. **دلشاد** - هيءَ ڄام نظام الدين جو وزير هو. اصل ان جو گهر ڄاول غلام هو پر عقل ۽ علم ۽ بهادريءَ جي ڪري وزيريءَ جي درجي تي آيو. ڄام هن کي پهرين بکر ۾ رکيو. جتي نهايت عمدو بندوبست ڪري هن جو زور ڄمايائين. سنہ 912هہ ۾ ڄام نندي جي راڄ جي پڇاڙيءَ ۾ ٺٽي مان نڪري اُچ تي ڪاه ڪيائين ۽ انهيءَ پاسي وفات ڪيائين.
2. **دريا خان** - پهرين سندس نالو قبولو هو ۽ ڄام نظام الدين جي ديوان لکدير يا لکبير جو غلام هو. ڪن جو چوڻ آهي تہ اصل هو سيد زادو هو جو قيد ٿي پيو ۽ هن کي غلام ڪري آڻي وڪيائون ۽ لکدير انهي کي خريد ڪيو. هڪڙي ڀيري ڄام نظام الدين شڪار تي ويل هو. ڏينهن ڏاڍو تتل هو. سخت اُڃ لڳيس. پاڻي گهرايائين. قبولو غلام تڏهن ديوان لکدير جو آبدار هو. تنهن پاڻيءَ جو پيالو آڻي ڏنس، پر انهيءَ ۾ ڄاڻي ٻجهي هڪڙو ڪک وجهي ڏنائينس تہ گهڻي اُڃ ۾ هٻڇ ڪري زياده ۽ تڪڙو پي نہ وڃي، تورو تورو ڪري پيئي. جڏهن ڄام کي اها حقيقت معلوم ٿي، تڏهن هن جي

سياڻپ پسند آيس ۽ انهيءَ مهل پئسا ڏيئي هن جي ٻانهن لکدير کان ورتائين ۽ دريا خان نالو ڏنائينس. سگهو ئي وڏي درجي کي پهتو بلڪ دلشاد وزير کان به لنگهي ويو ۽ مدار المهام ۽ اميرالامرا ٿيو ۽ مبارڪ خان خطاب مليس. جڏهن مرزا سيد محمد جونپوري ٺٽي ۾ آيو تڏهن عالمن جي چوڻ تي ڄام هن تي اعتقاد ڪونه آندو، پر دريا خان هڪدم وڃي انهيءَ جو مريد ٿيو ۽ انهي جي دعا سان وڏو درجو حاصل ڪيائين. ايتري قدر جو ڄام هن کي غلام نه ٿي ڄاتو پر پٽ ڪري ٿي سڏيائينس. ۽ جڏهن ڄام پاڻ مئو ٿي، تڏهن پٽ جي ٻانهن هن کي ڏنائين ۽ سندس پارت ڪيائينس. سنه 927هه ۾ شاهه بيگ جي لشڪر هن کي ماريو. مڪليءَ تي رکيل آهي. سندس پٽ علاؤالدين به عالمن ۽ اميرن جي قطار ۾ هو ۽ اُهو به شاهه بيگ جي هٿان ماريو ويو. اُن جا ٻيا پٽ محمود خان ۽ متن خان پنهنجي جاگير ۾ رهندا هئا، جا ٺلٽي ۽ ڪاهان ۾ هئي.

3. **سارنگ خان** به ڄام نظام الدين ۽ ڄام فيروز جي نالير نه اميرن مان هو. ڏاڍي بهادري ۽ همت ۽ سياڻپ جا ڪم ڪيائين.

## فصل ٻيو - ارغونن ۽ ترخانن جي زماني جا

1. سلطان محمود خان بن مير فاضل ڪوڪلتاش بن عادل خواجه اصفهاني- امير تيمور انهيءَ پاسي ڪاهه ڪئي هئي. عادل خواجه جو پيءُ احمد خواجه مير حسن بصريءَ جي هٿ آيو جو تيموري لشڪر جو سردار هو ۽ ذوالنون مصريءَ جو پيءُ هو. انهيءَ هن کي پٽ وانگي پالي وڏو ڪيو. سلطان محمود خان چوڏهن ورهين جي عمر ۾ مرزا شاهه بيگ وٽ آيو جو ڪيس گهڻو پسند ڪندو هو ۽ ساڻس گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ اتي بکر ۾ حاڪم ڪري رکيائينس ۽ گهڻين جنگين ۾ بهادري ڏيکاريائين ۽ نيٺ مرزا شاهه حسن کان پوءِ بکر جو مالڪ ٿيو ۽ سنه 965هه ۾ شاهه طهماسپ صفويءَ کان خان جو خطاب مليس ۽ اڪبر بادشاهه وري اُچ جي رياست سندس حوالي ڪئي. سنه 969هه ۾ شاهه طهماسب خان

خانان جو خطاب ڏنس. سنه 981هه ۾ مبارڪ خان ماڇيلي جو قلعو ورتائين ۽ انهيءَ سال ۾ سندس نياڻيءَ سان اڪبر بادشاهه شادي ڪئي. آخر جلندر جي مرض ۾ وفات ڪيائين. سندس وفات جو سال "دربهشت آسوده" مان ٿو نڪري يعني سنه 982هه.

2. **امير شاه قاسم بيگ لاري سمرقندي** - بيگ لار جي نسل مان هو ۽ امام زين العابدين سان وڃي ٿي پيڙهي لڳس. زماني جي گردش کان ترڪستان ۾ آيو ۽ ارغون گهراڻي سان واسطو ٿيس. شاه حسن ارغون جي زماني ۾ سمرقند کان سنڌ ۾ آيو. جهيجن جو پرڳڻو جاگير ٿي مليس. عمرڪوٽ جي راڻي جي ڀاڻيجيءَ سان شادي ڪيائين ۽ سنه 947هه ۾ هڪڙو پٽ ڄائس، جنهن جو نالو ابو القاسم رکيائين. هو پاڻ همايون بادشاهه جي پهرينءَ جنگ ۾ سنه 952هه ۾ ماريو. ٺورڪيءَ جي ڳوٺ ۾ قبر اٿس. سندس پٽ ابوالقاسم خان زمان- پيءُ جي مرڻ وقت ٽن ورهين جو هو. پنهنجي ماءُ وٽ رهندو هو. اتفاق سان جوٽيجن سندن ڳوٺ تي ڪاهه ڪئي. انهي ۾ هن کي منهن تي زخم ٿيو. انهيءَ حال ۾ هن کي مرزا شاهه حسن وٽ آندائون. جنهن هن جي پرورش ۽ تعليم لاءِ گهڻي ڪوشش ڪئي. ڪاڇي جي ديهه انعام ۾ ڏنائينس. هو درجي بدرجي چڙهندو ويو. ارغونن جي قتل کان پوءِ مرزا باقيءَ وٽان ڀڄي وڃي خان بابا وٽ رهيو ۽ وڏا وڏا ڪم ڪيائين، جي بيگلرنامه ۾ بيان ڪيل آهن. پر نيٺ وري مرزا باقيءَ وٽ آيو ۽ پوءِ مرزا جانيءَ وٽ رهيو ۽ انهيءَ سان گڏ اڪبر بادشاهه وٽ ويو. بادشاهه پڇيس ته تنهنجي عمر ڪيتري آهي؟ مرزا جانيءَ سندس پاران چيو ته ٻاونجاهه ورهيه. وري پڇيائين ته ڄائو ڪٿي آهي؟ هن چيو ته عمرڪوٽ ۾. تڏهن اڪبر بادشاهه چيو ته آءٌ ۽ هي سيد هڪڙي هنڌ ڄاوا آهيون. پوءِ بادشاهه هن کي هڪڙو عمدو گهوڙو ۽ هاٿي انعام ڏيئي خسرو خان سان گڏ سنڌ ڏي مرزا غازيءَ ڏي موڪليو. انهيءَ گهوڙي جو نالو مرگهه هو يعني هرڻ ۽ انهيءَ جا ڪم به عرب گهوڙي وانگي مشهور هئا. انهي جي مرڻ تي مٿس قبو ٺهرايائين، جهن کي مرگهه منارو چوندا هئا.

شاهه گڙهه وارو قلعو جو سانگره جي ڪناري تي آهي، اُهو به هن سيد جو جوڙايل هو. ابوالقاسم خان زمان جو پٽ وري مير ابوالقاسم سلطان هو جنهن جو سنڌ جي تاريخ ۾ ذڪر آهي. هن جي شجاعت ۽ سخاوت مشهور هئي. شعر گوئي ۽ شعر فهميءَ ۾ ڏاڍو قابل هو. سندس تخلص بيگلر هو. سنه 969هه ۾ جائو هو. ٻئي هڪڙي شاعر ادراڪي بيگلر نالي چنيسر نامه لکيو جو سندس نالي ڪيائين. منتخب التواريخ ۽ تاريخ طاهريءَ ۾ جو اهو ڪتاب خود مير ابوالقاسم جي تصنيف ڏيکاريل آهي، سو غلط آهي. هن جو پاءُ مير قاسم سلطان به مشهور امير هو.

3. **مير فرخ ارغون** ـ مرزا شاهه بيگ ۽ شاهه حسن جي مشهور اميرن مان هو ۽ بهادريءَ ڪري نالو ڪڍيائين. ٺٽي واري وڏي جامع مسجد سندس نالي سان مشهور تي. انهيءَ کي وري پيو پيرو شاهه جهان بادشاهه جوڙايو. مير محمد يونس ـ ارغون پهرين همايون بادشاهه جي نوڪريءَ ۾ هو پوءِ مرزا شاهه حسن جي اميرن ۾ داخل ٿيو ۽ نيٺ پوءِ سلطان محمود خان سان وڃي ڳنڍيو ۽ پڇاڙيءَ ۾ گوشه نشين ٿي سنه 985هه ۾ وفات ڪيائين. مرڻ کان اڳ به ڏينهن پنهنجي وفات جو سال هي مصرع چيائين ـ رُستم از قيد اين و آن اي دل شاه حسين تڪدري ـ مرزا شاه حسن جي تڪدري اميرن مان هو. عالم ۽ شاعر هو. تاريخ ڪيڻ جي فن ۾ ماهر هو. ڪتاب روضته السلاطين سندس تصنيف آهي. مير عليڪ ارغون ـ شاه بيگ ۽ شاه حسن جي ڏاهن ۽ بهادرن اميرن مان هو. مرزا شاه حسن هن کي همايون بادشاهه ڏي خوشامد ڪرڻ لاءِ موڪليو پر هو اتان بي رخصت موٽي آيو ۽ اچي چيائين ته مون کي ائين عقل ۾ آيو ته سگهوئي هن جي برخلاف منصوبو ۽ فساد ٿيندو. انهيءَ وقت ڪنهن کي به اهو شڪ نه هو پر سگهوئي شير خان وارو فساد ڪڙو ٿيو ۽ همايون ملڪ ڇڏي ڀڳو. غضنفر بيگ ارغون ـ امير هو جنهن کي مرزا باقيءَ ٺٽي مان ڪڍي ڇڏيو ۽ ڪڇ ۾ گهمدو وتيو. مرزا جانيءَ جي زماني ۾ خسرو خان جي سفارش سان موٽي آيو ۽ خان

خانان واري جنگ ۾ سيوهڻ وٽ وڏا ڪم ڪري مارجي ويو.

4. **مرزا شاه بيگ عادل خان ترخان**- پائن جي اڻ بڻت ڪان مرزا باقيءَ جي راڄ مان نڪري اڪبر بادشاهہ وٽ وڃي رهيو ۽ جهانگير جي وقت ۾ قنڌار جو والي ٿيو پر جڏهن قزلباشن سان پُڄي نہ سگهيو. تڏهن موقوف ڪيو ويو ۽ مرزا غازي بيگ سندس جاءِ تي مقرر ٿيو. علم پسند ماڻهو هو. مير طاهر تاريخ طاهري سندس لاءِ لکي. مُلا بهبود- مير عيسيٰ ترخان جي اميرن مان هو. مرزا باقيءَ جي هڪ نياڻيءَ پرڻيو ۽ انهي مان مير علي پٽ ڄائس. پاڻ مرزا باقيءَ جي وقت ۾ خان بابا جي جنگ ۾ مارجي ويو ۽ هي سندس پٽ سندس جاءِ تي علي سلطان جي لقب سان رهيو.

5. **قاضي خميسہ** - هي شخص رواجي ماڻهو هو. قاضيءَ جي لقب جو لائق نہ هو ليڪن قاضين جي نسل مان هو.پر نصيب چڱو هوس. مرزا باقيءَ جي سنگت ۾ زور ورتائين ۽ انهي جي حڪومت ۾ سندس پاءُ مرزا صالح جون جاگيرون هٿ ڪيائين ۽ ساري ملڪ جو مدار المهام ۽ وڪيل ٿيو. هزارين گهوڙا ۽ لشڪر سندس حڪم هيٺ هئا. چون ٿا تہ هڪڙي ڏينهن ٺٽي جا بزرگ سيد علي شيرازي ۽ شيخ عبدالوهاب پُوراني ۽ ٻيا ڪي اڪابر ڪنهن ضروري ڪم لاءِ وٽس ويا. پر هو ڏاڍي حقارت سان ساڻن هليو ۽ هنن کي مُلا ڪري سڏيائين. قاضي نعمت الله. جو هنن بزرگن سان هو. تنهن مُلا لفظ جي معنيٰ پڇيس. پر ڪوبہ جواب نہ ڏيئي سگهيو. زمين تي پهرين گول ۽ پوءِ ورن وڪڙن وارا ليڪا ڪڍي هنن کان پڇيائين تہ پهرين اوهين هنن شڪلين جي مون کي معنيٰ ٻڌايو. پر هنن چيو تہ انهن ليڪن جي معنيٰ اسان کي نہ ٿي اچي. آخر هو بيزار ۽ رنج ٿي اُٿي ويا ۽ وري سندس منهن ڪونہ ڏٺائون.

6. **خواجہ خليل**- اصل غريب ماڻهو هو پر مرزا باقيءَ کي مدد ڪيائين ۽ بچايائين. تنهن ڪري وڏي درجي کي پهتو ۽ مُهردار ٿيو. مڪليءَ ۾ سندس رانڪ آهي. جا پاڻ جوڙايائين ۽ سخت تاڪيد ڪيائين تہ ڪاريگرن ۽ مزورن مان ڪنهن جو بہ حق نہ رهائجو ۽ نہ گهٽ ڪجو.

انهي ڪان ٻاهر منهنجي قبر ٺاهجو. پوءِ ائين ٿي ڪيائون.

7. **خسرو خان چرڪس** ـ جنهن کي چرڪس خان بہ چوندا هئا، سو چنگيز خان جي اولاد مان هو. مرزا عيسيٰ ترخان هن جو ذاتي جوهر ڏسي هن کي پرڳڻن جو عملدار ڪيو. مرزا باقيءَ ۽ مرزا جانيءَ جي راڄن ۾ وڏي وڏو دولتمند ۽ زور وارو امير ٿيو. ايتريون نشانيون ڇڏيائين، جو ڪنهن بادشاھ يا امير نہ ڇڏيون. ٺي سؤ سٺ جامع مسجدون ۽ رانڪون ۽ پُليون ۽ کوھ ۽ تلاھ ٺٽي جي شهر ۾ ۽ آسپاس ۽ مڪليءَ تي ٺهرايائين، جن تي تمام گهڻا پيسا خرچ ٿيا. خدا هن شخص کي ايتري توفيق ڏني، تنهن جو سبب هي ڏيڻ ۾ آيو آهي تہ هڪڙي ڏينهن پنهنجي گهر جي ماڙيءَ تي ويٺو هو تہ اوچتو سندس نظر ڪنهن پاڙي واري زال تي پيئي، جنهن غسل پئي ڪيو. تنهن تي پنهنجون اکيون ڪيري اُڇلائڻ جي ٿي ڪيائين، پر عالمن منع ڪيس ۽ انهيءَ ڪفارت ۾ هن گهڻي خيرات ڪرڻ گهري سندس مرڻ کان پوءِ ڪنهن ڪشف واري صاحب خواب ۾ ڏٺس ۽ حال پڇيائينس. چيائين تہ جيڪي بہ دنيا ۾ ڏنم ۽ ڪيم، سو منهنجي اصل ڪم نہ آيو فقط هڪڙي ڳالھ منهنجي بخشش جو سبب ٿي. اها هيءَ هئي تہ هڪڙي ڏينهن مون ويٺي لکيو. هڪڙي مک اچي منهنجي قلم تي ويهي مس چوسڻ لڳي، مون کي مٿس قياس آيو. ڪجھ تائين هٿ جهليو ويٺو هوس. جڏهن مس پي ڍوَ ڪري اُڏامي ويئي تڏهن وري لکڻ لڳس. مرزا غازي بيگ جي زماني ۾ سندس صدقي سندس اولاد سرڪشي ڪئي، تنهنڪري مرزا هن کي موقوف ڪيو ۽ سندس جاءِ تي هندو خان کي مقرر ڪيائين. سگهوئي پوءِ مرزا غازي مري ويو ۽ پٺ ڪونہ هوس. مُلڪ تيموري اميرن جي هٿ آيو ۽ خسرو خان ٺٽي مان نڪري لاهري بندر ڏي ويو ۽ اتان ايران ڏي هليو ويو. هن جي نالي جي سجع خسرو دهلويءَ جي هيءَ مصرع هئي: خسرو از تو پناه مي طلبد. هن جو پٽ پائي خان هو جنهن جو سچو نالو لطف الله هو. مرزا غازيءَ سان گڏ قنڌار ۾ هو ۽ افغانن سان وڙهڻ ۾ بهادري ڏيکاريائين. انهيءَ جو پٽ فتح الله ڏاڏي جي حڪومت ۾ سرڪار چاچڪان جو صوبہ دار هو. خسرو

خان جا ڏهٽا، يعني شيخ ڪاله جو اولاد. جو شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جو پوٽو هو سي ٺٽي ۾ سندس حويليءَ ۾ رهندا آيا.

8. **مُلا محمد علي** - مرزا جاني بيگ جو ديوان هو ۽ مغل کُهڙ جو نائي هو ۽ ٺٽي ۾ هڪڙو محلو سندس نالي پٺيان مشهور هو. سندس پٽن مان محمد قاسم شاهه جهان بادشاهه جي وزير جعفر خان جو منشي هو. انهيءَ جو پٽ محمد مقيم پيءُ جي مرڻ تي انهيءَ جو جانشين ٿيو. ۽ ٻيو پٽ محمد عارف شاهزادي محمد ڪام بخش جو منشي هو. انهيءَ جا پٽ دهليءَ ۾ هئا. مگر سندن پوٽا ٺٽي ۾ آيا. مُلا گدا علي يائي خان مرزا جانيءَ جي اميرن مان هو ۽ مهتر عَسيل جو پٽ هو. مرزا غازيءَ سان گڏ زهر سان ماريو ويو ۽ ٺٽي جو يائي خان وارو محلو سندس نالي پٺيان مشهور آهي. محمد امان ترخان- مرزا جاني بيگ جي اميرن مان هو. عام ماڻهو انهيءَ کي ملڪ مان سڏيندا هئا ۽ شهر جو چؤنڪ ملڪ مان سندس نالي پٺيان هو. امير بيگ- ارغونن مان هو ۽ مرزا جاني بيگ جي لشڪر جو بخشي هو ۽ ساڻس گڏ بادشاهه وٽ ويو. امير بيگ واري بازار سندس نالي پٺيان آهي. مير احمد بيگ اصل فرنگي هو. مرزا جانيءَ جو خاص نوڪر هو ۽ انهيءَ کي سلطان جو لقب ڏنائين ۽ وڪيل ڪيائين. هو قنڌار جي صوبي تي مقرر ٿيو ۽ اعتماد خان خطاب مليس. سندس پٽ منعم بيگ ۽ سندس پوٽو مير شرفي ٺٽي ۾ مشهور ماڻهو هئا. پير پٺي جي درگاهه تي جيڪا ڏاڪڻ ڪته سڏبي آهي، سا مير شرفوءَ جي جوڙايل آهي. انهن جا پٽ مير منو ۽ مير چتن به ٺٽي جا مشهور ماڻهو هئا. هڪڙي وڏي محلي ۾ رهندا هئا. انهيءَ مر پوءِ امير خاني رهڻ لڳا.

9. **شيخ ميرڪ** ولد ابوسيد پوراني ۽ مير محمود جو پيءُ اصل عرب جي سيد بادشاهن جي نسل مان هو. سندس ماءُ شيخ جلال الدين پورانيءَ جي ڏيءَ هئي. وڏو عالم ۽ پرهيزگار هو. سنڌ ۾ گهڻا ورهيه شيخ الاسلام تي رهيو. خوش نويس به هو. سنه 962هه جي محرم مهيني ۾ وفات ڪيائين. ابو سيد پورانيءَ جا پوٽا، مير بايزيد جا پٽ ۽ شيخ ميرڪ جا

پائتيا شيخ مير محمد ۽ شيخ عبدالوهاب سمن جي حڪومت ۾ نالي وارا هئا ۽ سنه 970هه ۾ وفات ڪيائون. شيخ ميرڪ جا پٽ عبدالباقي ۽ عبدالرحمان، جي مير ڪان جي نالي سان مشهور هئا، سي نهايت مشهور عالم ۽ فاضل ٿي گذريا. پهرئين سنه 983هه ۾ وفات ڪئي ۽ ٻئي جي شهادت سنه 991هه ۾ رمضان جي عيد جي ڏينهن ٿي. هنن جون فتوائون ننڍي ۽ بکر ۾ مشهور آهن. شاهه طيب جو پوٽو شاه محمود جو پٽ شاه قطب الدين خراسان جي وڏن سيدن مان هو، جي سنڌ ۾ بکر جي ڪوٽ ۾ اچي رهيا. شاهه قطب الدين سنه 977هه ۾ وفات ڪئي. هو هميشه جمعي جي ڏينهن وعظ ڪندو هو. سندس وفات جو سال به لفظ وعظ مان ٿو نڪري.

10. **مخدوم محمود فخر پوٽو** ـ وڏو عالم هو. شيخ الاسلام جو سنگتي هو ۽ انهيءَ جي مرڻ ڪان پوءِ ڪاهن ۾ رهيو ۽ خواجه خضر جي ملاقات ڪندڙ هو. هن جا شاگرد وڏن وڏن درجن تي رهيا. هو اصل هرات ڪان سنڌ ۾ آيو. مولوي عبدالعزيز هراتي ابهري ٻن پٽن سان هرات مان سنڌ ۾ آيو ۽ ڪاهان ۾ اچي رهيو ۽ علم جي تعليم ڏيڻ لڳو. مخدوم ميان وڏو عالم هو. يعقوب جو پٽ هو. مرزا شاهه حسن جو اُستاد هو. گهڻن ٻين ڪانئس علم جي تحصيل ڪئي. سنه 949هه ۾ ننڍي ۾وفات ڪيائين. سندس تاريخ وارث الانبيا آهي. مولوي ضياء الدين ولد مخدوم صدرالدين راهوتي ـ وڏو فاضل ۽ عالم هو. پهرين مدرس هو پر پوءِ گوشه نشين ٿي عبادت ۾ عمر پوري ڪيائين. قاضي شيخ احمد اوچه ولد شيخ يعقوب ـ وڏو عالم هو. اُچ ۽ ملتان مان بکر ۾ آيو ۽ اُتان پوءِ ننڍي ويو ۽ اُتي قاضي ٿيو. مرزا عيسيٰ ترخان جي زماني ۾ وفات ڪيائين. مولوي مصلح الدين لاڙي عالم ۽ ڏاهو هو. مرزا شاه حسن کي به پڙهايائين. سنه 961هه ۾ حج تي ويو. ڪتاب شرح شمايل نبوي ۽ حاشيه تفسير بيضاوي ۽ شرح فارسي منطق ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب لکيائين. شيخ عبدالله پرهيزگار ولد مولوي سعد سنڌي ـ ٻيلي جي ڳوٺ

۾ مدرس هو. تفسير ۽ حديث جي علم ۾ پڙ هو. سنہ 947ھ ۾ گجرات ڏي ويو ۽ قاضي عبدالله سان گڏ رهيو ۽ قاضي قاضن سان گڏ مديني ۾ گذاريائين ۽ گهڻا ڪتاب جوڙيائين.

11. **قاضي ڏتو سيوهاڻي**ـ پنجين پيڙهي قاضي صدرالدين جو اولاد هو. هو پنهنجي پيءُ قاضي شرف الدين جو شاگرد هو جنهن کي مخدوم راهوُ چوندا هئا. حديث جو علم مخدوم بلال تلتيءَ واري کان پڙهيو ۽ ٻيا علم مخدوم محمود فخر پوٽي ۽ عبدالعزيز هراتيءَ وٽ پڙهيو. ارڙهن تفسير پڙهيائين. جعفر جو علم ۽ ٻيا گهڻا مخفي علم ڄاڻندو هو. ترڪي ٻہ ڄاڻندو هو. ذهن تمام چڱو هوس. گهڻا ڪتاب ياد هئس. مرزا شاهہ حسن وٽس گهڻو ايندو هو ۽ کيس گهڻو مان ڏيندو هو. قاضي قاضن ولد قاضي زين الدين ولد سعيد ـ سيوهڻ ۾ رهندو هو. سندن وڏو ڏاڏو قاضي ابوالخير بکر ۾ رهندو هو. هي قاضي ياد حافظ هو ۽ حديث ۽ تفسير ۽ اصول فقہ ۽ تصوف ۾ قابل هو. سيد محمد جونپوري، جنهن کي ميران مهدي چوندا هئا، تنهن جو مريد هو. مرزا شاهہ بيگ ۽ مرزا شاهہ حسن مٿس گهڻو مهربان هئا. بکر ۾ قاضي مقرر ٿيو. جڏهن پيرو ٿيو تڏهن پنهنجي جاءِ تي پنهنجي پاءُ قاضي نصرالله کي وهاري پاڻ گوشہ نشين ٿيو ۽ سنہ 958ھ ۾ گذريو.

12. **مخدوم رڪن الدين**، جنهن کي مخدوم مطوع بہ چوندا هئا، سو مخدوم بلال جي خليفن مان هو. وڏو عالم ۽ پرهيزگار شخص هو. هن شرح گيلاني ۽ ٻيا ڪي ڪتاب لکيا. تفسير ۽ حديث جي علم ۾ قابل هو ۽ گهڻن کي سيکاريائين. سنہ 949ھ ۾ ٺٽي ۾ وفات ڪيائين. مولوي يونس سمرقندي ـ مرزا شاه حسن جي زماني ۾ سنڌ ۾ آيو. اصل ماوراء النهر جو هو. وڏو عالم هو. سنہ 951ھ ۾ وفات ڪيائين. مخدوم يوسف طيبہ ـ وڏو عالم ۽ فاضل ۽ قرآن جو قاري هو ۽ ڪرامتن وارو بہ هو. سنہ 938ھ ۾ وفات ڪيائين.

13. **قاضي عبدالله ولد قاضي ابراهيم** ـ وڏو فاضل ۽ عالم شخص هو. مخدوم عبدالعزيز هراتي ابهريءَ جو شاگرد هو. پهرين ٻيلي جي ڳوٺ ۾

رهندو هو پوءِ جڏهن مرزا شاهه بيگ سنڌ فتح ڪئي، تڏهن باغبان ۾ اچي رهيو ۽ پوءِ سنه 934هه ۾ گجرات ڏي ويو ۽ اُتان مديني ۾ ويو ۽ اُتي وفات ڪيائين. سندس پٽ شيخ صالح ۽ شيخ رحمت الله ۽ شيخ حميد هئا، جي سڀ عالم ۽ فاضل هئا. سيد حيدر سن ڳوٺ ۾ رهندو هو. ٽن ورهين جي ڄمار ۾ مولوي عمر هليه ۽ مخدوم بلال جو وڃي شاگرد ٿيو ۽ وڏي درجي ۽ ڪرامت وارو ٿي گذريو سنه 937هه ۾ وفات ڪيائين. مخدوم عربي هالڪنڊي ولد داؤد وڏو عالم سالڪ هو. گهڻا سندس شاگرد ٿيا ۽ انهن مان مخدوم نوح هالن وارو هڪڙو هو. شاه جهانگير هاشمي شاه طيب هراتيءَ جي اولاد مان هو. مرزا شاه حسن جي زماني خراسان کان سنڌ ۾ آيو. چڱو شاعر هو. ڪتاب مظهر الآثار تحفته الاحرار جي جواب ۾ لکيائين. سندس ديوان هاشمي به مشهور آهي. سنه 946هه ۾ گذريو. حج ڏي ٿي ويو ته ڪيچ مڪران وٽ مري ويو. مير شاهه مسعود ۽ مولانا فخري ۽ حيدر ڪلو خجو انهيءَ وقت جا تمام چڱا شاعر هئا. پوئين جو ديوان حيدري مشهور آهي.

14. **سيد علي شيرازي انجوي** - هن جي وڏن جو بيان مٿي سيدن ۾ آيو آهي. هي سيد نهايت سخي هو. سال ۾ هڪڙو پيرو قاضين ۽ مفتين ۽ ٻين کي ماني کارائيندو هو. سماع هلڻ جي رسم هن پهرين سنڌ ۾ وڌي. گهڻا ماڻهو هڪٻئي جي ڇيلهه کان وٺي گڏ ڳائيندا هئا، ۽ انهن جو آواز ڪوهه پنڌ تي ويندو هو. سنه 961هه ۾ هن وفات ڪئي، جو سال لفظ "فات الحاتم" مان ٿو نڪري، يعني ته حاتم مري ويو. انهيءَ جو پٽ سيد جلال الدين به مشهور ٿي گذريو.

15. **مولوي عبدالخالق گيلاني** سنه 992هه ۾ قنڌار کان بکر ۾ آيو ۽ مير معصوم بکريءَ جي گهر ۾ پاڙهيندو هو. پوءِ ٺٽي ۾ ويو. مير ڪلان ۽ شيخ ميرڪ سندس سنگتي هئا ۽ وٽس پڙهيا. قاضي محمود به سندس شاگرد هو. مولوي عبدالرحمان ۽ مولوي ڪريم الدين ۽ مولوي يوسف ۽ مخدوم فضل الله ۽ قاضي شيخ احمد ۽ قاضي ڪاشاني- اهي سڀ بزرگ انهيءَ وقت جا هئا.

16. هيٺيان ماڻهو خاص سلطان محمود خان جي حڪومت جا هئا:
17. **مير سيد صفائي** ولد سيد مرتضيٰ حسين ترمذي، وڏو بزرگ هو ۽ قطب الدين محمد ولد شاهه طيب هراتيءَ کان بکر جو شيخ الاسلام مقرر ٿي آيو. سنه 991هه جي ذوالقعد مهيني ۾ وفات ڪيائين. هن جو ذڪر مٿي بکر ۾ به آيو آهي شيخ مير غورماني- هو علاوالدوله سمناني شيخ رڪن الدين جي اولاد مان هو ۽ شيخ عبدالوهاب پورانيءَ جي پيٽ سان شادي ڪيائين. علم موسيقيءَ ۾ هوشيار هو. سلطان محمود جي حڪومت ۾ ٺٽي کان بکر آيو ۽ پوءِ هندستان ۾ ويو ۽ سنه 980هه ۾ اتي وفات ڪيائين. مولوي عبدالله مفتي ملتان مان بکر ۾ آيو. وڏو فاضل ۽ عالم هو. سنه 917هه ۾ وفات ڪيائين. قاضي داؤد، اصل سيويءَ جي ويجهو فتح پور ۾ رهندو هو. پوءِ بکر ۾ آيو ۽ اُتي قاضي مقرر ٿيو. وڏو ديندار ۽ امين هو ۽ فقير به هو. سنه 981هه ۾ شوال مهيني ۾ وفات ڪيائين. مير محمود پوراني پهريائين هرمز بندر جي رستي ٺٽي ۾ آيو ۽ شيخ بايزيد پورانيءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين. پوءِ اچي بکر ۾ رهيو. ڪنهين وٽ ڪين ويندو هو. فقط عيد جي ڏينهن سلطان محمود خان کي وڃي گڏبو هو. سنه 917هه ۾ وفات ڪيائين. مير يونس ارغون پهرين همايون بادشاهه ۽ محمد زمان مرزا وٽ هو پوءِ مرزا شاه حسن ۽ سلطان محمود خان وٽ وڃي رهيو. ترڪي ۽ فارسي شعر چڱو چوندو هو. سنه 985هه ۾ وفات ڪيائين. مولوي يار محمد هرات کان آيو ۽ انشا جي علم ۾ هوشيار هو. شاعر به چڱو هو. سلطان محمود هن کي وڪيل ڪري بادشاهه ڏانهن موڪليو. سيت پور ۾ مري ويو. مخدوم قاضي عثمان وڏو عالم ۽ فاضل ۽ پرهيزگار هو. سنه 1002هه ۾ وفات ڪيائين. مخدوم عباس هڱورجو اصل پاٽ جو وينل هو پوءِ سنه 947هه ۾ هڱورجن ۾ اچي رهيو. تفسير ۽ حديث ۽ فقه ۾ قابل هو. حديث پڙهندي هميشه رئندو هو. سنه 998هه جي شعبان جي مهيني جي چوڏهين تاريخ ڇهانوي ورهين جي عمر ۾ گذريو. مولوي ابراهيم

ولد مولوي جمال الدين مفتي ـ وڏو عالم هو. سنہ 989هہ ۾ وفات ڪيائين. مولوي قاسم ديوان، مخدوم ميران جو شاگرد هو ۽ ٻيا وڏا وڏا بزرگ سندس شاگرد هئا. جڏهن سلطان محمود سيويءَ جو حاڪم مقرر ٿيو تڏهن هن کي پاڻ سان وٺي ويو. وٽس قرآن پڙهندو هو ۽ بکر ۾ وٽس گهڻا ڪتاب پڙهيائين. سنہ 977هہ ۾ وفات ڪيائين.

18. **عرب گاهي** ـ مرزا شاهہ حسن جي راڄ جي پڇاڙيءَ ۾ جڏهن پاڻ بيمار ٿي پيو ۽ ڪم هلائي نٿي سگهيو تڏهن ڪي خراب ماڻهو خلق کي تڪليف رسائڻ لڳا. سنہ 960هہ ۾ هن عرب گاهيءَ کي ٺٽي جو حاڪم ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ٻيڙين تي چڙهيو درياهہ تي هوا کائيندو رهيو. انهيءَ ارغونن ۽ ترخانن کي ڏاڍو ستايو. ساڳيءَ طرح نصرت آباد وري شنبہ ۽ رفيق غلامن جي حوالي ڪيائين. آخر مغلن مرزا عيسيٰ ترخان جي مهنداريءَ سان فساد ڪيو ۽ انهن ٽنهين ماڻهن کي ماري ڇڏيائون ۽ شاهہ حسن جي زال کي ڪٽي قيد ڪيائون.

باب يارهون

# دهليءَ جي تيموري مغلن بادشاهن جا اميرءِ نواب سنڌ ۾

1. **مرزا غازي بيگ** جي مرڻ کان پوءِ سنہ 1021ھ ۾ جڏهن خسرو خان هندو خان کي پڇائي خودمختيار ٿيو تڏهن دهليءَ جي بادشاهہ مير عبدالرزاق کي موڪليو تہ خسرو خان کي بيدخل ڪري هن ائين اچي ڪيو.
2. **مرزا رستم بن سلطان حسين** مرزا شاهہ اسماعيل صفويءَ جي اولاد مان هو ءِ قنڌار جو حاڪم هو. جڏهن اوزبڪن خراسان تي غلبو ڪيو تڏهن هو اُتان پڇي سنہ 1002ھ ۾ اڪبر بادشاهہ وٽ آيو. پوءِ جهانگير بادشاهہ هن کي پنج هزاري عهدي تي مقرر ڪري ٺٽي جو حاڪم ڪري موڪليو ءِ مير عبدالرزاق کي حڪم ٿيو تہ ٺٽي جو شهر هن کي جاگير ۾ حوالي ڪري ءِ بہ لک رپيا انعام بہ مليس. پر اُتي پهچڻ وقت قصو برعڪس ٿي پيو ءِ هو موقوف ٿيو ءِ راجا سنگدين جي حوالي ڪيو ويو ءِ حڪم اهو ڪيو ويو تہ جيسين فريادين جي پوئواري نہ ٿئي، تيسين منهن نہ ڏيکاري. آخر هن ورهين کان پوءِ بادشاهہ مٿس راضي ٿيو ءِ پهرين هو الهہ آباد جو صوبيدار ٿيو ءِ پوءِ پاٽنا ءِ بهار جو. نيٺ شاهہ جهان بادشاهہ جي راڄ ۾ گوشہ نشين ٿيو ءِ آگره ۾ رهي پيو ءِ وفات بہ اُتي ڪيائين. شعر چڱو چوندو هو. تخلص فدا هوس. سندس ڀاءُ مظفر حسين بہ قنڌار جو حاڪم هو. پوءِ پڇي اڪبر بادشاهہ ڏي ويو. اهو بہ شاعر هو. مرزا رستم جو پٽ مرزا مراد شاهجهان جي اميرن مان هو ءِ التفات خان خطاب مليل هوس. اُهو بہ شاعر هو.
3. **مرزا مصطفيٰ خان** ٺٽي جو ناظر ٿي آيو پر سگهوئي موقوف ٿيو ءِ سندس جاءِ تي مير بايزيد بخاري جهانگير بادشاهہ جي راڄ ۾ سنہ

1028هه ۾ سنڌ جو صوبيدار مقرر ٿي دوهزاري منصب سان نئي آيو. ڏيڍ هزار ساٽس هٿا. انهيءَ کان اڳي بکر جو فوجدار هو. انهيءَ کان پوءِ:

4. **نواب شريف الملڪ** آيو جنهن کي شريف خان چوندا هئا ۽ جو ڪاٽي هئڻ ڪري يڪ چشم سڏبو هو. هن جي حڪومت ۾ سنه 1035هه ۾ شاهزادو شاهه جهان پيءُ کان رُسي عراق عجم ڏي وڃڻ جي مراد سان ڪن ٿورن خاص ماڻهن سان نئي ۾ آيو ۽ گهٽي تائين رهڻ جو ارادو ڪيائين. پر شريف الملڪ سامهون ٿيس. شاهزادي شهر جي هر طرف کان ڪاهه ڪئي، پر شڪست کاڌائين. آخر پير بدر جي ويجهو مڪليءَ جي پل ڏاري سخت لڙائي لڳي ۽ گهڻا ماڻهو مئا، جن جا هڏا ورهين تائين اتي ڏسڻ ۾ پئي آيا. هڪڙي پيري شاهزادي جي بيگم، جا پيٽ سان هئي، تنهن ڏاڙهن کائڻ جي خواهش ڪئي ۽ شاهزادي پنهنجي هٿ سان هن ڏي ڪن ڏاڙهن وٺي موڪلڻ لاءِ خط لکيو ۽ هن هڪڙي توبچي فرنگيءَ کي موڪليو جنهن بيگم جي تنبوءَ ۾ وجي توب هنئي ۽ جواب ڏنائين تہ هتي اجهي اهڙا ڏاڙهون آهن. توب جي آواز جي ڊپ کان بيگم جو ٻار ڪري پيو. شريف الملڪ دوربين سان پاڻ بہ هڪڙيءَ توب کي باهه ڏني ۽ خيال اهو هوس تہ خود شاهزادو توب سان مرندو، پر اتفاق سان هو انهيءَ مهل ٻاهر نڪري ويو هو ۽ توب کي باهه ڏيندي، جنهن اک سان نشان ٻڌو هئائين، سا باهه جي سيڪ کان نڪري پيس ۽ ڪاڻو ٿي پيو. جڏهن پوءِ شاهزادو پاڻ بادشاهه ٿيو تڏهن انهي دشمنيءَ جي پاڻ ۽ سندس رفيقن بہ سزا ڪاڏي

5. **مرزا عيسيٰ ترخان** وڏي مرزا عيسيٰ جي پوٽي مرزا غازيءَ جو سئوٽ هو ۽ مرزا غازيءَ جي حڪومت جي شروعات ۾ جيڪو فساد ٿيو هو تنهن ۾ ابوالقاسم سلطان جو سنگتي هو ۽ مرزا کان پڇي سميجن ماڻهن وٽ وڃي لڪو. جڏهن ابوالقاسم گرفتار ڪيو ويو ۽ لوهه جي تتل سرائيءَ سان انڌو ڪيو ويو، تڏهن هو ڊپ کان پڇي بادشاهه ڏي ويو ۽ اُتي وڃي ملازم ٿي رهيو. نيٺ سنه 1037هه ۾ چار هزاري منصب وٺي ٺٽي جو نواب ٿي آيو. پوءِ ڪرنال جي قلعي جي سنڀال لاءِ مقرر ڪيو ويو. جتي شاهه

جهان جي راڄ تائين هو ۽ پوءِ وفات ڪيائين. سندس رانڪ مڪليءَ تي مشهور آهي. اُنهيءَ رانڪ جي لاءِ هن پهڻ پاڻ اتان موڪليا ۽ انهيءَ جي جُڙڻ ۾ ارڙهن ورهيه لڳا ۽ نورائي جي ديهه جي آمدنيءَ مان اُها جُڙي ۽ بين قديم قبرن جو به خرچ انهيءَ مان ٿيندو هو. رانڪ جڙندي مرزا عيسيٰ وفات ڪئي ۽ عمارت جو ڪم بند ڪيو ويو نه ته مرزا جو ارادو هو ته انهيءَ جي چئن ئي پاسن کان پنهنجي وهڻ جون جايون ٺهرائي ها.

6. انهيءَ کان پوءِ **نواب امير خان مير ابوالبقا** ولد نواب قاسم خان النمڪين هروي بن مُلا مير سبزواري آيو. جڏهن شاهه جهان بادشاهه تخت تي ويٺو تڏهن شريف خان ۽ ڪڪراله جي ڄام جي دشمني ۽ گستاخيءَ جي سزا لاءِ ۽ ڏراجه جي راڻيءَ ۽ نگامره جي قوم ۽ حمل جت، جن سندس خدمت چاڪري ڪئي هئي، تن جي انعام لاءِ هن نواب کي ٺٽي ڏي موڪليائين، جو سنه 1037هه ۾ ٺٽي ۾ پهتو. اڳوڻن منصبدارن کي موقوف ڪيائين ۽ ڪن کي گرفتار ڪيائين ۽ ڪن کي ڏنڊ ڪيائين. ڄام ڪڪراله واري کي قتل ڪرايائين. حمل جت ۽ ڏارا جن جي راڻي کي سرفراز ڪيائين. اميرپور جو شهر ٻڌائين، جو سندس نالي پٺيان سڏيو ويو. جڏهن اڃا نواب نه ٿيو هو تڏهن اتان لنگهيو هو ته جهنگ ۽ برپٽ لڳو پيو هو. ٻڪرارن ۽ ريبارن سندس خدمت چاڪري ڪئي هئي ۽ انهن تي راضي ٿيو هو تنهن ڪري انهي ويران هنڌ کي پنهنجي نوابيءَ جي وقت هنن جي نالي مقرر ڪيائين. هن جي چئي تي هنن اتي وچي ڳوٺ ٻڌا ۽ ٻنورو ۽ ٻهرامپور ۽ درڪ ۽ پليجار انهي هنڌ آهن. هن نواب جو اولاد گهڻو ٿيو ۽ هند ۽ سنڌ ۾ وڏي درجي کي رسيو. هڪڙي هندن جي مندر کي ڊاهي انهيءَ هنڌ مسجد جوڙايائين، جا ڀائيخان جي محلي ۾ هئي ۽ عبدالغنيءَ جي چؤنڪ ۾ ملڪ امان جي وچ ۾ هئي. هن جي رانڪ مڪليءَ تي آهي. سندس پٽن مان ضياء الدين خان سِوستان جو فوجدار هو ۽ ٻيا به شمس الدين ۽ ملتفت خان هئا. سندس پوٽن مان مير ابوالمڪارم هو جنهن جو تخلص شعر ۾ شهود هو. اهو وقت جو اولياءُ ٿي گذريو. ٻيو مير عبدالرزاق

هو جو وڏو عالم ۽ فاضل هو. هو ڳالهائيندي ڪن اکرن تي هبڪندو ۽ اٽڪندو هو. پر اهڙو هوشيار هو جو اُهي حرف ڇڏي بيا ڳالهائيندو هو.

7. انهيءَ کان پوءِ **نواب مظفر خان** آيو جو جهانگيري امير هو. سندس نالو مير عبدالرزاق معموري هو جو لوڏي خان پوءِ ترخانين جي رد ڪيلن جاگيرن جو امين هو ۽ خسرو خان کان پوءِ ٺٽي جو امين هو. سندس نشاني گوڏڙي بازار واري مسجد آهي.
8. پوءِ **سيد ابراهيم** ولد مير بايزيد بخاري حاڪم ٿيو.
9. پوءِ سنہ 1057ھ ۾ **نواب مغل خان** آيو. هو شاهہ جهاني امير هو. ڇهہ سال نوابي ڪيائين. سنہ 1059ھ ۾ بکر ۽ سوستان جي سرڪار سندس حوالي ڪئي ويئي. انهيءَ کان اڳي ملتان جو صوبو سندس جاگير هئي.
10. پوءِ سنہ 1063ھ ۾ **نواب ظفر خان** ٺٽي جو ناظم ۽ نواب ٿي آيو. ڇهہ ورهيہ رهيو. هن جي نشاني مشڪين باغ هو جو پوءِ ڦِٽي ويو. سندس هوندي سنہ 1065ھ ۾ شاهزادو سپهر شڪوه ولد دارا شڪوه هفت هزاري منصب سان ٺٽي جو صوبيدار ٿي آيو ۽ نواب سندس نائب ٿيو.
11. سنہ 1069ھ ۾ **اورنگزيب** جي عهد ۾ قباد خان آيو. انهي جي وقت ۾ اتفاق سان سنڌ ملڪ ۾ سخت ڏڪار پيو. شاهزادو دارا شڪوه پاڻ بہ اچي نڪتو تنهن پاڻ زياده ڏڪار وڌو جو ساڻس گهڻو لشڪر هو ۽ ارادو هوس تہ قلعي ۾ رهي. پر جڏهن قلعو ڏنائين. تڏهن پڇيائين تہ هي ڪنهن جو گهر آهي؟ چيائونس تہ هيءُ سرڪاري قلعو آهي. تڏهن ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ ٻاهر نڪري آيو ۽ حڪم ڏنائين تہ هن کي باهہ ڏيئي ساڙيو. ائين ڪيائون. پهرين ڪاٺ بلده کي ساڙيائون. سڙيل ڪاٺ انهيءَ جي نشاني آهي.
12. **قباد خان** کان پوءِ سنہ 1071ھ ۾ نواب لشڪر خان آيو ۽ چار سال رهيو.
13. پوءِ **نواب غضنفر خان** سنہ 1075ھ ۾ آيو ۽ ٽي ورهيہ رهيو.
14. پوءِ **نواب سيد عزت خان** آيو جنهن کي عزت پير چوندا هئا. اڳي هو بکر جو فوجدار هوندو هو. ٺٽي ۾ سنہ 1078ھ ۾ آيو ۽ بہ سال رهيو.
15. پوءِ **نواب ابونصرت خان** آيو جو عالمگير بادشاهہ جو مامو ۽ وڏو

پرهيزگار امير هو. شاعر بہ هو. سنہ 1082ھ ۾ آيو ۽ ٻہ ورهيہ رهيو.

16. پوءِ سندس جاءِ تي **نواب سعادت خان** آيو ۽ ٻہ سال رهيو.

17. پوءِ نواب **سيد عزت خان** ٻئي ڀيري آيو. سنہ 1084ھ ۾ آيو ۽ ڇهہ سال رهيو.

18. پوءِ **نواب خانزاد خان** سنہ 1090ھ ۾ آيو. پنج سال رهيو چڱو شاعر هو.

19. پوءِ **نواب سردار خان** سنہ 1095ھ ۾ صوبيدار ٿي آيو. ٽي سال رهيو. سندس وقت ۾ ملڪ ۾ وبا پيئي ۽ گهڻا شهر ويران ٿي ويا. ڏڪار بہ پيو.

20. پوءِ **نواب مريد خان** کان سنہ 1099ھ ۾ آيو. هيءُ اصل ڪنهن راجا جو پٽ هو. جو مسلمان ٿيو هو. انهيءَ سان گڏ ڪي هزار راجپوت بہ آيا. اُنهن جي خاطر ۽ ڪي پنهنجي اصل هندڪي مذهب جي بوءِ تي جڏهن ڪاٺ بلده وٽ آيو. تڏهن ڏنائين تہ قلعي تائين وڃڻ لاءِ وڏ قاصاين جي بازار مان لنگهڻو پوندو. تڏهن ٺٽي جي قاضي، قاضي حسين وڏي پيغام موڪليائين تہ مون سان هندو ۽ راجپوت گهڻا آهن. بازار مان قاصاين کي اُٿاري ڇڏيو متان انهن کي خراب لڳي، پر قاضي ڏنو تہ ائين ڪرڻ شرع جي برخلاف آهي ۽ شرعي حڪم عام حاڪم جي حڪم کان مٿي آهي، تنهن پاڻ راتو واهہ حڪم ڪڍيو تہ بازار جي ٻنهي پاسي پاڻ اهڙا پيا بہ قاصائي نوان دڪان ڪڍي ويهي رهن. جڏهن نواب ناظم کي اها خبر ٿي، تڏهن ڪي ڪجي نہ سگهيو. هميشہ واري رسم جاري رکي بازار مان لنگهيو. هو ٺٽي ۾ ٻہ سال رهيو ليڪن سندس هندو لشڪر مسلمانن کي گهڻي تڪليف ڏني. انهيءَ بابت سکرن بادشاهہ تائين دانهن ڏني. تنهن تي هن جو موقوفي جو حڪم پهتو. تڏهن اُتان نڪري تغلق آباد واري قلعي ۾ وڃي رهيو جو قِتل هو. پر پوءِ انهيءَ جي مرمت ڪئي ويئي. جڏهن بيو ناظم آيو تڏهن هي حضور ۾ ويو.

21. **نواب زبردست خان** سنہ 1101ھ ۾ نواب مريد خان جي هوندي ٺٽي ۾ آيو پر سگهوئي مري ويو ۽ انهيءَ جي جاءِ تي ابو نصرت خان بيو پيرو رکيو ويو جو ٻہ ورهيہ ۽ ڪي مهينا رهيو.

22. پوءِ **نواب حفظ الله خان** ولد سعدالله خان، جو شاهہ جهان جو وزير هو.

سو سنہ 1102ھ ۾ ٺٽي ۽ سيوهڻ جي حڪومت لاءِ آيو. وڏو خير وارو امير هو. حضرت صلعم جن جي عرس جي وڏي ماني تي ڪيائين ۽ شروع ۾ ريا پچاڙيءَ ۾ پاڻ ماڻهن جا هٿ ڌئاريندو هو. جڏهن شاهزادو محمد معزالدين ميان دين محمد سرائيءَ جي وڙهڻ لاءِ ٿي آيو تڏهن هن نواب کي سيوهڻ وٽ درياهہ تي پل ٻڌڻ جو حڪم مليو. هن شيخ عبدالغنيءَ کي حڪم ڏنو پر جڏهن هن کان اهو ڪم نہ ٿي سگهيو. تڏهن نواب پاڻ اهو ڪم وڃي ڪيو. سج جي گرميءَ ۾ بيهڻ ڪري بيمار ٿي پيو ۽ سنہ 1112ھ ۾ اُتي سيوهڻ ۾ ئي وفات ڪيائين. مير غلام علي آزاد بلگرامي سندس تاريخ ۾ هيءَ آيت لڌي: فلهم جنّاتُ الماوىٰ نزلا بما كانوا يعملون. ٺٽي وارو نئون قلعو هن نواب جو شروع ڪرايل هو ۽ انهيءَ جي اڻ پوري رهڻ جو سبب هي هو تہ اهو قلعو بادشاهہ جي حڪم سان ٿي ڪيائين. پر جڏهن معلوم ٿيس تہ ٺٽي جي لاءِ شهر پناهہ گهرجي ۽ اهو قلعو رڳو سندس گهر ٿيندو تڏهن انهيءَ کي بند ڪيائين. هي نواب تمام چڱو شعر چوندو هو.

23. **نواب سعيد خان**. جنهن کي خانزاد خان سعيد خاني چنگيز خاني چوندا هئا، سو سنہ 1113ھ ۾ ٺٽي ۽ سيوهڻ جو ناظم ٿي آيو. هو پاڻ سيوهڻ ۾ ويٺو ۽ پنهنجي پٽ ارشد خان کي ٺٽي ڏي موڪليائين.

24. پوءِ **نواب مير امين الدين خان حسين** ولد سيد ابوالمڪارم شهود تخلص بن مير ابوالبقا امير خان سنہ 1114ھ ۾ ٺٽي جو ناظم مقرر ٿي آيو. وڏو امير هو ۽ اڪثر وقت ڪتابن پڙهڻ ۽ عالمن جي صحبت ۾ گذاريندو هو. ڪتاب رشحات الفنون، جنهن ۾ چوڏهن علمن جو ذڪر آهي، ۽ معلومنہ ال آفاق ٻئي سندس تصنيفون آهن.

25. پوءِ **نواب يوسف خان تري** سنہ 1115ھ ۾ ٺٽي جو صوبدار ٿي آيو ۽ هڪ سال کان پوءِ وري گهرايو ويو.

26. پوءِ **نواب احمد يار خان برلاس** سنہ 1116ھ ۾ آيو. هو اصل لاهور جي ويجهو رهندو هو. پڙس الهيار خان لاهور ۽ ملتان جو حاڪم هو ۽ چاليهہ ورهيہ غزنيءَ جي فوجداري ڪيائين. ٽي سال ٺٽي ۾ رهيو. هن

جي وقت ۾ سنه 1118هه جي 2 تاريخ ذوالقعد جي عالمگير بادشاهه وفات ڪئي ۽ سندس پٽ بهادر شاهه سنه 1119هه جي محرم جي پهرين تاريخ تخت تي ويٺو. انهيءَ جي يادگيريءَ لاءِ عاليجان جي پل ٺهرائي ويئي، جا قلعي جي اُپر ندي واري دروازي ڏي هئي.

27. **نواب سعيد خان بهادر** ولد سعيد خان مٿيون، جنهن کي عطر خان سڏيندا هئا، سو سنه 1119هه ۾ بهادر شاهه جي حڪم سان نئي ۾ آيو ۽ هڪ سال ۽ ڪي مهينا مس رهيو.

28. پوءِ **نواب معين خان** سنه 1121هه ۾ آيو ۽ ٻه ورهيه مس رهيو.

29. **نواب شاڪر خان** سنه 1123هه ۾ آيو پر انهيءَ سال ۾ نواب معين خان وري ٻيو ڀيرو آيو ۽ انهيءَ وچ ۾ سنه 1124هه ۾ بهادر شاهه وفات ڪئي ۽ سندس پٽ معزالدين تخت تي ويٺو ۽ جهاندار خطاب مليس.

30. انهيءَ سال ۾ **نواب خواجه محمد خليل خان** ناظم ٿي آيو. انهيءَ ورهيه جي نون مهينن منجهه باره وارن سيدن جي مدد سان معزالدين تخت تان لٿو ۽ فرخ سير تخت تي ويٺو.

31. **نواب عطر خان** مٿيون ولد سعيد خان مٿيون وري ٻيو ڀيرو نئي ۾ آيو پر هيءُ جوان هو ۽ آزمودگار نه هو. سڄو ڪم ڪار محمد يعقوب ڪشميريءَ جي حوالي ڪري ڇڏيائين، تنهنڪري سگهوئي گڙٻڙ پوڻ لڳي. مير لطف علي خان سان جهيڙو ٿيس. پر هو زور وارو هو ۽ حضور تائين رسائي هيس حڪم موجب هن سان جنگ ڪيائين، جنهن ۾ نواب عطر خان مارجي ويو.

32. **مير لطف علي خان**، جنهن جو نالو مير محمد شفيع هو سو مير محمد يوسف مهدي رضوي بکريءَ جي پوٽن مان هو. عطر خان کان پوءِ سنه 1125هه ۾ نواب ٿيو ۽ سنه 1127هه ۾ شجاعت علي خان خطاب مليس. تمام چڱي حڪومت ڪيائين. انهيءَ جهڙو ٻيو ڪو ٿورو آيو. شعر به چوندو هو. تخلص همت هوس. آخر سنه 1144هه ۾ وفات ڪيائين، جو سال ادخله في الجنات مان ٿو نڪري، جا تاريخ محمد محسن شاعر ڪيڍي، جو سندس صحبتي هو. هن جا پٽ غضنفر علي ۽ مير ذوالفقار علي مشهور ٿيا. هن جو اولاد گهڻو ٿيو. پٽ پوٽا پنجاهه کان زياده ٿيا.

33. **نواب اعظم خان** ولد صالح خان بن فدائي خان سنہ 1128ھ ۾ ٺٽي ۾ آيو. هو ڪوڪلتاش خان جهان بهادر جنهن کي مير بابا چوندا هئا، تنهن جو پوٽو هو. ٿوري وقت تائين خواجہ محمد خليل خان سندس نائب ٿي رهيو. پوءِ هو پاڻ آيو ۽ چار ورهيہ رهيو. اتفاق سان هُن جي حڪومت ۾ خلق تي وبا ۽ ڏڪار جي مصيبت آئي. شاهہ عنايت الله صوفي جهوڪ واري جي شهادت بہ هن جي وقت ۾ ٿي، جنهن جو احوال مٿي ڏنو ويو آهي. خدا يار خان عباسي جهوڪ کي گهيري ڪرڻ لاءِ آيو. آخر سنہ 1130ھ جي صفر مهيني جي نائين تاريخ سيد مٿيون شهيد ٿيو ۽ انهي جي ٻئي سال ۾ فرخ سير مارجي ويو ۽ محمد شاهہ بادشاهہ تخت تي ويٺو ۽ نواب اعظم خان موقوف ٿيو.

34. **نواب مهابت خان** ولد محمد منعم خان، جنهن کي خان خانان جو خطاب هو ۽ جو بهادر شاهہ بادشاه جو وزير هو سو سنہ 1132ھ ۾ مقرر ٿي آيو. ڏاڍو چڱو ۽ ڪم آزار ماڻهو هو. فقيرن سان صحبت رکندو هو. شاعرن کي عزت ڏيندو هو ۽ پاڻ بہ شعر چوندو هو. ڪاظم تخلص هوندو هوس. اتفاق سان سنہ 1135ھ ۾ اتي ئي وفات ڪيائين. سندس لاش لاهور جي رستي ڪٽي وپا ۽ سندس جاءِ تي سندس ننڍو پٽ رکيو ويو.

35. انهي جو نالو **سلطان محمود خان** هو. هو صغير هو. تنهنڪري سندس والده رضي محمد خان کي موڪليو تہ سندس پٽ کي سنڀالي ۽ انهي جي پاران ڪم هلائي. اهو سنہ 1136ھ ۾ آيو ۽ هڪ ورهيہ رهيو. پر قلعي ۾ رهڻ جي جاءِ نہ مليس.

36. **نواب سيف الله خان** انهي کان پوءِ مقرر ٿي آيو ۽ عبدالسميع خان جو شاهہ عبدالغفور هالڪنديءَ سانوريہ توم جو پياءُ هو سو پهرين سندس نائب ٿي رهيو. سلطان محمود خان بروقت هليو ويو ۽ رضي محمد خان بہ نائبيءَ جي اُميد تي ڪجهہ وقت رهي موٽي هليو ويو. نواب سيف الله خان سنہ 1137ھ ۾ وارد ٿيو. هو تمام چڱو نواب هو. سندس حڪومت ۾ ٺٽي چڱي رونق ورتي. هن سان وڏا وڏا ماڻهو آيا. شيعہ مذهب گهڻو رواج ورتو. نشي جون شيون بند ڪرائي ڇڏيائين. چون ٿا تہ هڪ سکر موالي کيس ڀنگ جي

ٽالي اچي ڇيو تہ سائين، اوهان ڇو اسان جي محبوبہ کي اسان کان روڪي بند ڪري ڇڏيو آهي؟ هن ورنديءَ ڏنيس تہ اوهان جي محبوبہ بازاري ٿيڻ لڳي هئي ۽ گهمنڊڙ ٿي پيئي هئي، تنهن کي زور ڪري پرده نشين ڪيو اٿمانس. سنہ 1143هہ ۾ بيمار ٿي مري ويو ۽ مڪليءَ تي امامن واري ميدان ۾ دفن ڪيائونس. سندس تاريخ سندس قبر تي هيءَ لکيل آهي: دست وي بادامن آل عباستہ. کانئس پوءِ ٿوري وقت تائين سندس پٽ صادق علي خان رهيو ۽ پوءِ جڏهن ٻيو نواب مقرر ٿي آيو تڏهن اُهو هليو ويو.

37. **نواب دلير دل خان** سنہ 1143هہ جي پڇاڙيءَ ۾ آيو ۽ ٻہ سال رهيو. چڱو امير هو. انهي وچ ۾ ٺٽي جو صوبو جاگيري انعام ٿي امير خان کي مليو ۽ اجاري تي رهيو. دلير دل خان جي پٽ همت دلير خان کي ڊپ ٿيو تہ متان کو ٻيو اهو صوبو اجاري تي کڻي ۽ پڻس کي حساب جي ڪشش ڪري ۽ تڪليف ڏئي، تنهنڪري امير خان کان مقاطعو ورتائين ۽ سنہ 1145هہ ۾ ٺٽي ۾ آيو ۽ چار ورهيہ رهيو ۽ چڱو ڪم هلايائين، پر پوءِ موقوف ٿيو.

38. **نواب صادق علي خان** ولد نواب سيف الله خان مٿيون سنہ 1149هہ ۾ امير خان جو مقاطعہ دار ٿي انهي جي پاران آيو. ٻهريون ورهيہ تہ جيئن تيئن گذاريائين، ٽئي سال ۾ نقصان پيس ۽ ڪوٽ ڪڍيائين. انهيءَ وقت ميان نورمحمد ڪلهوڙو عباسي بادشاهہ وٽ برک هو ۽ خدا يار خان خطاب هوس، تنهن کي صادق علي خان نيڪو ڏٺو جو نقصان ڏنو هٿائين. خدا يار خان جي وڪيل شيخ غلام محمد ولد شيخ عزيز الله في الحال ڪم پنهنجي حوالي ڪيو. انهي وقت کان پوءِ ٺٽي ۾ دهليءَ جي بادشاهن جا نواب اچڻ بند ٿيا ۽ بکر ۽ سيوهڻ ۽ ٺٽي جي حڪومت عباسي ڪلهوڙن کي ملي ۽ ميان نورمحمد ڪلهوڙو يعني نواب خدا يار خان انهيءَ گهراڻي جو ٻهريون حاڪم ٿيو. ڪلهوڙن جي اصل نسل ۽ حاڪمن جي نالن ۽ انهيءَ جي حڪومت جو بيان تاريخ مان معلوم ٿيندو ۽ ڪيئن وري انهن کان حڪومت نڪري ٽالپرن بلوچن کي ملي، سو احوال بہ سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو.

باب ٻارهون

# ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي حڪومت ۾ ڪي مشهور ماڻهو

ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن حاڪمن جو بيان سنڌ جي تاريخ ۾ ڏنل آهي. انهن کان سواءِ جيڪي مشهور ماڻهو سندن وقت ۾ هئا يا جن جو ساڻن واسطو رهيو ۽ جن جا نالا تاريخ ۾ يا سرڪاري دفترن ۾ موجود آهن، سي مختصر طرح الف بي جي ترتيب ۾ ڏجن ٿا ته ڪو خاص نالو ڪيڻ آسان ٿئي.

1. **آغا ابراهيم شاه ۽ آغا اسماعيل شاه**، آغا يا مير ابراهيم شاه، سيد عبدالهادي شاه جو پٽ هو جو اصل اصفهان جو ويٺل هو جڏهن نادر شاه ايران تي ڪاهه ڪئي، تڏهن هو اتان نڪري سنه 1150هه ۾ هندستان ۾ آيو ۽ مدراس ۾ اتي جي راجا جو خاص شاهي حڪيم ٿيو. انهيءَ وقت سنڌ جو حاڪم ميان نورمحمد ڪلهوڙو هو جنهن جي انهيءَ راجا سان دوستي هئي. انهي جي چوڻ تي راجا سيد کي ميان ڏي ڏياري موڪليو جنهن هن کي گهڻي تعظيم ڏني. سگهوئي پوءِ راجا مري ويو ۽ سيد هتي رهجي پيو ۽ ميان جو وڏو امير ۽ شاهي حڪيم ٿيو. ميان نورمحمد جي مرڻ کان پوءِ ميان سرفراز جي ڏينهن ۾ عبدالهادي شاهه جو پٽ مير ابراهيم شاه به اچي پيءُ سان گڏيو. ٻاويهن ورهين جي جدائيءَ کان پوءِ هو ٻئي پاڻ ۾ گڏيا. جڏهن سنه 1193هه ۾ مير عبدالهادي شاهه وفات ڪئي، تڏهن مير ابراهيم شاهه پيءُ جي جاءِ تي مقرر ٿيو ۽ ڪلهوڙن وٽ اڳوڻي ساڳي عزت پائيندو آيو. ڪڏهن وڪيل ٿي خراسان ۽ ڪابل جي بادشاهن ڏي به ويندو هو. جڏهن ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپر سنڌ جا حاڪم ٿيا، تڏهن مير ابراهيم شاهه جنهن کي آغا سڏڻ لڳا

سو هنن وٽ بہ ساڳي عزت پائڻ لڳو. سنڌ هٿ ڪرڻ ۾ هن مير فتح علي خان ٽالپر کي گهڻي مدد ڏني. هن جو وڏو پٽ آغا اسماعيل شاھہ ميرن جي ٻاران ٻارهن ورهيہ ڪابل جي امير وٽ اول ۾ رهيو. آغا ابراهيم شاھہ کي اٺ پٽ هئا، جن مان چار تہ شڪارپور جا نواب ٿي رهيا: آغا زين العابدين شاھہ ٻہ ورهيہ. جو پوءِ ڪراچيءَ جو ٻہ ڇهہ ورهيہ نواب هو. آغا تقي شاھہ ٽيهن ورهين تائين، آغا ابراهيم شاھہ ڇٽن ورهين تائين ۽ آغا ڪاظم شاھہ تيرهن ورهين تائين. ڪاظم شاھہ ٽالپرن ۽ افغانن جي وچ ۾ جيڪا جنگ لڳي هئي، تنهن ۾ مارجي ويو ۽ انهي سان گڏ خيرپور جي لشڪر جو سردار گولو شاھہ بہ مارجي ويو. اهي آغا صاحب حيدرآباد جي ويجهو قليليءَ تي پنهنجي ٽنڊي ۾ رهندا هئا، جنهن کي آغا جو ٽنڊو يا آغا اسماعيل شاه جو ٽنڊو تا چون. سندن اولاد اجا اُتي رهندو اچي.

2. **آغا خان** اصل ايران جي سيد گهراڻي جو هو. تاريخ ۾ مشهور حسن صباح انهيءَ خاندان جو داعي ۽ خليفو هو جنهن ايران ۾ اسماعيليہ فرقہ پيدا ٿيڻ کان پوءِ پنهنجو فرقو پيدا ڪيو. جنهن کي حشيشين سڏيندا هئا ۽ جن بادشاهن کي ڪنبائي ڇڏيو هو. اهو فرقو شيعن مان نڪتو هو ۽ اسماعيلي فرقي جي هڪڙي شاخ هئي. هنن کي نصيري چوندا هئا ۽ هو ٻارهن امامن مان پهريان ڇهہ امام مڃيندا هئا ۽ پوءِ ٽيتاليهہ امام پيا هئن ۽ چوئيتاليهون آغا خان هو جنهن جو اصل نالو حسن علي شاھہ هو ۽ جو ايران کان سنہ 1842ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو پر انهيءَ کان گهڻو اڳي يعني سنہ 1430ع ۾ انهيءَ فرقي جو هڪڙو بزرگ پير صدرالدين نالي سنڌ ۽ گجرات ۾ آيو هو ۽ هند جي برهمڻن ۽ پنڊتن جي مدد سان ويدانت جي اصول تي هڪڙو مذهب برپا ڪيائين، جو ويدانت سان موافق هو. هندو لوهاڻا سندس مريد ٿيا ۽ سندس مذهب تي آيا ۽ اُنهن کي خواجن جو نالو مليو. هندن وارا وشنوءَ جا نوَ آوتار بہ هن شمار ڪيا ۽ ڏهون اوتار حضرت علي ڪيائين، ۽ پوءِ سندس اولاد ڇهين امام تائين. جڏهن ايران ۾ انهيءَ مذهب جي برخلاف گڙٻڙ متي، تڏهن آغا حسن علي

شاه سنڌ ۾ آيو ۽ انهيءَ جي ٻئي سال يعني سنہ 1843ع ۾ انگريزن سنڌ ورتي. هو پهرين بمبئيءَ آيو پوءِ ڪراچيءَ. ٽالپرن جي ڏينهن ۾ هو جهرڪن ۾ آيو هو ۽ انگريز سرڪار کي ميرن جي برخلاف گهڻي مدد ڏنائين. مير شير محمد خان جهرڪن مان آغا خان تي ڪاهہ ڪري سندس مال ڪٺي ويو جو سرچارلس نيپئر وري وٺائي ڏنس. انهيءَ ڪان پوءِ انگريز سرڪار آغا خان ۽ سندس جانشينن کي گهڻو مان ڏيندي آهي. سرڪار آغا خان کي هزهائينس جو لقب بہ ڏنو. آغا خان ايران جي شاهہ جي هڪڙي نياڻيءَ سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان اولاد ٿيس. سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ آغا علي شاهہ سندس جاءِ تي ويٺو. هاڻي آغا محمد شاهہ سندس پوٽو خواجن جو پير آهي ۽ سر جو خطاب مليل اٿس. خواجن بابت مذهبي فرقن ۾ ذڪر ڪيو ويندو.

3. **آخوند بچل**۔ مير نصير خان ٽالپر جي خاص درٻارين مان هو ۽ لکپڙهہ جو ڏاڍو قابل هو. مير نور محمد خان جي وفات کان پوءِ جڏهن مير نصير خان گاديءَ تي ويٺو تڏهن مير نصير خان جي پٽن مير حسين علي خان ۽ مير شهداد خان جي وچ ۾ اچي ملڪيت تي تڪرار لڳو. ٻين ميرن مان ڪي هڪڙي جي پاسي ٿيا، ڪي ٻئي جي. تڪرار وڌي جنگ جهيڙي تي اچي بيٺو هو. تڏهن لاچار ٿي مير نصير خان آخوند بچل کي وڪيل ڪري ڪرنل. آؤٽرم ڏي موڪليو جو سنڌ ۾ انگريز سرڪار جو ريزيڊنٽ هو انهي لاءِ تہ اچي هنن جو فيصلو ڪري. ان موجب ڪرنل آيو ۽ امين ٿي فيصلو ڪيائين ۽ ٻنهي ڀائن کي پرچائي ڇڏيائين. وري جڏهن انگريز سرڪار مير نصير خان ۽ ٻين ميرن سان عهدنامو ٿي ڪيو ۽ هنن کان عهدنامي تي صحيح ڪرائڻ لاءِ ڪرنل آؤٽرم آيو، تڏهن ميرن نٽايو ۽ صحيح نہ ٿي وڌي. ٻيا مير ۽ سندن خاص صلاح ڪار عهدنامي جي برخلاف هئا ۽ مير نصير خان کي صحيح وجهڻ کان منع ڪيائون: پر نواب محمد خان لغاري ۽ آخوند بچل مير کي اها صلاح ڏني تہ عهدنامي تي صحيح وجهي ۽ انگريزن سان نہ ڦٽائي. پر آخر مير نصير

خان ٻين ميرن جي زور تي صحيح نه وڌي ۽ انگريزن سان جنگ ڪرڻ جي تياري ڪيائين، جنهن جو نتيجو اهو ٿيو ته سنڌ سندس هٿان ويئي.

4. **الهه بخش جهنجڻ**- ڪلهوڙن جي اميرن مان هڪڙو هو ۽ ٽالپرن جي برخلاف هو. جڏهن ميان سرفراز مير بهرام ۽ سندس پٽ مير صوبدار مارايا، تڏهن مير فتح خان ميان تي ڪاهه ڪئي ۽ ميان ڀڄي ويو. پوءِ ڪلهوڙن جي ڪن اميرن ميان جي ڀاءُ محمود خان کي گاديءَ تي ويهاريو پر جڏهن مير فتح خان ۽ مير بجار خان حيدرآباد تي ڪاهي آيا، تڏهن ڪلهوڙن جا امير ڊڄي ويا ۽ انهن جو پاسو ڇڏي ميرن جي پاسي ٿيا. خود راڄو ليکي ۽ الهه بخش جهنجڻ به هنن جي پاسي ٿيا، پر پوءِ وري ڦري ويا ۽ ميرن جي برخلاف ڪلهوڙن کي مدد ڪيائون. وري جڏهن هنن جي وچ ۾ لانياري جي جنگ لڳي، تڏهن الهه بخش به تاجي ليکي، فيروز ڀٽافي، محمد حسن کهاوڙ ۽ مهراب جتوئيءَ سان گڏ ڪلهوڙن جي پاسي وڙهيا، پر شڪست کاڌائون. تڏهن الهه بخش ۽ ٻيا ڪي سردار مير بجار جو زور ڏسي ڪلهوڙن کي ڇڏي هن جي طرف ٿيا. پوءِ مير بجار جنگ کٽي ۽ ميان عبدالنبيءَ کي سڌي گاديءَ تي وهاريائين. هن الهه بخش جهنجڻ کي سندس گڏري نمڪ حراميءَ جي ڪري ڪٽي قيد ڪرايو. پر سندس پٽ غلام حسن ميرن جي برخلاف رهيو ۽ هالاڻيءَ واري جنگ ۾ ڪلهوڙن جي طرفان ميرن سان وڙهيو ۽ مارجي ويو ۽ ميرن سنڌ کٽي.

5. **احمد خان لغاري** (نواب) مير نصير خان جي خاص اميرن مان هو ۽ ميرن جو وڏو صلاحڪار هو. مير نصير خان جي وفات کان پوءِ جڏهن سندس پٽن جي وچ ۾ تڪرار ٿيو تڏهن هو مير حسن علي خان جي پاسي ۽ مير شهداد جي برخلاف هو ۽ هن جي صلاح سان مير صوبدار خان به مير حسين علي خان جو پاسو ورتو. وري جڏهن ميرن ڪرنل آؤٽرم تي درياهه جي ڪناري تي ڪاهه تي ڪئي، تڏهن به هي نواب سندن صلاحڪار هو ۽ لشڪر وٺي ويو ۽ مير شهداد خان کي به زور ڪيائين ته اچي پنهنجي لشڪر سميت ساڻن شامل ٿئي، جنهن تي اُهو مير به اچي ساڻن شامل ٿيو.

6. **امبرت راءِ** - مير عبدالله خان جو معتبر منشي هو ۽ جڏهن مدد خان سردار ڪاهي آيو هو تڏهن انهن جي وچ ۾ الهداد ليکيءَ سان گڏ پيغام آڻڻ نيڻ وارو هو.
7. **آوت راءِ (منشي)** - مير صوبدار خان جو منشي هو. سنہ 1843ع ۾ جڏهن ميرن جي تڪرار تي سرچارلس نيپئر سنڌ ۾ آيو تڏهن مير صوبدار هن منشيءَ کي پنهنجي طرفان تحفا ڏيئي سرچارلس ڏي پيغام موڪليو انهيءَ لاءِ تہ مير علي مراد خان وانگي هو بہ سنڌ جو حاڪم ٿئي، پر ائين ڪونہ ٿيو.
8. **باغہ يا باگو فقير** ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ هڪڙو امير هو. هن جي پيءُ جو نالو مرزو فقير هو جو بهادر شخص هو ۽ سلطان جنگ جو لقب مليل هوس. جڏهن ميان صادق علي خان ڪلهوڙو سنڌ جي گاديءَ تي هو۽ مير عبدالله خان ٽالپر سندس وزير هو تڏهن ميان عبدالنبي ڪلهوڙو جو پڇي ويو هو سو قلات جي خان کان لشڪر جي مدد وٺي ڪاهي آيو ۽ اپرندي کان وري جوڌپور جو راجا ڪاهي آيو. مير عبدالله خان ميان جي طرفان سپہ سالار ٿي انهن کي سامهون ٿيڻ لڳو. مرزو فقير سلطان جنگ ۽ سندس پٽ باغو فقير نظاماڻي ۽ جمالي ۽ لغاري ماڻهن جو لشڪر گڏ ڪري وڃي وڙهيا ۽ راجپوتن کي شڪست ڏنائون. تنهن کان پوءِ وري چالڪ جي پُل وٽ ميان عبدالنبيءَ سان جنگ ٿي، جنهن ۾ پڻ اهي ئي پيءُ پٽ وڙهيا ۽ قلات جي لشڪر کي شڪست آئي. وري جڏهن مدد خان پٺاڻ ڪاهي آيو ۽ مير عبدالله ۽ مير فتح خان اُن سان وڙهڻ جي نسبت ۾ همراءِ نہ ٿيا ۽ انهي ڪري مير فتح خان رُسي عمرڪوٽ ڏي هليو ويو تڏهن باغو فقير بہ اُن سان ويو جو سندس لشڪر جو مهندار هو. وري جڏهن مير عبدالله کان پوءِ مير فتح علي خان ميان عبدالنبيءَ سان وڙهڻ لاءِ نڪتو تڏهن مير فتح خان بہ هن سان شامل ٿيو ۽ باغو فقير سندس لشڪر جو سردار هو ۽ سگهوئي سنہ 1196هہ ۾ هالاڻيءَ جي جنگ لڳي، جنهن ۾ باغي فقير ڏاڍي بهادري ڏيکاري ۽ آخر بلوچن جي

فتح ٿي. ٻئي سال ۾ ميان عبدالنبي ديرن ڏي پٺي ويو پر نومڙين يا نهمردين اڳي جيڪا ميان عبدالنبيءَ کي مدد ڪئي هئي تنهن جي لاءِ هنن کي سزا ڏيڻ واسطي باغو فقير ٻن سون ٻيڙين تي پار لنگهي ٿي ويو ته اُهي ڊپ کان پيش پيا ۽ باغي فقير هنن کي مير کان معافي وٺي ڏني. وري جڏهن تيمور شاهه بادشاهه عبدالنبيءَ جي عرض ڪرڻ تي سندس لاءِ لشڪر موڪليو تڏهن مير فتح علي خان انهيءَ سان وڙهڻ جي ڪئي ۽ باغو فقير به انهيءَ سان هو ۽ انهيءَ کي شڪست ڏنائين.

9. **بلاول فقير نائچ**- ميان نور محمد ڪلهوڙي جي اميرن مان هو. جڏهن نادر شاهه جي سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ سنه 1160هه ۾ ڏاراجه جي راڻي جي اشاري سان جبل جي ماڻهن فساد ڪيو ۽ ٺٽي تي ڪاهي آيا، تڏهن ٺٽي جو حاڪم ميان جي پاران مسوُ فقير هو. تنهن کي برطرف ڪري ميان بلاول فقير نائچ کي ٺٽي جو حاڪم ڪيو. هو وڏو لشڪر وٺي راڻي جي قلعي تي ڪاهي ويو. راڻو پنهنجو شهر ڪن ماڻهن جي حوالي ڇڏي پار درياهه لنگهي پٺي ويو. بلاول فقير قلعو وٺي ورتو ۽ ميان نور محمد جي پٽ خداداد خان جي حوالي ڪيائين، جو ٺٽي ۾ فساد جو ٻڏي بندوبست لاءِ موڪليو ويو هو. سگهوئي پوءِ شيخ شڪرالله بجار جوڪئي جي هٿان راڻي کي مارائي ڇڏيو.

10. **بختاور خان (مَلڪُ)** - شاهزادي محمد معزالدين جي سنڌ ۾ اچڻ وقت ملڪ بختاور خان، جو اصل لاڙڪاڻي جو هو سو سيويءَ جو حاڪم هو. شڪارپور وارو پاسو به انهيءَ سان هو. ميان يار محمد ڪلهوڙو شڪارپور تي ڪاهي آيو ۽ اها ورتائين. بختاور خان پٺي شاهزادي وٽ ملتان ۾ ويو شاهزادي سندس پرڳڻي ۾ وڃڻ گهريو پر هن ٽاريو. تنهن تي شاهزادي هن سان وڙهي هن کي مارايو ۽ پوءِ سگهو ئي سندس پاءُ ملڪ الهه بخش کي سيويءَ جو حاڪم ڪيائين.

11. **بولا خان جاکرو نومڙيو** - ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ جابلو ماڻهن جو سردار هو ۽ ميان وٽ وڏي مان وارو هو. سنه 1160هه ۾

جڏهن ڏاراجہ جي راڻي فساد ڪيو ۽ لشڪر وٺي ننڍي تي ڪاهي آيو تڏهن بولا خان نهمردي جاڪرو مسوُ فقير ۽ شيخ شڪرالله سان گڏجي وڏي لشڪر سان هنن کي وچي سامهون ٿيو. ٽي ڏينهن جنگ هلي. نيٺ هنن کي پڄائي ڪڍيائون. سگهو ئي پوءِ راڻي کي شيخ شڪرُالله دغا سان صلح ڪرڻ لاءِ گهرائي مارائي ڇڏيو.

12. **بهادر خان ڪوڪو** ـ مير مراد علي خان وٽ هڪڙو وڏو بلوچي سردار هو. هڪڙي پيري گهڻي شراب پيئڻ ڪري نشئي ڏسڻ ۾ آيو تنهنڪري مير صاحب موقوف ڪري ڇڏيس. انهن ڏينهن ۾ شراب ڪم ۾ نہ ايندو هو بلڪ دوا ۾ بہ نہ وٺندا هئا. هي بلوچ مير صاحبن جي طرفان گهڻين جنگين ۾ وڙهيو ۽ سچو پچو بهادر هو.

13. **تاجو فقير** ـ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ جيڪي سندن امير هوندا هئا، سي سندن مريد هئڻ ڪري فقير سڏبا هئا. مير شهداد ۽ بيا ٽالپر جي سندن مريد هئا، سي بہ فقير سڏبا هئا، تاجي نالي سان ڪلهوڙن وٽ گهڻا امير هوندا هئا، جي فقير سڏبا هئا. انهن مان هڪڙو تاجو فقير اوٺوال هو جو ميان دين محمد ڪلهوڙي جو امير هو جڏهن دهليءَ جي بادشاهہ بهادر شاهہ ڪلهوڙن سان وڙهڻ لاءِ لشڪر موڪليو ۽ انهي کي هنن شڪست ڏني، تڏهن بادشاهہ جو پٽ شاهزاد معزالدين پاڻ سنڌ ۾ آيو ۽ ڪلهوڙن سان وڙهيو. گاج نديءَ جي ويجهو کور ڳوٺ ۾ سخت لڙائي لڳي، جنهن ۾ ميان دين محمد گرفتار ٿي پيو. ميان جو ڀاءُ يار محمد لشڪر جو مهندار هو ۽ تاجو اوٺوال ۽ سندس مائٽ جادو ۽ بختيار بهادر سردار هئا، جي سڀ مارجي ويا. ٻيو تاجو سامٽيو هو جو مير عبدالله جي وقت ميان عبدالنبيءَ جي خاص صلاحڪارن مان هو. جڏهن عبدالنبي بادشاهہ ڪان مدد خان کي مدد لاءِ وٺي آيو ۽ اُنهي کي پيسا پهچائي نہ سگهيو تڏهن مدد خان ميان جي خاص اميرن تاجي سامٽئي ۽ ڪن ٻين کي ڪٺي قيد ڪيو ۽ انهن کي عذاب ڏنائين تہ ساڻس سچي ڪن تہ خزانو ڪٿي رکيو آهي. وري جڏهن مير فتح علي

خان ميان عبدالنبيءَ تي ڪاهي آيو تڏهن ميان عبدالنبي محمد حسن
ڪهاوڙ کي سپهه سالار ڪري وڙهڻ لاءِ موڪليو ۽ سندس مدد لاءِ تاجو
سامتيو ۽ ڏڱاڻو جتوئي ۽ پيروز ڪليري ۽ غلام حسن جهنجهڻ نومڙين ۽
ڪوسن جي لشڪرن سان موڪليائين. جي هالاڻيءَ ۾ اچي وڙهيا ۽
شڪست کاڌائون. ٽيون تاجو جتوئي هو جو مهراب جتوئيءَ جو پٽ هو
۽ ڏڱاڻي جتوئيءَ جو ماڻٽ هو. اُهو ۽ ٻيا جي پڻ متئينءَ جنگ ۾ هئا، سي
پشيمان ٿي مير وٽ آيا ۽ معافي گهريائون. مير تاجي کي معافي ڏيئي
سندس پيءُ مهراب جي جاءِ تي رکيو ۽ تاجي جي جاءِ ڏڱاڻي کي ڏنائين.
چوٿون تاجو ليکي هو جو راڄي ليکيءَ جو پٽ هو ۽ مشهور سردار ٿي
گذريو اگرچه ڏاڍو حرڪتي ۽ حرفتي ۽ دغاباز ۽ ظالم شمار ڪيل هو ۽
هميشه ڪلهوڙن جي طرفان ٽالپرن جي برخلاف رهيو. جڏهن مير فتح
علي خان ميان سرفراز تي ڪاهي آيو ۽ هو اُٿي ڀڄو ۽ سندس جاءِ تي
سندس ڀاءُ ميان محمود خان گاديءَ تي وهاريو ويو ۽ مهراب جتوئي کيس
وزير ڪري ڏنو ويو تڏهن راڄو ليکي ۽ الهه بخش جهنجهڻ ۽ ٻيا ڪي
ميان سرفراز جو پاسو ڇڏي مير ڏي آيا ۽ ڪاهي حيدرآباد جو قلعو
ورتائون. پر راڄو اندر ۾ دغا رکندو آيو. جڏهن مير بجاور آيو تڏهن ڊپ
کان هو بيمار ٿي پيو ۽ مري ويو. ڪي چون ٿا ته هن پاڻ کي زهر ڏيئي
ماريو. سندس پٽ تاجو به جهڙس هو ۽ ڪانئس پوءِ سندس جاءِ تي رهيو
۽ اهڙو زور هو جو انهي جي مرضيءَ کان سواءِ ميان غلام نبي ڪجهه
ڪري نه سگهندو هو. جڏهن مير بجاور عمرڪوٽ ڏي هليو ويو تڏهن
تاجو ميان کي پاڻ سان وٺي مير تي ڪاهي ويو پر مير هن کي ڏاڍي
شڪست ڏني، اگرچ انهي سان گهڻا ٻيا سردار به هئا، جيئن ته الهه بخش
جهنجهڻ، پيروز پتافي، محمد حسن ڪهاوڙ ۽ مهراب جتوئي. لانياريءَ
واريءَ جنگ ۾ به جڏهن هنن کي شڪست ملي، تڏهن تاجي ميان غلام
نبيءَ کي ترار سان ماري وڌو جو ڇاتائين ته هو دل ۾ مير جي فائدي ۾
آهي ۽ پوءِ پاڻ شاه ڳڙهه ڏي ڀڄي ويو جڏهن مير بجار ميان عبدالنبيءَ

کي گاديءَ تي وهاريو ۽ ٻيا سردار وچي مير وٽ پيش پيا. تڏهن تاجي ليکي ۽ الهه بخش جهنجڻ کي مير گرفتار ڪرائي ڪٽي قيد ۾ وڌو. تاجي ميان جي پاءُ کي ماريو هو تنهنڪري ميان تاجي کي به ٿي مارايو پر مير مٿس رحم ڪري معافي وٺي ڏنيس. انهي هوندي به تاجي دل مان دغا نه ڇڏي ۽ وري به پوءِ مير جي برخلاف ٿيو ۽ جڏهن عبدالنبي پڇي ويو ۽ مدد خان پاڻ سان ڪري وٺي آيو ۽ مير عبدالله خان سان ٿي وڙهيو تڏهن مدد خان خرچ نه ملڻ سبب تاجي ليکيءَ جي پٽ بلاول ۽ ٻين کي قيد ڪري عذاب ڏنا. تاجي سان گڏ سندس پاءُ الهداد ليکي به ساڻس شامل هو. اُهي ٻئي پائر هالاڻيءَ واريءَ جنگ ۾ مارجي ويا. جا جنگ سنه 1196هه (1782ع) ۾ ٿي. تاجي ليکيءَ جو پٽ بلاول ليکي پڻ ميان عبدالنبيءَ جو امير هو ۽ پيءُ سان گڏ جنگين ۾ وڙهيو. هو هالاڻيءَ واري جنگ ۾ به هو پر سمنڊ جي رستي پڇي هالار جبل مان نڪري ويو.

14. **ثابت علي شاه** ـ سيد ثابت علي شاه مير ڪرم علي خان جي زماني ۾ سنڌ جو مشهور شاعر ٿي گذريو. هو اصل ملتان جو هو ۽ سنه 1153هه ۾ اُتي ڄائو هو. هو مدار علي شاه جو پٽ ۽ نور محمد شاه جو پوٽو هو. نواب اعظم خان سان گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ جڏهن هو موٽي ويو تڏهن هيءُ سيد سيوهڻ ۾ رهجي پيو ۽ قلندر شهباز جي درگاه تي ويندو رهيو. پوءِ سندس والد مدار علي شاه ۽ پاڻس پريل شاه به آيا ۽ اچي ساڻس گڏ رهيا. عربي ۽ فارسيءَ ۾ هوشيار هو ۽ فارسي توڙي سنڌيءَ ۾ شعر چوڻ لڳو خصوصاً مرثيا ۽ منقبت. ڪلهوڙا حاڪم هن کي لوازمو پهچائيندا هئا ۽ ڪلهوڙن کان پوءِ جڏهن مير آيا، تڏهن اُهي به ساڳي نوازش مٿس ڪندا رهيا. مير ڪرم علي خان وٽ هُو برک هو. سُني ملن سان گهڻا جهيڙا ڪيائين. سنه 1325هه ۾ 27 تاريخ جمادالثانيءَ جي وفات ڪيائين ۽ سيوهڻ ۾ رکيو ويو. هن کي به پٽ هئا: هڪڙو امداد علي شاه ۽ ٻيو احسان علي شاه. امداد علي شاه جو اولاد اڃا به هليو

اچي ۽ حيدرآباد ۾ ميرن جي قبن تي رهندڙ آهي.

15. **پرتاب راءِ (منشي)** ـ هو مير صوبدار خان جو خاص منشي هو. جڏهن سنه 1826ع ۾ هي مير پنهنجن چاچن سان ملڪيت جي نسبت ۾ رنج ٿي فساد ڪرڻ ۽ لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو تڏهن انهيءَ جي خرچ لاءِ هن منشي پرتاب راءِ جي معرفت زيور وڪڻي خرچ جي پورائي ڪئي. هي منشي ۽ هوش محمد حبشي مير جا صلاحڪار هئا. مير مراد علي خان لشڪر وٺي مٿس ڪاهي ويو جنهن ڪري گهڻا ماڻهو مير کي ڇڏي ويا لاچار ٿي هو اچي پيش پيو. هيءَ منشي گهربي مل جو پٽ هو ۽ ڪلياڻ داس جو پوٽو هو ۽ شهدادپور جي ويجهو لانڊيين ۾ رهندو هو. پڇاڙيءَ ۾ ڪن جلالاڻي بلوچن هن کي ماري وڌو. هن کي ٻه پٽ هئا: تخت رام ۽ گرڌر داس. گرڌر داس جو پٽ گاگن داس هو.

16. **جيندل شاه (سيد)** ـ مير نصير خان جي ڏينهن ۾ هي سيد حيدرآباد شهر جو ڪوتوال هوندو هو. جڏهن انگريزن جو لشڪر درياه جي رستي ڪابل ڏي ٿي ويو ۽ آفيسر ڪونڙيءَ کان حيدرآباد شهر گهمڻ آيا هئا، تڏهن هن سيد چڱو بندوبست رکيو ته هنن کي تڪليف نه رسي.

17. **حاجي احمد خدمتگار** ـ هو مير فتح علي خان جو امير هو ۽ سنه 1197هه ۾ جڏهن ڪڪرالي جي هندو چام فساد ڪيو هو تڏهن هو مير جي حڪم سان وڏو لشڪر وٺي ويو ۽ ساڻس قيصر نظاماڻي به موڪليو ويو. چام کي شڪست ڏيئي گهڻا ماڻهو ماري هو موٽي آيو. ٻئي سال ۾ هن کي حيدرآباد جي قلعي وٺڻ لاءِ موڪليائين، جتي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي والده ۽ ٻيا ڪلهوڙن جا قبيلا رهندا هئا. حاجي احمد وڏو لشڪر وٺي حيدرآباد تي ڪاهي آيو ۽ گهيرو ڪيائين. ميان عبدالنبيءَ جي ٻاران غلام حيدر مرٽاڻي ۽ شالمين شيدي حيدرآباد جي قلعي جي سنڀال لاءِ مقرر هئا. حاجي احمد جي اچڻ جو ٻڌي غلام حيدر باروت کي باه ڏني، جنهن جي ڌڪاءَ کان ڪوٽ جي هڪڙي پت ڪري پيئي. حاجي احمد اُتان لشڪر وٺي اندر ويو ۽ قلعو آسانيءَ سان

هٽ ڪيائين ۽ ڪلهوڙن جا ٻار ٻچا شالمين جي نظر هيٺ جوڌپور ڏياري موڪليائين، جتي عبدالنبيءَ جو پٽ رهندو هو.

18. **حبيب فقير نائچو** ـ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو هڪڙو امير هو. سنه 1184هه ۾ ميان هن کي ٺٽي جو حاڪم ڪري موڪليو. هو ٻه ٽي ورهيه اُتي رهيو. انهيءَ ڪان پوءِ مراد فقير نظاماڻي حاڪم ڪري موڪليو ويو.

19. **خوشي رام (منشي)** ـ هي مير مراد علي خان جو منشي هو. سڀ سرڪاري يا خانگي خط اهو لکندو هو. هڪ سؤ رپيا پگهار ملندو هوس، جو انهن ڏينهن ۾ وڏو پگهار هو. انگريزن سان لکپڙهه ڪرڻ ۾ هو گهڻو ڪم آيو.

20. **خير محمد ٺوڙو (نواب)** ـ هي مير مراد علي خان جو امير هو جو بهادر خان کوکر سان گڏ وٽس هميشه دربار ۾ حاضر رهندو هو. هو مير صاحب جي خانگي ڪم جو مختيارڪار هوندو هو.

21. **شالمين (شيدي)** ـ ڪلهوڙن جو هڪڙو امير هو ۽ ميان عبدالنبيءَ جي وقت ۾ جڏهن ڪلهوڙن جا قبيلا حيدرآباد جي ڪوٽ ۾ رهندا هئا، تڏهن هيءُ غلام حيدر مرڻاڻيءَ سان گڏ قلعي جو سنڀاليندڙ هو ۽ جڏهن مير فتح عليءَ جي لشڪر اچي حيدرآباد جو قلعو ورتو تڏهن شالمين ڪلهوڙن جا قبيلا وٺي جوڌپور هليو ويو جتي ميان جو پٽ رهندو هو.

22. **طاهر خدمتگار** ـ هيءُ مير غلام علي خان جو امير هو ۽ لشڪر جو سردار هو. سنه 1803ع ڌاري جڏهن مير ٿاري خان ميرپور واري ڪنهن خسيس ڳالهه تان تڪرار ڪيو ۽ لشڪر گڏ ڪري وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو تڏهن طاهر خدمتگار کي مير لشڪر سان موڪليو جنهن وڃي مير ٿاري کي شڪست ڏني ۽ کيس پڪڙي وٺي آيو. اها لڙائي ٺنڌي جي ڳوٺ وٽ ٿي. ۽ گهڻا ماڻهو ماريا ويا ۽ مير ٿاري خان کي زخم رسيا. جڏهن حيدرآباد ۾ جهڳڙو پلو ٿيو تڏهن عزت آبروءَ سان تحفا ڏيئي روانو ڪيائونس. وري جڏهن مير مٺئين جو هڪڙي اُچ جي سيد جي دانهن تي بهاولپور جي نواب صادق خان سان تڪرار ٿيو. تڏهن طاهر

خدمتگار کي مير لشڪر سان روانو ڪيو. ثواب شڪست کاڌي ۽ صلح ڪيو ۽ پنهنجي ملڪ جو ڪو ڀاڱو ڏنو ۽ پنهنجو پٽ اول ڏنو جو وٺي طاهر حيدرآباد آيو. حيدرآباد شهر ۾ قلعي جي ويجهو جيڪا طاهر بازار آهي، سا هن شخص جي نالي پٺيان ٿي سڏجي.

23. **غازي خان دودائي** ـ سنہ 1111هہ ۾ جڏهن ميان يار محمد سنڌ تي ڪاهي آيو ۽ شڪارپور ورتائين ۽ ملڪ بختاور خان کي ڀڄائي ڪڍيائين ۽ هو بادشاهہ معزالدين وٽ ويو تڏهن بادشاهہ پاڻ لشڪر وٺي آيو ۽ بکر ۾ اچي لٿو ۽ سيوي جو پرڳڻو جو بختاور خان جي هٿ ۾ هو سو غازي خان دودائيءَ کي ڏنائين؛ پر بختاور خان جي جنگ ۾ مرڻ ڪري، سندس پٽ ملڪ الهہ بخش کي سيويءَ ۾ رکيائين ۽ غازي خان کي برطرف ڪري ڇڏيائين.

24. **فريد ڀڳت** ـ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ هو. ميان جو خاص ماڻهو هو ۽ کيس گهڻي ڪم آيو. هن ڀڳت جي وسيلي ميان موري جو مڪان هٿ ڪيو ۽ پوءِ اُتي موري جو شهر ٻڌائين ۽ ساڳئي وقت ۾ فيروز ويرار ميان جي حڪم سان ساهتي پرڳڻو هٿ ڪيو ۽ اُتي هڪڙو شهر ٻڌائين، جنهن جو نالو نوشهرو رکيائين. جو سندس نالي پٺيان اجا تائين سڏبو اچي.

25. **فقيرو خدمتگار** ـ مير غلام علي خان ٽالپر جو امير هو. انهيءَ جي راڄ ۾ ڪڇ ۾ سخت ڏڪار اچي پيو. ڪڇ جا ماڻهو پنهنجا ٻار سنڌ ۾ آڻي وڪڻي اَن خريد ڪندا هئا. مير صاحب تمام گهڻو اَن هٿ ڪري غريبن کي ورهائي ڏنو ۽ سندس حڪم سان فقيري خدمتگار بلوچن سردارن ۽ ٻين ماڻهن کان ڪڇي ٻار جي هنن وڪيا هئا، سي وري هٿ ڪري انهن کي انهن جو ملهہ خزاني مان ڏيئي راهِ ڏي ڏياري موڪليائين تہ سندن مائٽن کي موٽائي ڏئي. مير ڪرم علي خان جي ڏينهن ۾ سنہ 1230هہ ۾ وري فقيري جو پٽ علي بخش ميرن وٽ برک هو ۽ حيدرآباد شهر جو ڪوتوال هو. جڏهن بادشاهہ شجاع الملڪ حيدرآباد ۾ آيو، تڏهن انهيءَ جي بندوبست لاءِ هو مقرر ڪيو ويو هو.

26. **فوجو فقير** ـ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو خاص مريد ۽ خدمتگار هو. جڏهن سندس پيءُ ميان شاهل محمد جي ماوجڻ ڪان پوءِ هو پنوهرن جي ملڪ ۾ آيو ۽ ڪاريءَ جو شهر ٻڌائين، تڏهن هنڙيءَ جو ڳوٺ ۽ ديهه هن فوجي فقير کي ڏني ۽ ڪاڇي جي زمين ٻئي فقير عنايت شاهه کي ڏنائين. انهن اميرن جي مدد سان ميان بکر جي حاڪم مير يعقوب خان سان وڙهيو ۽ فتح ڪيائين ۽ ملڪ وڌايائين.

27. **قيصر خان مگسي** هو گنجابہ يا گندا واهه جو زميندار ۽ سردار هو ۽ تمام زور وارو هو. سنه 1142هه ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي مراد ڪليريءَ جنهن کي گنجو چوندا هئا، تنهن کي سيويءَ جو حاڪم مقرر ڪيو. انهيءَ آسپاس جي سردارن کي ماري مات ڪيو ۽ ميان جو تابعدار ڪيو. انهن مان هڪڙو قيصر خان مگسي هو ۽ ٻيا شورن جو سردار ميرو رند ۽ ڪاڇيءَ جو سردار ميرو بلدي ۽ لهڻو ماڇي ياڳ ناڙيءَ جا زميندا رهئا.

28. **قيصر فقير نظاماڻي** ـ مير فتح علي خان جو هڪڙو امير هو. جڏهن عبدالنبي ڪلهوڙو ٻچي قلات جي خان وٽ مدد لاءِ ويو، تڏهن قيصر نظاماڻي کي مير وڪيل ڪري اوڏي موڪليو ۽ مير صاحب جي خواهش موجب چڱو ٺهراءُ ڪيو ويو. قيصر جو ٽنڊو، جو حيدرآباد کي ويجهو آهي، سو هن قيصر نظاماڻيءَ جو ٻڌل آهي. انهيءَ جو اولاد اڃا اُتي رهي ٿو.

29. **گدومل (ديوان)** ـ ديوان گدومل، پيلي مل جو پٽ هو. هن جو ڏاڏو اڏيو مل شاهواڻي هو، جو اصل سيتپوريا حاجي پور جو رهاڪو ۽ ڪتري هو. هو سنڌ ۾ آيو ۽ سکر ۾ ميان آدم شاه ڪلهوڙي وٽ اڇي نوڪر ٿيو. پوءِ لڏي شڪارپور ويو ۽ اتي هڪڙي وڏي شاهوڪار جي گهران پرڻيو ۽ ٻه پٽ ڄاوس. جن کي گهڻو اولاد ٿيو جو اڃا حيدرآباد ۾ آهي ۽ اُهي سڀ گدواڻي ٿا سڏجن. حقيقت ڪري گدواڻي گدومل جي ڀائن جو اولاد آهن، خود ڪيس اولاد ڪونه هو. گدو مل ڪلهوڙن وٽ ديوان هو ۽ وڏو درٻاري ۽ صلاحڪار هو. جڏهن ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپر آيا، تڏهن

انهن وٽ بہ ساڳي عزت لڌائين ۽ هنن جي طرفان دهليءَ جي شهنشاهہ وٽ وڪيل ٿي ويندو هو. پر مير غلام علي خان کي منجهس دغا جو شڪ پيو تنهن جي اشاري سان ڪن ماڻهن هن کي سندس گهر ۾ لٽين سان ماري ڇڏيو. گدوءَ جو ٽنڊو يا گدو بندر ۽ حيدرآباد جي گدواڻي گهٽي بہ هن جي نالي جي پٺيان ٿا سڏجن.

30. **گل محمد (خليفو)** ـ هيءُ پراڻن هالن جي سانوڻي ملن مان هو ۽ سنہ 1226هہ ۾ ڄائو هو. چڱو پڙهيل ماڻهو هو ۽ صوفي فقيرن جي صحبت ۾ گذاريائين. ڪنگريءَ واري پير جو خليفو هو ۽ قادري طريقي جو هو. ڪيترن ۾ سندس مريد هوندا هئا. مير صاحبن جي حڪومت جي پڇاڙيءَ ۾ ۽ انگريزن جي صاحبيءَ جي شروعات ۾ هو. سنڌي ٻولي تڏهن تازي لکڻ پڙهڻ ۾ آئي. انهي ۾ هن فارسي بحرن تي نج سنڌي لفظن جو هڪڙو ديوان لکيو جنهن کي ديوان گل چوندا آهن. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ هو حج تي ويو ۽ اُتي سنہ 1273هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس عمر ڇائيتاليهن ورهين جي هئي.

31. **محمد حسن ڪهاوڙ** ـ هو ميان غلام نبي ڪلهوڙي جو خاص امير هو. اُهو ۽ ڪي ٻيا سردار جيئن تہ تاجو ليکي، الهہ بخش جهنجڻ، پيروز پتافي ۽ محراب جتوئي، ميان جي پاران مير بجار سان وڙهيا ۽ شڪست کاڌائون. پوءِ جڏهن لانياريءَ واريءَ جنگ ۾ بہ ميان شڪست کاڌي، تڏهن محمد حسن ۽ ٻيا ڦري مير جي پاسي ٿيا. پر پوءِ وري بہ ميان جي پاسي موٽيا. جڏهن مدد خان سندس مدد لاءِ آيو ۽ پيسن جي تنگ طلبي ڪيائين، تڏهن محمد حسن ميان کي توڙي مدد خان کي گهڻو ڪمائتو ٿيو. هالاڻيءَ واريءَ جنگ ۾ ميان عبدالنبيءَ جي پاران وڙهندي محمد حسن مارجي ويو ۽ ميان شڪست کاڌي ۽ سنڌ مير فتح علي خان کي هٿ آئي.

32. **محمد صديق وينس** ـ ميان غلام شاهہ جو امير هو ۽ لشڪر جو سردار هو ۽ سنہ 1173هہ ۾ جڏهن ميان شاهہ ڳڙهہ ڏي ويل هو ۽

ڪڪرالي جو چار ڏيسر وڙهڻ لاءِ ڪاهي آيو. تڏهن محمد صديق
کن ٻين اميرن سان گڏ هن سان وڙهيو ۽ هن کي شڪست ڏنائين ۽
چار ڪچ ڏي پڇي ويو ۽ سندس پٽ هردارجي نظربند ڪري رکيو ويو.

33. **مراد فقير نظاماڻي** ـ ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي وقت ۾ ٺٽي جو
حاڪم هو ۽ ڇئن ورهين تائين يعني سنه 1188هه تائين اتي رهيو. هو
حبيب فقير نائچ جي جاءِ تي ويو هو.

34. **مرزا خان پني** ـ هيءُ سيويءَ جو حاڪم هو. سنه 1108هه ۾ ميان
نصيرمحمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ جڏهن بکر جا مغل ساڻس وڙهيا.
تڏهن هيءُ ۽ مير پنوهار هن سان وڙهيا ۽ ميان نصير محمد کي قيد
ڪري بادشاه اورنگزيب ڏي نيائون. پر هو اتان ڀڄي آيو پوءِ ميان جي
پٽ ميان دين محمد جي ڏينهن ۾ بادشاه جي حڪم پٺيان هو ڪلهوڙن
سان وڙهيو پر پڄي نه سگهيو. تڏهن هن کي موقوف ڪري بادشاه امير
شيخ جهان کي مقرر ڪيو جو مير پنوهار سان گڏ ڪلهوڙن سان وڙهيو
جن جو سردار فيروز ويرار هو. ڪلهوڙن هنن کي شڪست ڏني ۽ بکر
جي حاڪم الهيار خان کي ڀڄائي ڪڍيائون.

35. **مرزا خسرو بيگ** ۽ ٻيا مرزا ـ مرزا خسرو بيگ اصل گرجستان جو هو.
ايرانين ۽ روسين جي جنگ ۾ سندس والد مارجي ويو ۽ هيءُ ستن ورهين
جي عمر ۾ قيد ڪيو ويو ۽ ايران جي سپهه سالار حاجي محمد ابراهيم
خان هن کي پالي وڏو ڪيو. جڏهن فتح علي شاه بادشاه جي راڄ ۾ اهو
سپهه سالار قيد ٿيو تڏهن بادشاه جي وزير جي اجازت سان مُلا محمد
اسماعيل مير ڪرم علي خان جي وڪيل هن کي پاڻ سان سنڌ ۾ آندو.
تڏهن هو پندرهن ورهين جو هو. مير کي اولاد ڪونه هو تنهنڪري هن
کي پٽ سڏيائين ۽ پنهنجي وزير ۽ خاص امير وانگي رکيائين. سنه
1827ع ۾ مير ڪرم علي خان جي وفات کان پوءِ گوشه نشين ٿي رهيو
مگر پوءِ به مير ساڳي عزت ڏيندا آيس. انگريزن سان عهدنامي ڪرڻ ۾ هو
وڪيل هو. مياڻيءَ واري جنگ ۾ هو به ٻين ميرن سان گڏ قيد ٿيو پر پوءِ

هن کي ميرن جي حرمن جي سنڀال لاءِ حيدرآباد ۾ ڇڏي ڏنائون. هن سنہ 1860ع ۾ وفات ڪئي. مرزا خسرو بيگ کي چار پٽ هئا، جن مان ڪي وڏن عهدن تي هئا. انهن جو اولاد اڃا هليو اچي، جو ٽنڊي نوڙهي ۾ رهندو اچي. مرزا فريدون بيگ ۽ مرزا قربان علي بيگ بہ گرجي هئا، جي پڻ جنگ ۾ پڪڙجي هتي آيا ۽ مرزا خسرو بيگ سان گڏ رهندا آيا، انهن جو بہ اولاد اڃا موجود آهي. مرزا محمد باقر بيگ بہ ساڳيءَ طرح گرجستان مان سنڌ ۾ آيو. هو مير مراد علي خان جو خاص درٻاري هو. انهي جو اولاد بہ اڃا آهي. مرزا خسرو بيگ جو اولاد نواب محمد خان نوڙهي جي ٽنڊي ۾ رهندو اچي ۽ مرزا محمد باقر بيگ جو مانجهوءَ ۾.

36. **مرزو فقير** ۔ هي ڪلهوڙن جو هڪڙو وڏو امير ۽ بهادر شخص هو ۽ سلطان جنگ جو لقب هوس. مير فتح علي خان ۽ مير عبدالله خان جڏهن ميان صادق علي خان ڪلهوڙي کي گاديءَ تي ويهاريو تڏهن جوڌپور جي راجا سان جيڪا جنگ ٿي، تنهن ۾ مرزو فقير ۽ سندس پٽ باغو فقير، نظاماڻي ۽ جمالي ۽ لغاري ماڻهن جي لشڪر سان راجپوتن سان خوب وڙهيا ۽ هنن کي شڪست ڏنائون. جڏهن ميان عبدالنبي بروهي لشڪر مدد لاءِ وٺي آيو تڏهن بہ چالڪ پُل وٽ جيڪا جنگ لڳي، تنهن ۾ بہ هو چڱو وڙهيا. پوءِ وري جڏهن هو مدد خان سردار جي مدد وٺي آيو. تڏهن بہ ميرن سان گڏ انهيءَ سان وڙهيا. مطلب تہ ميرن جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين مزو فقير ۽ سندس پٽ باغو فقير ميرن سان شامل رهيا.

37. **مسوُ فقير سامتيو** ۔ هيءَ ڪلهوڙن جو هڪڙو امير هو ۽ ميان نور محمد جي ڏينهن ۾ چڱي بهادريءَ ڏيکاريائين. هن جو پيءُ سلطان سامتيو بہ نالي وارو امير هو ۽ اُن جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽ جاءِ تي رهيو. سنہ 1157هہ ۾ ڪڪرالي جي جام سان ميان نور محمد جيڪا لڙائي ڪئي، تنهن ۾ هن بهادري ڏيکاري.

38. **مقصودو فقير** ۔ هيءَ بہ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ ميان دين محمد ۽ نورمحمد جو امير هو. هي ۽ سندس ڀاءُ بهارشاهہ ٻئي جنگين ۾ وڙهيا.

مقصودو فقير دهليءَ جي بادشاهه جي لشڪر سان وڙهيو جنهن ۾ ميان دين محمد قيد ٿي پيو. ڪڪرالي جي جام سان وڙهڻ ۾ بهار شاهه بهادري ڏيکاري، جڏهن ميان غلام شاهه جو پنهنجي ڀاءُ سان تڪرار ٿيو تڏهن مقصودو فقير ميان غلام شاهه سان شامل رهيو پر پوءِ وڃي عطر خان جو پاسو ورتائين ۽ سنه 1173هه ڌاري جڏهن عطر خان ۽ مقصودو فقير لشڪر وٺي اُباوڙي آيا، تڏهن ميان غلام شاهه وڃي انهن کي شڪست ڏني ۽ شاهپور جي نئين بڏل شهر ۾ اچي منزل ڪيائين ۽ اُتي رهي پيو. آخر جڏهن مقصودو فقير مري ويو تڏهن سنه 1178هه ۾ عطر خان ميان غلام شاهه وٽ اچي پيش پيو.

39. **مؤسو ارمني** ـ هيءُ ماڻهو اصل ارمني هو ۽ مير صوبدار خان وٽ نوڪر هو ۽ سندس خاص خدمتگار هو. جڏهن انگريزن جي سنڌ ۾ دخل ڪرڻ وقت مير صوبدار خان ٻين ميرن کان ڇڄي ڌار ٿي ٿيو تڏهن منشي آوتراءِ سان گڏ مؤسي ارمنيءَ کي به سرچارلس نيپئر ڏي پيغامن آڻڻ نيڻ ۾ شامل ڪيائين.

40. **مهراب جتوئي** ـ سنه 1189هه ۾ جڏهن ميان سرفراز جي پڇي وڃڻ تي مير فتح خان سندس ڀاءُ محمود خان کي گاديءَ تي ويهاريو تڏهن مهراب جتوئي هن کي وزير ڪري ڏنو ويو هو. خداآباد تڏهن سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. هو جتوين جو سردار هو ۽ زور وارو ماڻهو هو. مهراب پور ڪنڊياري تعلقي واري انهيءَ جي بڏايل آهي. پوءِ جڏهن مير بجار آيو تڏهن مهراب جتوئي تاجي ليکي ۽ ٻين سان گڏ ميان غلام نبيءَ جي طرفان تاجي ليکي ۽ ٻين سان گڏ ميان غلام نبيءَ جي طرفان ميرن سان وڙهيو ۽ لانياريءَ واري جنگ ۾ شڪست کاڌائين. پوءِ ڦري مير جي پاسي ٿيو جيئن ڪن ٻين سردارن به ڪيو. پر وري جڏهن ميان عبدالنبي قلات جي خان جي مدد وٺي وڙهڻ آيو تڏهن مهراب ۽ ٻيا وڃي ساڻس شامل ٿيا ۽ چالڪ جي پل واريءَ جنگ ۾ وڙهيا ۽ مير عبدالله خان انهن کي شڪست ڏني ۽ مهراب انهيءَ جنگ ۾ مارجي ويو. سندس مرڻ کان پوءِ سندس پٽ

تاجو فقير ۽ انهيءَ جو مائٽ ڏگاڻو جتوئي هالاڻيءَ واري جنگ کان پوءِ جڏهن مير فتح علي خان سنڌ ورتي، تڏهن پشيمان ٿي اچي ساڻس شامل ٿيا.

41. **ناٺون مل سيٺ** ـ هيءُ سيٺ هوتچند جو پٽ هو پوچي مل جو پوٽو هو جنهن ڪري هو ۽ هن جو اولاد اڄ تائين پوچواڻي سڏجن ٿا. اصل هن جا وڏا خدا آباد جي ويجهو رهندا هئا. ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ هيءُ سيٺ ڪراچيءَ ۾ اچي رهيو ۽ سمنڊ جي رستي ٻاهرين ملڪن سان واپار ڪندو هو. ڪراچي تڏهن قلات جي خان جي هٿ ۾ هئي ۽ ننڍڙو ڳوٺ هوندو هو. جنهن ۾ مهاڻن جا گهر هوندا هئا. جڏهن ٽالپرن ڪراچي هٿ ڪئي، تڏهن به هي سيٺ اُتي رهندو آيو. ميرنصيرخان جي ڏينهن ۾ جڏهن انگريز سرڪار پنهنجو لشڪر شاه شجاع جي مدد لاءِ سمنڊ جي رستي آندو ۽ ميرن هنن کي روڪ ڪئي، تڏهن سيٺ ناٺون مل انگريزن کي گهڻي مدد ڪئي ۽ جڏهن منوهڙي جو ڪوٽ ڊاهي زور سان ڪراچيءَ ۾ لهي درياهه جي رستي لشڪر وٺي ٿي آيا ۽ سرسات ملڻ ۾ هنن کي مشڪلات هئي، تڏهن سيٺ سرسات وٺڻ ۾ گهڻي مدد ڪيَن. جڏهن انگريزن سنڌ کٽي، تڏهن سيٺ کي گهڻو مان ڏنائون ۽ جاگير به ڏنائون ۽ سي.ايس. آءِ جو خطاب به ڏنائون. جهڙو مير شيرمحمد خان کي ڏنو هئائون، جو ساڻن دٻي جي جنگ ۾ بهادريءَ سان وڙهيو هو.

42. **نواب ولي محمد خان لغاري** ـ هيءُ نواب وڏن ميرن جي ڏينهن ۾ سندن وڏو وزير ۽ صلاحڪار هو ۽ ٽالپرن کان پوءِ ٻئي درجي جي عزت هوندي هيس. هو لغاري بلوچن جو سردار هو ۽ وڏيءَ هلنديءَ وارو هو ۽ ميرن کي سنڌ وٺڻ ۾ گهڻي مدد ڏنائين. انگريزن سان هو ميرن جي دوستي قائم ڪندو آيو. تمام وڏيءَ عمر ۾ هن سنه 1832ع ۾ وفات ڪئي. هن کان پوءِ مير صاحبن جا صلاحڪار مير اسماعيل شاهه ۽ مرزا خسرو بيگ رهيا.

43. هي **نواب غلام محمد خان** جو پٽ هو جو ٽين پيڙهي منگهن جو پٽ هو جو لغارين جو وڏو سردار هو. نواب ولي محمد خان ۽ پوءِ سندس پٽ نواب احمد خان ميرن سان شامل رهيا. جڏهن ميرن ميجر آؤٽرم تي ڪاهه ڪئي، تڏهن نواب احمد خان به ساڻن هو. انهيءَ جو اولاد اڃا هليو اچي ۽ تاجپور ۾ ٿو رهي. نواب محمد خان ٺوڙهو به هنن لغاري نوابن جو مائٽ هو. ٺوڙهن جو ڏاڏو چام جيند هو جيئڻ لغارين جو منگهن هو. چام جيند جي ڏوهٽي منگهن جي گهر ۾ هئي. نواب محمد خان جي چاچي خير محمد خان ۽ نواب ولي محمد خان جون مائون پاڻ ۾ پيٽون هيون. نواب محمد خان الهه بخش خان جو پٽ هو جو خير محمد خان جو ڀاءُ هو. نواب محمد خان کي پٽ ڪونه هو. خير محمد خان جو پٽ دوست علي خان هو جو پڻ مياڻيءَ واريءَ جنگ ۾ ميرن سان گڏ وڙهيو. نواب ولي محمد خان جي نياڻي دوست علي خان جي گهر ۾ هئي. انهن جو اولاد به لغاري نوابن سان گڏ تاجپور ۾ رهندو اچي ۽ هئي وڏا جاگيردار آهن. سندن احوال ۽ شجرو سنڌ جي تاريخ ۾ ڏنل آهي. ٺوڙهي جو ٽنڊو انهيءَ نواب محمد خان ٺوڙهي جو سڏبو آهي، جو حيدرآباد جي ويجهو ڦليليءَ تي آهي.

44. **هوش محمد حبشي** - هو حبشي غلام هو ۽ مير صوبدار خان جو خاص خدمتگار هو ۽ ڏاڍي همت ۽ جرات وارو هو. جڏهن مير صوبدار خان پنهنجن چاچن سان رُسي فساد ڪيو، تڏهن هوش محمد ۽ منشي پرتاب راءِ مير کي گهڻي مدد ڪئي ۽ سندس زيور وڪڻي گهڻا پيسا هٿ ڪري لشڪر تيار ڪيائون. پر مير مراد علي هن کي شڪست ڏني ۽ مير صوبدار کي نظربند ڪري وٺي آيو. وري سنه 1259هه (سنه 1843ع) ۾ مياڻيءَ جي جنگ ڪان پوءِ جڏهن مير شير محمد خان انگريزن سان دبي وٽ جنگ تي ڪئي، تڏهن هي هوش محمد به انهيءَ مير سان گڏ وڙهيو ۽ مارجي ويو ۽ مير پاڻ بچائي نڪري ويو. انهيءَ جو پٽ ڪريم داد ۽ انهيءَ جو پٽ بچل ۽ انهيءَ جو پٽ هوش محمد ۽ بيو

سندس اولاد اجا ٽنڊي نوڙهي ۾ رهندا اچن.

45. **مختيار خان لغاري** ـ هيءُ مير نصير خان جي اميرن مان هو ۽ سندس صلاحڪار هو. جڏهن انگريزن سان ميرن جي اڻ بڻت ٿي، تڏهن هن مير کي انگريزن جي برخلاف صلاح ڏني، جنهن ڪري ڪرنل آؤٽرام تي ڪاهيائون ۽ پوءِ مياڻيءَ جي جنگ ۾ بہ هيءُ مختيار خان ۽ سندس مائٽ گل محمد خان وڙهيا ۽ شڪست کاڌائون.

46. **يوسف خدمتگار** ـ هيءُ مير نصير خان جو خاص خدمتگار هو ۽ جڏهن مير جو انگريزن سان تڪرار ٿي پيو، تڏهن هو مرزا خسرو بيگ ۽ غلام علي نظاماڻيءَ سان گڏ وڪيل ٿي سرچارلس نيپئر وٽ ٺهراءُ جي لاءِ ويو پر آخر ٺهراءُ ڪونہ ٿيو. جڏهن مياڻيءَ جي جنگ ۾ ميرن شڪست کاڌي ۽ مير قيد ٿيا، تڏهن هي ميرن جي ديرن سان گڏ حيدرآباد جي ڪوٽ مان نڪري قليليءَ جي ڪناري تي آغا جي ٽنڊي جي پاسي ۾ اچي رهيا، جتي يوسف پاڻ رهندو هو ۽ جنهن کي يوسف جو ٽنڊو ٿا چون. ميرن جي ۽ ديرن جي خزاني کٽڻ پائڻ ۾ هن کي وڏي دولت هٿ آئي ۽ نهايت دولتمند ٿي پيو پر سگهوئي پوءِ اُها دولت گم ٿي ويس ۽ سندس اولاد غريب مسڪين ٿي رهيو.

باب تيرهون

# سنڌ جا ڪي قديم شهر ۽ اُنهن جو تواريخي احوال

سنڌ جي قديم شهرن جو احوال مٿي ڏنو ويو آهي ۽ انهن ۾ جيڪي مشهور ۽ بزرگ ماڻهو هئا، سي بہ اُتي ڏنا ويا آهن. هتي اُهي ڪي ٿورا شهر ڏجن ٿا، جن جو ذڪر سنڌ جي تاريخ ۾ آيل آهي. اُنهن شهرن جا نالا الف بي وار ڏجن ٿا تہ ضرورت وقت ڳولي لهڻ ۾ سولائي ٿئي.

## اُباوڙو

سنہ 908ھ (سنہ 1502ع) ۾ مرزا شاه حسن ارغون جي ڏينهن ۾ اباوڙي جي پرڳڻي ۾ ڏهر ۽ ماڇي ماڻهن ماتيلي ۽ مهر جي ماڻهن کي ڏاڍي تڪليف رسائي، تنهنڪري مير فاضل ڪوڪلتاش جو نندو پٽ بابا احمد لشڪر وٺي انهن تي ڪاهي ويو ۽ انهن کي ماري قيد ڪري ۽ گهڻو مال ڦري موٽي آيو بلڪ هڪڙي چوڪري هنن بابا احمد کي پرڻائي ڏني. سنہ 1172ھ (سنہ 1759ع) ۾ ميان عطر خان ۽ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي وچ ۾ اباوڙي وٽ جنگ ٿي. عطر خان سان احمد شاهہ دوراني ۽ جو افغاني لشڪر هو جنهن جا سردار بهادر خان ۽ مقصودو هئا، ۽ ميان غلام شاهہ جي لشڪر جو سردار مير بهرام ٽالپر هو. جنگ ۾ بهادر خان مارجي ويو ۽ سندس لشڪر پڇي ويو پر پوءِ پاڻ ۾ صلح ڪري ملڪ وراهيائون. جڏهن مدد خان سردار ميان عبدالنبيءَ جي مدد لاءِ آيو تڏهن لوهريءَ مان اباوڙي ۾ وچي منزل ڪيائين ۽ مير عبدالله ۽ مير فتح خان سان صلح ڪرڻ جون ڳالهيون ڪيائين، پر سگهوئي نااُميد ٿي هليو ويو.

## اُچ

سنڌ جي قديم تاريخ ۾ اڪثر اُچ ۽ ملتان جو ذڪر گڏ آيو آهي،

جو اُهي ٻئي قلعا ويجها هئا. هندو راجائن جي ڏينهن ۾ هي شهر ستن وڏن قلعن وارن شهرن مان هڪڙو هو ۽ اُتي خلاصو حاڪم رهندو هو. عربن جي فتح کان پوءِ بہ اُتي هڪڙو حاڪم رهندو هو. سنہ 416هہ (سنہ 1025ع) ۾ سلطان محمود غزنويءَ اُچ ۽ ملتان ۾ خليفي قادر بالله جا زڪيل حاڪم جي عربن جي فتح کان پوءِ اُنهن ۾ رهندا آيا، تن کي پڄائي ڪڍيو. سنہ 625هہ (سنہ 1228ع) ۾ سلطان شمس الدين التمش جي وزير نظام الملڪ محمد بن اسعد اُچ جو قلعو وٺي بکر ڏي رخ رکيو. سنہ 643هہ (سنہ 1245ع) ۾ مسعود شاهہ ولد فيروز الدين جڏهن ٻڌو تہ مغلن اُچ کي اچي گهيرو ڪيو آهي، تڏهن هن اُتي وڃي هنن کي پڄايو ۽ قلعو بچايو. سنہ 649هہ ۾ ناصرالدين بن التمش اُچ ۽ ملتان تي ڪاهي آيو ۽ سنجر کي اُتي حاڪم مقرر ڪيائين. سنہ 656هہ ۾ مغلن وري بہ اُچ ۽ ملتان تي ڪاهہ ڪئي، ۽ وري بہ ناصرالدين اچي انهن کي پڄائي ڪڍيو. سنہ 693هہ (سنہ 1293ع) ۾ جلال الدين خلجي پنهنجي پٽ ارڪ علي خان کي اُچ ۽ ملتان جو حاڪم ڪيو. سنہ 696هہ ۾ علاءُ الدين خلجي نصرت خان کي اُچ ۽ ملتان ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ڏي مخالف تومن جي فهمائش لاءِ موڪليو ۽ پوءِ سندس حڪم پٺيان غازي ملڪ چنگيز خان جي مغلن سان وڙهڻ لاءِ نڪتو ۽ وڃي وٺي اُچ ۽ ملتان ۽ ٻي ساري سنڌ پاڻ هٿ ڪري ويهي رهيو. سنہ 809هہ (سنہ 1397ع) ۾ مرزا پير محمد امير تيمور صاحبقران جي پوٽي اُچ جي قلعي کي گهيرو ڪيو ۽ سارنگ خان جي موڪليل سپهہ سالار تاج الدين کي پڄائي ڪڍيائين. سنہ 874هہ (سنہ 1469ع) کان پوءِ جڏهن ملڪ ۾ چوڏاري ڦڙڦوٽ پئجي ويو ۽ ٻين ملڪن وانگي سنڌ ۽ پنجاب بہ خودمختيار ٿيڻ لڳا، تڏهن اُچ ۽ ملتان جي ماڻهن شيخ يوسف قريشيءَ کي پنهنجو حاڪم مقرر ڪيو. سنہ 931هہ (سنہ 1524ع) ۾ مرزا شاهہ حسن اُچ ۾ لانگاهن ۽ بلوچن سان وڙهي اُچ جو قلعو ورتو ۽ انهيءَ کي ڊاهي چٽ ڪري ڇڏيائين ۽ ان جو نڪتل سامان درياهہ جي رستي ٻيڙين ۾ ڪڻائي بکر آندو. سنہ 947هہ (سنہ 1540ع) ۾ همايون بادشاهہ اُچ ۾ آيو ۽ اُتي جي

حاڪم بخشي لانگاهہ کي سندس چڱي خدمت چاڪريءَ لاءِ خان جهان جو لقب ڏنائين. سنہ 950هہ (سنہ 1543ع) ۾ ايران جي بادشاهہ شاهہ طهماسپ صفوي سلطان محمود خان کي اُچ ۽ ٻيا پاسي وارا پرڳڻا جاگير ڪري ڏنا ۽ خان جو بہ لقب ڏنائينس. سنہ 1124هہ (سنہ 1712ع) ۾ ميان دين محمد ڪلهوڙي جي سپهہ سالار مقصودي فقير شاهزادي معزالدين جي لشڪر ۽ ٻين ماڻهن کي اُچ ۾ ناحق وڃي ماريو جنهن ڪري شاهي لشڪر ميان تي ڪاهي آيو ۽ انهيءَ کي شڪست ڏنائين.

## اسلام ڳڙهہ يا اسلام ڪوٽ

سنہ 1204هہ (سنہ 1789ع) ۾ مير فتح علي خان ٿر جي پاسي بہ ڪوٽ ٺهرايا. هڪڙو فتح ڳڙهہ ۽ ٻيو اسلام ڳڙهہ. جي هڪٻئي کان چاليهن ڪوهن تي هئا. پاسي وارن راجائن انهن قلعن جوڙڻ تي اعتراض آندو پر مير انهن جي اعتراضن ڏي خيال ڪونہ ڏنو. انهيءَ کان پوءِ سنہ 1813ع ۾ جوڌپور جي راجا کان عمرڪوٽ بہ هٿ ڪيائون. انهيءَ طرح ٿرپارڪر جو اِهو پاسو سڀ ميرن جي هٿ ۾ آيو.

## الور

هيءَ قديم شهر هندو راجائن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ منجهس وڏو ڪوٽ هو. راجا ڏاهر انهيءَ ۾ رهندو هو ۽ محمد قاسم بہ انهي کي گهيرو ڪري ورتو. پوءِ اتي ابو عاف بن قيس اسديءَ کي حاڪم مقرر ڪيائين ۽ پاڻ ملتان ويو ۽ اتان پوءِ قنوج ڏي ٿي ويو پر حڪم ملڻ تي بغداد ڏي موٽيو. بني اُميہ خليفن جي وقت ۾ هندو راجا دلو راءِ الور جو حاڪم هو ۽ الور کي دلوُر بہ سڏيندا هئا. اُهو ڏاڍو ظالم هو ۽ انهيءَ جي ڏينهن ۾ شهر غرق ٿيو ۽ ناس ٿيو. ڄام فتح خان سمي جي ڏينهن ۾ جڏهن مرزا پير محمد بکر جي ماڻهن کي سزا ڏيڻ لاءِ آيو تڏهن اتي جي سيد ابوالغيث جي منت آزيءَ تي ماڻهن کي معافي ڏنائين ۽ الور جو پرڳڻو سيد

کي جاگير ڪري ڏنائين. جڏهن مرزا شاهه بيگ سکر ورتو ۽ اتي جو قلعو جوڙائڻ لڳو تڏهن الور جي ڪوٽ جون سرون ڪڍائي انهيءَ ڪم ۾ آنديون. وري سنه 930هه (سنه 1523ع) ۾ سلطان محمود خان مبارڪ خان کي الور جو حاڪم مقرر ڪيو جو اڳي ماڇيلي جو حاڪم هو.

## اُنڙپور

سنه 998هه (سنه 1589ع) ۾ جڏهن مرزا جاني بيگ سنڌ جو حاڪم هو ۽ خودمختيار هو تڏهن هن کي اڪبر بادشاهه ماري ميڙائڻ جي ڪئي ۽ خان خانان کي انهيءَ ڪم لاءِ موڪليائين. لڪيءَ وٽ ٻنهي جي جنگ ٿي ۽ جاني بيگ پڇي اُنڙپور ۾ آيو ۽ اتي جهٽ ۾ هڪڙو پهڻن جو جهنگلي قلعو بنائي پناهه وٺي ويهي رهيو. خان خانان اتي مٿس ڪاهي آيو ۽ انهيءَ کي گهيرو ڪيائين. ڏهاڙي لڙائي پئي ٿي، آخر ٻنهي جي وچ ۾ صلح ٿيو. پوءِ مرزا جاني بيگ نٽي ويو ۽ خان خانان سن ۾ آيو.

## باغبان

قديم وقت ۾ باغبان واري پرڳڻي ۾ ٻه وڏا ڳوٺ هئا: هڪڙو نگر ۽ ٻيو باغبان، ٻئي گڏ سڏڻ ۾ ايندا هئا. هاڻ نگر ميهڙ تعلقي ۾ آهي ۽ باغبان دادوءَ جي ويجهو آهي. سنه 914هه (سنه 1508ع) ۾ جڏهن مرزا شاه بيگ ارغون جي دريا خان سان ويڙهه ٿي هلي، تڏهن مرزا شاه حسن باغبان ۾ آيو جتي جا ماڻهو هن سان شامل ٿيا ۽ جن جي همت ڏيڻ تي هو نٽي تائين ويو. جڏهن پوءِ پيرو مرزا شاه حسن دريا خان سان وڙهڻ لاءِ ٺلٽيءَ ۾ آيو جتي دريا خان جي پٽن مرزا جا ماڻهو ماريا هئا. تڏهن باغبان جي بزرگ مخدوم بلال جنهن کي شاه حسن جي مغلن گهڻي تڪليف ڏني هئي، تنهن جي چورت تي، آسپاس جا ماڻهو دريا خان جي طرف وڙهيا. مرزا مٿن ڪاهي ويو ۽ ٺلٽيءَ جو قلعو ورتائين ۽ هنن کي شڪست ڏنائين. پوءِ باغبان جا سردار مرزا شاه حسن سان ٺاهه ۾ آيا ۽ کيس مدد ڪندا رهيا. سنه 930هه (سنه

1523ع) ۾ جڏهن مرزا شاه حسن بابر جو سلام ڪيو ۽ خليفي حمادالدين ميرڪ جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين ۽ ڪنڌار وٽي بکر ۾ آيو تڏهن هن حمادالدين ميرڪ کي پاٽ ۽ باغبان جو پرڳڻو انعام ۾ ڏنو.

## بنورو

سنہ 949هہ (سنہ 1542ع) ۾ همايون سنڌ ۾ آيو. پهرين عمرڪوٽ ۾ اچي رهيو پوءِ سنڌ ۾ هئي هنڌ وڃي رهڻ جو ارادو ڪيائين ۽ لڏي جونپور ۾ آيو. مرزا شاهہ حسن سامهون ٽيس. بنوري ۾ هڪڙو قلعو هو جتي گهڻي سرسات رکيل هئي. انهيءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ همايون اوڏي وڃڻ گهريو. شاه حسن جي پاران سلطان محمود خان انهي قلعي کي وڃي بچايو. اُتي طرفين جي وچ ۾ جنگ لڳي ۽ ماڻهو مئا. آخر همايون ننڌار هليو ويو. سنہ 957 (سنہ 1550ع) ۾ جڏهن مرزا ڪامران بکر ۾ آيو تڏهن مرزا شاهہ حسن هن جي بورچي خاني جي خرچ لاءِ بنوري جي پرڳڻي ۾ شاه بيلي (هاڻ ساڌ بيلي) جي پيدائش هن کي ڏني، جو هن سان مرزا پنهنجي ڌيءَ جي شادي ڪئي هئي. شاهہ جهان جي ڏينهن ۾ نواب امير خان نئين جو نواب ٿي آيو. انهي بنوري جي پرڳڻي ۾ هڪڙو وڏو شهر ٺهرايو. جنهن جو نالو امير پور رکيائين، جو هاڻ ميرپور بنورو ٿو سڏجي. انهي ساڳئي بنوري جي پرڳڻي ۾ ميرانپور جو ڳوٺ بہ هو جتي شاه عنايت صوفي رهندو هو جو شهيد ٿيو. ميرانپور کي هاڻي جهوڪ ٿا سڏين. شاه جي شهيديءَ جو اهو واقعو ٺٽي جي نواب اعظم خان جي ڏينهن ۾ سندس حڪم سان ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي هٿان ٿيو.

## بدين

اڳي بدين ۽ چاچڪان جو پرڳڻو هڪ هو يا گڏ هو ۽ سندن مکيہ ڳوٺ بدين ۽ چاچڪ هئا. ۽ جهم جو پرڳڻو ۽ ڳوٺ بہ اُتي هو. سنہ 978هہ (سنہ 1570) ۾ جڏهن اڪبر بادشاه سنڌ ۾ آيو تڏهن مرزا محمد باقي سنڌ جي جدا جدا پاڳن کي هٿ ڪرڻ لاءِ پنهنجا ماڻهو مقرر ڪيا. بدين ۽

چاچڪان جي پرڳڻي تي پنهنجو پٽ مظفر ترخان مقرر ڪيائين ۽ ساڻس علي خان ڪوڪ گڏي موڪليائين. سگهوئي پوءِ مرزا باقيءَ پاڻ کي ماري وڌو. مظفر پيءُ جي مرڻ جو ٻڌي نئين ويو پر سندس ڀائٽي مرزا جاني بيگ کي اڳيئي حڪم ڪيو هئائون. مظفر جي فساد جو ٻڌي مرزا جاني بيگ مٿس ڪاهي ويو ۽ بدين ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ مظفر شڪست کاڌي، جو سندس سردار ڦري جاني بيگ جي پاسي ويا. مظفر ڇڙهو ٿيو ويو ۽ مرزا جاني بيگ سندس سامان پٺيان ڏياري موڪليو ۽ پاڻ بدين جي قلعي ۾ گهڙيو. سنہ 998ھ (سنہ 1589ع) ۾ جڏهن هو خان خانان ۽ مرزا جاني بيگ سان وڙهيو تڏهن بدين ۽ ٻين قلعن ڏي جدا جدا لشڪر ڏياري موڪليائين، جن وٽي اهي هٿ ڪيا. نيٺ مرزا جاني بيگ لڪيءَ وٽ شڪست کائي اُنڙپور ۾ آيو جتي وري ٻي شڪست کائي ڀڳو. سنہ 1158ھ (سنہ 1745ع) ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ ڪڇ جي راءِ جا ماڻهو ڪانجي فتح ڪري بدين ۽ آسپاس جي شهرن تي ڪاهي آيا. ميان نور محمد بهار شاه ۽ ٻين فقيرن کي موڪليو جن وٽي هنن کي اُتان ڀڄايو.

## برهمن آباد

هندو راجائن جي زماني ۾ سٽن وڏن قلعن وارن شهرن مان هيءُ هڪڙو هو. ڇچ جي راڄ ۾ اگهم لوهاڻو اُتي جو حاڪم هو. لاکا ۽ سما ۽ سهتا ماڻهو اُتي رهندا هئا ۽ هو اُنهن کي پنهنجي حڪم هيٺ رکندو هو. هن جو حڪم سمنڊ تائين يعني ديبل بندر تائين هلندو هو. ڇچ اگهم سان وڙهي هن کي ماريو ۽ سندس شهر ورتو ۽ سندس زال سان شادي ڪيائين. راجا ڏاهر جي راڄ ۾ هن پنهنجي ڀاءُ ڏهرسينهن کي اُتي حاڪم ڪري رکيو ۽ اُنهي جي مرڻ کانپوءِ سندس پٽ کي اُتي رکيائين. ڏاهر جي مرڻ ۽ محمد قاسم جي فتح کان پوءِ ڏاهر جي پٽ جيسينهن برهمڻ آباد ۾ اچي پناه ورتي. جڏهن محمد قاسم اهو قلعو ورتو تڏهن جيسينهن ڀڄي ڪشمير ڏي ويو. ڏاهر جي زال ۽ ٻيا سندس ماڻٽ برهمن آباد جي ڪوٽ ۾ هئا. جن ڪوٽ

بچايو ۽ نيٺ قلعو ونئي اُتي جي ماڻهن کي معافي ڏيئي سنڌن حوالي ڪيائين. جڏهن سلطان آرام شاهه جي راڄ ۾ سنڌ ۽ ملتان ناصر الدين قباچ جي هٿ ۾ هئا، تڏهن برهمن آباد ۾ هندو حاڪم جسودن آگره نالي هو. انهيءَ کي پانيرا يا ڀانبڻاهه يا ڀنپور به سڏيندا هئا. ساڳئي وقت ۾ دلوراءِ الور جو حاڪم هو. اهي ٻئي شهر ناس ٿي ويا.

## ٻکر

سنه 624هه (سنه 1227ع) ۾ سلطان شمس الدين التمش جي وزير نظام الملڪ محمد بن اسعد بکر جو قلعو اچي ورتو ۽ ناصر الدين قباچه کي ڀڄائي ڪڍيو جو درياهه لنگهندي اتفاق سان ٻڏي مئو. سنه 649هه (سنه 1251ع) ۾ ناصرالدين محمود بن التمش وڏي لشڪر سان بکر جو قلعو اچي ورتو ۽ پوءِ هيٺ سيوهڻ ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ڏي ويو. سنه 696هه (سن 1296ع) ۾ سلطان علاءُ الدين جي حڪم پٽيان نصرت خان ڏهن هزارن ماڻهن سان بکر ۾ آيو ۽ مخالف قومن کي ماري ميجايائين ۽ پوءِ هيٺ سيوهڻ ۽ ٺٽي تائين به ويو. سنه 720هه (سنه 1320ع) کان پوءِ سگهو ئي سلطان غياث الدين تغلق شاهه دهليءَ جي بادشاهه سنڌ ۾ سومرن جي فساد جو ٻڌي خواجه خطير کي بکر جو حاڪم ڪري موڪليو. سنه 752هه (سنه 1351ع) ۾ جڏهن فيروز شاهه دهليءَ جو بادشاهه ٿيو، تڏهن ٺٽي ۾ سومرن کي شڪست ڏيئي موٽي بکر ۾ اچي ويهه ڏينهن رهيو ۽ مَلَڪَ رُڪن الدين کي پنهنجي پاران سنڌ جو نائب مقرر ڪري اتي رکيائين ۽ اخلاص خان لقب ڏنائينس ۽ ملڪ عبدالعزيز کي بکر جو ديوان يا مالي حاڪم مقرر ڪيائين. سنه 772هه (سنه 1370ع) ۾ فيروز شاهه وري به بنگال فتح ڪرڻ کان پوءِ بکر ۾ آيو ۽ اتان وري ٺٽي ويو. انهيءَ کان اڳي سنه 417هه (سنه 1026ع) ۾ سلطان محمود غزنويءَ جي وزير عبدالرزاق سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ پهرين بکر ونئي پوءِ سيوهڻ ۽ ٺٽي ڏي ويو. سنه 755هه (سنه 1354ع) ۾ جام اُنڙ سمي اچي بکر ورتو ۽ دهليءَ جي بادشاهه سلطان علاءُ

الدين جي حڪم سان ملڪ تاج الدين ڪافوريءَ اچي بکر ورتو. جڏهن مرزا پير محمد تيمور خاني بکر ۽ آسپاس جي فسادين کي سزا ڏيڻ لاءِ ڪاهي آيو. تڏهن بکر جي شهر جا ماڻهو ڀڄي ويا. پر اتي جي سيدن جي منت آزيءَ تي هن انهن کي معافي ڏني. ڄام نظام الدين يا ننڊو سنه 896هه ـ سنه 1490ع) ۾ ٺٽي کان بکر آيو ۽ اتي هڪ ورهيه اچي رهيو ۽ فسادي قومن کي سيکت ڏنائين. سنه 927هه سنه 1520ع) ۾ ڄام فيروز سمي جي وقت ۾ مرزا شاه حسن سنڌ ۾ آيو. انهيءَ وقت ڌاري بکر ۾ ڌاريجن ماڻهن فساد ڪيو. مرزا شاه حسن اتي آيو. سلطان محمود خان اڳيئي فساد بند ڪري وٺس آيو. مرزا شاه حسن الور مان سرون ٺهرائي قلعي جي مرمت ڪرائي ۽ انهيءَ ۾ زمين ورهائي پنهنجن اميرن کي وهاريائين ۽ پوءِ ٺٽي مان ٿي گجرات ڏي ويو. سنه 931هه ۾ مرزا شاه حسن اُچ ۽ ملتان ورتو ۽ ملتان جي حاڪم سلطان حسين لانگاه سان ملتان ۽ بکر جي حد مقرر ڪيائين. ٻئي سال ۾ هن ملتان به وٺي مرزا بابر کي ڏنو ۽ پوءِ بکر ۾ آيو. سنه 949هه ۾ همايون بادشاه بکر ۾ آيو ۽ پوءِ اتان ٿر ڏي روانو ٿيو. ٻئي سال ۾ بخشو لانگاه بکر تي ڪاهي آيو پر شڪست کائي موٽي ويو. سنه 963هه (سنه 1555ع) ۾ مرزا عيسيٰ ترخان ۽ سلطان محمود خان جي بکر ۾ لڙائي لڳي، پر مرزا نااميد ٿي موٽي ٺٽي ويو. سگهوئي پوءِ ارغون ماڻهو مرزا عيسيٰ کان رنج ٿي سلطان محمود خان وٽ آيا ۽ بکر ۾ رهي پيا. سنه 976هه ۾ مرزا محمد باقيءَ جي حڪومت ۾ سنڌس ننڍو ڀاءُ خان بابا بکر ۾ اچي سلطان محمود سان ڀاءُ جي برخلاف شامل ٿيو ۽ فساد ڪيائين ۽ مرزا باقيءَ اچي شڪست ڏيئي ڀڄايس. سنه 982هه (سنه 1574ع) ۾ سلطان محمود خان جي مرڻ تي اڪبر بادشاه ڪيسو خان کي بکر جو حاڪم مقرر ڪري موڪليو ۽ پوءِ هڪٻئي پٺيان مير عدل ۽ اعتماد خان آيا ۽ پوءِ مسند علي فتح خان بهادر ۽ راجا پرمانند گڏ مقرر ٿي آيا. پوءِ نواب محمد صادق خان مقرر ٿي آيو. سنه 996هه (سنه 1587ع) ۾ بکر نواب اسماعيل قلي خان کي جاگير ٿي مليو ۽ هن جو پٽ رحمان قلي بيگ بکر ۾ اچي رهيو. انهيءَ کان

پوءِ اها جاگير شيرويہ سلطان کي ملي، جو نشئي هو. تنهن کري سنہ 998ھ ۾ بکر وري بہ نواب محمد صديق خان کي جاگير ٿي مليو. انهيءَ سال ۾ نواب خان خانان مرزا جاني بيگ سان وڙهڻ لاءِ بکر ۾ آيو ۽ پوءِ هن کي وٺي بادشاهہ ڏي ويو. مرزا غازي بيگ بادشاهہ وٽان ٿي بکر ۾ آيو جو خسرو خان چرڪس اتي فساد ڪيو هو جنهن کي نيٺ هندو خان پڪڙي وٺي ويو. سنہ 1057ھ (سنہ 1647ع) ۾ جڏهن نواب مغل خان دهليءَ جي بادشاهہ شاه جهان جي پاران ٺٽي ۾ حاڪم هو تڏهن ٺٽو ۽ بکر ۽ سيوهڻ شاهزادي اورنگزيب کي ملتان جي بدران جاگير ٿي مليا. سنہ 1078ھ ۾ سيد عزت خان، جنهن کي عزت پير چوندا هئا ۽ جو بکر جو فوجدار هو سو ٺٽي جو نواب مقرر ٿي ويو. سنہ 1150ھ (سنہ 1736ع) ۾ بکر ۽ سيوهڻ ۽ ٺٽي جي حڪومت ميان نور محمد ڪلهوڙي کي ملي، جنهن کي خدا يار خان لقب مليو. انهيءَ وقت ڌاري شاهزادو محمد معزالدين بہ بکر ۾ آيو ۽ انهيءَ سال ۾ ميان نور محمد کي بکر ۽ سيوهڻ ۽ ٺٽو يعني ساري سنڌ ملي. بہ ورهيہ پوءِ جڏهن نادر شاهہ آيو تڏهن انهيءَ بہ ميان کي قائم ڪيو ۽ شاهي قلي خطاب ڏنائينس وري جڏهن ٽالپر سنڌ جا حاڪم هئا. تڏهن مير نصير خان جي ڏينهن ۾ انگريز سرڪار سنہ 1838ع ڌاري بکر جو قلعو پنهنجي لشڪر جي لاءِ اُڌارو ورتو جو لشڪر شاه شجاع پناڻ جي مدد لاءِ ٿي ويو. سنہ 1842ھ ۾ وري انگريز سرڪار ميرن سان عهد نامو ڪري بکر، سکر، روهڙي، ٺٽو ۽ ڪراچي پنهنجي ڪم لاءِ ورتا. ۽ پوءِ جڏهن سنڌ انگريزن کٽي، تڏهن بکر ۾ توبخاني جي باروت رکڻ جو بندوبست ڪيائون.

## پيرلو

جڏهن ڄام فيروز ۽ مرزا شاه حسن جي پاڻ ۾ لڙائي پئي هلي، تڏهن شاه حسن ڄام کي شڪست ڏيئي پيرلو ۾ اچي شڪار ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ ملتان ڏي ويو. سنہ 947ھ (سنہ 1540ع) ۾ جڏهن همايون بادشاهہ سنڌ ۾ آيو تڏهن مرزا شاهہ حسن جي حڪم سان سندس رهڻ لاءِ پيرلو پسند ڪيو ويو. انهيءَ

۾ جي چار باغ مشهور هئا، سي چڱيءَ طرح سينگاريا ويا ۽ رهائڻ لاءِ عمديون جايون تيار ٿيون. جڏهن همايون آيو تڏهن پنهنجي منزل گاهہ لوهريءَ ۾ ڪيائين، فقط پاڻ اڪيلو ٻہرلو ۾ اچي رهيو ۽ باغن جي فرحت ورتائين. سنہ 961هہ (سن 1553ع) ۾ مرزا شاہ حسن مڪيہ شهرن ۾ حاڪم مقرر ڪري پاڻ گهمندو وتيو ۽ ڪي ڏينهن ٻہرلو ۾ اچي رهيو ۽ پوءِ بکر ويو.

## تغلق آباد (پوءِ ساموئي، هاڻي ڪلان ڪوٽ)

سنہ 928هہ (سنہ 1521ع) ۾ مرزا شاهہ حسن تخت نشينيءَ کان پوءِ ڄام فيروز سان وڙهي هن کي شڪست ڏيئي پوءِ تغلق آباد ۾ اچي رهيو. گهڻن مهينن کان پوءِ هالن جي رستي بکر ويو. سنہ 998هہ (سنہ 1589ع) کان پوءِ مرزا جاني بيگ ٺٽي جو شهر ناس ڪرائي پنهنجا ٻار ٻچا تغلق آباد ۾ وٺي آڻي رهايا، جتي ڪلان ڪوٽ جو قلعو ٺهرائي چڏيو هئائين. سنہ 1099هہ (سنہ 1687ع) ۾ نواب مريد خان ٺٽي جو نواب ٿي آيو پر پاڻ سان راجپوتِ گهڻا آندائين، جن ماڻهن کي ستايو تنهنڪري هن کي موقوف ڪيو ويو. پوءِ هو ڪيترا ڏينهن تغلق آباد ۾ر هيو پيو هو جتي جي هوا هن کي گهڻو پسند آئي.

## ٺٽو

سنہ 416هہ (سنہ 1025ع) ۾ سلطان محمود غزنويءَ پنهنجو وزير عبدالرزاق سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو جو سيوهڻ تائين ملڪ فتح ڪري پوءِ ٺٽي تائين آيو ۽ عربن جي رکيلن حاڪمن کي ڪيندو پنهنجا رکندو آيو. وري سنہ 696هہ (سنہ 1296ع) ۾ علاءُ الدين خلجي نصرت خان کي وڏي لشڪر سان موڪليو جنهن ٺٽي ۽ ٻين سنڌ جي وڏن شهرن ۾ پنهنجا حاڪم مقرر ڪيا. سنہ 772هہ (سنہ 1370ع) ۾ فيروز شاهہ دهليءَ جو بادشاهہ بکر مان ٿيندو ٺٽي آيو. تڏهن ڄام خيرالدين سمو ٺٽي جو حاڪم هو. جو سامهون ٿيس، پر پوءِ شڪست کائي ڀڄي ويو. سومرن ۽ سمن ڄامن جي ڏينهن ۾ ٺٽو سندن گاديءَ جو هنڌ هو. سنہ 896هہ (سن 1490ع) ۾ ڄام نظام الدين ٺٽي جو

شهر نئين سر آباد ڪيو ۽ سينگاريو. منجهس مسجدون ۽ ٻيون عمارتون ٺهرايائين. ڄام فيروز جي ڏينهن ۾ گهڻا مغل شاه بيگ ڪي ڇڏي ٺٽي ۾ اچي رهيا ۽ ڄام انهن کي شهر جو پاڱو رهڻ لاءِ ڏنو جنهن کي مغلواڙو چوندا هئا. ارغون ۽ ترخان حاڪمن جي راڄ ۾ به ٺٽو گاديءَ جو هنڌ هو. مرزا عيسيٰ ترخان جي وقت ۾ سنه 963هه (سنه 1555ع) ۾ پورچوگيز ماڻهو ٺٽي ۾ آيا، جي بندر تان لهي ٺٽي ۾ اچي قرمار ڪري ۽ باهيون ڏيئي ڪي ماڻهو قيد ڪري وري بندر ڏي هليا ويا. مرزا عيسيٰ تڏهن ڀکر ڏي ٻاهر ويل هو جتان سگهوئي موٽي آيو. پر هو اڳيئي هليا ويا هئا ۽ مرزا عيسيٰ کي شهر جي مرمت ڪرڻي پيئي. مرزا جاني بيگ وري پنهنجي راڄ ۾ ٺٽي کي ڏاڍو سڌاريو. ترخانن کان پوءِ دهليءَ جي بادشاهه جا نواب ٺٽي ۾ حاڪم ٿي رهيا، جن جو احوال خلاصي باب ۾ مٿي ڏنو ويو آهي. سنه 1150هه (سنه 1737ع) ۾ ميان نورمحمد ڪلهوڙي کي نادر شاه ٺٽو ۽ سوستان ڏنو. انهيءَ سال ۾ ڏاراڄ ۽ ڪڪرالہ جي هندو حاڪمن لشڪر موڪليو جنهن کي ٺٽي ۾ ميان نورمحمد جي پٽ محمد مرادياب شڪست ڏني. نادر شاه جي اچڻ تي ميان نورمحمد ڀڄي ويو ۽ سندس وڪيل ٺٽي ۾ آيا، پر پوءِ بادشاهه مٿس راضي ٿيو ۽ ميان نورمحمد پنهنجي پاران سلطان سامتئي کي ٺٽي ۾ حاڪم ڪري رکيو. وري سنه 1171هه (سنه 1758ع) ۾ ميان غلام شاهه جي راڄ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ٺٽي ۽ اورنگا بندر ۾ ڪارخانا وڌا، جي ميان سرفراز پوءِ بند ڪرائي ڇڏيا. سنه 1197هه (سنه 1783ع) ۾ مير فتح علي خان جي حڪم سان غلام علي ولد قيصر نظاماڻي، جو ٺٽي جو حاڪم هو سو وڏي لشڪر سان ڪڪرالہ تي ڪاهي ويو ۽ اُتي جي هندو راجا کي شڪست ڏنائين.

## ٻاٺ

سنه 930هه (سنه 1523ع) ۾ مرزا شاه حسن جي شادي بابر جي مير منشي خليفي حسام الدين ميرڪ جي ڌيءَ گلبرگ بيگم سان ٿي، انهيءَ ڪري مرزا مقيم خليفي کي ٻاٺ ۽ باهبان جا پرڳڻا انعام ۾ آڻا ۽ پاڄ ڪندار

سميت بکر ويو. سنه 947هه (سنه 1540ع) ۾ همايون ۾ لکن ماڻهن سان سنڌ ۾ آيو ۽ لوهريءَ ۾ لٿو. سرسات جي موجود ڪرڻ لاءِ هن پنهنجوي ڀاءُ مرزا هندال کي پاٽ ڏي موڪليو ۽ پاڻ به پٽيانس ويو پر اتي ويائي تپ اچي ڀڃو تنهن ڪري نااميد ٿي موٽي بکر ۾ آيو. سنه 950هه (سنه 1543ع) ۾ جڏهن مرزا ڪامران پنهنجي ڀاءُ همايون سان تڪرار ڪري نڪتو تڏهن پاٽ ۾ مرزا شاه حسن مليس. انهيءَ سندس گهڻي تلافي ڪئي ۽ پنهنجي ڌيءَ چوُچڪ بيگم جي شادي هن سان ڪيائين، جا پاٽ ۾ ڏاڍي ڌوم ڌام سان ٿي. ٿي ميهنا اتي گذاري مرزا ڪامران موٽي قنڌار ويو. سنه 994هه (سنه 1585ع) ۾ جڏهن اڪبر بادشاه بکر جاگير ڪري نواب محمد صادق خان کي ڏنو تڏهن نواب سيوهڻ ڏانهن ويو. پاٽ ۾ مرزا جاني بيگ جي ماڻهن سان هن کي وڙهڻو پيو. جنهن کي شڪست ڏيئي ۽ درياه تي ٻيڙين جي لڙائيءَ ۾ وري سبحان قلي ارغون کي شڪست ڏيئي سيوهڻ ۾ آيو جتي مرزا جاني نٽي مار اچي پهتس، جنهن ڪري هو گهيرو ڦتو ڪري بکر ڏي موٽيو.

## ٻٽ باران

مير شهداد خان ٽالپر شاهزادي معزالدين جي حڪم سان ديرن ۾ بهادريءَ سان وڙهيو هو تنهن ڪري مير کي ٻٽ باران جاگير ۾ مليو.

## جُون يا جونپور

سنه 927هه (سنه 1520ع) ۾ جام صلاح الدين مرزا شاه حُسن جي اچڻ تي نٽي مان نڪري جون جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو. اتي سندن وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ صلاح الدين پاڻ ۽ سندس پٽ هيبت علي خان مارجي ويا. سنه 947هه (سنه 1540ع) ۾ همايون بادشاه شير شاه سان وڙهڻ کان پوءِ جونپور ۾ آيو جتي مرزا شاه حسن مليس ۽ سندس گهڻي خوشامد ڪيائين. ٻه ورهيه پوءِ همايون جيسلمير ۽ عمرڪوٽ ۾ رهي جونپور ۾ آيو ۽ اُتي درياه جي ڪنڌيءَ تي فرحت سان گذارڻ لڳو. ٽئي ورهيه ۾ همايون جي قنڌار ڏي وڃڻ کان پوءِ بخشو لانگاه ملتان ۾ بلوچن ۽ لانگاهن ۽ ناهرن جو لشڪر گڏ ڪري جونپور

جي آمهون سامهون تيار ٿيو ۽ بکر تي ڪاهه ڪرڻ جي رٿ ڪيائين، جو شاه حسن ۽ ٻيا زبردست سپ نٽي ڏي ويل هئا، پر سگهوئي شڪست کائي موٽيو. سنه 988هه (سنه 1589ع) ۾ مرزا جاني بيگ جي وقت ۾ خان خانان مٿس لشڪر وٺي آيو ۽ ان جا جدا جدا ياڳا جدا جدا پاسن ڏي روانا ڪيائين. هڪڙو لشڪر جُون ۽ فتح باغ ڏي ٻه موڪليائين. انهن اتي وڃي قلعن کي گهيرا ڪيا. سگهوئي پوءِ لڪيءَ وٽ مرزا جاني بيگ شڪست کاڌي

## چانڊڪو (هاڻي لاڙڪاڻو)

آدم شاه ڪلهوڙو ڪلهوڙن جو ڏاڏو جو جونپور جي بزرگ ميران محمد جي گاديءَ تي ويٺو سو چانڊڪي ۾ اچي رهيو. آدم شاه جو پوٽو ميان الياس چانڊڪي جي ويجهو دفن ٿيل آهي. سنه 896هه (سنه 1490ع) ۾ جام نظام الدين سمي جي وقت مرزا شاه حسن کي مغل قندار کان وٺي چانڊڪيءَ ۽ ڪن ٻين شهرن تي آڻي ڪاهه ڪئي، پر جام ننڍي دريا خان جي هٿ هيٺ لشڪر موڪليو. جنهن مغلن کي وڃي شڪست ڏني ۽ انهيءَ لڙائي ۾ شاه حسن جو ڀاءُ ابو محمد مرزا مارجي ويو. سنه 927هه (سنه 1520ع) ۾ مرزا شاه بيگ جي راڄ ۾ مرزا سيوهڻ کان پوءِ چانڊڪي ۾ اچي رهيو. اتي بکر جي فساد جو ٻڌي اوڏي روانو ٿيو. سنه 928هه (سنه 1521ع) ۾: مرزا شاه بيگ بکر مان موٽي چانڊڪي ۾ آيو ۽ مير فاضل ڪوڪلتاش جي مرڻ ڪري هن جي لاش کڻائي بکر ڏي موڪليائين ۽ پاڻ ٻه اوڏانهن ويو ۽ پوءِ اتان گجرات روانو ٿيو. سنه 998هه (سنه 1589ع) ۾ جڏهن اڪبر بادشاهه سنڌ ۾ آيو تڏهن مير معصوم شاه بکر وارو وٽس ويو ۽ بادشاهه کيس چانڊڪي جو پرڳڻو ۽ دربيلو جاگير ڪري ڏنا. (وڌيڪ احوال لاڙڪاڻي هيٺ ڏسو.)

## حيدرآباد (اڳي نيرون ڪوٽ)

سنه 1183هه (سنه 1769ع) ۾ ميان غلام شاه ڪلهوڙو نيرون ڪوٽ ۾ آيو جو اتي اڳئين سال ۾ ڪوٽ وجهايو هئائين. انهيءَ شهر کي

حيدرآباد جو نالو ڏنائين ۽ انهيءَ کان پوءِ اُهو سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٿيو. انهيءَ کان اڳي خدا آباد گادي هئي. مرڻ کان پوءِ سندس قبو بہ اتي جڙيو. سنہ 1188هہ (سنہ 1774ع) ۾ مير فتح خان حيدرآباد تي ڪاهي آيو ۽ ميان محمد سرفراز ڀڄي ويو. پهرين ميان خدا آباد ۾ هو. ۽ جڏهن مير اهو وڃي ورتو تڏهن ڀڄي حيدرآباد آيو هو. مير سندس ڀاءُ محمود خان کي گاديءَ تي وهاريو. سنہ 1190هہ (سنہ 1776ع) ۾ ميان غلام نبيءَ جي راڄ ۾ حيدرآباد جي قلعي ۾ ميان سرفراز ۽ ميان عطر خان ۽ محمود خان ۽ مير محمد قيد رکيل هئا، تن کي هڪدم مارائي ڇڏيائين، جو ٻپ ٽيس تہ ڪانئس ملڪ ويندو متان هنن مان ڪنهن کي گاديءَ تي رکن. سنہ 1201هہ (سنہ 1786ع) ڏاري ميان عبدالنبي قلات جي خان جي مدد وٺي حيدرآباد تي ڪاهي آيو ۽ مير فتح علي خان شڪار تي ويل هو پر هو ميان کان نااميد ٿي موٽي هليا ويا. انهيءَ وقت ڏاري ميان عبدالنبي ۽ ٻين ڪلهوڙن جا ٻار ٻچا حيدرآباد جي قلعي ۾ رهندا هئا. مير فتح علي خان ميان جي ڀڄي وڃڻ جو ٻڌي پنهنجي سپهہ سالار حاجي احمد کي حيدرآباد جي وٺڻ لاءِ موڪليو. ميان جي طرفان غلام حيدر مرڻاٽي اتي جي سنڀال تي هو. تنهن مير جي لشڪر جي اچڻ جو ٻڌي باروت کي ڪٽي باهہ ڏني. ڏاڍو ڌڪاءُ ٿيو جنهن ۾ ڪوٽ جي پٽ جو پاڱو ڪري پيو ۽ حاجي احمد لشڪر ڪاهي اندر ويو ۽ قلعو ورتائين ۽ غلام حيدر ڪلهوڙن جا قبيلا وٺي جوڌپور ڏي ڏياري موڪليا، جو ميان جي پُٽ اڳيئي اُتي وڃي پناهہ ورتي هئي. سنہ 1202هہ (سنہ 1787ع) ۾ تيمور شاهہ جي موٽي وڃڻ کان پوءِ مير فتح علي خان موٽي حيدرآباد ۾ آيو ۽ انهيءَ کي پنهنجو تختگاهہ ڪيائين ۽ خدا آباد اصل ڇڏي ڏنائين. حيدرآباد ۾ ڪي نيون ٽي مسجدون ٺهرايائين، جن مان هڪڙي ٻي ٻي خيريءَ جي مسجد آهي، جا مير فتح علي خان جي ماءُ هئي ۽ ٻي ملا رحمت الله واري مسجد ۽ ٽين طالب شاهہ واري مسجد، جا قلعي جي در جي ويجهي آهي، اهي سڀ عمارتون نون مهينن جي اندر جڙي تيار ٿيون. مرڻ کان پوءِ مير کي خدا آباد ۾ رکيائون، پر پوءِ ٻين ميرن کي حيدرآباد ۾ رکندا آيا، جتي هاڻي ميرن جا قبا آهن. مير غلام علي خان

جي ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ ڏاڍا سڌارا ٿيا ۽ انگريزن سان عهدنامو ٿيو. سنڌس ڏينهن ۾ سنہ 1230ھ (سنہ 1814ع) ۾ شاه شجاع حيدرآباد ۾ آيو ۽ آغا اسماعيل شاهہ جي ٽنڊي ۾ رهايو ويو. سنہ 1240ھ (سنہ 1824ع) ۾ مير مراد علي خان جي بيمار هئڻ ڪري انگريز سرڪار ڊاڪٽر برنس کي حيدرآباد موڪليو جنهن اچي علاج ڪري ڇٽايس. مير مراد علي خان جي ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ ضرب خانو پيو جتي اشرفيون ۽ مهرون جڙڻ لڳيون. ۽ ٻيا بہ ترارين وغيره جا ڪارخانا پيا ۽ ٻاهرين ملڪن جي بادشاهن سان دوستيءَ جا عهدناما ٿيا. مير نور محمد خان جي ڏينهن ۾ حيدرآباد منجهہ انگريز سرڪار جو ريزيڊنٽ مقرر ٿيو ۽ سگهوئي پوءِ سنہ 1254ھ (سنہ 1838ع) ۾ جنرل ڪين، جو درياهہ جي رستي ڪراچيءَ کان لشڪر وٺي شاهہ شجاع جي مدد لاءِ ٿي ويو سو ڪوٽڙيءَ وٽ ترسي ريزيڊنٽ سان گڏ حيدرآباد شهر گهمڻ آيو. مير نصير خان جي ڏينهن ۾ سنہ 1258ھ (سنہ 1842ع) ۾ حيدرآباد ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ سخت وبا پيئي ۽ سڀ مير حيدرآباد ڇڏي اگهيماڻي جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيا. انهيءَ سال ۾ سرچارلس نيپيئر ريزيڊنٽ مقرر ٿي آيو ۽ سگهوئي پوءِ ميرن سان هن جي ناسازي شروع ٿي ۽ بلوچن ريزيڊنٽ ميجر آؤٽرم تي ڪاهہ ڪئي ۽ هو نڪري سرچارلس نيپيئر ڏي ويو جو خيرپور جي پاسي هو. هو هڪدم حيدرآباد تي ڪاهي آيو ۽ مياڻيءَ جي جنگ ۾ سنہ 1259ھ (سنہ 1843ع) ۾ ميرن کي شڪست ڏيئي حيدرآباد جو قلعو ورتائين ۽ ميرن کي قيد ڪيائين ۽ ميرن جا ديرا نڪري ڦليليءَ جي ڪپ تي يوسف جي ٽنڊي وڃي ويٺا ۽ پوءِ سائين داد جي ٽنڊي وڃي ويٺا ۽ اُتي باهہ لڳڻ ڪري وري اچي ڦليليءَ جي اپرندي محمد خان نوڙي جي ٽنڊي ۾ ويٺا. انهيءَ کان پوءِ حيدرآباد انگريز سرڪار جي هٿ ۾ رهي.

## خدا آباد

مِيان يار محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ سنہ 1113ھ (سنہ 1701ع) ڌاري ڪلهوڙن زور ورتو ۽ پنوهرن کان شڪارپور هٿ ڪري اتي پنهنجو

مکيہ شهر ٺهرايائون ۽ انهيءَ تي خدا آباد جو نالو رکيائون، ۽ اتان پوءِ ہيا پاسا هٿ ڪرڻ لڳا. ميان يار محمد جا ٻہ پٽ، نور محمد ۽ محمد خان، جي هيستائين قلات ۾ هئا، سي بہ اتي اچي رهڻ لڳا. سنہ 1170هہ (سنہ 1757ع) ۾ جڏهن ميان غلام شاهہ گاديءَ تي ويٺو، تڏهن انهيءَ شهر کي درياهہ ويڙهي ويو، تنهن ڪري ميان اهو ڇڏي پنهنجي پيءُ جي بدل شهر محمد آباد جي ويجهو ہيو شهر ٻڌو جنهن کي الهہ آباد سڏيائين. فقط سندس مائيٽو ڀاءُ محمد مراداياب خدا آباد ۾ رهندو آيو ۽ عطر خان هن کي اتي رهائيندو آيو تہ مُلڪ جي طمع رکي. سنہ 1172هہ (سنہ 1759ع) ۾ ميان غلام شاہ جڏهن ٻڌو تہ ڪي ڪوسا سردار خدا آباد جي شهر تي ڪاهي ڦر ڪري هليا ويا آهن، تڏهن اتي اچي انهن ڪوسن سردارن کي مارائي ڇڏيائين ۽ شهر جي سنڀال لاءِ ماڻهو مقرر ڪيائين.

سنہ 1186هہ (سنہ 1772ع) ۾ ميان يار محمد سرفراز اڳوٽو خدا آباد ڇڏي نئون خدا آباد جوشهر هالن کي ويجهو ٻڌايو ۽ سگهوئي پوءِ ميرن ٽالپرن سان ناسازي ٿيڻ لڳيس ۽ مير بهرام ۽ سندس پٽ مير سهراب کي مارايائين، جي خدا آباد ۾ دفن ڪيا ويا. اهو واقعو سنہ 1189هہ ۾ ٿيو ۽ ٻئي سال ۾ مير فتح خان بلوچن جو لشڪر وٺي خدا آباد کي گهيرو ڪيو ۽ زور سان اندر گهڙيو. ميان محمد سرفراز پنجن ڇهن ماڻهن سان پڇي هڪڙي مهاڻي جي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي حيدرآباد ۾ آيو جنهن کي بہ وري ميرن اچي گهيرو ڪيو. سنہ 1197هہ (سنہ 1782ع) ۾ مير بجار خان ميان عبدالنبيءَ کي گاديءَ تي وهاريو ۽ پاڻ بہ پنهنجن بلوچن سميت اچي خدا آباد ۾ رهيو. جڏهن پوءِ عبدالنبي پڇي وڃي مدد خان کي وٺي آيو اهو سردار خدا آباد ۾ آيو ۽ ماڻهن سان ظلم ڪرڻ ۽ آسپاس جا ملڪ ڦرڻ لڳو. تڏهن مير عبدالله، جو عمرڪوٽ ۾ هو سو لشڪر وٺي مدد خان سان وڙهڻ آيو. مدد خان نڪري مير جي منزل گاهہ وٽ ويو ۽ پوءِ عبدالنبيءَ جي حرڪت معلوم ڪري موٽي هليو ويو. ميان عبدالنبي پشيمان ٿي مير وٽ اچي پيش پيو ۽ اڳتي لاءِ قسم کنيائين. تنهن ڪري مير کيس خدا آباد ۾ وري بہ گاديءَ تي

وهاريو. سنہ 1201ھ ( 1786ع) ۾ عبدالنبي پڇي قلات جي خان کان مدد وٺي خدا آباد تي ڪاهي آيو مير فتح علي خان تڏهن ونگ جي پاسي ويل هو پر عبدالنبي نااميد ٿي سيوهڻ جي پاسي هليو ويو. سنہ 1197ھ (سنہ 1783ع) ۾ مير فتح علي خان، تيمور شاه بادشاهہ جي ڏسڻ کان پوءِ سنڌ جو پڪو حاڪم ٿي آيو ۽ خدا آباد ڇڏي شاهپور جو نئون شهر ٻڌي انهيءَ ۾ اچي رهيو. سنہ 1202ھ (سنہ 1787ع) ۾ اتان نڪري حيدرآباد اچي تخت گاهہ ڪيائين ۽ پوءِ انهيءَ شهر کي سينگارڻ لڳو. سنہ 1217ھ (سنہ 1802ع) ۾ مير فتح علي خان وفات ڪئي ۽ سندس لاش خدا آباد ۾ کڻي وڃي دفن ڪيائون، جو سندس وڏا اتي دفن ڪيل هئا. مير ڪرم علي خان ٻهريون مير هو جو حيدرآباد ۾ رکيو ويو. انهيءَ کان اڳي ميرن کي خدا آباد ۾ رکندا آيا. مير ڪرم علي خان سنہ 1244ھ (سنہ 1828ع) ۾ وفات ڪئي.

## خيرپور

سنہ 1233ھ (سنہ 1817ع) ۾ راجا رنجيت سنگهہ مِٺن ڪوٽ وٺڻ کان پوءِ سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ پنهنجي پوٽي نهال سنگ کي موڪليو. مير مراد علي خان ۽ ڪرم علي خان ٽيهہ هزار ماڻهو وٺي انهيءَ کي سامهون ٿيڻ لاءِ شڪارپور ڏي رِوانا ٿيا. جڏهن خيرپور ۾ آيا، تڏهن مير سهراب خان بہ پنهنجي لشڪر سان ساڻن گڏيو. خيرپور کي تڏهن سهراب پور سڏيندا هئا. مير سهراب خان جي مرڻ تي خيرپور وارو ملڪ سندس پٽن ۾ پائيتن ۾ ورهايو ويو جيئن حيدرآباد وارو ملڪ مير مراد علي خان جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽن ۾ وراهيو هو. سنہ 1249ھ (سنہ 1833ع) ڌاري مير نور محمد خان جي ڏينهن ۾ جڏهن شاه شجاع الملڪ شڪارپور ۾ آيو تڏهن مير سندس سامهون ٿيڻ لاءِ لشڪر وٺي آيا. جڏهن خيرپور ۾ آيا، تڏهن اتي جي ميرن جو بہ لشڪر شامل ٿين. سيد آغا ڪاظم شاه حيدرآباد واري لشڪر جو مهندار هو ۽ گولو شاه خيرپور واري لشڪر جو جيڪا جنگ لڳي، تنهن ۾ اهي ٻئي ماوجي ويا. سنہ 1252ھ (سنہ 1836ع) ۾

انگريز سرڪار جو لشڪر شاه شجاع الملڪ جي مدد لاءِ ڪراچيءَ مان درياهہ جي رستي آيو. خيرپور جي ميرن پهرين اعتراض آندو پوءِ راضي ٿيا. ورهيہ ڏيڍ کان پوءِ خيرپور جو ريزيڊنٽ راس بيل، جو رکيو ويو هو سو ڪيڏي چڙيائون ۽ ميجر پاٽنجر حيدرآباد جو ريزيڊنٽ خيرپور جو بہ ريزيڊنٽ ڪيو ويو. سنہ 1254هہ (سنہ 1838ع) ۾ جنرل ڪِين شاه شجاع الملڪ کي ڪابل جي تخت تي ويهاري موٽيو ۽ خيرپور ۾ ميرن سان ملاقات ڪندو حيدرآباد ۾ آيو. سنہ 1258هہ (سنہ 1842ع) ۾ خيرپور ۾ مير علي مراد خان ۽ مير رستم خان ٻنهي پائن جو پاڻ ۾ تڪرار ٿيو. سندن لڙائيءَ ۾ مير رستم پڇي ويو ۽ مير علي مراد خان ملڪ جو مالڪ ٿيو ۽ سرچارلس نيپئر بہ سندس طرفدار ٿيو. ۽ حيدرآباد وارا مير، مير رستم خان جا مددگار ٿيا. ٻئي سال ۾ مياڻيءَ واري جنگ ۾ شڪست کاڌائون ۽ سنڌ هٿان وڃايائون. مير رستم خان بہ ٻين ميرن سان گڏ قيد ٿيو.

## دربيلو

عربن جي فتح کان پوءِ، سلطان آرام شاه جي راڄ ۾ جڏهن سنڌ ۽ ملتان ناصرالدين قباچہ کي مليا، تڏهن دربيلو جو پرڳڻو هندو حاڪم راڻي پنر سهتي راٺوڙ جي هٿ ۾ هو. سنہ 908هہ (سنہ 1502ع) ڌاري جڏهن مرزا شاه حسن ۽ ڄام فيروز جي وچ ۾ ويڙهہ پئي هلي، تڏهن مرزا شاه حسن پنهنجي پاران دربيلي ۾ مير فرخ کي حاڪم مقرر ڪيو ۽ پاڻ بکر ويو جنهن کي وڃي وسايائين. سنہ 970هہ (سنہ 1562ع) ۾ مرزا عيسيٰ ترخان ۽ سلطان محمود خان جي وچ ۾ ويڙهہ لڳي، جا پهرين سيوهڻ ۾ ٿي ۽ پوءِ دربيلي ۾. پهرينءَ ۾ سلطان محمود شڪست کاڌي ۽ ٻيءَ ۾ صلح ڪيائون. سنہ 998هہ (سنہ 1589ع) ۾ جڏهن اڪبر بادشاهہ نواب خان خانان کي مرزا جاني بيگ سان وڙهڻ لاءِ سنڌ ڏي موڪليو تڏهن مير معصوم شاه بکر وارو اڪبر بادشاهہ وٽ سلام تي ويو ۽ انهيءَ ڪيس دربيلي ۽ چانڊڪي ۽ ڪاڪڙيءَ جي جاگير ڏني.

## ديبالپور

عربن جي فتح کان پوءِ ديبالپور کان وٺي سمنڊ تائين جيڪو پرڳڻو هو سو عربن جي نائب جي هٿ ۾ رهيو. سنہ 697ھ (سنہ 1297ع) ڌاري سلطان علاءُ الدين تغلق ڏهہ هزار لشڪر غازي ملڪ جي هٿ هيٺ ديبالپور ڏي موڪليو تہ اتي وڃي چنگيز خان جي مغلن سان وڙهي ۽ هو سنڌ ڏي روانو ٿيو. سنہ 796ھ (سنہ 1393ع) ۾ ناصر الدين تخت تي ويهڻ کان پوءِ هڪڙو لشڪر سارنگ خان جي هٿ هيٺ ديبالپور ڏي موڪليو ۽ هو سنڌ ڏي روانو ٿيو. هن ديبالپور جو قلعو وڃي ورتو ۽ مقرب خان کي اُتي ڇڏي پاڻ گواليار ڏي ويو. پر جڏهن سعادت خان وجهہ ڏسي ڪوٽ کي گهيرو ڪيو، تڏهن سارنگ خان موٽي آيو ۽ اچي قلعو بچايائين. پر سنہ 800ھ ۾ سارنگ خان دهليءَ جي ماڻهن جي هٿان شڪست کائي ملتان ۾ موٽي آيو.

## ديبل

جڏهن سنڌ جا راجا راءِ گهراڻي جا هئا، تڏهن چار حاڪم چئن جدا جدا پاڳن ۾ هوندا هئا. انهن مان پهريون حاڪم برهمڻ آباد ۾ رهندو هو ۽ انهيءَ جي هٿ هيٺ ديبل ۽ نيرون جا ڪوٽ ۽ ٻيا آسپاس جا پاڳا هوندا هئا. ٻيو حاڪم سيوستان ۾، ٽيون اِسڪنداهہ ۾ ۽ چوٿون ملتان ۾. چچ جي راڄ ۾ اگهم لوهاڻو برهمن آباد جو حاڪم هو ۽ ديبل ۽ ٻيو سمنڊ تائين ملڪ انهي جي هٿ ۾ هو. چچ کي اگهم سان وڙهڻو پيو ۽ انهي کي ماري اُنهيءَ جي زال سان شادي ڪيائين. 11ھ (سنہ 632ع) ۾ عربن جو لشڪر ديبل ۾ آيو. تڏهن اُتي جو حاڪم سمہ پٽ ديوائج قلعي مان نڪري عربن سان وڙهيو. پر مارجي ويو. سنہ 86ھ (سنہ 705ع) ۾ سرنديب جي راجا ڪجهہ تحفا ۽ حمدا موٽي حجاج ڏي ٻيڙين ۾ موڪليا. اهي جڏهن ديبل وٽ آيا، تڏهن آسپاس جا چور انهن کي ڦري مال ۽ ڪي ٻانهيون ڪٽي ويا. جڏهن حجاج کي اها خبر پهتي، تڏهن خليفي جي اجازت سان عربن جو لشڪر سنڌ تي چاڙهي موڪليائين. جو راجا ڏاهر اهي

چور هٿ ڪري نہ سگهيو: جنهن تي بزيل عرب لشڪر وٺي آيو ۽ اچي ديبل تي ڪاهيائين. جيسيئن تڏهن ديبل ۾ هو. بزيل جا گهوڙا هاٿين کان ٿهي پيا. تنهن ڪري هن کي شڪست آئي ۽ هو مارجي ويو. هيءُ حال ٻڌي حجاج پيو وڏو لشڪر محمد قاسم جي هٿ هيٺ موڪليو جنهن سنہ 92هہ (سنہ 711ع) ۾ ديبل کي اچي گهيرو ڪيو ۽ ماڻهن ڪُلن سان پٿيون پيچي قلعي جي اندر لنگهيا، ۽ جيڪو وڏو مندر اندر هو تنهن کي پڳائون ۽ ماڻهو ماريائون. شهر مان تمام گهڻو خزانو هٿ لڳو جو محمد قاسم ورهائي لشڪر کي ڏنو ۽ باقي سرڪاري پنجون حصو ڪيدي حجاج ڏي موڪليائين ۽ پاڻ نيرون ڪوٽ تي ڪاهيائين. ملتان جي فتح ڪرڻ کان پوءِ جيڪو بہ خزانو سنڌ فتح ڪرڻ سان هٿ آيو هو سو محمد قاسم پيڙين جي رستي ديبل ڏي موڪليو ۽ اتان جهاز ۾ سمنڊ جي رستي خليفي ڏي روانو ٿيو. انهيءَ کان پوءِ سنڌ جي تاريخ ۾ ديبل جو نالو ڏسڻ ۾ نٿو اچي، پر ديبالپور جو اچي ٿو.

## ڏاراجا

سنہ 1151هہ (سنہ 1738ع) ۾ ميان نور محمد جي پٽ محمد مراد ياب کي ڏاراجا جي حاڪم راڻي اجمل ۽ ڪڪرالہ جي ڄام روڪيو. هوُ سمنڊ مان جهاز وٺي درياهہ ۾ آيا ۽ پوءِ سڪيءَ ۽ پاڻيءَ کان هن سان وڙهڻ لڳا. پر جڏهن ڪلهوڙن ڪناري تي توفون ڪم آنديون، تڏهن هو پوئتي ويا. وري سنہ 1160هہ (سنہ 1747ع) ۾ ڏاراجا جي راڻي جي چورت تي جبل جي ماڻهن ٺٽي تي ڪاهہ ڪئي. شيخ شڪرالله ۽ مسو فقير ۽ بولا خان نومڙيو ميان جي طرفان هن سان وڙهيا ۽ راڻي کي ماري ڇڏيائون. ڏاراجا ساڪري تعلقي ۾ هو.

## روهڙي (ڏسو لوهري)

## ساموئي

جڏهن سومرن جو وڏو شهر محمد طور سومرن سان گڏ ناس ٿي ويو. تڏهن سما، جي انهيءَ جي جاءِ تي حاڪم ٿيا. تن محمد طور جي جاءِ تي ۽

آسپاس ڪي نوان شهر ٻڌا، جن مان مکيہ ساموئي هو. اهو درڳ جو پرڳڻو سڏبو هو. ڄام اُنڙ بن بابينہ سمو سنہ 752هہ (سنہ 1351ع) ۾ راتي گاديءَ تي ويٺو ۽ سندس پيءُ ڄام بابينہ بن ڄام خير الدين جو ٻڌل آهي ۽ ڪي ڄام بابينہ بن ڄام اُنڙ جو ٻڌل ٿا چون. ڄام نظام الدين يا ڄام نندو جنهن پنجاهي ورهين جي راڄ کان پوءِ سنہ 914هہ (سنہ 1508ع) ۾ وفات ڪئي، تنهن پنهنجي راڄ جي شروع ۾ اهو شهر ساموئي ڇڏي ٺوري پنڌ تي هيو نئون شهر ٻڌايو جو پوءِ گهڻي مدت تائين تخت گاه سمجهبو آيو. ساموئين وارا بيت جي سنڌ جي حڪومت جي نسبت ۾ پيشنگوئي ٿا ڪن، سي بہ هن شهر ۾ چيا ويا هئا ۽ اُهي ساموئي بہ هتي مارايا ويا هئا.

## سانگره

سنہ 751هہ (سنہ 1350ع) ۾ فيروز شاه دهليءَ جي بادشاه جي وقت ۾ سومرن ۽ سمن ۾ جاڙيجن فساد ڪيو ۽ طاغي سندن مهندار هو. فيروز شاه ٻن هزارن ماڻهن سان آيو ۽ انهن کي شڪست ڏنائين ۽ پوءِ ٺٽي کان دهليءَ ڏي روانو ٿيو. رستي ۾ سانگره جي ڍنڍ وٽ هڪڙو ڪوٽ ٺهرائي انهيءَ ۾ نصير کي رکيائين ۽ آسپاس جي ملڪ تي مُلڪ بهرام کي حاڪم ڪري رکيائين، پوءِ سيوهڻ ۽ بکر مان لنگهي هليو ويو. ڄام چينو آدم شاه کان اڳي ڪلهوڙن جو ڏاڏو جو پرالوءَ جو پرڳڻي ۾ چينہ ٻيلي شهر ۾ رهندو هو سو ڪنيات ڏي ويندي سانگره جي ڪپ تي مري ويو ۽ اتي ئي دفن ڪيو ويو.

## سبزل ڪوٽ يا سبزل ڳڙهہ

سنہ 1218هہ (سنہ 1803ع) ۾ جڏهن مير غلام علي خان سنڌ جي گاديءَ تي هو تڏهن اچ جي هڪڙي آبروءَ واري سيد ذوالفقار علي شاه کي داڏپوٽن جي سردار محمد صادق خان ستايو ۽ تڪليف ڏني ۽ هو مير وٽ دانهين آيو. ميرن کي سيدن سان گهڻي محبت هئي، تن هن جي سفارش خان ڏي لکي، پر خان پاڻ اُچ جي سڀني سيدن کي اڳي کان زياده تڪليف ڏني.

تنهن تي مير ڪاوڙجي طاهر خدمتگار کي وڏي لشڪر سان بهاولپور تي چاڙهي موڪليو. هن بهاولپور جي حد اندر گهڻا ڳوٺ ورتا ۽ خان کي اهڙو تنگ ڪيو جو هن صلح ڪيو ۽ سيدن کي جيڪا جاگير اڳي مليل هئي، سا هنن کي ڏنائين. ۽ سبزل ڳڙهه جو قلعو ۽ ان جي آسپاس وارو پرڳڻو مير کي ڏنائين ۽ خان جو پٽ بهاول خان اول ۾ ڏنائين. جو حيدرآباد وٺي آيا. انهيءَ کي ميرن گهڻو مان ڏنو. ڪي ڏينهن رکي پوءِ هن کي موٽائي موڪليائون. انهيءَ وقت کان وٺي سبزل ڪوٽ ميرن جي هٿ ۾ رهيو ۽ پوءِ خيرپور وارن ميرن جي حصي ۾ آيو.

## سکر

اڳي جڏهن بکر وڏو شهر ۽ قلعو هو تڏهن سکر انهيءَ جي ويجهو هڪڙو ننڍو ڳوٺ هو. سنه 927هه (سنه 1520ع) ڌاري جڏهن مرزا شاه بيگ ارغون سنڌ جو حاڪم هو تڏهن بکر ۾ ڌاريجن ماڻهن فساد ڪيو هو. انهيءَ جي بند ڪرڻ لاءِ مرزا ٺٽي مان آيو ۽ بکر ڏانهن ويندي سکر ۾ منزل ڪيائين. سلطان محمود خان بکر واري اڳيئي فساد بند ڪرائي ستاويهن ڌاريجن سردارن کي مارائي ڇڏيو هو. انهن فسادين جون لاشون پورائي انهن جي مٿان هڪڙو ٿلهه ٺهرائي ڇڏيائين، جنهن کي خوني ٿلهه يا منارو سڏيندا آهن. سنه 983هه (سنه 1575ع) ۾ اڪبر بادشاهه ڪيسو خان کي موڪليو ته سلطان محمود خان جي جاءِ تي بکر جو حاڪم مقرر ٿئي. جڏهن هو بکر ۾ آيو تڏهن بادشاه وٽان پيو حڪم آيو ته بکر ۽ لوهري محب علي خان ۽ مجاهد خان کي ڏئي ۽ پاڻ فقط سکر هٿ ۾ رکي. پر سلطان محمود خان جي زالن جي پڪار تي ڪيسو خان کي برطرف ڪري بادشاه سيد مير عدل کي مقرر ڪيو. سنه 998هه (سنه 1589ع) ڌاري، جڏهن خان خانان ميان آدم شاه ڪلهوڙي وٽ آيو ۽ هن کي جاگير ڏيئي ويو تڏهن آدم شاه ٿوري وقت لاءِ پنهنجي مرشد لال عيسن جي ملاقات لاءِ ويو. اتي گهڻا مريد وٽس گڏ ٿيا، تنهنڪري اتي جي زميندارن هن کي شهيد ڪرائي ڇڏيو. سندس وصيت

موجب سندس لاش بکر ۾ آڻي سکر جي هڪڙي ٽڪريءَ تي رکيائون، جا اجا تائين آدم شاه جي ٽڪري تي سڏجي. سنہ 1168ھ (سنہ 1755ع) ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي پنهنجي پاران ديوان گدومل کي احمد شاه دورانيءَ ڏي موڪليو ۽ اهو سکر ۾ هن کي اچي گڏيو. پر بادشاھ ميان تي ڪاوڙيل هو ۽ تن ڏينهن تائين ديوان کي نہ گڏيو. پوءِ بادشاھ ڪوچ ڪري نوشهري ويو. اتي ديوان گڏيس ۽ ميان جي فائدي ۾ حڪم ورتائين. سنہ 1258ھ (سنہ 1842ع) ۾ جڏهن سرچارلس نيپئر سنڌ جو ريزيڊنٽ مقرر ٿيو تڏهن هو سکر ۾ آيو ۽ مير صوبدار ۽ ٻين انهيءَ پاسي جي ميرن اُتي اچي ساڻس ملاقات ڪئي. (بکر جو احوال مٿي ڏنو ويو آهي.)

## سيوستان (هاڻ سيوهڻ)

راءِ گهراڻي وارن راجائن جي راڄ ۾ جڏهن الور گاديءَ جو هنڌ هو ۽ سنڌ جي ملڪ جا چار پاڱا چئن قلعن سان هئا. تڏهن انهن مان هڪڙو پاڱو ۽ قلعو سيوستان جو هو ۽ اتي جي حاڪم جي هٿ هيٺ اُتر وارو پاڱو روجهاڻ جي ٽڪرن سميت مڪران جي ٽڪرن سوڌو هو. سيوستان سڄي پرڳڻي کي چوندا هئا ۽ فقط قلعي کي سيوهڻ چوندا هئا.

چچ جي ڏينهن ۾ سيوستان جو حاڪم مٿہ نالي هوندو هو. چچ ڪشمير جي سرحد قائم ڪري موٽي سيوستان ۾ آيو ۽ اتي جو بندوبست قائم ڪيائين. چچ جي مرڻ کان پوءِ مٿہ قنوج ۾ ويو انهيءَ لاءِ تہ چندر چچ جي ڀاءُ کان ملڪ کسي. ڏاهر جي وقت ۾ هو برهمن آباد مان ٿي پوءِ سيوستان ۾ آيو ۽ اتان پوءِ راور جي قلعي ۾ ۽ پوءِ موٽي الور آيو. انهن چئن ئي هنڌن تي سال جي اندر چار مهينا گذاريندو هو. محمد قاسم نيرون ڪوٽ وٺي پوءِ سيوستان آيو ۽ اتي جو آسپاس ملڪ هٿ ڪيائين. سيوستان جي قلعي وٺڻ ۾ هن کي تڪليف ٿي. ڏاهر جي پاران سندس سؤٽ ٻڄيرا ولد چندر اتي جو حاڪم هو. محمد قاسم ڪلن سان پٽ پڇي قلعو ورتو ۽ ٻڄيرا ڀڄي ويو. انهيءَ جي جاءِ تي هن چند رام هالہ کي ويهاريو ۽ هن جي هٿي پاسي وڃڻ تي

چند رام فساد ڪري عربن کي پڇائي ڪڍيو. تنهن تي محمد قاسم مصعب ولد عبدالرحمان کي وڏي لشڪر سان سيوستان ڏي موڪليو جو چند رام سان وڙهيو ۽ چند رام مارجي ويو. مصعب پيو حاڪم اتي مقرر ڪري ۽ پورو بندوبست رکي موٽي محمد قاسم ڏي ويو. ڪن ڏينهن کان پوءِ حجاج جي حڪم موجب قيس عبدالملڪ ۽ خالد انصاري سيوستان جا نائب مقرر ٿيا. مٿيون احوال سنہ 93ھ (سنہ 711ع) ڌاري جو آهي. سنہ 416ھ (سنہ 1025ع) ۾ سلطان محمود غزنوي جي حڪم سان سندس وزير عبدالرزاق لشڪر وٺي پهرين سيوستان يا سيوهڻ ورتو ۽ پوءِ ٺٽي ويو جو تڏهن سنڌ جو تختگاهہ هو. انهيءَ وچ ۾ عربن جي خليفن جا نائب سيوستان ۾ رهندا آيا. سنہ 649ھ (سنہ 1251ع) ۾ ناصرالدين محمود دهليءَ مان لشڪر وٺي سنڌ ۾ آيو ۽ سيوهڻ ۾ اچي قليچ خان کي حاڪم مقرر ڪري، پوءِ اُچ ۽ ملتان ڏي ويو. سنہ 667ھ (سنہ 1297ع) ۾ جلال الدين خلجيءَ جي عهد ۾ مغلن سيوهڻ اچي هٿ ڪيو جنهن تي نصرت خان حڪم موجب ملتان مان سيوهڻ آيو ۽ مغلن سان وڙهي انهن کي پڇائي ڪڍيائين ۽ پوءِ بکر ويو. سنہ 721ھ (سنہ 1321ع) ڌاري سلطان غياث الدين تغلق مَلڪ عليشير کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪري موڪليو. سنہ 752ھ (سنہ 1351ع) ۾ جام اُنڙ سمو سيوهڻ تي ڪاهي آيو ۽ دهلي جي بادشاهہ جي پاران مَلڪ رتن تُرڪ اُتي جو حاڪم هو تنهن سان وڙهي اُنهيءَ کي ماريائين ۽ قلعو ورتائين. وري سنہ 768ھ (سنہ 1367ع) ۾ جام تماچيءَ جي راڄ ۾ سلطان علاءُ الدين جو لشڪر اچي سيوهڻ ۾ سمن سان وڙهيو ۽ اُنهن کي قيد ڪري دهلي وٺي ويو جڏهن جام سڪندر سمو گاديءَ تي ويٺو هو ۽ هو صغير هو تڏهن بکر ۽ سيوهڻ جا حاڪم باغي ٿيڻ لڳا. جام سڪندر مٿن ڪاهي ويو پر سگهو ئي مري ويو. سنہ 896ھ (سنہ 1490ع) ۾ جام نظام الدين جي گاديءَ تي ويهڻ بعد بکر ۽ سيوهڻ جا سڀ ماڻهو انهيءَ جي پاسي ٿيا. سنہ 962ھ (سنہ 1519ع) ڌاري جام فيروز جي راڄ ۾ مرزا شاه بيگ ارغون سنڌ ۾ آيو ۽ سيوهڻ ۾ مير عليڪ ۽ پيا سنڀال لاءِ ڇڏي پاڻ شال ڏي ويو. سگهوئي جام صلاح الدين جام فيروز

ڪي ٺٽي مان پڄائي ڪڍيو جو سيوهڻ ۾ آيو ۽ شاه بيگ جي پٽ شاه حسن هن کي مدد ڏيئي ۽ سيوهڻ جي قلعي جو پورو بندوبست رکي هليو ويو. سنه 948هه (سنه 1541ع) ۾ همايون بادشاهه بکر مان نڪري سيوهڻ ۾ اچي منزل ڪئي. مرزا شاه بيگ جا نائب سلطان بيگ ۽ مير محمد ساربان، جي اُتي هئا، تن اڳيئي ملڪ آسپاس ويران ڪري ڇڏيو هو ته هو اُتي نه رهي. مرزا شاه حسن پاڻ به آيو ۽ اچڻ سان بادشاهه سان وڙهڻ جو سعيو ڪيائين. همايون سيوهڻ کي گهيرو ڪيو، جو ست مهينا هليو. آخر نااُميد ٿي موٽي بکر لوهريءَ ڏي هليو ويو. هن جي وڃڻ ڪان پوءِ مرزا سيوهڻ جي قلعي کي جيڪا شڪست رسي هئي، تنهن جي مرمت ڪرائي. سنه 962هه ـ سنه 1554ع) ۾ مرزا شاهه حسن ٺٽي مان سيوهڻ ڏي ايندي رستي ۾ مري ويو. سلطان محمود خان ساڻ هوس. سندس لاش ٺٽي ڏي نيائون. ڪيل ٺهراءَ موجب سنڌ جو ڏاکڻيون پاڱو ٺٽي وارو سندس پٽ مرزا عيسيٰ کي مليو ۽ اتريون بکر وارو سلطان محمود خان کي. تنهن تي مرزا شاه مسعود ۽ ڪن ٻين اميرن ناراض ٿي فساد ڪيو ۽ سيوهڻ اچي هٿ ڪيائون. مرزا عيسيٰ پنهنجي پٽ محمد صالح سميت لشڪر وٺي اچي هنن سان وڙهيو. سيد مير ڪلان مير معصوم شاهه بکر واري جي پيءُ هنن جو صلح ڪرايو ۽ مرزا شاهه مسعود نااميد ٿي گجرات ڏي هليو ويو. ٻئي سال ۾ مرزا عيسيٰ ترخان بکر ۾ سلطان محمود سان وڃي وڙهيو جنهن پڄائي ڪڍيس ۽ پٺيان پٺي سيوهڻ تائين آنڊائينس. اُتي مرزا ٻاهيون ڏيڻ ۽ ملڪ ناس ڪرڻ لڳو. اُتي وري ٻي جنگ ٿي لڳي، پر وري به سيد مير ڪلان سندن پرچاءُ ڪرايو. سنه 970هه (سنه 1562ع) ۾ مرزا عيسيٰ جي ٻن پٽن جو پاڻ ۾ تڪرار ٿيو ۽ هڪڙو مرزا صالح مارجي ويو. ٻئي کي يعني مرزا باقيءَ کي مرزا سيوهڻ جاگير ڪري ڏنو جتي هو وڃي رهڻ لڳو. پر سگهوئي خود مرزا عيسيٰ ۽ سلطان محمود جي وچ ۾ وري به هڪ جنگ سيوهڻ ۾ لڳي ۽ ٻي دربيلي ۾. آخر سندن وچ ۾ صلح ٿيو. سنه 974هه ۾ جڏهن مرزا عيسيٰ ترخان مئو تڏهن سندس وصيت جي برخلاف سندس زال ماه بيگم مرزا محمد باقيءَ کي سيوهڻ مان سڏائي گاديءَ تي ويهاريو ۽ نه هن

جي ٻئي پٽ خان بابا کي، جنهن جي وصيت ڪئي هئائين. سنه 978هه (1570ع) ۾ اڪبر بادشاهه مرزا محمد باقيءَ جي ظلمن جو ٻڌي پنهنجو نائب مجاهد خان بکر ۾ موڪليو. انهيءَ ڪري مرزا باقيءَ ملڪ جي جدا جدا پاڳن ۾ پنهنجا پٽ وهاري ڇڏيا. سيوهڻ ۾ پنهنجي وڏي پٽ مرزا پاينده کي رکيائين ۽ ننڍو جاني بيگ بهه سان سان ڏنائين. پوءِ سگهوئي پاڻ کي ماري ڇڏيائين ۽ اميرن مرزا جاني بيگ کي سيوهڻ مان سڏي ٺٽي جي گادي تي ويهاريو. سنه 998هه (سنه 1589ع) ۾ اڪبر بادشاهه نواب خان خانان کي موڪليو جو پهرين بکر ۾ آيو ۽ پوءِ لشڪر وٺي سيوهڻ تي ڪاهي آيو. مرزا جاني بيگ ٺٽي مان لشڪر وٺي آيو. مرزا جي پاران خسرو خان لشڪر جو مهندار هو ۽ خان جي پاران سيد بهاءُالدين ۽ مير معصوم شاهه بکر وارو. لڪيءَ وٽ سخت جنگ لڳي. آخر مرزا جاني فقط ٻارهن ماڻهن سان پڇي اُنڙپور ڏي ويو. سگهوئي پوءِ سندن وچ ۾ صلح ٿيو. سنه 1013هه (سنه 1605ع) ۾ جڏهن اڪبر بادشاهه کان پوءِ جهانگير تخت تي ويٺو تڏهن هن عبدالرزاق کي نواب ڪري سيوهڻ ۽ ٺٽي جي مٿان موڪليو ۽ مرزا غازي بيگ کي پاڻ وٽ سڏائي ورتائين ۽ انهيءَ کي قنڌار ڏي نائب ڪري موڪليائين. سنه 1059هه (سنه 1649ع) ۾ جڏهن نواب مغل خان دهليءَ جي بادشاهه جي پاران ٺٽي جو نواب هو تڏهن شاه جهان بادشاهه پنهنجي پٽ شاهزادي اورنگزيب کي سيوهڻ ۽ بکر ۽ ٺٽي جا پرڳڻا، يعني قريب ساري سنڌ جاگير ڪري ڏني. انهيءَ کان اڳي ملتان هن جي جاگير هئي. سنه 1150هه (سنه 1737ع) ۾ نواب خدايار خان يعني ميان نور محمد ڪلهوڙو سيوهڻ، بکر ۽ ٺٽي جي حڪومت تي مقرر ٿيو. سنه 1171هه (سنه 1758ع) ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙو لوهريءَ مان سيوهڻ آيو ۽ اُتان الهه آباد ۽ محمد آباد ۾ ويو جتي سارو سال گذاريائين. سنه 1259هه (سنه 1843ع) ۾ جڏهن دٻي جي جنگ ۾ مير شير محمد خان سرچارلس نيپئر جي هٿان شڪست کائي پنجاب ڏي ڀڳو تڏهن ميرپورخاص مان ضروري سامان کڻي پهرين سيوهڻ ۾ درياهه جي پر تي چوڏاري ڪاهي ڪٽائي ويهي رهيو ۽ سندس پاءُ مير شاهه محمد سندس سامان

جي سنڀال تي هو. ڪرنل رائٽ، جو تڏهن سيوهڻ ۾ هو تنهن مٿس ڪاهه ڪئي. مير شاهه محمد سان جيڪي ٽي چار سؤ ماڻهو هئا، سي پڇي ويا ۽ شاهه محمد پڪڙجي پيو جنهن کي هن حيدرآباد ڏي ڏياري موڪليو. مير شير محمد نڪري پنجاب ڏي ويو ته راجا شير سنگهه وٽ پناهه وٺي.

## سيوي (هاڻي سبي)

سيويءَ ۾ مضبوط قلعو هوندو هو ۽ اهو به سنڌ جي حدن اندر هو. سنه 925هه (سنه 1519ع) ۾ مرزا شاه بيگ ارغون قنڌار مان سيويءَ تي ڪاهه ڪئي. اتي جو حاڪم تڏهن پيرولي برلاس هو. انهيءَ کي فتح پورم شڪست ڏيئي سيويءَ ۾ رهي پيو ۽ اتي گهڻيون عمارتون ۽ باغ جوڙايائين ۽ پوءِ موٽي قنڌار ويو. سنڌ ۾ تڏهن ٺٽي ۾ ڄام نظام الدين حاڪم هو. انهيءَ جي پاران دريا خان مغلن سان وڙهيو پر ڄام ننڍي جي سرڻ ڪري سنڌي موٽي ٺٽي آيا ۽ مغل پرتي ويا. ٻئي سال ۾ جڏهن ڄام فيروز سنڌ جي گاديءَ تي هو تڏهن مرزا شاه بيگ پنهنجي پاءُ کي سيويءَ ۾ ڇڏي پاڻ لشڪر وٺي سنڌ ڏي آيو ۽ باغبان مان لنگهي ٺٽي جي ويجهو آيو جتي ڄام جي پاران دريا خان اچي ساڻس وڙهيو ۽ مارجي ويو. پوءِ ٺٽو ڄام فيروز کي ڏيئي شاه بيگ موٽي سيوي ۽ شال ۾ آيو. سنه 930هه (سنه 1023ع) ۾ مرزا شاهه حسن بکر مان سيويءَ ڏي ويو جو اُتي ارغونن ۽ هزارا واريءَ قوم جو تڪرار ٿي پيو هو. اُتي تڪرار لاهي، سيويءَ جي قلعي جي ازسر نو مرمت ڪرائي، پنهنجا نائب ويهاري، موٽي بکر آيو. سنه 961هه (سنه 1553ع) ڌاري مرزا شاه حسن بکر تي مير شاه محمود کي مقرر ڪيو. سلطان محمود خان تڏهن سيويءَ ۾ هو. بکر ۾ فساد ٿيڻ تي ماءُ جي پيغام پهچڻ شرط سلطان محمود خان آيو ۽ بکر جو ڪوٽ هٿ ڪيائين ۽ ٻين کي هڪالي ڪڍيائين. سنه 1069هه (سنه 1684ع) ڌاري ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ سيويءَ جو حاڪم مرزا خان پني هو تنهن جي ميان سان جنگ لڳي، پر سگهو ئي سندن وچ ۾ صلح ٿيو ۽ ميان نصير محمد دهليءَ جي

بادشاه اورنگزيب عالمگير ڏي ويو. پوءِ بہ پنني جا افغان سيويءَ ۽ شڪارپور جا حاڪم ٿيندا آيا. سنہ 1234هہ (سنہ 1712ع) کان پوءِ جڏهن شاهزادو معزالدين سنڌ ۾ آيو تڏهن ڪلهوڙا شاهي لشڪر سان وڙهيا ۽ ميان دين محمد گرفتار ٿيو. شاهزادي سيويءَ جي حاڪم بختاور خان کي مارائي غازي خان دودائي کي اتي مقرر ڪيو ۽ سگهوئي انهيءَ کي برطرف ڪري انهيءَ جي پاءِ ملَڪ الهہ بخش کي رکيائين ۽ پوءِ اسلام خان ۽ قائم خان ناهرن کي، پر انهن مان ڪنهين ڪين خاطريءَ جهڙو بندوبست رکيو تڏهن ميان يار محمد ڪلهوڙي کي خدا يار خان جو خطاب ڏيئي سيويءَ جو حاڪم ڪيائين. ميان سيويءَ تي پهرين پنهنجي پاءُ مير محمد کي رکيو ۽ پوءِ محمد داؤد خان کي. رحيم خان پرانڪ ۽ دولت خان پني فساد ڪيو پر اُهي سپيئي سزاياب ٿيا. پوءِ بہ گهڻن ڏينهن تائين داؤدپوٽن ۽ ڪلهوڙن سرائين جي وچ ۾ جهيڙو هليو. پر نيٺ ڪلهوڙا زور وٺي ويا. سنہ 1142هہ (سنہ 1729ع) ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ مراد ڪيلري گنجو سيويءَ جو حاڪم ٿيو جنهن اتي جي سردارن قيصر خان مگسي گنجابہ يا گندا واهہ واري کي ۽ ميري رند شوره واري کي ۽ بهرام لاشاري سيويءَ واري کي ۽ ميري بلري ڪجيءَ واري کي ۽ پين کي ماري مچايو. سنہ 1151هہ (سنہ 1738ع) ۾ جڏهن نادر شاهہ سنڌ ۾ آيو تڏهن شڪارپور دائودپوٽن کي ڏنائين ۽ سيوي افغانين کي، جيئن ڪي ورهيہ اڳي هوندو هو.

## شاهہ بندر

سنہ 963هہ (سنہ 1555ع) ڌاري، يورپين ماڻهن ٺٽي تي ڪاهہ ڪري نقصان رسايو تنهن کان مرزا عيسيٰ ترخان شاهہ بندر نئون ٻڌو. سنہ 1172هہ (سنہ 1759ع) کان پوءِ ميان غلام شاهہ ڪوج جي ڦتل ڳوٺ ۾ آٽي شهر ٻڌو ۽ اُتي هڪڙو قلعو ٺهرايائين. انهيءَ شهر جو نالو شاهہ بندر ۽ قلعي جو نالو شاهہ ڳڙه رکيائين. پنهنجي پٽ سرفراز خان کي اتي رکيائين ۽ پاڻ پنهنجن پائن سان وڙهڻ لاءِ نڪتو. سنہ 998هہ (سنہ 1589ع) ۾ جڏهن

نواب خان خانان اڪبر جي حڪم موجب سنڌ ۾ آيو تڏهن هو مرزا جاني بيگ تي ڪاهي آيو پر قلعو وٺي نہ سگهيو. تنهن ڪري پاڻ ٺٽي ۾ رهيو ۽ شاه بيگ کي شاه ڳڙه ڏي موڪليائين ۽ سيوهڻ ۾ ٻين پاسن ڏي ٻيا موڪليائين. ابو القاسم ارغون قلعي کي بچائڻ جي ڪئي، پر شاه بيگ ارغون وڙهي قلعو هٿ ڪيو. سنہ 1202ھ -سنہ 1787ع) ۾ تيمور شاه بادشاه کان عبدالنبي مدد وٺي آيو ۽ مير فتح علي خان سان وڙهڻ نڪتو ۽ انهيءَ کي شڪست ڏنائين. مير سهراب انجام موجب مير سان شامل نہ ٿيو ۽ شاه ڳڙه ۾ وڃي لڪي ويهي رهيو.

## شاهپور

سنہ 1173ھ (سنہ 1760ع) ۾ مياں غلام شاه شاهپور جي نئين بڊل شهر ۾ اچي لٿو ۽ پنهنجي پٽ سرفراز خان کي بہ شاه ڳڙه مان گهرائي ورتائين. پر هوا ۽ مٽي اتي ايتري گهٽي ٿي، جو سنہ 1178ھ (سنہ 1765ع) ۾ ڪڇ ڏي وڃڻ ۽ اُتي صلح ڪري موٽڻ کان پوءِ شاهپور جي پراڻي شهر ۾ اچي لٿو ۽ نئين کي ڇڏي ڏنائين. سنہ 1197ھ (سنہ 1783ع) کان پوءِ مير فتح علي خان خدا آباد کي ڇڏي اچي شاهپور ۾ رهيو ۽ اتان حيدرآباد جي قلعي وٺڻ لاءِ لشڪر موڪليائين. مير فتح علي خان پاڻ ۽ ڪي ٻيا مير اتي شاهپور جي ويجهو دفن ٿيل آهن، جنهن هنڌ کي هاڻي قبا شهداد ٽا چون.

## شڪارپور

اڳي انهيءَ هنڌ ڏاري گهاٽا ٻيلا هئا ۽ حاڪم اتي شڪار لاءِ ايندا هئا ۽ انهيءَ ڪم لاءِ شڪار گاهہ مقرر هئا. داؤد خان ڪلهوڙن جي ڏاڏي کي اهو هنڌ مليل هو جنهن جو اولاد داؤد پوٽا هئا ۽ اُهي انهيءَ هنڌ جا مالڪ هئا. داؤد جي انين پيڙهي بهادر خان هو جنهن کي اورنگزيب بادشاه وٽان لکي ۽ خانپور جاگير تي مليا. انهي جو اُباڙي جي مهرن جي سردار شير خان سان تڪرار ٿيو جنهن لکي کسي پنهنجي هٿ ڪئي. طرفين جي وچ ۾ سخت

جنگ لڳي ۽ داؤد پوٽن فتح ڪئي ۽ لکي موٽي ورتي. پوءِ انهيءَ فتح جي يادگيريءَ لاءِ شڪارگاهه جو جهنگ وڍائي ميدان صفا ڪرائي اتي شهر ٻڌايائون ۽ انهي جو نالو شڪارپور رکيائون. اُهو سال سنه 1026هه (سنه 1617ع) هو جو فارسي لفظ "غوڪ" مان ٿو نڪري، جنهن جي معنيٰ ڏيڏر آهي ۽ جو شهر جي لکي دروازي واري حاجي فقير الله واريءَ مسجد جي هڪڙي پهڻ تي اُڪريل آهي. ميان دين محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ شڪارپور ۽ سيويءَ جا حاڪم پنيءَ جا افغان هئا. انهن سان ڪلهوڙن جو جهيڙو هليو. جڏهن سنه 1124هه (سنه 1712ع) ۾ شاهزادو معزالدين آيو، تڏهن ڪلهوڙا انهيءَ جي لشڪر سان وڙهڻ لڳا، جنهن ۾ ميان دين محمد گرفتار ٿي پيو. پر انهيءَ کان پوءِ ميان يار محمد جي ڏينهن ۾ وري ڪلهوڙا زور وٺي ويا. شڪارپور ۾ تڏهن پنوهر زور هئا، انهن کان ڪلهوڙن شڪارپور هٿ ڪيو ۽ اتي پنهنجو شهر ٻڌائون، جنهن کي خدا آباد سڏيائون ۽ اتان آسپاس جو ملڪ وٺڻ لڳا. ميان يار محمد خدا يار خان جي خطاب سان سيويءَ جو حاڪم مقرر ٿيو ۽ پوءِ بکر آيو. داؤد پوٽن ۽ پنين جو فساد ٿيو جو هن اچي بند ڪيو. اهي ڳالهيون سنه 1130هه (سنه 1717ع) ڌاري ٿيون. يار محمد کان پوءِ ميان نور محمد جي ڏينهن ۾ سنه 1139هه (سنه 1726ع) ۾ هو وري به داؤد پوٽن سان وڙهيو ۽ نيٺ انهن کي جيتي اچي شڪارپور ۾ رهڻ لڳو. پر 1150هه (سنه 1737ع) ۾ جڏهن نادر شاه آيو تڏهن هن شڪارپور وري داؤد پوٽن کي ڏني ۽ سيوي افغانن کي، جيئن اڳي هو. سنه 1197هه (سنه 1782ع) کان پوءِ جڏهن ميان عبدالنبي گاديءَ تي هو تڏهن تيمور شاه بادشاه سنڌ تي ڪاهيو ۽ سندس لشڪر جو سردار عزت يار خان هو تنهن کي مير بجار خان شڪارپور وٽ شڪست ڏني، اگرچ داؤد پوٽا، بروهي، افغان ٻيا سڀ شاهي لشڪر سان شامل هئا. تنهن تي تيمور شاه پاڻ آيو اچي مير بجار خان کي ڏاڍي آبرو ڏنائين ۽ ميان عبدالنبيءَ کي سنڌ جو پڪو حاڪم ڪيائين. سنه 1207هه (سنه 1792ع) ۾ ڪن ماڻهن جي چورت تي تيمور شاهه وري سنڌ تي ڪاهي آيو ۽ مير فتح علي خان سامهون ٿيڻ لڳس، پر پوءِ صلح ڪيائون

۽ شاهہ مير کي پڪو حاڪم مقرر ڪيو. سنہ 1218هہ (سنہ 1803ع) ۾ شاهہ شجاع الملڪ سنڌ تي ڪاهہ ڪئي ۽ مير غلام علي خان لشڪر وٺي شڪارپور آيو پر پوءِ ڍل مقرر ڪري پٺ تي موٽي ويو. سنہ 1230هہ (سنہ 1814ع) ۾ شاه شجاع الملڪ عظيم خان کان پڇي حيدرآباد ۾ آيو. مير ڪرم علي خان لشڪر ڏيئي شڪارپور ۾ آڻي رهايس. عظيم خان ايوب شاه کي لشڪر ڏيئي هن کي پڇائڻ لاءِ شڪارپور آيو. ٻئي لشڪر وڙهڻ لاءِ تيار ٿيا، پر سگهو ئي ميرن ٻارهن لک رپيا ڏيڻ قبول ڪيا ۽ شاه شجاع اتان پڇي لڏياني هليو ويو. سنہ 1233هہ (سنہ 1817ع) ۾ وري راجا رنجيت سنگهہ نهال سنگهہ جي هٿ هيٺ لشڪر سنڌ ڏي موڪليو. مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان انهيءَ کي سامهون ٿيڻ لاءِ شڪارپور ۾ لشڪر گڏ ڪيو. پر انگريزن جي دست اندازيءَ ڪري صلح ٿيو. سنہ 1244هہ (سنہ 1828ع) ۾ مير مراد علي خان جي وقت ۾ شاهہ شجاع الملڪ وري بہ پڇي سنڌ ۾ آيو ۽ شڪارپور جو شهر ۽ ان جي پيدائش هن کي رهڻ ۽ خرچ لاءِ ڏني ويئي، پر مير جي مرڻ تي شاه شجاع الملڪ اُتي جو مالڪ ٿي ويهي رهيو ۽ آغا اسماعيل شاه، جو شڪارپور جو ناظم هو تنهن جي اطلاع ڏيڻ تي مير نور محمد خان لشڪر موڪليو جنهن سان خيرپور جو لشڪر بہ شامل ٿيو. طرفين جي وچ ۾ جنگ ٿي. گهڻا ماڻهو مئا. آخر صلح ٿيو ۽ شاه شجاع ٻارهن لک رپيا وٺي نڪري هليو ويو. سنہ 1258هہ ـ سنہ 1842ع) ۾ سرچارلس نيپئر ميرن سان عهدنامو ڪيو تہ مير انگريز سرڪار کي شڪارپور، ڪراچي، سبزل ڪوٽ ۽ عمرڪوٽ ڏيئي ڇڏين ۽ ٻيا بہ ڪي شرط هئا. ميرن پهرين اُنهيءَ تي صحيح نہ ٿي ڪئي، پر آخر ڪيائون.

## شهدادپور

هيءَ شهر مير شهداد خان ميان يار محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ ٻڌايو هو ۽ جڏهن ڪلهوڙن جي گادي جو هنڌ خدا آباد هو تڏهن هو پنهنجن سيني بلوچن سان گڏ اُتي رهندو هو جن مان گهڻا شاهپور ۾ دفن

ٽيل آهن، جنهن هنڌ کي قبا شهداد چوندا آهن. سنہ 1189ھ (سنہ 1775ع) ۾ ميان سرفراز جي پڇجي وڃڻ کان پوءِ ٽالپرن سندس ڀاءُ محمود خان کي خدا آباد جي گاديءَ تي ويهاريو پر راڄي ليکيءَ ٻين کن سان منصوبن ڪري کاهيءَ ۾ وڃي ميان عبدالنبيءَ کي گاديءَ تي ويهارڻ جو بندوبست ڪيو. سنہ 1190ھ (سنہ 1776ع) ۾ مير بجار خان ڇهن هزارن بلوچن سان شهدادپور تعلقي ۾ لانياريءَ جي ڳوٺ وٽ ڪلهوڙن کي شڪست ڏني، جن جا سردار تاجو ليکي ۽ ڪي ٻيا هئا. انهيءَ ميان غلام نبيءَ کي ماري ڇڏيو ۽ پاڻ پڇي ويو. سنہ 1194ھ (سنہ 1781ع) ۾ جڏهن مير بجار مير عبدالله ۽ مير فتح خان ماريا ويا. تڏهن ميرن شهدادپور ڇڏي ڏني، جتي بلوچن جو ديرو هو ۽ جڏهن مير فتح علي خان سنڌ ورتي، تڏهن پهرين خدا آباد ۾ ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ وڃي ويٺا.

## عمرڪوٽ

عمرڪوٽ يا امرڪوٽ عمر سومره ولد دودي سومري جو ٻڌل هو جو سنہ 793ھ (سنہ 1390ع) ۾ گاديءَ تي ويٺو ۽ 35 ورهيہ بادشاهي ڪيائين. اهو ظالم شمار ڪيل هو. عمر ۽ مارو‍ئيءَ جو قصو سنڌ ۾ مشهور آهي. سنہ 949ھ - سنہ 1542ع) ۾ مرزا شاه حسن جي وقت همايون بادشاه شير شاه افغان کان پڇي سنڌ ۾ آيو ۽ اچي سنڌ ۾ رهيو ۽ اُتي انهيءَ سال جي رجب مهيني جي پنجين تاريخ اڪبر بادشاه ڄائو. راڻيءَ جو نالو حميده بانو هو. عمرڪوٽ تڏهن ننڍڙو ڳوٺ هو تنهنڪري همايون اتان نڪري جونپور ۾ درياه جي ڪناري تي اچي رهيو. سنہ 967ھ (سنہ 1559ع) ۾ مرزا عيسيٰ ترخان جي ٻنهي پٽن محمد باقي ۽ محمد صالح جي پاڻ ۾ جنگ لڳي. مرزا عيسيٰ محمد صالح جي فائدي ۾ هو تنهن ڪري محمد باقي شڪست کائي ونگ منجهان عمرڪوٽ ۾ آيو ۽ اتان جيسلمير مان لنگهي بکر ۾ سلطان محمود خان وٽ آيو. مرزا غازي بيگ جي وقت ۾ سنہ 1508ھ (سنہ 1599ع) ڏاري ابو القاسم سلطان ولد شاه قاسم ارغون سوڍن سان وڙهي عمرڪوٽ ورتو. هو مرزا جانيءَ جو سالو هو. سنہ

1152هه (سنه 1739ع) ۾ جڏهن نادر شاهه سنڌ تي ڪاهي آيو، تڏهن ميان نور محمد ۽ سندس پٽ محمد مراد ياب خان ڪلهوڙا نٽو ڇڏي عمرڪوٽ جي قلعي ۾ وڃي لڪا. پر نادر شاهه هنن جي مٿان وڃي بيٺو ۽ هو لاچار ٿي اچي پيش پيا. اتان نادر شاهه جا امير سنڌ جي جدا جدا پاڳن ۾ پکڙي پيا. سنه 1168هه (سنه 1755ع) ۾ ميان محمد مراد ياب خان سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو. هو عمرڪوٽ هو. جڏهن ديوان گدومل سندس لاءِ بادشاهه کان سَندَ ۽ نواب سربلند خان جو لقب وٺي آيو تڏهن هو عمرڪوٽ کان نٽي آيو ۽ رستي ۾ نصرپور وٽ تاجپوشيءَ جي رسم ادا ڪئي ويئي. سنه 1190هه (سنه 1777ع) ۾ ميربجار خان حج پڙهي موٽي آيو ۽ سڌو عمرڪوٽ ۾ وڃي رهيو ۽ کوسن کي اتان پڄائي ڪڍيائين. ميان غلام نبيءَ کي تاجو ليکي هڪڙي لشڪر ساڻ وٺي آيو ۽ اچي ڪوٽ کي گهيرو ڪيائون. پر فتحياب نه ٿيا. تڏهن الهه بخش جهنجڻ دغا ڪري مير کان وڃي معافي گهري. جنهن تي مير عمرڪوٽ کان نڪري ٻاهر ٿيو ته تاجي ليکيءَ ٻن هزارن ماڻهن سان ڪوٽ وڃي والاريو. تنهن تي ميربجار ڇهه هزار لشڪر وٺي ٽيهن هزارن ڪلهوڙن تي ڪاهي ويو. ڪلهوڙا نڪري لانياريءَ وٽ آيا. جتي جنگ لڳي ۽ شڪست کاڌائون ۽ ميان غلام نبي مارجي ويو. سنه 1194هه (سنه 1781ع) ۾ ميان عبدالنبيءَ جي چوڻ تي بجيسنگ جوڌپور جي راجا کي ٻه ماڻهو موڪلي مير بجار خان کي دغا سان مارايو انهيءَ لاءِ ميان راجا کي عمرڪوٽ ڏيئي ڇڏيو. انهيءَ وقت ڏاري جڏهن عبدالنبيءَ جي مدد لاءِ تيمور شاهه مدد خان سردار لشڪر سان موڪليو تڏهن مير عمرڪوٽ ۾ هئا. مير عبدالله خان بلوچن جو لشڪر وٺي هن کي سامهون ٿيڻ لاءِ نڪتو. گهٽي لکپڙهه کان پوءِ مدد خان عمرڪوٽ ۾ آيو ۽ مير فتح خان کي نڳاري پڪڙي وٺي ويو. پر پوءِ هو نڪري پڄي وڃي مير عبدالله ۽ مير فتح علي خان سان گڏيو جي تڏهن ديپ ڳڙهه ۾ هئا. ميرن جي سانباهي جو ٻڌي مدد خان عبدالنبيءَ کان بيزار ٿي هن کي ڇڏي هليو ويو ۽ پوءِ عبدالنبي لاچار ٿي اچي مير جي پيش پيو. سنه 1201هه (سنه 1786ع) ۾ جوڌپور جي راجا ٻه هزار ماڻهو عمرڪوٽ ۾ آڻي ويهاريا. جو اهو ڪوٽ ميان عبدالنبيءَ هن کي ڏنو هو

اتفاق سان واٽ ويندي اُنهن جو جهيڙو مير سهراب خان جي پاءُ مير غلام محمد جي ماڻهن سان ٿي پيو جو هو ٿَرَ جي شڪار تي آيل هو. مير جا گهڻا ماڻهو مارجي ويا. تنهن تي مير سهراب، مير فتح علي خان جي مدد سان عمرڪوٽ تي ڪاهي آيو ۽ راجپوتن کي ماري ملڪ ڦري وير وٺي هليو ويو. سنہ 1229ھ (سنہ 1813ع) ۾ مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان عمرڪوٽ جوڌپور جي راجا کان کسي ورتو ۽ انهيءَ کان پوءِ سنڌن هٿ ۾ رهيو. سنہ 1258ھ (سنہ 1842ع) ۾ سرچارلس نيپئر ميرن سان عهدنامو ڪيو جنهن موجب عمرڪوٽ، سبزلڪوٽ، شڪارپور ۽ ڪراچي انگريز سرڪار کي مليا.

## فتح باغ

سنہ 998ھ (سنہ 1589ع) ۾ جڏهن اڪبر بادشاھ جي حڪم سان نواب خان خانان کي سنڌ ڏي موڪليو ويو ۽ هو مرزا جاني بيگ سان وڙهڻ لاءِ آيو تڏهن هن جدا جدا پاڳن ڏي لشڪر موڪليو ۽ هڪڙو لشڪر فتح باغ ۽ جون ڏي موڪليائين. پوءِ سنہ 1000ھ (سن 1591ع) ۾ هنن جي وچ ۾ صلح ٿيو ۽ ٻئي فتح باغ ۾ هڪٻئي کي اچي گڏيا ۽ پوءِ ٻئي گڏجي اڪبر بادشاھ ڏي روانا ٿيا. وري مرزا غازي بيگ جي وقت ۾ مرزا فتح باغ ۾ آيو ۽ ڪي امير نٿي ۾ چڏي ۽ ڪي پاڻ سان وٺي اڪبر بادشاھ جي سلام ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. اڪبر بادشاھ سان ملاقات ڪيائين ۽ ان جي مرڻ تي جهانگير جي بہ ملاقات ڪيائين ۽ پوءِ سنہ 1031ھ (سنہ 1604ع) ۾ موٽي آيو.

## فتح پور

سنہ 925ھ (سنہ 1519ع) ۾ جڏهن مرزا شاھ بيگ ارغون قنڌار مان شال ۾ آيو ۽ آسپاس جا ماڻهو پاڻ سان ڪري سيويءَ تي ڪاهيائين، تڏهن سيويءَ جي قلعي جا ماڻهو سڀ ڀڄي فتح پور ۾ ويا. جو شهر اتان پنجاھ ڪوهن تي هو. شاه بيگ فتح پور تي ڪاه ڪئي. اتي سيويءَ جو حاڪم پيرولي برلاس اچي پهتو ۽ سنڌن وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ شاه

بيگ فتحياب ٿيو. وري ٻئي سال ۾ شاه بيگ فتح پور ۽ گنجابه ـ گندا واهه ۾ لشڪر گڏ ڪري دريا خان سان وڙهڻ لاءِ آيو جو ڄام فيروز جي لشڪر جو مهندار هو. سنه 930هه (سنه 1523ع) ۾ اڪبر بادشاهه مجاهد خان کي سلطان محمود خان سان وڙهڻ لاءِ موڪليو ۽ فتح پور هن کي جاگير ڪري ڏنائين. سنه 1113هه (سنه 1706ع) ڌاري ميان دين محمد جي ڏينهن ۾ فتح پور جو سردار مير پنوهر هو. ڪلهوڙن فتح پور وجي ورتو. تنهنڪري هو دهليءَ جي بادشاهه ڏي دانهين ويو. جڏهن ميان دين محمد بادشاهي لشڪر سان وڙهندي پڪڙجي پيو ۽ فتح پور پنوهرن کي مليو. تڏهن ميان يار محمد وري فتح پور پنوهرن کان ورتو.

## ڪاڇو

جبل جي وٽ يا ڪڇ واري ملڪ کي ڪاڇو چوندا آهن. پر اڳي ڪاڇي جي ملڪ ۾ جيڪي شهر هئا، تن مان هڪڙو ڪاڇو هو. سنه 1069هه (سنه 1684ع) ڌاري ميان نصير محمد ڪلهوڙي، جڏهن پنهنجي لاءِ پنوهرن جي ملڪ ۾ روهه جي ٽڪرن ۽ پاٽيءَ جي نهر جي وچ ۾ ڪاريءَ جو ڳوٺ ٻڌو. جنهن ۾ مرڻ کان پوءِ پاڻ دفن ڪيو ويو. تڏهن هن ڪاڇو پنهنجي هڪڙي مريد عنايت شاه فقير کي ڏنو ۽ هنڙي فوجي فقير کي ڏنائين. انهيءَ طرح هن اهو ملڪ اچي وسايو. سنه 1167هه (سنه 1754ع) کان پوءِ ميان محمد مراد ياب ڪاڇي ۾ هڪڙو قلعو مضبوط بنايو ۽ اوچتي ۽ لنجاري ۽ ميران ۾ به قلعا بناياائين. سنه 1144هه (سنه 1731ع) ۾ ميان نور محمد جي راڄ ۾ بروهين جو هڪڙو وڏو ڪٽڪ صلح جي شرطن جي برخلاف ڪاڇي جي زمين تي ڪاهي آيو ۽ ڦرلٽ ڪري هليو ويو. انهيءَ کي سزا ڏيڻ لاءِ ميان پاڻ لاڙڪاڻي ويو ۽ اُتان بروهين جي سردار مير عبدالله خان سان وڙهڻ لاءِ لشڪر موڪليائين. جنديهر وٽ انهن جي وچ ۾ لڙائي لڳي ۽ بروهين شڪست کاڌي ۽ سندن سردار مارجي ويو. سنه 1201هه (سنه 1786ع) ڌاري ميان عبدالنبي قلات جي خان کان بروهين جي مدد وٺي

آيو. مير فتح علي خان پاڻ شڪار تي ونگ جي پاسي ويل هو. بروهين ڪاڇي مان آسپاس جو ملڪ ڦريو. مير اها خبر ٻڌي متن ڪاهي آيو ۽ جيڪو مال ڦري ويا هئا، سو هنن کان موٽي ورتائين.

## ڪراچي

ڪراچي، جنهن کي اڳي ڪلاچي چوندا هئا ۽ جنهن جو ذڪر متي آيو آهي، سا اڳي ننڍڙو ڳوٺ هئي، جتي مهاڻن کي واڻيا رهندا هئا. ميان نور محمد جي راڄ ۾ سنه 1155هه (سن 1742ع) ۾ نادر شاه بادشاهه سورت بندر ۾ ڪي جهاز ٺهرايا هئا، تن جي وٺڻ لاءِ مظفر علي خان بيات بيگلر بيگي ڪراچيءَ آيو ۽ اتان ٺٽي آيو ۽ ميان نور محمد (نواب شاه قلي خان) هن جي پيشوا ويو ۽ هن کي ٺٽي ۾ آڻي رهاياائين. ٻن مهينن کان پوءِ هو هليو ويو. ڪراچي تڏهن قلات جي خان جي ملڪ ۾ هئي. سنه 1190هه (سنه 1777ع) ۾ مير بجار خان حج تان موٽي آيو ۽ ڪراچيءَ مان لهي شهدادپور آيو جتي مير رهندا هئا. سنه 1207هه (سنه 1792ع) ۾ قلات جي خان جو نائي زرڪ خان ميان عبدالنبيءَ کي مدد ڏيندي ۽ ميرن سان وڙهندي مارجي ويو هو. انهيءَ جي عيوض ۾ ميان عبدالنبيءَ ڪراچي ۽ ڪورن وارو پاڳو قلات جي خان کي ڏيئي ڇڏيو هو سو هاڻ مير غلام علي خان وري ورتو ۽ ڪراچي ميرن جي هٿ ۾ آئي. سنه 1252هه (سنه 1836ع) ۾ انگريز سرڪار شاه شجاع الملڪ جي مدد لاءِ لشڪر ٽي موڪليو جو ڪراچي اچي لٿو. ميرن انهيءَ کي درياه جي رستي سنڌ مان لنگهڻ نٿي ڏنو. پر انگريز توبون هٽي منهڙي جو ڪوٽ ڀڃي زور سان ڪراچيءَ ۾ اچي لٿا ۽ پوءِ درياه جي رستي لنگهي ويا. ميرن جي طرفان آغا اسماعيل شاه وڪيل ٽي ڪراچيءَ ويو ۽ سرجان ڪين سان وچي ٺهراءُ ڪيائين ۽ انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ هڪڙو عهدنامو ٿيو. سنه 1258هه ـ سنه 1842ع) ۾ سرچارلس نيپئر پوني مان سنڌ جو ريزيڊنٽ مقرر ٿي ڪراچي آيو ۽ اُتان آڳبوٽ تي چڙهي حيدرآباد ۾ آيو جتي مير نصير خان سان ملاقات

ڪيائين ۽ ٻين ميرن کي بہ گڏيو ۽ ٻيو عهدنامو ڪيائين، جنهن موجب ڪراچي، شڪارپور، عمرڪوٽ ۽ سبزلڪوٽ انگريز سرڪار کي مليا.

## ڪڪرالہ

ڪڪرالہ جو پرڳڻو شاہ بندر جي الهندي سمنڊ تائين هوندو هو. سنہ 995هہ (سَنہ 1567ع) ڌاري مرزا محمد باقي ترخان جي وقت ۾ ڄام ڏيسر ڪڪرالہ جو حاڪم هو. مرزا جان بابا محمد باقيءَ سان ٺٺي ۽ مڪليءَ جي وچ تي وڙهي شڪست کائي ڪڪرالہ جي ڄام وٽ مدد لاءِ آيو، پر هن مدد نہ ڏنيس، تڏهن سميجن ڏي هليو ويو. سگهوئي پوءِ وري بہ جان بابا ۽ مرزا باقيءَ جي وچ ۾ لڪيءَ وٽ لڙائي لڳي ۽ وري بہ جان بابا شڪست کائي ڪڪرالہ ڏي ڀڳو. يادگار مسڪين بہ تڏهن ساڻس هو پر سگهو ئي پوءِ هو ٻئي مارجي ويا. سنہ 1009هہ (سنہ 1600ع) ڌاري ڄام ڏيسر جو پٽ ڄام هالہ ڪڪرالہ جو حاڪم هو. انهيءَ سرحد تي ڪن جاگيردارن جي زمين تي دخل ڪيو هو ۽ ڦرلٽ ڪئي هئائين ۽ ڪي ماڻهو ماريا هئائين، تنهنڪري مرزا غازي بيگ لشڪر وٺي ڪڪرالہ تي ڪاهي ويو. ڄام هالہ جي ماٽن مان هڪڙو ڄام داؤد سندس سؤنهو ٿيو. ڄام هالہ شڪست کائي ڀڳو. مرزا غازي ڄام داؤد جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ ڪڪرالہ جو ملڪ ورهائي ٽي ڀاڱا ڪيائين. هڪڙو ڄام داؤد کي ڏنائين ۽ بہ ڀاڱا پنهنجي ملڪ سان گڏي ڇڏيائين. سنہ 1151هہ (سنہ 1738ع) ۾ جڏهن نادر شاهہ سنڌ ۾ اچڻ وارو هو ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جو راڄ هو، تڏهن ميان جي لاڙڪاڻي ڏي وڃڻ ڪري ڪڪرالہ جي ڄام ۽ ڌاراجہ جي حاڪم پاڻ ۾ شامل ٿي جهازن تي لشڪر چاڙهي ڀهرين ڪاٽ تائين ۽ پوءِ نصرپور تائين آيا، پر ڪلهوڙن تويون هٽي ڀڄائي ڪڍيو.

جڏهن نواب مير خان دهليءَ جي بادشاہ شاہ جهان جي ٻارن نٺي جو نواب هو، تڏهن بادشاہ نواب کي حڪم موڪليو تہ اڪوٺي نواب شريف خان کي ۽ سندس دوست ڪڪرالہ جي ڄام ۽ ٻين کي مارائي ڇڏي، جو

هنن شاه جهان کي ٺٽي ۾ اچڻ وقت تڪليف ڏني هئي، جڏهن هو اچا شاهزادو هو نواب انهيءَ حڪم جي تعميل ڪئي.

## لاڏڪاڻو يا لاڙڪاڻو

هن کي اڳي چانڊڪو بہ چوندا هئا، جنهن بابت ذڪر مٿي ڏسو. اُهو اصل چانڊين جي قوم جو هو جو نواب خان خانان اڪبر بادشاهہ جي ڏينهن ۾ آدم شاهہ ڪلهوڙي کي جاگير ڪري ڏنو. سنہ 1113ھ (1704ع) ڌاري ميان يار محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ ڪلهوڙن شڪارپور ڀنوهرن کان وٺي انهيءَ کي خدا آباد جو نالو ڏيئي پنهنجي رهڻ جو هنڌ ڪيو ۽ بختاور خان جي ڀاءُ ملڪ الهہ بخش کان لاڙڪاڻو ورتائون. سنہ 1144ھ (سنہ 1731ع) ۾ قلات جي بروهين ڪاڇي ۾ اچي ڦرلٽ ڪئي هئي، تن کي سزا ڏيڻ لاءِ ميان نور محمد ڪلهوڙو لشڪر وٺي لاڙڪاڻي آيو. اُتي بروهين جي سردار عبدالله خان سان وڙهي هن کي شڪست ڏنائين ۽ هو مارجي ويو. سنہ 9153ھ (سنہ 1740ع) ڌاري نادر شاهہ بادشاهہ سنڌ ۾ آيو ۽ ميان نور محمد سان وڙهي اُنهن کي قيد ڪري لاڙڪاڻي آيو ۽ اُتان پنهنجا سردار جدا جدا پاڳن ڏي موڪليائين ۽ پوءِ پاڻ قنڌار ڏي روانو ٿيو. سنہ 1172ھ (سنہ 1759ع) ۾ ڪوسن خداآباد تي ڪاهي نقصان ڪيو هو تنهن ڪري ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو لاڙڪاڻي ۾ آيو ۽ ڪوسن کي سزا ڏيئي، انهن جا سردار ماري ۽ آئندي لاءِ پڪو بندوبست ڪري سيوهڻ ڏي ويو. ميان صادق علي خان ڪلهوڙي جي وقت ۾ ميان عبدالنبي بروهين کان مدد وٺي لاڙڪاڻي آيو. تنهن تي مير فتح علي خان لشڪر وٺي وڃي چالڪ جي پُل وٽ بروهين سان وڙهيو ۽ اُنهن کي شڪست ڏنائين ۽ انهن جو سردار زرڪ، جو قلات جي خان جو نائي هو سو مارجي ويو. سنہ 1218ھ (سنہ 1803ع) ۾ جڏهن شاه شجاع الملڪ سنڌ تي ڪاهي آيو تڏهن مير غلام علي خان ٽالپر لشڪر وٺي پهرين لاڙڪاڻي آيو جتي خيرپور واري مير سهراب جو لشڪر بہ اچي ساڻس گڏيو ۽ پوءِ شڪارپور ڏي ويو جتي پوءِ شاه شجاع سان ٺهراءُ ٿيو.

## لاهور

لاهور بہ ملتان وانگي اڳي سنڌ سان شامل هو. عربن جي فتح کان پوءِ هي سندن نائبن جي هٿ ۾ هليو آيو ۽ پوءِ سلطان محمود غزنويءَ جي اولاد جي هٿ ۾ هليو آيو جن مان پوئيون خسرو ملڪ هو. انهيءَ جي راڄ جي ستين ورهيہ ۾ يعني سنہ 583ھ (سنہ 1187ع) ۾ غور جي بادشاهہ غياث الدين انهي کي اچي لاهور ۾ قيد ڪيو ۽ غزنيءَ جي خاندان وارن کي مارائي پاڻ تخت تي ويٺو. سنہ 607ھ (سنہ 1210ع) ۾ ٻانهو بادشاه قطب الدين ايبڪ لاهور ۾ گهوڙي تان ڪِري مئو ۽ سندس جاءِ تي آرام شاه ويٺو. اُنهي جي ڏينهن ۾ هندستان وراهيو ويو ۽ لاهور جو ڀاڱو تاج الدين يلدوز کي مليو. سنہ 693ھ (سنہ 1293ع) ۾ جلال الدين خلجي لاهور ۾ آيو ۽ پنهنجي پٽ ارڪملي خان کي حاڪم مقرر ڪيائين. سنہ 791ھ (سنہ 1389ع) ۾ جڏهن ابوبڪر شاه تغلق دهليءَ جو بادشاهہ ٿيو تڏهن گذر ئي بادشاهہ غياث الدين جي پُٽ محمد شاه فساد ڪيو ۽ لاهور ۽ ملتان جي ماڻهن کي چوري بادشاهہ جي طرف وارن کي مارپائين ۽ ملڪ ڦراپائين، جنهن ڪري ماڻهو ڪانئس رنج ٿي ابوبڪر شاه سان شامل ٿيا. سنہ 796ھ (سنہ 1393ع) ۾ محمود شاه خلجي سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ جي ارادي سان سارنگ خان کي لشڪر سان موڪليو. جنهن لاهور وٽ اچي شيخا کوکر سان وڙهي هن کي ڀڄائي ڪڍيو ۽ لاهور جو قلعو ورتو ۽ اتي پنهنجي ڀاءُ عادل خان کي ڇڏي پاڻ ديبالپور تي ڪاهي ويو. ٻہ ورهيہ پوءِ سانگ خان لاهور جي حاڪم، ملتان جي حاڪم خضر خان سان وڙهي ملتان ورتو ۽ پوءِ دهليءَ ويو. جتي شڪست کائي موٽي ملتان ۾ آيو. سنہ 947ھ (سنہ 1540ع) ۾ همايون شير شاه افغان کان ڀڄي لاهور ۾ آيو جتي سندس ڀائر ۽ ٻيا سردار اچي گڏيا. پر سگهوئي شير شاه اتي ڪاهي آيو ۽ همايون ڀڄي ڪابل ڏي ويو. سنہ 998ھ (سنہ 1589ع) ۾ اڪبر بادشاهہ لاهور کي پنهنجو تخت گاه ڪيو اتان مرزا جاني بيگ کي تابع ڪرڻ لاءِ خان خانان کي روانو ڪيائين. سنہ 1015ھ (سنہ 1606ع) ۾ مرزا غازي بيگ

اڪبر بادشاهہ وٽ لاهور ۾ آيو جتي بادشاهہ ڪابل مان آيو هو. هن کي وڏا انعام ۽ لقب ڏيئي قنڌار جو والي ڪري موڪليائين. سنہ 1118هہ (سنہ 1706ع) ۾ نواب احمد يار خان ٺٽي جو نواب هو. اُهو لاهور ۽ ملتان جي حاڪم الهيار خان جو پٽ هو ۽ چاليهہ ورهيہ غزنيءَ جو فوجدار هو. سنہ 1124هہ (سنہ 1712ع) ۾ شاهزادو محمد معزالدين لاهور ۾ آيو ۽ اتان سنڌ ۾ آيو جتي تڏهن ميان دين محمد ڪلهوڙو گاديءَ تي هو.

## لڪعلوي يا لڪي

جڏهن دلو راءِ الور جو راجا هو تڏهن سندس ياءُ ڇُتو امراني بغداد ۾ وڃي سامره مان سيد علي موسويءَ کي هڪ سؤ عربن سان سنڌ ۾ وٺي آيو ۽ اهو سيد لڪعلويءَ ۾ اچي رهيو جنهن کي هاڻي لڪي ٿا چون. اتي جا سيد انهيءَ جو اولاد آهن. سنہ 926هہ (سنہ 1519ع) ڏاري مرزا شاهہ بيگ ارغون باغبان ۽ ٺلتيءَ ۾ آيو ۽ لڪيءَ مان لنگهي ٺٽي ڏي رخ رکيائين. سگهوئي پوءِ ڄام فيروز سان ٺهراءُ ڪري سنڌ وراهي ٻہ ڀاڱا ڪيائون. لڪيءَ کان هيٺ ٺٽي تائين ملڪ ڄام فيروز جي هٿ ۾ رهيو ۽ مٿي شاه بيگ جي هٿ ۾ رهيو. سنہ 962هہ (سنہ 1554ع) ۾ وري ساڳيءَ طرح لڪيءَ کان هيٺ ملڪ مرزا عيسيٰ ترخان جي هٿ ۾ رهيو ۽ مٿي سلطان محمود خان جي هٿ ۾. سنہ 976هہ (سنہ 1568ع) ۾ مرزا محمد باقي ترخان پنهنجي ڌيءَ اڪبر بادشاهہ ڏي ٿي موڪلي تہ لڪيءَ وٽ مرزا خان بابا اچي انهن کي ڦري هليو ويو جنهن تي مرزا باقي لشڪر وٺي ڪاهي آيو ۽ هنن کي شڪست ڏنائين ۽ سگهوئي پوءِ جان بابا مارجي ويو. سنہ 998هہ (سنہ 1589ع) ۾ اڪبر بادشاه جي حڪم سان نواب خان خانان سنڌ تي لشڪر وٺي آيو ۽ مرزا جاني بيگ سان لڪيءَ وٽ لڙائي ڪيائين، جنهن ۾ جاني بيگ شڪست کائي پٺي ويو.

## لکپت

لکپت ۽ بستا بندر ڪڇ جي راؤ جي هٿ ۾ هئا ۽ رڻ جي ڪناري

تي هئا. سنہ 1177ھ (سنہ 1764ع) ۾ ميان غلام شاه ڪلهوڙي ڪڇ تي ڪاهي پهرين سنڌڙي ورتي ۽ پوءِ لکپت ۽ بستا بندر ورتائين ۽ ٻيو ڀيرو ٻيهر ٻه ڪاهي ويو پر ڪڇ جي راوَ ساڻس صلح ڪيو. سنہ 1184ھ (سنہ 1770ع) ۾ ميان غلام شاه ڪڇ جي راوَ جي سؤٽ ويسوجيءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. انهيءَ مائٽيءَ جي ڪري هن لکپت ۽ بستا بندر موٽائي هن کي ڏنا.

## لوهري

سنہ 927ھ (سنہ 1520ع) ۾ ڄام فيروز جي مدد لاءِ مرزا شاه بيگ ۽ سندس پٽ شاه حسن مغلن جو لشڪر وٺي سنڌ ۾ آيا. شاه بيگ بکر ۾ سلطان محمود خان کي ڇڏي گجرات فتح ڪرڻ لاءِ ٿي ويو ته ڌاريجن ماڻهن نوهريءَ مان اچي بکر تي ڪاهه ڪئي، پر سگهوئي سلطان محمود جي پيءُ مير فاضل ڪوڪلتاش انهي کي اچي شڪست ڏني ۽ سگهوئي پوءِ شاه بيگ به آيو. پوءِ پنهنجا مغل لڏائي بکر ۾ آڻي وهاريائين ۽ بکر جي سيدن کي لڏائي لوهريءَ ۾ آڻي وهاريائين. سنہ 947ھ (سنہ 1540ع) ۾ همايون بادشاهه لاهور مان لوهريءَ اچي لٿو ۽ پاڻ اڪيلو پرالوءَ ۾ وڃي باغن ۾ رهيو ۽ پوءِ بکر ويو. سنہ 950ھ (سنہ 1543ع) ۾ سلطان محمود جي وقت ۾ بخشو لانگاهه ملتان مان لشڪر وٺي بکر تي ڪاهي آيو پر شڪست کائي لوهريءَ ڏي هليو ويو. اُتي تي ڏينهن رهي موٽي ملتان ڏي ويو. سنہ 980ھ (سنہ 1573ع) ۾ مبارڪ خان، الور جو حاڪم ۽ سندس پٽ بيگ اوغلي سلطان محمود خان کي مارڻ جو منصوبو ڪيو ۽ لوهريءَ ۾ اچي گڏ ٿيا ۽ اُتان لوهري ۽ بکر جي شهرن ۾ پکڙي پيا ۽ بکر جي ڪوٽ کي گهيرو ڪيائون، پر آخر شڪست کاڌائون ۽ مارجي ويا. سنہ 982ھ (سنہ 1575ع) ۾ اڪبر بادشاه سلطان محمود خان جي مرڻ تي ڪيسو خان کي بکر جو حاڪم مقرر ڪري موڪليو، پر سگهو ئي وري ٻيو حڪم آيو جنهن موجب ڪيسو خان کي فقط سکر مليو ۽ بکر ۽ لوهري محب علي خان ۽ مجاهد خان کي مليا. سنہ 1000ھ (سنہ 1593ع) ۾ مرزا جاني بيگ ۽

خان خانان ٺٽي مان لوهريءَ آيا ۽ ڪي ڏينهن اتي گذاري پوءِ اڪبر بادشاهه ڏي روانا ٿيا. جو انهيءَ سڏايو هون. سنه 1013هه (سنه 1605ع) ۾ اڪبر بادشاهه جي حڪم سان مرزا غازي بيگ ٺٽي تي قائم ٿيو پر انهيءَ جي پهچڻ کان اڳي اڪبر مئو ۽ جهانگير تخت تي ويٺو تنهن مير عبدالرزاق کي ٺٽي ۽ سيوهڻ ۽ لوهريءَ جو حاڪم ڪري موڪليو ۽ مرزا غازي موٽي بادشاهه وٽ ويو جنهن قنڌار جو والي ڪري موڪليس. سنه 1171هه (سنه 1758ع) ۾ ميان غلام شاهه بهاولپور مان لشڪر وٺي عطر خان سان وڙهڻ لاءِ آيو ۽ عطر خان لوهريءَ ۾ اچي عمرڪس جي ڪنڌي تي لٿو. ٻنهي جي جنگ لڳي، جنهن ۾ عطر خان شڪست کاڌي ۽ مڏي ڇڏي ڀڄي ويو. ٻئي ڏينهن رمضان جي عيد هئي، ساڪري ميان غلام شاهه سيوهڻ ڏي ويو. سنه 1196هه (سنه 1781ع) ڌاري ميان عبدالنبيءَ جي راڄ ۾ تيمور شاهه بادشاهه وڏو لشڪر عزت يار خان جي هٿ هيٺ موڪليو جنهن شڪارپور اچي هٿ ڪئي. هن پاسي ميان عبدالنبي ۽ مير بجار خان ارڙهن هزار ماڻهو وٺي تڪڙو تڪڙو لوهريءَ ۾ آيا. اُتي ٻيڙين جي پل ٻڌائي ٻن ٽن ڏينهن جي اندر لنگهي بکر جي پاسي ٿيا ۽ اُتان شڪارپور وڃي عزت يار خان کي شڪست ڏنائون. تنهن تي بادشاه پاڻ ڪاهي آيو. مير بجار خان انهيءَ جي اچڻ لاءِ وري بہ لوهريءَ وٽ ٻيڙين جي پل تيار ڪرائي ۽ پاڻ بہ سندس پيشوا آيو ۽ بادشاهه هن مان ڏاڍو راضي ٿيو ۽ عبدالنبيءَ کي سنڌ تي قائم ڪيائين. بادشاهه اُتان ئي موٽي ويو ۽ ميان ۽ مير موٽي شڪارپور ويا.انهيءَ سال ۾ مير بجار خان جي مارجڻ کان پوءِ جڏهين عبدالنبي ڀڳو ۽ مدد خان سردار جي مدد وٺي آيو تڏهن اُهو سردار لوهريءَ ۾ اچي لٿو ۽ مير فتح خان سندس پيشوا آيو اُتان پوءِ هو اڳتي هليو. مير فتح خان کي هن ڪٽي بند ڪيو پر هو وجهہ ڏسي نڪري ڀڳو ۽ وڃي مير عبدالله خان سان گڏيو. مدد خان لوهريءَ مان ڪوچ ڪري اُباوڙي ۾ آيو ۽ اُتان دين ڳڙهہ تي ڪاهيائين، جتي مير هئا. سنه 1197هه ( سنه 1783ع) ڌاري ميان عبدالنبي تيمور شاهه کان مدد وٺي ڪاهي آيو. مير فتح علي خان چاليهہ هزار بلوچ وٺي اڳواٽ

لوهريءَ ۾ آيو پر انهيءَ وچ ۾ مير جي وڪيلن بادشاهه کي ساري حقيقت ٻڌائي ۽ بادشاهه لشڪر جي موٽڻ جو حڪم ڪيو. سنه 1202هه (سنه 1787ع) ۾ تيمور شاهه بادشاهه وري به ميان عبدالنبيءَ جي دانهن تي پيو شاهي لشڪر هن جي مدد لاءِ موڪليو ۽ احمد خان نورزائي اچي لوهريءَ ۾ لٿو ۽ ساڻس چاليهه هزار افغان هئا. هِتان مير فتح علي خان فقط ٻه هزار بلوچ وٺي هن سان وڙهڻ لاءِ ويو. وڏي جنگ لڳي ۽ احمد خان شڪست کائي ڀڳو. تيمور شاهه پاڻ تڏهن بهاولپور ۾ هو. مير جا وڪيل وٽس ويا ۽ هُن مير فتح علي خان کي سنڌ جي حڪومت تي قائم ڪيو ۽ پاڻ موٽي ويو.

## ماٽيلو

سنه 758هه (سن 1356ع) ۾ ڄام رائني سمي ٺٽي جي گاديءَ تي ويهي پنهنجي چڱي هلت ۽ انصاف سان ماڻهن کي راضي ڪيو ۽ ملڪ وڌائي ماٽيلي ۽ اُباوڙي تائين آندائين. سنه 908هه (سنه 1502ع) ۾ مرزا شاه حسن جي راڄ ۾ مير فاضل ڪوڪلتاش جي پٽ بابا احمد کي مرزا موڪليو ته ماٽيلي ۽ اُباوڙي جي پاسي ڌهرن ۽ مهرن ۽ ماڇين کي سيکت ڏئي، جو انهن فساد ٺي ڪيو. سنه 930هه (سنه 1523ع) ۾ سلطان محمود خان جي طرفان مبارڪ خان ماٽيلي جو حاڪم هو. اڪبر بادشاهه ڄام فيروز جي مدد لاءِ مجاهد خان کي موڪليو هو. تنهن اچي ماٽيلي جي ڪوٽ کي گهيرو ڪيو جنهن ۾ مبارڪ خان پناهه وٺي ويهي رهيو. سگهوئي سلطان محمود خان ٽي هزار ماڻهو مدد لاءِ موڪليا. پر مبارڪ خان انهيءَ کان اڳي نڪري اچي پيش پيو ۽ مجاهد خان ماٽيلو ورتو.

## محمد آباد

سنه 792هه (سنه 1389ع) ۾ فيروز شاهه تغلق جو پٽ محمد شاهه تخت تي ويهڻ کان پوءِ محمد آباد جو شهر ٻڌو ۽ آسپاس جي مخالف ۽ فسادي ماڻهن کي سزا ڏيئي اتي اچي رهيو پر سگهوئي پوءِ مري ويو. اهو شهر دهليءَ کي

ويجهو هو. پر انهيءَ نالي جو پيو شهر محمد آباد ميان نور محمد ڪلهوڙي خدا آباد کان پوءِ ٻڌايو جتي سنہ 1164هہ (سنہ 1751ع) ۾ خدا آباد ڇڏي پاڻ پنهنجي پٽ محمد مرادياب خان سان گڏ اچي رهيو. سنہ 1168هہ (سنہ 1755ع) ۾ ميان نورمحمد جي مرڻ تي محمد مرادياب گاديءَ تي ويٺو پر بادشاه ڪن مخالف اميرن جي چوڻ تي اسماعيل خان پنيءَ کي نئين جو نواب مقرر ڪري موڪليو جو محمد آباد تائين بہ آيو. پر سگهوئي ميان جا وڪيل بادشاهہ تائين ويا ۽ ميان سنڌ جو حاڪم مقرر ٿيو ۽ نواب سربلند خان لقب مليس. سنہ 1170هہ (سنہ 1757ع) ۾ ميان غلام شاهہ محمد مرادياب کي لاهي پاڻ گاديءَ تي ويٺو ۽ محمد آباد جي پاسي ۾ ٻيو شهر الهہ آباد نالي ٻڌي انهيءَ ۾ رهڻ لڳو ۽ محمد مرادياب وڃي خدا آباد ۾ رهيو. سنہ 1171هہ (سنہ 1758ع) ۾ ميان غلام شاهہ پنهنجي ڀاءُ عطر خان کي لوهريءَ ۾ شڪست ڏيئي موٽي محمد آباد ۾ آيو ۽ سارو سال اتي گذاريائين ۽ پوءِ عطر خان سان پرتو.

## محمد طور

سومرن جي ڏينهن ۾ اهو شهر مکيہ شهر هو ۽ سندس پاسي ۾ ٻيو ٽرڙيءَ جو شهر هو. محمد طور سومرو سنہ 654هہ (سنہ 1256ع) ۾ سنڌ جي گاديءَ تي هو ۽ پندرهن ورهيہ راڄ ڪيائين. انهيءَ اهو شهر ٻڌو جو سندس نالي پٺيان سڏجڻ ۾ آيو. سنگهار سومري کان پوءِ سندس زال هيمُو پاڻ ادڪ جي ڪوٽ ۾ رهي ۽ پنهنجن سڳن ڀائن کي محمد طور ۽ ٽرڙيءَ ۾ رکيائين. اهو سنہ 720هہ (سنہ 1320ع) ڌاري هو جڏهن غازي ملڪ سنڌ ۽ ملتان جو لشڪر وٺي پوناٺين غزنوي بادشاه خسرو خان کي لاهي پاڻ دهليءَ جو بادشاه ٿيو. جڏهن سنہ 752هہ (سنہ 1351ع) ڌاري سومرن جي حڪومت پوري ٿي ۽ سما آيا، تڏهن پونيون سومرو حاڪم سپڙ سمن سان وڙهندي مارجي ويو ۽ سومرا محمد طور ڇڏي ڪڇ ڏي هليا ويا، پر اتي بہ ابڙي سمي نہ ڇڏين، ۽ سيني کي ماري ڇڏيائين. جڏهن سما حاڪم ٿيا، تڏهن هنن محمد طور جو شهر ڦٽائي ڇڏيو ۽ انهيءَ جي جاءِ تي ساموئي ۽ ٻيا شهر ٻڌائون. اهي سڀ شهر درڪ پرڳڻي ۾ هئا.

## ملتان

هن جو تاريخي احوال مٿي پهرئين باب ۾ ڏنو ويو آهي، اُتي ڏسجي.

## منصوره

عباسي خليفن جي ڏينهن ۾ سنه 750ع ڌاري منصور بن جمهور سنڌ ۾ حاڪم هو. تنهن برهمڻ آباد کان ٿوري پنڌ تي هي شهر ٻڌايو جنهن تي سندس نالو پيو. پاڻ پوءِ ڪن دشمنن سان وڙهندي رڻ ڏي ڀڄي ويو جتي اُڃ جي ڪري مري ويو. جڏهن سومرا سنڌ ۾ حاڪم هئا، تڏهن منصوره شهر سندن گاديءَ جو هنڌ هو ۽ انهيءَ کان اڳي به سن 871ع ۾ جڏهن عربن جا نائب سنڌ جا حاڪم هئا، تڏهن به هي شهر گاديءَ جو هنڌ هو. جڏهن پوءِ الور ۽ برهمڻ آباد شهر ڦٽا، تڏهن هي به ڦٽو.

## نصرپور

سنه 720هه (سنه 1320ع) کان پوءِ جڏهن سومرن جو راڄ هو ۽ دودو گاديءَ تي هو تڏهن هن ترڙي ۽ محمد طور مان نڪري نصرپور تائين پنهنجو ملڪ وڌايو. سنه 880هه (سنه 1484ع) ڌاري جڏهن ڄام سڪندر گاديءَ تي هو ۽ صغير هو تڏهن سيوهڻ ۽ بکر جي حاڪمن فساد ڪيو جنهن تي هو ٺٽي مان نڪتو ۽ بکر ڏي وڃڻ جو ارادو ڪيائين، پر جڏهن نصرپور ۾ آيو تڏهن سندس هڪڙو نوڪر مبارڪ نالي، جو بهادر شخص هو تنهن پاڻ کي ڄام سڏايو پر ٽن ڏينهن جي اندر هن کي ماڻهن پڇائي ڪڍيو. سنه 928هه (سنه 1521ع) ۾ مرزا شاه بيگ جي مرڻ ڪري مرزا شاه حسن نصرپور ۾ پيءُ جي گاديءَ تي ويٺو جو شاه بيگ ٺٽي مان نڪري گجرات ڏي ٿي ويو ۽ رستي ۾ بيمار ٿي مري ويو. سنه 942هه (سنه 1535ع) ۾ همايون بادشاه گجرات تي ڪاهي آيو. انهيءَ وقت گجرات جي بادشاه جي ياران خضر خان پٽڻ ۾ حاڪم هو. بادشاه جي حڪم سان مرزا شاه حسن نصرپور مان نڪري پٽڻ جي ڪوٽ کي اچي گهيرو ڪيو. پر خضر خان هن کي هڪ لک رپيا رشوت ڏني ۽ هو هليو ويو. سنه 976هه (سنه 1568ع) ۾ مرزا محمد باقي ترخان جي وقت ۾ سلطان محمود خان ارغون سردارن جي

منٺن تي نصرپور جي قلعي کي اچي گهيرو ڪيو پر اڪبر بادشاهه جي ملتان ۾ اچڻ جو ٻڌي، گهيرو لاهي بکر ڏي هليو ويو. سنه 978هه (سنه 1570ع) ۾ مرڻ کان ٿورو اڳي مرزا محمد باقي، اڪبر بادشاهه جي اچڻ جو ٻڌي سنڌ جي جدا جدا پاڱن ۾ پنهنجا حاڪم مقرر ڪري ڇڏيا. نصرپور ۾ پنهنجي هڪڙي پٽ مرزا شاه رخ کي رکيائين ۽ شير علي ڪوڪه کي سندس مدد لاءِ رکيائين. ٻئي پٽ مرزا پاينده کي سيوهڻ ۾ رکيائين، پر سگهوئي شاه رخ مري ويو تڏهن سندس جاءِ تي قاسم ارغون کي نصرپور جو حاڪم ڪري رکيائين. سنه 998هه (سنه 1589ع) ۾ جڏهن اڪبر بادشاه نواب خان خانان کي سنڌ ڏي موڪليو ۽ هو سيوهڻ تي ڪاهي آيو تڏهن مرزا جاني بيگ هن کي سامهون ٿيڻ لاءِ نڪري اچي نصرپور وٽ درياهه تي بيڙين ۾ منزل ڪئي. سگهوئي اتي بيڙين جي جنگ لڳي، جنهن ۾ مرزا جي طرفان خسرو خان شڪست کاڌي. سنه 1008هه (سنه 1599ع) ۾ مرزا غازي بيگ جي راڄ ۾ شاه قاسم ارغون جو پٽ ابوالقاسم سلطان، جو مرزا جاني بيگ جو سالو هو ۽ بهادر شخص هو ۽ نصرپور جو حاڪم هو تنهن فساد ڪيو. تنهنڪري مرزا ٺٽي مان وڏي لشڪر سان هن تي ڪاهي آيو پر پوءِ پاڻ ۾ صلح ڪيائون ۽ ابو القاسم نصرپور ۾ رهيو. سنه 1201هه (سنه 1612ع) ڌاري خسرو خان چرڪس، جنهن کي مرزا غازي بيگ فساد ڪرڻ کان پوءِ ٺٽي ۾ رکيو هو تنهن اتي سرڪاري پيسن جي نسبت ۾ خيانت ڪئي هئي، تنهن کي سائين ڏنه هندو خان حساب چڪاسڻ بعد گرفتار ڪرڻ لاءِ نصرپور ۾ آيو ۽ خسرو خان جي چورت تي ابوالقاسم سلطان سامهون ٿيڻ لڳس، پر نيٺ هن قلعو ورتو ۽ خسرو خان کي به گرفتار ڪيائين. سنه 1151هه (سنه 1738ع) ۾ نادر شاهه بادشاهه سنڌ ۾ آيو ۽ ميان نور محمد بندوبست لاءِ لاڙڪاڻي ويو. پٺ تي ڏاراجه ۽ ڪڪراله جا جام وجهه وٺي لشڪر بيڙين تي چاڙهي نصرپور تائين آيا ۽ ملڪ ۾ ڦرمار ڪرڻ لڳا، پر ڪلهوڙن ڪنارن تان توبون ڇوڙي هنن کي ڀڄائي ڪڍيو. سنه 1168هه (سنه 175ع) ۾ ميان نور محمد جي چوڻ تي ديوان گدومل

بادشاهه کان سَنَد ۽ خلعت وٺي آيو ۽ ميان محمد مرادياب کي نصرپور ۾ پيءُ جي گاديءَ تي ويهاريائون ۽ ڏاڍيون خوشيون ڪيائون. سنه 1172هه (سنه 1759ع) ۾ ميان غلام شاهه ۽ ميان عطر خان ٻنهي ڀائرن جو جهيڙو لڳو ۽ جنگ ٿي. آخر پرچاءُ ڪيائون ۽ ملڪ ورهايائون. شاه ڳڙهه کان نصرپور تائين ملڪ ميان غلام شاه کي مليو ۽ ٽئو باقي حصي سان عطر خان ۽ سندس ڀاءُ احمد يار خان کي مليو. پر سگهوئي وري هنن پونين ٻن ڀائرن جو پاڻ ۾ تڪرار ٿيو. تنهن تي ميان غلام شاه نصرپور ۾ هيءَ خبر ٻڌي هنن جي ملڪ تي ڪاهي ويو ۽ آسانيءَ سان سڄي سنڌ پنهنجي هٿ ڪيائين. سنه 1201هه (سنه 1786ع) ۾ جڏهن ميان عبدالنبي قلات جي خان جي مدد وٺي آيو تڏهن مير فتح علي خان ونگ جي ڀاسي شڪار تي ٿي ويو. نصرپور ۾ گهڻا بلوچ سردار به ساڻس ويا. سندن غير حاضريءَ ۾ ڪاڇي جا ڪي بلوچ اچي ملڪ ڦري هليا ويا، جن کي پوءِ مير اچي سزا ڏني.

## نوشهره

ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ اورنگزيب بادشاه جي عهد ۾ سنه 1069هه (سنه 1684ع) ڌاري ڪلهوڙن ساهتي پرڳڻو هٿ ڪيو ۽ انهيءَ جي وڻ وارو فيروز ويرار هو. جنهن نوشهري جو شهر ٻڌو جنهن کي نوشهروفيروز ٿا چون. مورو به انهيءَ وقت ڌاري فريد ڀڳت جي معرفت ڪلهوڙن ورتو. سنه 1168هه (سنه 1755ع) ۾ احمد شاهه دورانيءَ وٽ ديوان گدومل ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ڀاران وڃي سندس منظوري ورتي. بادشاهه تڏهن نوشهري ۾ لٿل هو. سگهوئي پوءِ انهيءَ سال ۾ ميان وفات ڪئي ۽ سندس پٽ محمد مرادياب خان گاديءَ تي ويٺو. سنه 1171هه (سنه 1758ع) ۾ ميان محمد عطر خان جي گاديءَ تي ويهڻ کان پوءِ سندس ڀاءُ احمد يار خان نوشهري ۾ وڃي رهيو ۽ محمد مرادياب خان به آيو ۽ سڀئي ڀائن جي وچ ۾ ناسازي ٿيڻ لڳي. سنه 1172هه (سنه 1758ع) ۾ ميان غلام شاهه ۽ عطر خان پاڻ ۾ صلح ڪيو ۽ ملڪ ورهايائون. نوشهري وارو ڀاڱو عطر خان کي مليو سو اتي اچي

رهڻ لڳو پر سگهوئي وري عطر خان ۽ احمد يار خان جو پاڻ ۾ تڪرار لڳو. تنهن تي ميان غلام شاه ڪاهي آيو ۽ عطر خان نوشهرو ڇڏي اتي ڀڄو ۽ ميان غلام شاه اُهو ملڪ بہ پنهنجي هٿ ڪيو. سنہ 1196هہ ) سنہ 1782ع) ۾ هالاڻيءَ جي جنگ ۾ مير فتح علي خان ڪلهوڙن کان سنڌ کٽي پهرين نوشهري ۾ آيو. سنہ 1249هہ (سنہ 1843ع) ۾ جڏهن سرچارلس نيپئر حيدرآباد تي ڪاهي ٿي آيو تڏهن نوشهري وٽ هن کي ڪرنل آؤٽرام وچي گڏيو جنهن کي ميرن ڪاهہ ڪري حيدرآباد مان ڀڄايو هو. انهيءَ هنڌ تي مير نصير خان ۽ ٻين جا وڪيل بہ وٽس آيا، پر پوءِ ڳالهين ۾ نہ ٺهيا ۽ سرچارلس ڪاهي حيدرآباد آيو ۽ مياڻيءَ جي جنگ ڪري سنڌ فتح ڪيائين.

## نيرون ڪوٽ (هاڻي حيدرآباد)

جڏهن هندن جو راءِ گهراڻو سنڌ جي حڪومت تي هو تڏهن نيرون، ديبل، لوهاڻا، لاکا ۽ سما، اهي سڀ ڳوٺ برهمن آباد جي حاڪم جي هٿ هيٺ هوندا هئا. سنہ 92هہ (سنہ 710ع) ۾ جڏهن سرانديب جي راجا جا موڪليل تحفا ديبل وٽ چورائجي ويا ۽ حجاج جي لکڻ تي راجا ڏاهر چورن جي هٿ ڪرڻ کان انڪار ڪيو تڏهن حجاج بزيل کي موڪليو جو سمنڊ جي رستي سنڌ ۾ آيو ۽ نيرون ۾ اچي منزل ڪيائين، جتي هارون ٽن هزارن عربن جي مدد آڻي ڏنيس، جنهن سان بزيل ديبل تي ڪاهيو پر ڏاهر جي پٽ جيسيئہ جي هٿان شڪست کاڌائين ۽ مارجي ويو. انهيءَ وقت نيرون جو حاڪم هڪڙو سمني هو. انهيءَ ڏپ کان حجاج کان خط لکي معافي گهري، جا هن ڏني، پر پوءِ سگهوئي محمد قاسم ثقفيءَ کي سنڌ وٺڻ لاءِ موڪليائين. سنہ 93هہ (سنہ 711ع) ۾ جڏهن محمد قاسم ديبل ورتو تڏهن ديبل جو حاڪم ڀڄي نيرون ۾ ويو جتي جيسيئہ هو. ڏاهر جي حڪم سان هو سمنيءَ کي نيرون ۾ ڇڏي پاڻ برهمن آباد جو قلعو وڃي قابو ڪيائين. محمد قاسم ديبل وٺڻ کان پوءِ ڪلون ڪٽائي نيرون ڪوٽ تي آڻي بيهاريون، پر سمني اچي پيش پيو ۽ نذرانا بہ آندائين. محمد قاسم قلعو ورتو ۽ پنهنجو

نائب اتي رکيائين ۽ ٻڌ جي مندر جي جاءِ تي هڪڙي مسجد ٺهرايائين ۽ امام مقرر ڪيائين ۽ پوءِ سيوستان ڏي روانو ٿيو. اتي جو ڪم لاهي وري بہ حجاج جي حڪم پهچڻ تي هو نيرون ۾ اچي رهي پيو ۽ سمني سنڌس خدمت ۾ رهيو جنهن کي خلعت ۽ آبرو ڏنائين ۽ وري بہ حاڪم ڪري نيرون ۾ رکيائينس. انهيءَ لاءِ تہ عربن جي لشڪر کي سامان موجود ڪري ڏئي. برهمڻ آباد جي وٺڻ کان پوءِ محمد قاسم انهيءَ هنڌ حيدرآباد جو شهر ٻڌو. انهيءَ کان پوءِ جو تاريخي احوال حيدرآباد هيٺ ڏنو ويو آهي.

## هالاڻي

سنہ 1196هہ (سنہ 1782ع) ۾ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي دغا ڪري مير عبدالله ۽ فتح خان کي مارائي ڇڏيو. تنهن تي بلوچن مير فتح علي خان کي پنهنجو سردار ٺهرائي ميان عبدالنبيءَ تي ڪاهيو. پهرين پنهنجا ٻار ٻچا سڀ دين ڳڙهہ ۾ رکيائون. پوءِ پاڻ يعني مير فتح علي خان ۽ سندس ڀاءُ مير غلام علي خان ۽ مير فتح خان جا پٽ الهيار ۽ ٺارو ۽ مير سهراب خان ۽ مرزو فقير، جو پڻ ميرن سان گڏ مارايو ويو هو. تنهنجو پٽ باغو فقير. ڇهن هزارن بلوچن سان نڪتا. مير سهراب ونگ جي پاسي ويو تہ ننڍو ۽ ٻيا کي بلوچ مدد لاءِ وٺي اچي. هيءَ ٻڌي عبدالنبي وڙهڻ لاءِ سنيري آيو. محمد حسن کهاوڙ سندس سپہ سالار هو. بلاول ولد راجو ليکي ۽ غلام حسن ولد الهہ بخش جهنجهڻ ۽ تاجو سامتيو ڏڳاڻو جتوئي ۽ پيروز ڪليري ۽ پيروز ٽالپر، اهي سڀ پنهنجا لشڪر وٺي آيا هئا. نهمردي يا نومڙيا ۽ کوسا ۽ پنهنجا بہ ساڻن هئا. جن جا سردار اسحاق خان ۽ سردار خان هئا. مڙيئي ٽيهن هزارن کان گهٽ ماڻهو هئا. ميان انهي لشڪر سان هالاڻيءَ ۾ آيو. جو شهر دين ڳڙهہ کان ۽ مير جي منزل کان ٽي ڪوهہ هو. مير فتح علي خان مير صوبدار جي مدد پهچڻ کان اڳي لاچار ميان کي سامهون ٿيڻ لاءِ نڪتو. بندوقون ۽ ڪمانون ۽ تراريون جنگ ۾ ڪم آنداڻون. جنگ هلندي مير سهراب خان بہ ٽي هزار ٻيا بلوچي وٺي آيو. پهرين ميان جي لشڪر مان محمد حسن کهاوڙ ماريو جنهن

کي مير فتح علي خان ڌڪ هنيو. سگهوئي سندس پاءُ باقر به ماريو. مير سهراب وري تاجي ليکي ۽ سندس پاءُ الهداد کي ماريو ۽ سامتين جي لشڪر کي پڄايو. سگهوئي عبدالنبي لشڪر سوڌو پڳو ۽ ٻيڙيءَ تي هڪڙيءَ ڏنڊ مان لنگهي پار وڃي تڪرن ڏي پڄي ويو. اها فتح ڪٽي مير نوشهري آيو. تاجو ۽ ٻيا سردار جي ڪلهوڙن جي طرفان ٿي وڙهيا، سي هينئر پشيمان ٿي مير وٽ آيا. جنهن هنن کي گهڻو مان ڏنو. انهيءَ جنگ جي سال جي تاريخ ابجد جي رستي "فتح علي" لفظ جي ٻيٽي ڪرڻ سان ٿي نڪري.

## هاله ڪنڊي (هالا)

اٺين هجري صديءَ جي وچ ڌاري سمن جي راڄ جي شروعات ۾ جڏهن سنگهار سمو سنڌن سردار هو، تڏهن هن ملڪ وڌايو ۽ ڪڇ کان وٺي هاله ڪنڊيءَ تائين ملڪ پنهنجي قبضي ۾ آندائين. سنه 908هه (سنه 1502ع) ڌاري جڏهن مرزا شاه حسن چار فيروز سان چاچڪان وٽ وڙهي هن کي پڄايو تڏهن ٺٽي ۽ تغلق آباد مان ٿي هاله ڪنڊيءَ آيو ۽ اتان ٻکري ڏي ويو. سنه 968هه (سنه 1589ع) ۾ اڪبر بادشاه جي حڪم سان نواب خان خانان مرزا جاني بيگ سان وڙهڻ لاءِ آيو. سيوهڻ وٽ ٻنهي جي جنگ لڳي ۽ مرزا شڪست کاڌي. جنگ تي اچڻ کان اڳي خان خانان کي ڊپ هو ۽ فتح جي اميد ڪانه هيس. ڪن ماڻهن جي صلاح تي هو هاله ڪنڊيءَ آيو جتي مخدوم نوح تازو وفات ڪئي هئي. مرزا جاني توڙي خان خانان کي انهيءَ جي معذرت ڪرڻي هئي. پر فقيرن چيو ته ٻنهي مان جيڪو پهرين اتي ويندو ۽ معذرت ڪري دعا گهرندو سو فتحياب ٿيندو. ٻنهيءَ انهيءَ پاسي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي، پر خان خانان پهرين اتي پهتو ۽ نيٺ فتح به ڪيائين. سنه 1197هه (سنه 1782ع) ۾ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي مير بجار خان حيدرآباد مان سڌائي گاديءَ تي وهاريو. جڏهن هو هاله ڪنڊيءَ ۾ آيو تڏهن مير وڃي گڏيس ۽ ٻيا سردار به اتي آيا. پوءِ سڀ مخدوم نوح جي درگاه تي ويا ۽ اتي ميان کي پڳ ٻڌايائون ۽ اتان خدا آباد وٺي وڃي ميان محمد سرفراز جي جاءِ تي ويهاريائون.

سنه 1201هه (سنه 1612ع) ۾ مرزا غازي بيگ جي مرڻ کان ٿورو اڳي خسرو خان چرڪس جي زور ونڻ تي مرزا جي حڪم سان هندو خان وجي هن کي گرفتار ڪيو ۽ ٻارن ٻچن سميت قيد ڪري هاله ڪنڊيءَ وٺي آيس ۽ اتان پوءِ قنڌار وٺي ويس. سنه 1259هه (سنه 1843ع) ۾ جڏهن سرچالس نيپئر ميرن سان وڙهڻ جو ارادو ڪيو تڏهن نوشهري ڪان هلي پهرين هالن ۾ منزل ڪيائين، پوءِ 17 تاريخ محرم جي جمعي جي ڏينهن يعني 17 تاريخ فيبروريءَ جي اتان نڪتو ۽ ڦليليءَ تي مياڻيءَ وٽ ميرن سان وڙهيو ۽ جنگ کٽيائين ۽ پوءِ حيدرآباد جو قلعو ورتائين.

باب چوڏهون

# سنڌ جون قديم قومون جن مان ڪن سنڌ جي حڪومت ڪئي

تاريخ مان معلوم ٿو ٿئي تہ قديم وقت کان جيڪي سنڌ جون قومون اڄا تائين هليون اچن، سي يا تہ عربن جي فتح کان اڳي يا پوءِ هندن جي خاندانن ۽ ڪٽنبن جو اولاد آهن. جن مان ڪي مسلمان ٿيا ۽ ڪي اڄا تائين هندو رهندا آيا آهن يا تہ عربن جي فتح کان پوءِ عربن جو اولاد آهن، پوءِ ڪي نج ڪي گاڏڙ يعني عربن ۽ سنڌين جو گڏ. سنہ 607هہ (سنہ 1210ع) ۾ جڏهن سلطان آرام شاه ولد قطب الدين ايبڪ جي ڏينهن ۾ هندستان ورهائجي چار ڀاڱا ٿيو ۽ سنڌ ۽ ملتان وارو حصو ناصرالدين قباچہ کي مليو تڏهن انهيءَ سنڌ ۾ مڙيئي ست هندو راجا هئا، جي ملتان کي ڍل ڀريندا هئا، اُهي هي هئا:

1. راڻو ڀنر سهتو راڻوڻ درٻيلي ۾.
2. راڻو سِنير ولد ڏماچ ڪوريجو سمو روپاهہ ۾.
3. جيسر ولد جج ماڇي سؤلنگي، ماٽڪناري ۾.
4. وکيہ ولد پنهون چنو سيويءَ ۾.
5. چنو ولد ڏيتو چنو ڀاڳناڙيءَ ۾.
6. جيو ولد درياهہ جهم يا هيمہ ڪوٽ ۾.
7. جسودن آگره، ڀنيور يا برهمن آباد ۾.

جڏهن سنہ 417هہ (سنہ 1026ع) ۾ سلطان محمود غزنويءَ جي حڪم سان سندس وزير عبدالرزاق سنڌ تي ڪاهي آيو تڏهن بني عباس ۽ بني اُميہ جي عربن جا ارڙهن مکيہ خاندان يا قبيلا هئا، جن مان پوءِ ٻيا خاندان ۽ قبيلا ڦٽي نڪتا. اُهي هي آهن:

(1) ثقفي، جنهن مان خود حجاج ۽ محمد قاسم هئا. بکر ۽ الور ۽ روهڙيءَ جا قاضي سڀ گهڻو ڪري موسيٰ بن يعقوب ثقفيءَ جو اولاد آهن. عربي چچ نامي جو مصنف قاضي اسماعيل بن علي بہ ثقفي هو ۽ مٿيون موسيٰ هن جو ڏهٽو هو ۽ محمد قاسم انهيءَ کي الور جو پهريون قاضي مقرر ڪيو هو. (2) تميمي يا بني تميم، جن جي اولاد کي هاڻي ٿهيم ٿا سڏين. (3) بني مغيره مان هاٽوڪا موريا ماڻهو آهن. شايد مورو بہ انهن ماڻهن جو هو. (4) عباسي يا بني عباس، جن مان ڪلهوڙا ۽ ڪي ٻيون قومون نڪتيون. (5، 6، 7) صديقي، فاروقي ۽ عثماني، جن جو اولاد بہ انهن نالن سان سنڌ ۾ گهڻو آهي، جي ٽنهين وڏن خليفن جو اولاد آهن. (8) پنوهر يا پنوهار، حارث جو اولاد آهن. (9) منگي مٿين تميمين جي هڪڙي شاخ آهن. (10) جبر بہ اصل عرب جي طائي قبيلي مان آهن، جن مان هالائيءَ جو مشهور شيخ طائي هو. (11) اسديہ يا بني اسد قبيلي مان فتح پور وارو شيخ تراب ۽ ٻيا ڪي آهن. (12) بني عُتبہ مان بہ فتح پور وارو قاضي برهان ۽ ٻيا نڪتل آهن. (13) بنوالي صوفي، جن مان ريل جا درويش پيدا ٿيا. (14) بني حاڪم، جن جو اولاد باجار ۽ جهانگار آهن. (15) بني جريميہ جي انصاري هئا ۽ انهن مان سيوهڻ وارا سپيا ۽ ٻيا آهن. (16) انصاري، جن جو اولاد پڻ اڄا انصاري ۽ شيخ سڏبا آهن. (17 ۽ 18) جت ۽ بلوچ يا بلوچ يا ٻروچ، جي هارون مڪراني عرب جو اولاد آهن. هي هارون محمد بن ابان جو پٽ هو جو محمد قاسم جي وقت ۾ مڪران جو حاڪم هو ۽ اتي مئو. هو عبدالمطلب جي اولاد مان هو جو حضرت صلعم جن جو چاچو هو ۽ حمزه جو سؤٽ هو. انهيءَ محمد کي ست زالون هيون ۽ انهن مان هن کي پنجاه پٽ ٿيا. پهرين زال حميره نالي مان هن کي ست پٽ هئا، جن مان ننڍي جو نالو جلال هو. پيءُ جي مرڻ کان پوءِ اگرچہ ملڪ وراهجي مليو هون، تہ بہ پائن جي وچ ۾ تڪرار ٿيو ۽ جلال جي اولاد کي سنڌ ۽ ڪڇ ڏي ڀڄائي ڪڍيائون، جتي هنن مان بيشمار قومون پيدا ٿيون. انهن کان سواءِ ۽ سيني کان مٿي تہ عربن جي فتح کان پوءِ سيد يا نبيءَ جو اولاد ٿيو ۽ انهيءَ جون گهڻيون ئي شاخون حسني، حسيني ۽ علوي وغيره ملڪن ۾ پکڙي پيون ۽ سنڌ ۾ بہ اچي نڪتيون.

گاڏڙن عربن مان لوڌا يا لوليا يا لودي قوم جا ماڻهو آهن، جي لوڌه جو

اولاد آهن ۽ اُهي حضرت سليمان بن داؤد جي هڪڙيءَ ٻانهيءَ جو اولاد آهن، جو ڪنهن جِن مان ڄاوڻ ۾ ٿو اچي، جيئن بلوچن جي نسبت ۾ به ڄاوڻ ۾ ٿو اچي ته عبدالرحيم جو اولاد آهن، جو امير حمزه جو پٽ هو ۽ هڪڙي پريءَ مان ٿيو هو جڏهن هو امير بلوچستان ڏاري گهمڻ آيو هو.

انهن کان پوءِ سنڌ جون وڏيون قومون سومرا ۽ سما آهن. سومرا اصل عرب هئا، جي سامره ۾ رهندا هئا ۽ هجري چوٿين صديءَ يا عيسوي ڏهين صديءَ ڏاري خليفي مامون بن هارون الرشيد عباسيءَ جي زماني ۾ بني تميم سان گڏ سنڌ ۾ آيا. انهن جو زور سنڌ ۾ پنج سؤ ورهيه هليو ۽ پوءِ سمن زور ورتو. سنه 720هه (سنه 1320ع) ۾ جڏهن غازي ملڪ سنڌ ۽ ملتان مان لشڪر وٺي دهليءَ ۾ وڃي پوئين غزنوي بادشاهه خسرو خان کي تخت تان لاهي پاڻ غياث الدين تغلق جو نالو وٺي بادشاهه ٿيو، تڏهن سومرن جو راڄ ٿرڙي ۽ ساموئي ڏاري رهندو هو ۽ سندن سردار جو نالو سومرو هو ۽ انهيءَ گڙٻڙ ۾ خود مختيار حاڪم ٿيو ۽ اتي جي هڪڙي وڏي زميندار جي ڌيءَ ساد نالي سان شادي ڪيائين، جنهن مان ڀونگر نالي پٽ ڄائس، جنهن جو پٽ وري دودو هو. انهيءَ طرح پوءِ سومرن جا حاڪم ٿيندا آيا، جن جو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو.

سما وري سام بن عمر بن هاشم ابولهب جو اولاد هئا ۽ ابولهب حضرت صلعم جن جو چاچو هو، جو سندن برخلاف هو ۽ ڪي وري سام بن عمر بن عڪرمه بن ابوجهل جو اولاد ٿا چون، جو پڻ حضرت صلعم جن جو چاچو هو ۽ سندن برخلاف هو. ڪي وري انهن کي سام بن نوح نبيءَ جو اولاد ٿا چون. انهيءَ سام کي چار پٽ هئا: ٻُڌ، سنگا، همهر ۽ پاگرت. ٻُڌ کي سورهن پٽ هئا، جن جا نالا باده، سوره، سته ۽ ٻيا هئا، جن کي اڪثر رائوڙ ٿا چون. ٻين پٽن جو به گهڻو اولاد ٿيو جن جي نالن ڏيڻ جو ضرور ڪونهي، مگر انهن جي نالن مان سمن جون جدا جدا شاخون نڪتيون ۽ انهيءَ جي نالن پنيان ٿيون سڏجن، جيئن ته پڙهار، ڪؤريجه، ناهيه، چارڙا، ڀٽي، اوڍر، لاڪير، لاکا، اُڏا ۽ اڏيجا، مهر، ساند، مناهيه، سميجا، لنجار، ڏاهر، ڪورائي، راڏڻ، ڪاڪي پوٽا، هگورجا، هالا، هالي پوٽا، ساهڙ نهريا، جکرا، ڪاههه پلي، سوڍر اوٺا، ابڙا، ابڙيجا، رڪن.

سنڌ جي سمن جو وڏو ڏاڏو ڄام جوڻو هو، جو لاکه ولد ڪاههه جو

پٽ هو. انهيءَ کي پنج پٽ هئا: ڪوريہ، تاجيہ، ابڙہ، بلوچ ۽ بابينہ. انهن مان فقط پونئين بابينہ جي اولاد کي حڪومت ڪرڻ جو وجهہ مليو. انهيءَ بابينہ جو پٽ اُنڙ سنہ 752هہ (سنہ 1351ع) ۾ جام جي لقب سان سنڌ ۾ سمن جو سردار ۽ حاڪم ٿيو ۽ زور وٺي سيوهڻ تي ڪاهيائين. جتي دهليءَ جي بادشاهہ جي پاران تڏهن ملڪ رتن ترڪ حاڪم هو. لڙائيءَ ۾ پهرين سمن شڪست کاڌي، پر پوءِ سگهوئي اتفاق سان ملڪ رتن گهوڙي تان ڪري پيو ۽ هڪڙي سمي ڌڪ هڻي سسي لاهي رکيس. پوءِ هنن سيوهڻ جو ڪوٽ وٺي وڌو. انهيءَ طرح سمن جو راڄ شروع ٿيو ۽ جيڪي انهن مان حاڪم ٿيا ۽ جيڪي ڪيائون، تنهن جو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو.

سمن کان پوءِ سنڌ جا حاڪم ارغون ٿيا. ارغون مغل هئا ۽ چنگيز خان جي اولاد مان هئا. ارغون خان اباقا آن ولد هلاڪو خان جو پٽ هو ۽ هلاڪو چنگيز خان جو پوٽو هو جي ٻئي مشهور خونخوار بادشاہ ٿي گذريا آهن. تيمور ۽ بابر بہ انهيءَ ڪٽنب مان هئا. ارغون خان مسلمان ٿيو ۽ ڪي ٻيا بہ. انهيءَ جي اولاد مان امير ذوالنون ولد مير حسن بصري يا مصري هو جو هرات ۽ سمرقند ۾ گهڻي بهادريءَ سان رهيو هو ۽ قنڌار ۽ هرات ۽ غور جو حاڪم ٿيو ۽ شال ۽ مستنگ ۾ رهندو هو. سنہ 910هہ (سنہ 1504ع) ڌاري جڏهن بابر بادشاهہ سمرقند ۽ ڪابل جي پاسي آيو، تڏهن ذوالنون مري ويو ۽ سندس پٽ مرزا شاہ بيگ سندس جاءِ تي حاڪم ٿيو. پوءِ جو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو.

ارغونن کان پوءِ ترخان سنڌ جا حاڪم ٿيا. امير تيمور ارڙهن ورهين جي عمر ۾ هڪڙي ڏينهن شڪار تي ويو هو. اڪيلو هو. ڪن جهنگ جي ٻنگين کان اچي لنگهيو تن چور سمجهي ڪٽي ٻڌس، پر جڏهن خبر پين تہ بادشاهزادو آهي، تڏهن سندس ڏاڍي خدمت چاڪري ڪيائون. چوٽيهن ورهين جي عمر ۾ جڏهن هو بادشاهہ ٿيو تڏهن انهن ماڻهن کي هن هر طرح نوازيو ۽ پاڻ وٽ خاص لشڪر ۾ رکيائين ۽ ٻي سڀ ڏيل ۽ تڪليف کان معافي ڏنائين ۽ ترخان جو لقب ڏنائين، جنهن جي معنيٰ تاتاري ٻوليءَ ۾ آهي نوڪريءَ کان معافي مليل. جڏهن ترخان پوءِ اڪثر بهادريءَ ۽ خونريزي جهڙا ڪم ڪرڻ لڳا، تڏهن ماڻهو چوڻ لڳا تہ هي ترخان نہ آهن، پر ترخُون

آهن، يعني رت سان پريل آهن ۽ جي ڪنهن جنگ ۾ ٿا وڃن تہ رت سان پرجي ٿا اچن. انهن ترخانن مان مکيہ هو مرزا عبدالعالي، جنهن جو پٽ مرزا عيسيٰ ترخان هو. اُهو مرزا شاه بيگ ارغون جو سنگتي هو ۽ انهيءَ جي پٽ مرزا شاه حسن جي وقت ۾ ملتان مان نٽي جي پاسي اچي امير امرانيءَ سان وڙهڻ ۾ ۽ هن کي مارڻ ۾ ڏاڍي بهادري ۽ همت ڏيکاري هئائين. مرزا شاه حسن جي مرڻ کان پوءِ سيني ارغونن ۽ ترخانن چونڊي مرزا عيسيٰ کي گاديءَ تي ويهاريو. پوءِ جو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو.

ترخانن کان پوءِ دهليءَ جي بادشاهن جا نائب يا نواب آيا، جن جو احوال مٿي خلاصي باب ۾ ڏنو ويو آهي. انهن کان پوءِ عباسي ڪلهوڙا آيا. انهن جي اصل جو اشارو هن باب جي شروع ۾ بہ ڏنو ويو آهي. هو عباس جو اولاد آهن، جو حضرت جن جو چاچو هو ۽ سندن طرفدار هو. انهيءَ جي وڏي جو نالو اوڏاڻو نالي هو جو ڪيچ مڪران ۾ رهندو هو ۽ نيڪ انسان ۽ درويش وضع جو ماڻهو هو. انهن اوڏاڻن جي اولاد مان ڪي پاڻ ۾ تڪرار ڪري نڪري ڪنيات ۾ وڃي اُڏيجن ماڻهن ۾ رهڻ لڳا ۽ انهن مان مکيہ ماڻهو چينہ نالي هو جو اتي هڪڙي زميندار جي ڌيءَ پرڻيو جنهن مان محمد نالي پٽ ڄائس. غزنوي ۽ غوري بادشاهن جي نائبن جي وقت ۾ اهو چينہ ڪن راڻن جي مدد سان ملتان ۾ آيو ۽ اتي جي حاڪمن جو خاص ملازم ٿيو ۽ سگهوئي پنهنجي قوم جو پريو مڙس ٿيو ۽ چار سڏائڻ لڳو. هو جدا جدا قومن مان پارهن زالون پرڻيو جن مان ارڙهن پٽ ٿيس، جن مان گهڻو ئي اولاد ٿي پيو. انهيءَ چينہ جي هڪڙي پوٽي جو نالو داؤد هو جنهن جو اولاد داؤدپوٽا آهن، ۽ ٻئي جو نالو لاشار هو جنهن جو اولاد لاشاري ٿيا. چار چينہ لوهريءَ جي پرڳڻي جي پرالوءَ جي ويجهو چين ٻيلي ۾ رهندو هو ۽ پوءِ ڪنيات ويندي سانگره جي ڪنڌيءَ تي مئو ۽ اتي دفن ڪيو ويو. مير چاڪر بلوچ ۽ آري دادني چنو سندس سؤٽ آهي. چينہ جي مرڻ کان پوءِ نائين پهڙهي ميان آدم شاه ڪلهوڙو ٿيو جو چانڊڪي تعلقي ۾ هنڙيءَ جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. جڏهن اڪبر بادشاه جي ڏينهن ۾ خان خانان سنڌ ۾ آيو ۽ هو ميان آدم شاه وٽ آيو تڏهن هن چانڊڪي جي زمينداريہ جا اڳي چانڊين جي هٿي، سا

آدم شاه کي ڏني. پوءِ ميان ملتان ويو جتي گهڻا مريد ٿيڻ لڳس. تنهنڪري ملتان جي حاڪم هن کي مارائي ڇڏيو ۽ سندس لاش بکر ۾ رکيائون. جنهن کي آدم شاه جي ٽڪري چوندا آهن. انهيءَ کان پوءِ سندس پٽ الياس گاديءَ تي ويٺو ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ ميان شاهل محمد ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ ميان نصير محمد ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ ميان دين محمد ۽ پوءِ انهيءَ جو پٽ ميان يار محمد. جو خدا يار خان جي خطاب سان دهليءَ جي بادشاه جي پاران سنڌ جو نواب ٿيو. انهيءَ کان پوءِ جو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو.

ڪلهوڙن کان پوءِ سنڌ جا حاڪم ٽالپر بلوچ ٿيا. ٽالپرن جو وڏو هوتڪ خان هو جو ڪکي خان ولد شاهي خان جو پٽ هو. هوتڪ خان جا ست پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو ماڻڪ خان هو جو ماڻڪاڻي ميرن جو ڏاڏو هو جي ميرپورخاص ۾ رهندا آهن. هوتڪ خان جو پٽ مير شهداد خان ٽالپر هو جنهن جا پٽ مير چاڪر خان ۽ مير بهرام خان هئا. مير چاڪر خان جو اولاد خيرپور وارا مير آهن ۽ مير بهرام جو اولاد حيدرآباد وارا مير آهن. مٿئين شاهي خان جو چاچو ٽالو خان هو جنهن مان انهيءَ خاندان کي ٽالپر جو نالو مليو. مير شهداد خان ولد هوتڪ جي قبر شاهپور جي ويجهو آهي، جنهن هنڌ کي قبا شهداد ٽا چون. انهيءَ قبر تي تاريخ 2 رجب سنه 1147هه (سنه 1734ع) لکيل آهي. مير شهداد جي پاءِ فتح عليءَ خان جي قبر تي 7 صفر سنه 1151هه لکيل آهي ۽ انهيءَ جي نالي پٺيان فقير جو لفظ لکيل آهي. هو ڪلهوڙن جا مريد هئا. جن کي هميشه فقير سڏيندا هئا. مير بهرام خان ولد مير شهداد خان مٿئين جا پٽ هئا مير بجار ۽ مير صوبدار ۽ مير محمود. جن مان مير صوبدار جا پٽ هئا، مير فتح علي خان، مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان، جي چارئي سنڌ جي گاديءَ تي ويٺا. مير چاڪر خان ولد مير شهداد خان جو هڪڙو پٽ هو مير سهراب خان، جنهن جا پٽ هئا مير رستم خان ۽ مير علي مراد خان، جي ٻئي خيرپور جي گاديءَ تي ويٺا ۽ ٻيا پٽ به هئس.

انهن ميرن ٽالپرن جو وڌيڪ احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو.

باب پندرهون:

# قديم سنڌ جون ڪي قومون ۽ مذهبي فرقا

## (الف بي وار)

### افغان يا پٺاڻ

افغان بني اسرائيل جي اولاد مان آهن ۽ اسرائيل جي بادشاهه شاول جي نسل مان آهن. حقيقت ڪري پٺاڻ اُهي آهن، جي سليمان جبل جي دامن سان ويٺل آهن، ٻيا افغان آهن. افغانن جون شاخون هي آهن: (1) دوراني يا ابدالي، جن مان احمد شاهه ابدالي هو. (2) غلزائي، جي ٻين کان زور وارا هئا ۽ ڪابل کان جلال آباد تائين رهن ٿا. خلجي ۽ ترڪ به انهن مان آهن. (3) يوسف زائي، جي پشاور ضلعي ۾ ٿا رهن. (4) ڪاڪڙ جي بلوچستان جي وٽ سان آهن. پٺاڻ جي افغان نه آهن، سي تاجيڪ ۽ قزلباش ۽ هزارا ۽ هندڪي ۽ بلوچي آهن. سنه1720ع ڌاري غلزائي افغانن ايران تي ڪاهه ڪري اصفهان ورتو. ڏهن ورهين کان پوءِ نادر بادشاهه شاهه طهماسب کي لاهي پاڻ بادشاهه ٿيو. انهيءَ پاڻ وٽ گهڻا افغان لشڪر ۾ رکيا، جن جو سردار احمد شاهه دراني هو. سنه 1747ع ۾ جڏهين نادر شاهه مارجي ويو، تڏهين احمد شاهه بادشاهه ٿيو ۽ پوءِ سندس پٽ تيمور شاهه. پوءِ جو احوال تاريخ مان معلوم ٿيندو.

### انڍڙ

اصل هندو هئا، پوءِ مسلمان ٿيا ۽ هاري ۽ ڌنار ٿي رهيا. مسلمان ٿيڻ وقت جن پنهنجا جٽيا لاهي ڇڏيا، سي پير موسيٰ نواب جي درگاهه تي رکيل آهن، جي بهاول پور جي رياست ۾ آهي. هي ماڻهو اڪثر گهوٽڪي، سکر ۽ شڪارپور تعلقن ۾ رهن ٿا.

### اوڏ

اصل مارواڙ جا هندو ماڻهو آهن ۽ انهيءَ پاسي جي گڏيل ٻولي ڳالهائيندا آهن. اڪثر مسلمانن جهڙي شڪل اٿن ۽ ڪپڙا به اهڙا ڍڪيندا آهن. ڍڳيون اڏيندا آهن. سندن پير رام ديو آهي. اُنهن جا به گهڻا فرقا آهن:

رائوڙ پرمار، پٽي، چوهان وغيره.

## برفت يا بلفت

لس ٻيلي جا ماڻهو آهن ۽ پنوهرن ۽ جوکين ۽ نومڙين سان ڳنڍيل آهن. اِنهن جو ذڪر مٿي آيل آهي.

## بروهي يا برامئي

هيءَ بلوچستان جا ماڻهو آهن، جي مٿي جبلن تي ويٺل آهن ۽ هيٺ ويٺلن کي بلوچي ٿا چون. افغانن وانگي هي بہ بني اسرائيل يا يهودين جو اولاد آهن. مڪران جا بروهي اڪثر گرد آهن. هو مذهب جا سني آهن. بروهين جا ٽي پاڳا آهن: هڪڙا احمد زائي، جن مان قلات جا خان آهن، ٻيا سهراوان ۽ ٽيان جهلوان.

## برهمن يا ٻانڀڻ

هندن ۾ هيءَ وڏي قوم آهي، جيئن مسلمانن ۾ سيد آهن. قديم وقت کان هو هلندا آيا آهن. چچ بہ برهمن هو ۽ برهمن آباد بہ برهمنن جو ملڪ هو. سنڌ ۾ اڪثر سرسوت ۽ پشڪرنا ۽ شريمالي برهمن آهن. ٻيهرين جون ٻارهن شاخون يا ٻاونجاهہ شاخون آهن. پشڪرنن کي پوڪرنا بہ چوندا آهن. انهن ۾ ڪي گجر ۽ ڪي ولبچاري بہ آهن. ڪي گهٽ درجي وارا بہ آهن، جن کي ڇنڇر يا ساوٽي چوندا آهن.

## بُڙدي يا بليدي

بلوچن جي هڪڙي قوم آهي، جا زينديِ خان ولد مير عالي ولد هرين جو اولاد آهن ۽ هرين سيني بلوچن جو وڏو ڏاڏو آهي. جنهن پرڳڻي ۾ هيءَ رهندا آهن، انهيءَ کي بڙدڪا چوندا آهن. زيندي خان کي بہ پٽ هئا: هڪڙو سندر ۽ ٻيو حاجي. پهرئين جو اولاد سندراڻي آهي ۽ ٻئي جو حاجيجا. سندراڻي ٻروچن جون ٻاويہ شاخون آهن، جيئن تہ سندراڻي، بجاراڻي، گبول، گولا، جاگيراڻي وغيره؛ ۽ حاجيجن جون بہ شاخون آهن، جيئن تہ حاجيجا، عمراڻي، لوهاڻي، مغيري، ڏاهاڻي. هيءَ بلوچ بلوچستان ۽ سرحد سنڌ جي ضلعي ۾ گهڻا آهن.

## بُگٽي

بلوچن جي هڪڙي قوم آهي، جا سرحد سنڌ جي ويجهو بلوچستان

جي جبلن ۾ ٿي رهي. انهيءَ جون گهڻيون شاخون آهن. جيئن ته مُندراڻي، مشوري، چاڪراڻي، جسڪاڻي وغيره. هنن جو سردار ديري بيرڪ ۾ ٿو رهي.

## بلوچ يا بروچ

هيءَ لفظ اصل ۾ بدلوچ چوڻ ۾ ٿو اچي. بد هڪڙي جن جو نالو هو ۽ لوچ هڪڙيءَ زال جو نالو هو جا پانهي هئي. انهيءَ جي اولاد کي بلوچ ٿا چون. اصل اُهي حلب شهر جا وينل هئا. جي بغداد مان لنگهي پهرين ڪرمان ۾ آيا ۽ پوءِ مڪران ۾. سنه 680ع ڌاري بني اُميه خليفي يزيد بن معاويه هنن کي اُتان هڪالي ڪڍيو. هي به پاڻ کي امير حمزه جو اولاد ٿا سڏائين. هنن جو وڏو ڏاڏو هرين نالي هو جو ڪيچ مڪران ۾ رهندو هو. هن کي ٻه پٽ هئا جلال خان مير عالي ۽ نوس. جلال خان کي وري چار پٽ هئا ۽ هڪڙي ڌيءَ: رند، لاشاري، هوت ۽ ڪورائي ۽ سندس ڌيءَ جو نالو جتو هو. انهن مان بلوچن جون جدا جدا قومون پيدا ٿيون. رند قوم جون ڪي مکيه شاخون هي آهن: رند، ڊومبڪي، جکراڻي، لغاري، کوسا، جمالي، بزدار، چاڪراڻي وغيره. لاشار جي اولاد جون يعني لاشارين جون گهڻيون شاخون آهن جيئن ته گوراڻي پوتاڻي، ڪلواڻي وغيره. هوت جو اولاد چانديا آهن. جي هوت جي ٻن پٽن حاجي ۽ حسين جو اولاد آهن ۽ هر هڪ جون شاخون آهن جيئن ته غيباڻي، گهُراماڻي، بهراڻي قنبراڻي، سندراڻي وغيره. ڪورائيءَ جو اولاد ڪورائي بلوچ سڏبا آهن. جن جون به شاخون آهن جيئن ته ڪورائي، پتافي، بداڻي، دستي، جلال خان جي ڌيءَ جو اولاد آهن جتوئي. اُها پنهنجي سوٽ مراد خان سان پرڻي، جو نوس بن هرين جو پٽ هو. انهن بلوچن جون شاخون هيءَ آهن: جتوئي، ٻلا، ترٽ، شمر، ڪوش، کروش، زنگيجا. مير عالي ولد هرين جا به پٽ هئا: هڪڙو زيندي خان ۽ ٻيو مراد خان. زيندي خان کي به پٽ هئا: هڪڙو سندر ۽ ٻيو حاجي. اُنهن جي اولاد کي بلدي يا بليدي يا بڙدي چوندا آهن ۽ انهن جون به گهڻيون شاخون آهن. جيئن ته سندراڻي حاجي جا، بجاراڻي وغيره. مراد خان کي اولاد ڪونه هو. اهو پنهنجي سوٽ جتو سان پرڻيو جنهن جو اولاد جتوئي ٿيا. جيئن مٿي چيو ويو. مٿين بلوچن جي مکيه شاخن جو احوال ڏار انهن نالن هيٺ ڏبو. بلوچن کي شمر ۾ مرمچي به چوندا آهن.

## بورا يا بوهرا

هيءَ اسماعيلي شيعا آهن ۽ داؤدي شيعا سڏبا آهن. انهن کي امام

جعفر الصادق ڇهين امام جي پٽ اسماعيل کان نالو مليو. هو ٻين باقي امامن کي نہ مڃيندا آهن. يارهين عيسوي صديءَ ۾ هڪڙو اسماعيلي عالم ۽ واعظ کنڀات ۾ آيو ۽ اتي گجرات ۽ کنڀات جي برهمڻن ۽ ٻين هندن کي مسلمان ڪري پنهنجي مذهب تي آندائين. سنہ 1588ع ڌاري جڏهين مصر جا فاطمي خليفا نڪري ويا، جن سان هنن جو واسطو هو تڏهين گجرات جي بوهرن عرب جي اسماعيلين سان واسطو ڇني هتي پنهنجو بزرگ يا مُلاّ داؤد نالي مقرر ڪيو جنهن جي نالي جي پٺيان سڏبا اچن. هنن جون رسمون اڪثر ٻين اثنا عشري شيعن جهڙيون آهن. حج ۽ ڪربلا جي زيارت ڪن، عاشورا ڪن، شيعن وانگي هٿ ڇوڙي نماز پڙهن، زڪواة ڏين. جمعي جي نماز جماعت ۾ نہ پڙهندا آهن. چڱا واپاري آهن. سنڌ ۾ اڳي ڪين هئا، پر ميرن جي حڪومت جي پڇاڙيءَ ۾ ۽ انگريز سرڪار جي صاحبيءَ جي شروعات ۾ سنڌ ۾ آيا

## بيراڳي

هيءَ هندو فقيرن جي هڪڙي قوم آهي. اُهي دنيا کان تارڪ رهندا آهن. انهن جا ٻہ فرقا آهن: هڪڙا بنديءَ جي شادي نہ ڪندا آهن. هو وشنو ديوتا جي پوڄا ڪندا آهن ۽ اڪثر ٻن تي گذاريندا آهن ۽ گهمندا وتندا آهن.

## ٻڌ

ٻڌ ڌرم جا ماڻهو قديم وقت کان يعني حضرت عيسيٰ کان ٻہ ٽي سؤ ورهيہ اڳي هندستان ۽ چين ۽ تاتار ۾ هئا. انهيءَ ڌرم جا ماڻهو قديم سنڌ ۾ بہ هوندا هئا، ۽ انهن جا مندر بہ هئا، جيئن چچنامي مان معلوم ٿوٿئي. عربن جي فتح ڌاري يعني عيسوي ستين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ برهمڻن جو ڌرم بہ وري زور وٺڻ لڳو ۽ برهمڻن جي حڪومت بہ هند ۽ سنڌ ۾ هئي. چچ پاڻ برهمڻ هو. ٻڌ وارن ڏينهن جا ٿلهہ ۽ نشان اڃا ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

## ڀاٽيا

هيءَ اصل ڀٽي راجپوت آهن ۽ ياڏو فرقي جا آهن جن مان جيسلمير جا راجا هئا. هو ويشنو آهن ۽ ولڀچاري فرقي جا آهن. سنڌ ۾ اڪثر واپار ڪندا آهن. ٺٽي جي پاسي گهڻا آهن. گهڻا منجهانئن نوڪريون بہ ڪندا آهن.

**پَٽ**

هيءَ گاڏڙ هندو آهن يعني هنن جي وڏي ڏاڏي جو پيءُ کتري ۽ ماءُ ويش هئي. هو اڪثر ڳائيندا آهن ۽ خيرات تي گذران ڪندا آهن. ماس به کائن ۽ شراب به پيئن، پر مارواڙي پَٽ اُهي نہ کائيندا آهن.

**ڀيل**

هيءَ اصل مارواڙ جا آهن. جي سنڌ ۾ خاص ٿر جي پاسي اچي رهڻ لڳا. اهي اصل چوري ڪندڙ هئا ۽ هاڻي پوک ۽ نوڪري ۾ پورهيو بہ ڪن. ديويءَ جا پوڄارا آهن. هو مئلن کي پوريندا آهن ۽ هر قسم جو ماس حرام يا حلال کائيندا آهن. پنهنجا پاڻ ۾ شاديون ڪندا آهن.

**ڀٽافي**

هيءَ ڪورائي بلوچن جي هڪڙي شاخ آهي ۽ هو اڪثر بهاولپور رياست ۾ رهندا آهن. هنن جو ڏاڏو ڪورائي هو جو جلال خان ولد هرين جو پٽ هو. دستي ۽ ڀٽائي بہ انهيءَ شاخ جون ڦريون آهن. سنڌ ۾ مير پور ماٿيلي ۽ اُباوڙي جي پاسي رهندا آهن.

**پنوهر يا پنوهار**

عربن جي نسل مان آهن، جي سنڌن فتح کان پوءِ سنڌ ۾ رهجي ويا. اُهي حارث جو اولاد آهن. هنن جو هڪڙو سردار مير پنوهار نالي سنہ 1108ھ (سنہ 1696ع) ڌاري ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ بکر جي حاڪم کان لشڪر وٺي آيو جنهن جو سپہ سالار سيويءَ جو حاڪم مرزا خان پني هو ۽ ميان نصير محمد سان وڙهيو جو هن اُتي اچي نالو ڪڍيو ۽ مريد گڏ ڪيا هئائين. پر پوءِ صلح ٿيو ۽ ميان کي اورنگزيب بادشاھ ڏي ڏياري موڪليائون، جنهن بند رکيس، پر پوءِ سگهوئي ڇڏي نڪتو ۽ وري اچي پنوهرن جي ملڪ ۾ ڪاريءَ جو شهر ٻڌي انهيءَ ۾ رهيو ۽ هنڙيءَ جو ڳوٺ پنهنجن مريدن ۽ فقيرن کي ڏنائين. سنہ 1113ھ (سنہ 1706ع) ڌاري ميان نصير محمد جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽ ميان دين محمد سان وري لڙائي ڪيائون پر نيٺ هن انهن کي جيتي پنهنجي زيردست ڪيو. اُنهن مان گهٽا پوءِ نڪري شڪارپور ۾ اچي رهيا، جو سندن

خاص شهر هو. پر ميان يار محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ ڪلهوڙا اُتي بہ اچي نڪتا ۽ اُتي پنهنجو شهر خدا آباد بڏائون ۽ اتان آسپاس ملڪ ۾ پکيڙڻ لڳا. پنوهر برفتين ۽ جوکين سان بہ ڳنڍيل آهن.

### جت

هيءَ نج سنڌي قوم آهي ۽ قديم سنڌ ۾ بہ هوندي هئي. پهرين ڪڇي ۾ هئا، اُتان ذڪرڻ ڏي آيا. جاتيءَ جو تعلقو خاص سندن هو ۽ نالو بہ انهي قوم کان پيس. هو اصل کان اُٺ رکندا ۽ پاليندا چاريندا آيا آهن. جهنگلي ماڻهو هئڻ ڪري هو سنڌيءَ ۾ سڏبا بہ جَٺ آهن. هيءَ جت بلوچن وانگي هارون مڪرانيءَ جو اولاد سڏبا آهن، جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو.

### جتوئي

هي بلوچ مائي جتو جو اولاد آهن، جا جلال خان ولد هرين جي ڌيءَ هئي ۽ پنهنجي سؤٽ مراد خان ولد نوس سان پرڻي. انهيءَ جا گهڻا فرقا آهن، جيئن تہ جتوئي، ٻُلا، ترٽ، شَر، ڪروش ۽ زنگيجا. اهي اڪثر روهڙي پاڳي ۾ رهندا آهن ۽ حيدرآباد ضلعي ۾ بہ آهن.

### جکراڻي

هيءَ جکري جو اولاد آهن، جو مير چاڪر خان جي نسل مان هو. ڪن جو چوڻ آهي تہ جکرو ابڙو يعني سمو هو جو مير چاڪر سان گڏ رهيو ۽ پاڻ کي بلوچ سڏائڻ لڳو. هنن بلوچن جون آٺ شاخون آهن، جيئن تہ شمواني، موجاڻي، سناڻي، ملڪاڻي وغيره. دريا خان جکراڻي مشهور زبردست چور ٿي گذريو جنهن سر چارلس نيپئر کي ڏاڍي تڪليف ڏني. نيٺ هن معافي ڏنيس ۽ جاگير مليس. پر وري فساد ڪيائين ۽ دهليءَ واري غدر ۾ شامل هئڻ ڪري گرفتار ٿي عدن ڏي روانو ڪيو ويو جتي مري ويو.

### جمالي

هيءَ رند بلوچن جي هڪڙي شاخ آهن ۽ اڪثر سرحد سنڌ شهدادپور تعلقہ ۾ رهندا آهن ۽ لاڙڪاڻي ۽ ڪراچي ضلعي ۾ بہ آهن. انهن جون گهڻيون ئي شاخون آهن، جيئن تہ شيرخاناڻي، رمداڻي، لهراڻي، ڇلگري،

## جوکيا

هيءَ قوم سمن مان اچي ٿي ۽ راجپوت نسل جي آهي ۽ مڪران مان سنڌ ۾ آئي. نومڙين سان ڳنڍيل آهي. هي ماڻهو لاڙ ۾ اچي رهيا ۽ ٻن سون ورهين تائين چوري ۽ ڦرمار تي گذارياٿون. انهن مان هڪڙي شخص بجار جوکئي کي ميان غلام شاه ڪلهوڙي جاگير ڏني، جو هن ڌاراجه جي راجا کي وڃي ماريو جنهن تڪليف تي ڏني. پوءِ هنن ماڻهن ملير جي ڏکڻ ڏي حب ندي ۽ گهاري جي وچ ۾ زور ورتو. اوائل جي ڏينهن ۾ جيڪو واپار جو مال ڪراچيءَ مان نئي ڏي ويندو هو تنهن تي سرڪار هنن کي ساليانو ساڍا ڇه هزار ڏيندي هئي. اهي جوکيا ۽ نومڙيا ٻئي ٻڌل هئا ته جيڪي قافلا ڪراچيءَ کان سيوهڻ ڏي ويندا هئا، تن جي حفاظت ڪندا هئا. سيوهڻ جا پنوهر ۽ لس ٻيلي جا برفت انهن سان ڳنڍيل آهن.

## جوڳي

هيءَ هندو فقيرن جي هڪڙي قوم آهي، جي فقير جوڳ پڇائيندا آهن، يعني رياضتون ڪيندا آهن. اصل سنسڪرت لفظ يوگي آهي. اهي پننندا آهن. اڪثر هوشادي نه ڪندا آهن: جي ڪندا آهن ته پنهنجا پاڻ ۾. هنن مان ڪي ڪنن جي پاپڙين ۾ ٽنگ ڪري شيشي يا ڪنهن ڪاٺي يا ڪنهن ڌاتوءَ جا ٽلما چلا ڍڪيندا آهن ۽ گيڙوءَ رتا ڪپڙا ڪندا آهن. هو شِوَ جا پوڄاري آهن ۽ سندن مرشد گورکناٿ آهي، جو پندرهين عيسوي صديءَ ۾ ٿي گذريو. جيڪي مرندا آهن، تن کي وهاري مٿان يا هيٺيان ڪنڌ رکي دفن ڪندا آهن. مسلمان جوڳي به آهن، جي اڪثر مُرليون وڄائيندا آهن ۽ نانگ وٺندا ۽ کمائيندا آهن ۽ منڊ هڻندا آهن. اهي گوگهي چوهاڻ جا مريد سڏائيندا آهن.

## جين

هن ڌرم جا هندو ماڻهو ٻُڌ ڌرم وارن جهڙا آهن. جانور يا جيت، بلڪ نانگ، بلائون، وڇون وغيره نه ماريندا آهن: ڪي ته وات تي به ڪپڙو وجهي گهمندا آهن ته متان ڪو جيت وات ۾ گهڙي وڃي. اصل ڪڇ يا مارواڙ جي پاسي هئا، اُتان سنڌ ۾ آيا ۽ ٿرپارڪر جي پاسي آهن.

## ڄنيا يا ڄاڻيا يا ڄنيا

ڪلالن وانگي هندو آهن، جي مارواڙ مان سنڌ ۾ آيا. شِوَ جا پوڄاري آهن ۽ رام ديو جا مريد آهن. هو ڪلن رڱڻ جو ڪم ڪندا آهن. مٽلن ڪي ساڙيندا آهن. حيدرآباد ۾ گهڻا آهن. قديم وقت ۾ ڪين هئا، انگريز سرڪار جي حڪومت ۾ سنڌ ۾ آيا.

## چاچڙ

اصل هندو هئا، جي پوءِ مسلمان ٿيا ۽ سمن ۾ داخل آهن. اڪثر سرحد سنڌ ۽ سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ رهندا آهن. ڪڙمت ۽ مال پالڻ جو ڪم ڪندا آهن.

## چارڻ

ڀٽن وانگي هيءُ بہ ڳائڻ وارا هندو فقير آهن ۽ راجپوت انهن ڪي مانُ ڏيندا آهن. اڪثر ٿرپارڪر ضلعي ۾ آهن پنڻ تي گذران ڪندا آهن، پر ڪي زمين بہ پوکين ۽ مال بہ چارين. هو مٽلن ڪي ساڙيندا آهن ۽ ٻارن ڪي پوريندا آهن. پوشاڪ مارواڙين جهڙي اٿن. ماس ۽ شراب ڪم آڻيندا آهن.

## چانڊيا

هيءُ بلوچ قوم جا آهن ۽ هوت جو اولاد آهن، جو جلال خان ولد هرين جو پٽ هو. هوت ڪي ٻہ پٽ هئا: حاجي ۽ حسين. انهيءَ جون هيءُ شاخون آهن- حاجيءَ جو اولاد: غيباڻي، گهراماڻي، مرزاڻي، سمالاڻي ۽ چولياڻي؛ ۽ حسين جو اولاد: مناڻي، مصرياڻي، ٻهراڻي، قنبراڻي، منداڻي ۽ سندراڻي. هو چانڊڪي پرڳڻي ۾ رهندا هئا، يعني شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي جي پاسي. غيبي ديرو انهيءَ جو مکيہ شهر آهي، جو غيبي خان ولد ولي محمد جي پنيان سڏبو آهي. انهيءَ ڪي وڏي جاگير مليل آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ گهٽن هنڌن تي هو جنگين ۾ شامل ٿيا آهن. خاص منگسين سان هنن جو مدامي جهيڙو هو. جنهنڪري چانڊيا مگسي سنڌيءَ ۾ پهاڪو ٿي ويو آهي.

## خواجا يا کوجا

هو اصل هندو لوهاڻا هئا، جي پوءِ پندرهين عيسوي صديءَ ۾ مسلمان ٿيا ۽ اسماعيلي شيعا فرقي ۾ آيا، جنهن فرقي ۾ بورا بہ آيا. سنہ 1430ع ۾ پير

صدرالدين نصيري فرقي جو ۽ اسماعيلي شيعن مان، سنڌ ۽ گجرات ۾ آيو ۽ مريد ڪرڻ لڳو. برهمڻن پنڊ تن جي مدد سان هن مذهب کي هندو رنگ ڏنو جنهنڪري گهڻا لوهاڻا سندس مريد ٿيا ۽ انهن کي هن خواجن جو نالو ڏنو. انهيءَ فرقي جو باني حسن صباح هو جو تاريخ ۾ مشهور ٿي گذريو آهي. هو پنهنجي امام جو وڏو داعي يا مشنري هو ۽ انهن امامن جي اولاد مان آغا حسن علي هو جنهن کي آغا خان ٿا چون. اُهو سنہ 1842ع ۾ ايران مان سنڌ ۾ آيو ۽ خواجن جو پير ٿيو. انهيءَ مذهب موجب هندن جي ديوتا وشنوءَ جا نَو اوتار شمار ڪري ڏهون اوتار حضرت عليءَ کي ڳڻيندا آهن. هو شيعا آهن ۽ پهريان ڇه امام مڃيندا آهن ۽ پوءِ چوٿيه ٻيا امام شمار ڪري اچي آغا خان تي بيهندا آهن. جو سندن هاڻوڪو امام آهي. قرآن ۽ نماز نہ پڙهندا آهن. پير صدرالدين جي جوڙيل پوٿي پڙهندا آهن. هو ڏاڙهي ڪوڙائيندا آهن ۽ مُڇيون وڏيون رکائيندا آهن. ورثو شريعت موجب نہ ونڊندا آهن، پر هندو قاعدي موجب ورهائيندا آهن. خواجن جا ٻہ فرقا آهن: هڪڙا پڙائي، جي محرم ۾ پِڙُ ڪندا آهن ۽ ٻين شيعن سان شامل آهن ۽ جي آغا خان جي برخلاف آهن ۽ گهڻا انهيءَ جي حڪم مان نڪتل آهن. ۽ ٻيا پنجي ڀائي، جي آغا خان جي فرمان هيٺ آهن ۽ انهيءَ کي زڪواة ڏيندا آهن. اُهي ڏينهن ۾ ٽي ڀيرا نماز پڙهندا آهن يا عبادت ڪندا آهن، پر مسلمانڪي ۽ هندڪي گڏيل ٻوليءَ ۾. انهن جي بزرگ کي مکي سڏيندا آهن ۽ سندن عالمن کي ڀگت. هنن وٽ مسجد ڪانهي ـ مسجدن جي بدران جماعت خانا اٿن. اهي ٻئي فرقا پاڻ ۾ شاديون ڪندا آهن. طهور ننڍي هوندي ڪندا آهن. پڙائي شيعا ڏاڙهي رکائيندا آهن ۽ ٻين اثنا عشري شيعن يا اماميہ مذهب وانگي نماز ۽ قرآن پڙهندا آهن، مگر ورثو اجا بہ هندو ڌرم موجب وراهيندا آهن. اُنهن جو قبرستان بہ ڌار آهي، جو ٻيا هنن جي مخالف آهن.

## داد پوٽا يا داؤد پوٽا

مٿي عباسي ڪلهوڙن جو ذڪر ڪندي چيو ويو تہ هي ماڻهو چام چينہ جي هڪڙي پوٽي داؤد نالي جو اولاد آهن. هي پاڻ کي اصل عباسي خليفن جي اولاد امير احمد جي نسل مان ٿا ڄاڻن، جو مڪران مان سنڌ ۾ آيو. انهيءَ ۽ انهيءَ جي پٽ نٽي جي هندو حاڪمن جون ڌيون پرڻيون ۽ اُتي

حاڪم ٿي رهيا، پر پوءِ برهمڻ آباد جي هندو راجا اُنهن کي هڪالي درياهه لنگهائي ڇڏيو ۽ هو وڃي سيوهڻ جي ويجهو ويٺا. ڄام چينه کي اڪبر بادشاهه کان جاگير مليل هئي. پوءِ هن کي پنهنجي ياٽئي ڪلهوڙي سان وڙهڻو پيو. آخر بيزار ٿي اُتر ڏي ويو ۽ وڃي زمينداري ڪم کي لڳو. ٻيا ڪي چوَن ٿا ته داؤد پوٽا اصل ڪوري هئا ۽ سندن ڏاڏو داؤد ٻن سون ورهين جي عمر جو هو. داؤد جي ائين پيڙهي بهادر خان اورنگزيب بادشاهه جي ڏينهن ۾ بکر جي حاڪم وٽ نالو ڪيو ۽ لکي ۽ خانپور جاگير ۾ مليس. اتي هڪڙو وڏو ٻيلو هو جتي شڪار ڪندو هو. انهيءَ وقت ڏاري شير خان مهَر پنهنجي قوم جو لشڪر وٺي اُباوڙي مان اچي لکي ۽ آسپاس هٿ ڪري ويهي رهيو. بهادر خان هن سان جنگ ڪئي ۽ هن کي ڀڄائي لکي ڦري شڪارپور جو شهر ٻڌائين ۽ شڪارگاه هئڻ ڪري اهو نالو ڏنائينس. اها ڳالهه سنه 1026هه (سنه 1617ع) ۾ ٿي. پوءِ جو احوال سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندو.

## درياهه پنٿي

هيءَ هندن جو ڌرمي فرقو آهي، جنهن جا ماڻهو پنجاب ۽ اُتر هندستان ۾ آهن، پر سنڌ ۾ به آهن. اُهي درياهه جا پوڄاري آهن. سنڌ ۾ انهن جون به پاڪ جايون آهن: هڪڙو زنده پير يا خواجه خضر جو ٿان، روهڙي ۽ بکر جي وچ تي، ۽ ٻيو اُڏيرو لال جهيجن جي ڳوٺ ۾، جنهن کي مسلمان شيخ طاهر چوندا آهن. انهيءَ جو احوال مٿي ڏنو ويو آهي.

## ڏاريجا

هيءَ اصل هندو هئا، جي پوءِ مسلمان ٿيا.

## ڊومبڪي

هيءَ بلوچن جي هڪڙي قوم آهي. ڊومب هڪڙي نيَ جو نالو آهي، جنهن هنڌ هو رهندا هئا. ڪن جو چوڻ آهي ته سندن سردار مير چاڪر خان ڊوم زال يا لنگهي پرڻي هئي، تنهن مان جيڪو اولاد ٿيو تنهن کي ڊومبڪي چوڻ لڳا. هيءَ قوم رندن جي هڪڙي شاخ آهي. ڊومبڪين جون به گهٽيون شاخون يا ڦريون آهن، جيئن ته ميروئي، وزيراڻي، محمداڻي، برهماڻي، ٽلاڻي، ڊيناري، گرگيج، لنڊ وغيره.

## ڊيڊ

هي گهٽ درجي جا هندو آهن ۽ اصل گجرات ۽ راجپوتانا ۾ رهندا هئا. ڏڪار جي ڏينهن ۾ اتان لنگهي سنڌ ۾ آيا ۽ ٿرپارڪر ۾ رهيا. اُهي مئلن جانورن جون کلون لاهيندا آهن ۽ انهن مان جتيون بہ جوڙيندا آهن. هو ديويءَ جا پوڄارا آهن.

## ذڪري

هيءُ هڪڙو مذهبي فرقو آهي، جنهن کي داعي بہ سڏيندا آهن. اهي اصل مڪراني آهن ۽ مسلمان چوائن ٿا، مگر حضرت محمدصہ کي نٿا مڃين ۽ چون ٿا تہ انهيءَ جي جاءِ تي مهدي آيو ۽ پنهنجي پير رحمت يا دوست محمد نالي کي اُهي مهدي ٿا ڄاڻن. اُهي قرآن پڙهندا آهن. انهيءَ سنڌن پير پنهنجي قبر جي ويجهو هڪڙي وڻ جي پاڙ مان هڪڙو نئون ڪتاب ڪڍيو. هاڻي اهي ماڻهو مڪي جي بدران اتي زيارت لاءِ ويندا آهن. هو نماز نہ پڙهن ۽ روزو نہ رکن. فقط جمعي جي ڏينهن ويهي ذڪر ڪندا آهن، جو مسلماني ذڪر کان ٻيءَ طرح جو آهي. ڪراچيءَ جي مڪرانين مان ڪي انهيءَ فرقي جا آهن.

## راجپوت

هنن مان ٿرپارڪر جا سوڍا آهن، جي اُڄين مان سنہ 1226ع ڌاري آيا. سنڌن سردار سرمار سوڍو هو، جنهن عمرڪوٽ اچي ورتو ۽ پاڻ کي راڻو سڏائي حاڪم ٿي ويهي رهيو. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وقت ۾ بہ اُهي زور وارا هئا. انهن ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن کي پنهنجيون ڌيون ڏنيون، جيئن انهن راجپوتن دهليءَ جي پاسي مغل بادشاهن اڪبر ۽ ٻين کي ڏنيون. هو هندو آهن، پر مسلمانن جهڙي شڪل ۽ پوشاڪ اٿن. شِوَ جي پوڄا ڪندا آهن ۽ ٽڪر جوڙيندا آهن. راٺوڙ بہ سوڍن وانگي راجپوت آهن. هو زميننداري ڪندا آهن.

## رند

هي بلوچ رند جو اولاد آهن، جو جلال خان ولد هرين جو وڏو پٽ هو. هنن جو ڏاڏو مير چاڪر خان هو جو اچي پهرين بلوچستان ۾ رهيو ۽ پوءِ پنجاب ڏي ويو ۽ سنگهري ۾ وڃي رهيو جتي هو مئو. انهيءَ جي اولاد مان رند، بومبڪي، جڪراڻي لغاري، کوسا، جمالي ۽ ڪي ٻيون قومون آهن. رندن جون هيٺيون مکيہ

شاخون آهن: جلالاڻي چاڪراڻي ميروزائي شاهيجا، ارڏي، بزدار وغيره. هيءُ ماڻهو لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور جي پاسي گهڻا آهن ۽ حيدرآباد جي پاسي به آهن.

## زردشتي

هيءُ مذهبي فرقو آهي. هن مذهب وارن کي پارسي سڏيندا آهن، جن جو نبي زردشت هو. اُهي باهه جي پوڄا ڪري آتش پرست به سڏبا آهن ۽ پارسيءَ ۾ انهيءَ کي گبر چون. سج جي به پوڄا ڪندا آهن ۽ سمنڊ جي به. پهرين نوساري ۽ سورت جي پاسي ايران مان آيا ۽ بمبئي ۽ گجرات ۾ پکڙي پيا. وڏن وڏن شهرن ۾ انهن جا مندر آهن، جتي هميشه باهه پيئي برندي آهي ۽ ان باهه جي هنڌ کي اگياري چوندا آهن. انهن جي پادرين يا عالمن کي دستور چوندا آهن. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۽ سکر ۾ به آهن. اهي تونگر ۽ واپاري ماڻهو آهن. انگريزن جي اچڻ وقت انهن سان گڏ سنڌ ۾ به آيا.

## سرائي

سِري يا اتر سنڌ جا ماڻهو يا پنجاب کان آيل جي سرائڪي يا پنجابي ٻولي ڳالهائن. ڪلهوڙا به سرائي سڏبا آهن، جو اُهي سرائڪي ڳالهائيندا هئا. ٽالپر ۽ ٻيا ڪي بلوچ به سرائڪي ڳالهائيندا هئا.

## سنڌي

هيءُ ڪا قوم يا ڪو فرقو ناهي. جيڪي سنڌ جا نج سنڌي ماڻهو آهن ۽ ٻاهران آيل ناهن، تن کي سنڌي چوندا آهن. گهڻو ڪري سما ۽ سومرا ۽ جت، جي ڪنهن وڏي شاخ ۾ داخل ٿيل ناهن، سي سنڌي سڏبا آهن، يعني ته اهي بلوچ يا بروهي، يا پٺاڻ يا عرب وغيره ناهن.

## سني

مسلمانن ۾ سنت جماعت وارا، جي حضرت جن کان پوءِ چئن خليفن کي مڃيندا آهن ۽ شيعن جي برخلاف آهن. سُنين جا چار امام آهن: ابو حنيفه، شافعي، مالڪ ۽ حنبل. سنڌ جا سني اڪثر حنفي مذهب جا آهن. سيدن مان به ڪي سُني ڪي شيعا آهن. هن ڪتاب ۾ جدا جدا شهرن جا سيد، جيڪي سُني آهن يا شيعا آهن، سي بروقت ڏنا ويا آهن. سنين ۽ شيعن جو ڪهڙين ڳالهين بابت اختلاف آهي، سي مذهبي ڪتابن ۾ ڏنل آهن.

## سنياسي

هندو فقير جي دنيا کي ترڪ ڪن ۽ پنهنجون نفساني خواهشون مارين. اهي شِوَ جا پوڄاري آهن. اڳي فقط برهمڻ چوٿين منزل ۾ سنياسي ٿيندا هئا. هاڻي ڪوبہ ٿي سگهي ٿو. اُهي اڪثر پيلا يا گيڙوَرتل ڪپڙا ڍڪيندا آهن. اُهي شادي نہ ڪندا آهن. ڪي زالون بہ سنياسي ٿينديون آهن. ماس يا شراب ڪم ۾ نہ آڻين ليڪن ڀنگ گهٽي پيئن. اڪثر ڀِڻ تي گذران ڪندا آهن.

## سوچي

هندو موچي، جي اڪثر مارواڙ جا آهن، تن کي سوچي سڏيندا آهن. جُتيون، زينون ۽ ٻيون چم جون شيون ٺاهيندا آهن. مسلمانن جتين جوڙڻ وارن يا ٻين چم جي ڪم ڪندڙن کي موچي يا سراز سڏيندا آهن. مارواڙي مينگهواڙ ۽ ڍيڍ بہ اهو ڪم ڪندا آهن.

## سوڍا

راجپوت آهن، جي ٿرپارڪر جي پاسي رهندا آهن. انهيءَ جا سردار راڻا سڏبا آهن. جڏهين هنن جو وڏو پارمار سوڍو سنہ 1226ع ۾ اُجين مان نڪري عمرڪوٽ تي ڪاهي آيو تڏهين سومرا سنڌ جي گاديءَ تي هئا. سنہ 1542ع ۾ همايون بہ عمرڪوٽ ۾ هڪڙي راڻي وٽ اچي پناهہ ورتي هئي. سنہ 1859ع ۾ سوڍن فساد ڪيو هو جنهن ڪري انگريز سرڪار فساد بند ڪرائي سوڍن جي سردار يا راڻي کي چوڏهن ورهيہ قيد ڏنو ۽ سندس وزير کي ڏهہ ورهيہ.

## سومرا

اصل راجپوت هئا، جي پوءِ مسلمان ٿيا. هو ائين عيسوي صديءَ کان چوڏهين صديءَ تائين سنڌ جا حاڪم ٿيا ۽ انهن کان پوءِ سما آيا. انهن جي اصل بابت مٿي سمن سان گڏ ذڪر آيو آهي، اُتي ڏسجي.

## سونارا

هيءَ سون جي ڪم ڪرڻ وارا آهن ۽ اهي مسلمان بہ آهن ۽ هندو بہ. سنڌي بہ آهن، ۽ ڪڇي بہ آهن ۽ مارواڙي بہ آهن. هندو سونارا ديويءَ جا پوڄاري آهن. اُ هي مٺلن کي پوريندا آهن. اهڙيون ڪاسبي قومون سنڌ ۾ ٻيون بہ گهٽيون آهن، جي هندو بہ آهن ۽ مسلمان بہ، جيئن سؤتار يا واڍا ۽

ڪنڀار ۽ لوهار ۽ مالهي وغيره.

### سيد

حضرت ﷺ جن جي نياڻيءَ بي بي فاطمتہ الزهرا ۽ جناب مولا عليءَ جي اولاد کي سادات يا اهليبت سڏيندا آهن. اُهي حسني يا حسيني آهن. جڏهين چنگيز خاني مغلن وچ هندستان ۾ ظلم ڀاري ڏنو هو تڏهين گهڻا سيد پڇي سنڌ ۾ آيا ۽ سيوهڻ ۽ ٻکر ۽ ٺٽي ۾ ويهي ويا. ايران ۽ ٻين پاسن کان ٻہ گهڻا آيا. انهن جو احوال جدا جدا شهرن ۾ ڏنو ويو آهي. سيد لفظ جي معنيٰ آهي سردار ۽ اهو حضرت جن جو لقب آهي، جو سندس اولاد کي ڏنو ويو آهي.

### شڪاري

جيئن هندستان جي پاسي ڀيل ۽ ڍيڍ آهن، تيئن سنڌ ۾ شڪاري آهن. اهي جهنگ جو شڪار ڪندا ۽ ڪرائيندا هئا. تنهنڪري شڪاري سڏڻ ۾ آيا. اهي مئل شڪار کائي ويندا آهن. حرام کائڻ ڪري هو پليد سمجهڻ ۾ ايندا آهن. اگرچ مسلمانڪا نالا رکندا آهن. جڏهين حرام کائڻ ڇڏي ڏيندا آهن ۽ سچا مسلمان ٿيندا آهن، تڏهين انهن کي ماڇي سڏيندا آهن. جيئن هندو نئين مسلم کي شيخ چوندا آهن. ڪٿي ڪٿي اهي ڇُهڙا يا ڀنگي بہ هوندا آهن ۽ ٻهاري ڏيندا آهن ۽ ڪاڪوس بہ صاف ڪندا آهن ۽ ڇڄ ڪاريون بہ ڪانن مان ناهيندا آهن.

### شيخ

عربن ۾ شيخ ڪنهن بزرگ يا اولياءَ کي يا پير مرد يا پرڻي مڙس کي چوندا آهن. هند ۽ سنڌ ۾ هندن ۽ ٻين مذهبن وارن کي مسلمان ٿيڻ تي اهو آبرو وارو نالو ڏيندا آهن.

### شيعا

مسلمانن جو فرقو جو سُنت جماعت وارن يا سُنين جي برخلاف آهي، تنهن کي شيعو چوندا آهن. انهيءَ جي اعتقاد موجب نبي صلعم کان پوءِ خلافت جي گاديءَ جو حقدار حضرت علي هو ۽ پوءِ انهيءَ جو اولاد پشت بہ پشت ٻارهن امامن تائين. اُنهيءَ ڪري انهن کي اثنا عشري شيعا يا جعفري شيعا يعني امام جعفر الصادق جا پيروي ڪندڙ يا امامن کي مڃڻ

وارا سڏيندا آهن. اهي هٿ ڇوڙي نماز پڙهندا آهن. سنين ۽ شيعن جي وچ ۾ ٻين گهڻين ڳالهين جو فرق آهي، جو مذهبي ڪتابن مان معلوم ٿيندو.

## صوفي

صوفي يعني تصوف جي اعتقاد ۽ خيال وارا ماڻهو. اصل ايران ۽ عرب کان هند ۾ آيا ۽ پوءِ اتان سنڌ ۾ ۽ ٻين پاسي آيا. سنڌ ۾ صوفين جو خاص مڪان جهوڪ آهي ۽ شاهه عنايت صوفي مرشد هو جنهن کي ميان نور محمد ڪلهوڙي بادشاهه جي حڪم سان مارايو. ٻي گادي روهڙيءَ ۾ سيد جان شاهه واري آهي. ٽر واري ناري ڏي بہ صوفين جو ڳوٺ آهي. انهيءَ طرح سنڌ ۾ گهڻن هنڌن تي صوفي آهن. هندو ۽ مسلمان ٻئي گڏ هڪ مرشد جا مريد آهن. ظاهري ڪري گيڙوان ڪپڙا ڍڪيندا آهن ۽ راڳ ۽ سماع ڪندا آهن. شاهه عبداللطيف ڀٽائي يا سچل فقير يا ٻين ڪيترن ئي سنڌ جي شاعرن کي صوفي شاعر چئي سگهجي ٿو. عام رواجي صوفي فقير اڪثر پننڌا بہ وتن.

## عامل

هندو کتري، جي اصل پنجاب کان آيا ۽ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي ڏينهن ۾ وڏن ملازم رهيا ۽ لکپڙهہ جو ڪم ڪندا هئا ۽ تنهنڪري ديوان ۽ منشي سڏبا هئا. سرڪاري ڪمن ۾ رهڻ ڪري عامل سڏڻ ۾ آيا. هنن مان ديوان گدومل مشهور ٿي گذريو جنهن جو ذڪر مٿي آيو آهي. اڪثر حيدرآبادي عامل آهن، جي پهرين خدا آبادي هئا. سيوهڻ ۾ بہ عامل آهن جن مان گهڻا لالا آهن. ٺٽيءَ ۾ بہ آهن.

## عباسي

يا بني عباس يعني عباس جو اولاد، جو حضرت صلعم جن جو چاچو هو. انهن مان گهڻا خليفا هئا، جي بغداد ۾ حاڪم هئا. انهن جي ڏينهن ۾ يا جڏهين محمد قاسم سنڌ ورتي تنهن کان پوءِ انهيءَ نسل مان ڪي سنڌ ۾ آيا. انهن جو اولاد عباسي ٿيا. اڪثر ڪلهوڙن کي عباسي چوندا آهن ۽ انهن کي سرائي ۽ ميان بہ سڏين ۽ سندن مريدن يا فقيرن کي ميانوال چون.

## علوي

يعني عليءَ جو اولاد حضرت ﷺ جن جي نياٽيءَ مان يعني امام حسن ۽ حسين جو اولاد سادات يا سيد سڏجي ٿو مگر حضرت عليءَ جو

اولاد هين زالن مان علوي سڏجي ٿو. سنڌ ۾ اهي شڪارپور جي پاسي آهن ۽ ڪن ٻين هندن تي ٻـ.

## عمراڻي

بلوچن جي قوم آهي ۽ ٻڙدي قوم جي حاجيجن واري شاخ جي هڪڙي ڦري آهي. ڪوسن جي ٻـ هڪڙي شاخ عمراڻي آهي ۽ ڪوسا رندن مان آهن.

## عيسائي

يعني نصراني يا ڪرستان حضرت عيسيٰ جي اُمت آهن. انگريز ۽ ٻيا يورپين سڀ عيسائي آهن. ديسي ماڻهو هندو يا مسلمان يا گواني يا مدراسي جي عيسائي ٿيا آهن، تن کي ڪرستان سڏيندا آهن. هي انگريزن جي فتح کان پوءِ سنڌ ۾ گهڻا ٿيا، اڳي اتفاق سان ايندا هئا. انگريزن کان اڳي ٻـ ڪي ارمني عيسائي ٺٽي جا رهاڪو هئا. جن کي فرنگي چوندا هئا.

## فقير

هيءَ ڪا خاص قوم ناهي. جي هندو يا مسلمان قومون يا ذاتيون پنڻ تي گذران ڪنديون آهن، تن کي فقير چوندا آهن. صوفي فقير سيني کان متي آهن. ڪدڙا ٻـ فقير سڏبا آهن. هندن ۾ بيراڳي، سنياسي، گوسائين ۽ جوڳي فقير سڏبا آهن. ڪلهوڙن جا مريد ٻـ فقير سڏبا آهن، جن کي ميانوال ٻـ چوندا آهن. گهڻا سيد ٻـ فقير آهن. ڪيهري جي باندر پولڙا نچائيندا آهن ۽ مڱڻهار ۽ سرندائي ۽ ڀٽ ۽ اهڙا ٻيا ماڻهو سڀ فقير سڏبا آهن.

## قريشي

قريش قبيلي جي عربن کي قريشي چوندا آهن. حضرت صلعم جن پاڻ ٻـ قريشي هئا. انهيءَ قبيلي جا ماڻهو عربن جي فتح کان پوءِ سنڌ ۾ آيا، انهن جو اولاد قريشي ٿيا. پر گهڻو ڪري گهٽ ذات وارا يا ٻيا ماڻهو زور ڪري پاڻ کي قريشي سڏائيندا آهن، جيئن گهڻا سيد سڏائيندا آهن. سنڌ جا قريشي اڪثر سُني آهن. سنڌ جا گهڻا پير قريشي آهن.

## ڪراڙ

ٿرپارڪر جي پاسي واڻين يا لوهاڻن کي ڪراڙ سڏيندا آهن؛ مگر حقيقت ڪري اُهي لوهاڻا ناهن، پر مارواڙي آهن. ڪراڙ ويشنو آهن.

## ڪرمتي

ڪرمت مڪران ۾ هڪڙو مڪان آهي، جتان هيءُ ماڻهو آيل ٿا سڏجن ۽ انهيءَ ڪري بلوچن ۾ داخل ٿي سگهن ٿا. جيئن بروهي ۽ مڪراني آهن. پر قرمطي قوم جا ماڻهو مصر جي پاسي بادشاهه ٿي گذريا. جن جو مذهبي فرقو صوفين ۽ اسماعيلي شيعن يعني بوهرن ۽ خواجن وانگي هند ۽ سنڌ ۾ به اچي نڪتو. امڪان آهي تہ ڪرمتي ماڻهو سما يا سومرا هجن. ڇا لاءِ جو گهڻا سومرا ڪرمتي فرقي جا هئا. اهي ڪرمتي، قديم وقت کان ساڪري جي پاسي رهندا هئا ۽ سنڌن سردار. ڪي جاگيرون مليل هيون ۽ اجان بہ اٿن.

## ڪلال

جئين وانگي ڪلال بہ راجپوتانا ۽ ٿَر جي پاسي کان سنڌ ۾ آيا ۽ اُهي ٻيڻن وانگي گهٽ ذات جا شمار ڪيل آهن. جو سنڌن ڏنڌو ڪلن رڳڻ جو آهي. اُنهن جي ٻولي بہ مارواڙيءَ جهڙي آهي.

## ڪلهوڙا

اصل عباسي ۽ داؤد پوٽن جي شاخ مان آهن. اُهي قديم وقت کان سنڌ ۾ فقير يا مرشد يا پير ٿي رهيا ۽ مريد ڪيائون. جن کي فقير سڏيندا هئا ۽ پاڻ ميان سڏبا هئا. مذهب جا شيعا هئا. خصوصاً جي سنڌ جي گاديءَ تي هئا. ۽ سنڌن مريد يعني ٽالپر ۽ ٻيا بہ شيعا هئا. هنن جو احوال مٿئين باب ۾ آيو آهي.

## ڪورائي

ڪورائي جلال خان ولد هرين بلوچ جو پٽ هو. انهيءَ جي اولاد کي ڪورائي چوندا آهن. اُهي بهاولپور ۾ گهڻا آهن ۽ روهڙيءَ جي پاسي ۽ سرحد سنڌ ۾ بہ آهن. انهن جون مکيہ شاخون هي آهن: ڪورائي پٽافي، دستي ۽ ٻداڻي.

## ڪولهي

گجرات جا گهٽ ذات وارا هندو آهن. جي شايد اصل راجپوت هئا. اُهي ڪڇ گجرات کان ٿرپارڪر ۽ حيدرآباد ۾ آيا. جتي پوکون ۽ ٻيو پورهيو ڪندا آهن. هندو ديوتائن جي پوڄا ڪندا آهن. گوشت کائيندا آهن ۽ شراب بہ پيئندا آهن.

## کتري

هندو جي برهمڻ ناهن ۽ کتري آهن. سي اڪثر پنجاب کان سنڌ ۾ آيا ۽ انهن مان گهڻا عامل ۽ لالا سڏائيندا آهن. هالا جي پاسي پنجاب جا کتري گهڻا آهن.

## کتي

هيءَ ڪا قوم ناهي. ڪتڪي ڏنڌي ڪرڻ ڪري کتي سڏبا آهن. هندو بہ آهن ۽ مسلمان بہ آهن. هندو کتي اڪثر لوهاڻا آهن ۽ ٻين ذاتين جا بہ آهن. مسلمانن ۾ کتي ڪپڙن ڏوڏڻ واري کي بہ چون يعني ڏوٻيءَ کي، پر حقيقت ڪري کتي ڪپڙا رڱيندا آهن. نير جو رنگ فقط مسلمان ڪم آڻيندا آهن، نہ هندو، انهن کي نيروتي چوندا آهن. مسلمان کتي اڪثر پاڻ کي سومرا سڏائيندا آهن. ٻٽ جي رڱڻ وارن کي پاٽولي سڏيندا آهن ۽ اهي هندو بہ آهن.

## کدڙا

هي فقير سڏبا آهن ۽ هنن جو فرقو جدا آهي. مڙس آهن، جي مرداني طاقت نہ رکڻ ڪري کدڙا سڏبا آهن ۽ زنانو ويس ڪري ڏاڙهي مچون ڪوڙائي ڳائيندا وڄائيندا آهن ۽ اڪثر تاڙيون وڄائيندا آهن ۽ خيرات وٺندا آهن. گهڻا پاڻ ۾ گڏ رهندا آهن. منجهن هڪڙو وڏو رهندو آهي ۽ ٻيا انهيءَ جي حڪم ۾ رهندا آهن. جتي ڪو کدڙو يا ٻي طاقت جو ڇوڪر يا مڙس ٻڌندا آهن، اتي ويندا آهن ۽ وڃي ڪوشش ڪري انهيءَ کي هٿ ڪري پاڻ سان گڏيندا آهن. جتي رهندا آهن، انهيءَ هنڌ کي مڙهي سڏيندا آهن. هندو کدڙا ٻڪراسر ديوي يا ديول ديويءَ جي پوڄا ڪندا آهن ۽ انهيءَ جي مورت رکي انهيءَ تي سيرو يا حلوو قربانيءَ جي بدران نذرانو ڏيندا آهن. ميرن جي ڏينهن ۾ حيدرآباد منجه ڪي مشهور کدڙا ٿي گذريا، جي تمام دولتمند هئا. انهن جا نالا فضل ۽ گل جان هئا. ناظر بہ کدڙن وانگي آهن، جي اڪثر شيدي يا حبشي هوندا هئا ۽ جن جا خُصيا يا آنورا وڍائي ڪٽ ڪري، پوءِ انهن کي ٻانها ڪري وڪڻندا هئا ۽ اُهي حرمسرائن ۾ ايندا ويندا هئا. مير صاحبن وٽ گهڻا حبشي ناظر هئا.

## کوسا

هيءَ بلوچن جي هڪڙي قوم آهي، جا رندن جي شاخ آهي. کوسا

اڪثر جبل جي وٽ سان ڪوهستان جا رهاڪو آهن. خاص بندويراهه ۾ ڪوٽڙيءَ جي العندي ڏي. انهن جون گهڻيون قومون آهن. جيئن تہ جُماڻي، ڇُتاڻي، دُرياڻي، سهراڻي، جاگيراڻي، شاداڻي وغيره.

## ڪوکر

هيءَ اصل پنجاب جي قوم آهي، جا پوءِ سنڌ ۾ آئي. سنہ 582هہ (سنہ 1186ع) ڌاري جڏهين قطب الدين ايبڪ سنڌ جو حاڪم هو تڏهين ڪي کوکر لاهور مان ڪاهي آيا ۽ قطب الدين جي پٽ شهاب الدين کي ماري وڌائون. وري سنہ 796هہ (سنہ 1393ع) ڌاري محمود شاه ولد ناصرالدين شيخا کوکر سان وڙهڻ لاءِ سارنگ خان کي موڪليو. جنهن لاهور ۾ اچي هن کي شڪست ڏني. سنڌ جا کوکر بہ انهن کوکرن جي اولاد مان آهن.

## کُهاوڙ

هيءَ سرائي آهن ۽ ڪلهوڙن جا مريد هئا. انهن مان گهڻا انهن جا امير ۽ لشڪر جا سپہ سالار هئا، جيئن محمد حسن کهاوڙ جو ميان عبدالنبيءَ جي وقت ۾ سندس پاران مير فتح علي خان سان وڙهيو. کهاوڙ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ گهڻا آهن ۽ منجهانئن گهڻا وڏا زميندار آهن.

## گُرجي

گرجستان يا جارجيا ملڪ جا ماڻهو جي اصل رشيا جي رعيت هئا ۽ پوءِ رشيا ۽ ايران جي جنگ ۾ انهن مان قيد ٿي ايران ۾ ٻين پاسي ويا. اُتان ڪي گرجي ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ ۾ آيا ۽ ميرن وٽ رهيا. انهن مان مکيہ مرزا خسروبيگ هو. جنهن کي مير ڪرم علي خان پٽ وانگي پاليو.انهيءَ جو احوال ڌار ڏنل آهي. اِهي گرجي ٽي ـ چار گهر هئا. جي هاڻي نوڙهي جي ٽنڊي ۾ حيدرآباد شهر جي ويجهو رهندا آهن. اُهي هئا مرزا خسرو بيگ. مرزا فريدون بيگ ۽ مرزا قربان علي بيگ. هڪڙو گهر مرزا يوسف جو ميرن جي قبن تي رهندو هو ۽ هڪڙو گهر مرزا باقربيگ جو مانجهوءَ ۾ رهندو هو. انهن جو اولاد اڃا اتي آهي. اُهي مرزا سڏبا آهن. اصل عيسائي يا ڪرسچن هئا. پوءِ ننڍي هوندي ايران ۾ رهي مسلمان ٿيا.

## گوسائين

هيءَ جوڳين ۽ سنياسين وانگي هندو فقيرن جي قوم آهي. گوسائين اڪثر پنندا آهن ۽ شِوَ جا پوڄاري آهن. پنهنجا پاڻ ۾ پرٽبا آهن ۽ گيڙوءَ رتا ڪپڙا ڍڪيندا آهن. مئلن ڪي ويهاري هيٺان مٽان لوڻ وجهي پوريندا آهن ۽ ڪي درياءَ ۾ به اُڇلائي وجهندا آهن. هو ماس به کائيندا آهن ۽ شراب به پيئندا آهن.

## لاشاري

هيءَ بلوچ قوم لاشار جو اولاد آهي، جو جلال خان ولد هرين جو پٽ هو. اڪثر قلات ۾ رهن ٿا ۽ ڪي سرحد سنڌ ۾ به آهن. هنن جون ست شاخون آهن: چوُڪي، گُوراڻي، دلاور زائي، پُوتاڻي، هادياڻي، ڪلواڻي ۽ گُلڻ زائي.

## لغاري

هيءَ بلوچ قوم، رندن جي شاخ آهي، ۽ رند جلال خان ولد هرين جو وڏو پٽ هو.اهي قلات ۽ سرحد سنڌ ۾ به آهن ۽ حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ به آهن. هنن جا ڪي سردار ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سندن طرفان جنگين ۾ وڙهيا ۽ پوءِ ميرن ٽالپرن جي ڏينهن ۾ به سندن امير هئا.خصوصاً ولي محمد خان، انهن ڪي نواب جو لقب هو ۽ اجا تائين به اهي نواب سڏبا آهن ۽ تاجپور ۾ وينا آهن ۽ جاگيردار آهن.

## لَڪَڻ

هيءَ ماڻهو اصل هندو هئا، ۽ پوءِ مسلمان ٿيا. روهڙيءَ جي پاڱي ۾ گهٽا آهن. آباديءَ جو ۽ مال چارڻ ۽ پالڻ جو ڪم ڪندا آهن.

## لنجار

لاکي سمي جو اولاد آهن، جو رائدن ولد ڪاڪ جو پٽ هو ۽ ڪاڪ سمو ڪاڪ جو حاڪم هو. لنجار ڪوٽڙي پاڳي ۾ آهن. انهن مان شيخ ساهڙ لنجار مشهور اولياءَ ٿي گذريو جو مانجهوءَ جي ويجهو ٽَڪر تي رکيل آهي.

## مَري

بلُوچن جي قوم آهي، جا رندن جي شاخ آهي. سرحد تي مرين جي ٽڪر ۾ رهندا آهن، اُهي سنڌ ۾ گهٽن هنڌن تي آهن. انهن جون هيٺيون

شاخون آهن: لوهاراڻي، اباڻي، گُنگراڻي، بجاراڻي، مهنداڻي وغيره. ٽالپر به مرين جي هڪڙي شاخ آهي.

**مزاري**

هيءَ به رند بلوچن مان آهن. روجهاڻ ۾ رهندا آهن جتي انهن جو سردار رهندو آهي. اهو شهر ديري غازي خان جي ضلعي ۾ آهي. انهن جون به گهڻيون شاخون آهن جيئن ته بلوچاڻي جرڪاڻي سنبلاڻي ڪورڪاني سادواڻي وغيره.

**مغل**

مغل اصل ترڪ ۽ تاتاري هئا، جن کي اڳي منگول به چوندا هئا. دهليءَ جا شهنشاهه انهن مان هئا.جن کي چنگيز خاني يا تيموري يا بابري مغل چوندا آهن. ارغون ۽ ترخان به مغل هئا، جن جو بيان مٿي آيو آهي. انهن جو اولاد به سنڌ ۾ آهي، جو دهليءَ ۽ ٻين پاسن کان سنڌ ۾ آيو ۽ گهڻن هنڌن تي رهي ٿو ۽ اهي اڪثر مرزا سڏائيندا آهن. حيدرآباد ۾ شڪار پور ۾، هالا ۾ ۽ لاڙ ۾ به آهن. اڪثر اُهي شيعا آهن.

**مگسي**

لاشاري بلوچن جي شاخ آهي. بلوچستان جي پاسي جهل ۾ ويٺا آهن. ڪي انهن کي بلوچ نٿا سمجهن، جيئن ڪورائين ۽ عمراڻين ۽ ڪن ٻين کي به نٿا سمجهن.

**مهاڻا**

هنن کي مي ۽ مير بحر به سڏيندا آهن. اڪثر مڇي ماريندا آهن ۽ ٻيڙيون هلائيندا آهن. انهن جون گهڻيون ئي ذاتيون آهن ۽ اڪثر گهٽ ذات وارا سمجهيل آهن. گهڻا سکر ماڻهو انهيءَ قوم جي زالن کي پاڻ وٽ سُريتون ڪري رکندا آهن. سنڌ جي حاڪم ڄام تماچيءَ وٽ به اهڙي هڪڙي گندري ذات جي مهاڻي هئي.

**مَهَرَ**

هيءَ ماڻهو اصل هندو هئا ۽ پوءِ مسلمان ٿيا. هو شڪارپور ۽ سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ رهن ٿا. مهرن ۽ ڌهرن ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ فساد ڪيا ۽ سترهين عيسوي صديءَ ۾ دائود پوٽن سان به وڙهيا، پر اُنهن هنن کي ماري

مات ڪيو. انهن مان گهڻا زميندار آهن.

### ميمڻ

هيءَ بہ اصل هندو لوهاڻا هئا، جي پوءِ مسلمان ٿيا. پندرهين عيسوي صديءَ ۾ سيد يوسف الدين قادري بغداد مان ٺٽي آيو ۽ انهيءَ جا هُو مريد ٿيا ۽ پوءِ ڪڇ ۽ بمبئيءَ جي پاسي ڏي ويا. ڪڇي ميمڻ وڏا واپاري آهن. اُهي سُني ۽ ديندار آهن. گهڻن جي راءِ آهي تہ ميمڻ اصل "مومن" لفظ آهي. سنڌ ۾ ميمڻ اڪثر پاڻ کي قاضي ۽ آخوند سڏائيندا آهن. جو اڪثر ٻارن کي پڙهائيندا آهن ۽ مسجدن ۾ مُلا ٿي رهندا آهن ۽ واپار بہ ڪندا آهن.

### مينگهواڙ

هيءَ گهٽ درجي وارا هندو آهن، جي اصل راجپوتانا جا آهن ۽ پوءِ سنڌ ۾ اچي رهيا. خاص ڪري ٿر ۾ جُتين جوڙڻ جو ۽ ٻيو چم جو ڪم ڪندا آهن. جيئن ديڊ ڪندا آهن. انهيءَ جون ذاتيون راڄپوتن واريون آهن. جيئن تہ راٺوڙ، چوهاڻ، پڃي، سولنڪي، پرمار وغيره. هو مهاديو ۽ ديويءَ جي پوڄا ڪندا آهن ۽ رامديو سندن پير آهي.

### نومڙيا

هنن کي فارسيءَ ۾ نُهمرديہ چوندا آهن ۽ لومڙيا بہ چوندا اٿن. اهي سمن مان آهن. ڪن جي راءِ آهي تہ اهي اصل راجپوت هئا، جي پوءِ جبل ۾ رهڻ ڪري سنڌي ٿي ويا آهن. ڪيترا جبل ۾ ۽ ٻين هنڌن تي بہ آهن. هنن جي ماڻتي ميرن ٽالپرن ۽ قلات جي خان ۽ لس ٻيلي جي ڄام سان هئي. انهيءَ جي سردارن کي مُلڪ چوندا آهن. انهيءَ کي جاگير مليل هئي، جا اڃا هلي اچي.

### واڻيا

هنن کي بنيا بہ سڏين ۽ ٿر ۾ ڪراڙ چون. هيءَ اڪثر لوهاڻا آهن ۽ دڪانداري ۽ واپار جو ڪم ڪندا آهن. جنهن ڪري اُنهيءَ کي بقال بہ چوندا آهن يعني باڪريءَ هو وياج تي زميندارن ۽ هارين کي پيسا بہ ڏيندا آهن ۽ اَن ماپيندا ۽ خريد ڪندا آهن.

### ويشنو

اُهي هندو جي وشنوءَ جي پوڄا ڪندا آهن ۽ ڪي شِوَ جي پوڄا

ڪندا آهن. ويشنئن جا ٽي قسم آهن: هڪڙا ولبچاري، ٻيا ڙاماننديءَ ۽ ٽيان سوامي نارائڻ جا پيروي ڪندڙ. پشڪرنا برهمڻ ۽ ڪي سرسوت برهمڻ ۽ سڀ ڀاٽيا ۽ ڪي کتري ۽ ڪي لوهاڻا ولبچاري آهن. راماننديءَ اڪثر ڪري بيراڳي آهن، جي رام جي پوڄا ڪندا آهن ۽ انهيءَ لاءِ ٺاڪر دوارا اٿن. سوامي نارائڻ وارا اڪثر ڪڇي ڪاسبي ماڻهو آهن. اُهي ڪرشن ۽ راڌا جي پوڄا ڪندا آهن. انهيءَ جا مندر هوندا آهن. شِوَ جي پوڄا فقط برهمڻ ۽ جوڳي ۽ سنياسي ۽ گوسائين ڪندا آهن. اُهي لُنگ جي پوڄا ڪندا آهن.

## يهودي

بني اسرائيلين کي يعني حضرت موسي جي قوم کي يهودي چوندا آهن. هيءُ ماڻهو سنڌ ۾ تمام ٿورا آهن ۽ اڪثر ڪراچيءَ جي پاسي آهن. انگريز سرڪار جي اچڻ کان پوءِ سنڌ ۾ اچڻ لڳا، اڳي ڪي اتفاقي هوندا هئا.

# ديباچو

هن ننڍڙي ڪتاب ۾ قديم سنڌ جا ستارا ڏنا ويا آهن. قديم سنڌ جي معنيٰ سؤ کن ورهين کان اڳي جي سنڌ سمجھڻ گهرجي، يا انگريز سرڪار جي حڪومت کان اڳي، ۽ ستارن مان مطلب آهي: مخصوص مشهور عالم ۽ فاضل جي مصنف يا شاعر به هئا. عالم ۽ فاضل ۽ اولياءَ ۽ درويش وغيره ته بيشمار آهن، جن جو ذڪر اسان ڏار پنهنجي ٻئي ڪتاب ۾ آندو آهي، جنهن جو نالو آهي "قديم سنڌ ۽ انهيءَ جا شهر ۽ ماڻهو." هن ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ انهن ماڻهن توڙي سندن تصنيفن يا ڪتابن جي الف ـ بي وار يادداشت به ڏني ويئي آهي. مڙئي هڪ سؤ ايڪيتاليهن (141)ماڻهن ۽ ڇهانوي(96) ڪتابن جا نالا آيا آهن. انهيءَ مان معلوم ٿيندو ته اسان جي سُونهاري سنڌ ۾ اڳي ڪيترا نه ناميارا ماڻهو مشهور ٿيا آهن ۽ سچ پچ اهي سنڌ جا چمڪندڙ تارا آهن. انهن تي اسان کي فخر ڪرڻ جو سبب آهي. افسوس آهي ته گهڻن ماڻهن کي انهن جي ڪا به خبر ڪانهي.

آميد آهي ته هي ڪتاب سنڌ جا ماڻهو گهڻي شوق مان پڙهندا.

سيپٽمبر 1923ع قليچ بيگ

فصل_1

# بکر لوھڙي ۽ آسپاس وارو ملڪ

1. **مير معصوم شاھ:** هو سيد صفائي بن سيد مرتضيٰ ترمذيءَ جو پٽ هو جو سيد شير قلندر بن بابا حسن ابدال مشهور اولياءَ جي نسب مان هو ۽ بکر ۾ اچي رهيو هو. هو وڏي علم ۽ عمل وارو ماڻهو هو. جڏهن مرزا شاھ حسن ارغون سنڌ جو والي هو تڏهن هن شاھ قطب الدين بن شاھ محمود خراسانيءَ کي بکر جو شيخ الاسلام ۽ واعظ مقرر ڪيو هو. انهيءَ جڏهن سنہ 977 ھہ ۾ وفات ڪئي، تڏهن انهيءَ وقت جي سلطان محمود خان سيد صفائيءَ کي انهيءَ جي جاءِ تي شيخ الاسلام مقرر ڪيو جنهن سنہ 991 ھہ ۾ وفات ڪئي. مٿئين شاھ قطب الدين جي عزيزن مان هڪڙو شخص شاھ جهانگير هاشمي، مرزا شاھ حسن جي زماني ۾ خراسان کان سنڌ ۾ آيو جو چڱو عالم ۽ شاعر ٿي گذريو. هن جي "مثنوي مظهرال آثار" ۽ سندس "ديوان هاشمي" مشهور آهي، جا هن مثنوي "تحفة الاحرار"جي جواب ۾ لکي هئي اهو سنہ 946 ھہ ۾ حج ڏي ويندي رستي ۾ ڪيچ مڪران وٽ شهيد ٿيو. سيد صفائيءَ جو پٽ مير معصوم شاھ پهرين بکر جي حاڪم سلطان محمود خان وٽ چڱي عهدي تي مقرر ٿيو. پوءِ اڪبر بادشاھ وٽ اميريءَ جي درجي کي پهتو ۽ خان خانان سان گڏ سنڌ جي فتح ڪرڻ ۾ وڏا ڪم ڪيائين. بکر جي آسپاس هن گهڻيون عمارتون جوڙايون. سندس منارو اجا: موجود آهي. هن گهڻا ڪتاب نثر توڙي نظم ۾ لکيا. "تاريخ معصومي" سنڌ جي احوال بابت مشهور آهي. شعر ۾ سندس تخلص "نامي" سندس خلاصو "ديوان نامي" اجا موجود آهي. مثنوي "ناز و نياز" بہ سندس آهي. جنهن ۾ سسئي ۽ پنهونءَ جو قصو بہ آندو اٿس. طب تي

بہ هڪڙو ڪتاب اٿس، جنهن جو نالو "طب نامي" آهي. هن سن 1014هہ/1605 ۾ وفات ڪئي. اڪبر بادشاھہ بہ انهيءَ سال ۾ وفات ڪئي. اهو سال ابجد جي حساب سان هن فارسي مصوع مان ٿو نڪري

بود "نامي" صاحب ملڪ سخن

۽ اڪبر بادشاھہ جي تاريخ هن جملي مان ٿي نڪري فوت اڪبر شہ

مير معصوم شاھہ جي پٽ جو نالو مير بزرگ هو. انهيءَ جو اولاد گهڻو ٿيو ۽ اڄا آهي، جو بکر ۽ سکر ۾ رهندر اچي. سندس ملڪي ڪم سنڌ جي تاريخ مان معلوم ٿيندا، هتي ڏيئي نٿا سگهجن.

2. اڳي سنڌ ۾ اُچ ۽ ملتان بہ شامل هوندا هئا. اُچ ۾ سيد جلال بخاري يعني مخدوم جهانيان جي اولاد ۽ مريدن مان بہ گهڻا بزرگ عالم، فاضل ۽ شاعر ٿي گذريا، انهن مان هڪڙو شيخ محمد علي بن عبدالواسع هو، جو هڪڙو وڏو صوفي بزرگ هو ۽ چڱو شاعر هوندو هو. بخاري سادات جو سارو شجرو شعر ۾ آندو اٿس.

ملتان ۾ وري ساڳيءَ طرح شيخ بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ اتي جي شيخ الاسلام ۽ اولياء جي اولاد ۽ مريدن مان بہ گهڻا مشهور عالم فاضل ٿي گذريا. انهن مان مشهور هيءَ آهن: شيخ فخرالدين عراقي ۽ امير حسيني جنهن ڪتاب ڪنزالرموز ۽ "زادالمسافرين" ۽ "نزهة الارواح" تصنيف ڪيا.

فضلي بہ مشهور عالم ۽ شاعر هو. ناصرالدين قباچہ سنڌ جي حاڪم جي صحبت ۾ رهندو هو. گهڻو شعر چيو اٿس، جنهن ۾ سندس تخلص "فضل" آهي. سعيد قريشي بہ اتي جو چڱو شاعر ٿي گذريو آهي. شاهزادي مراد بخش بن عالمگير جو ملازم هوندو هو.

3. بکر جي مشهور ماڻهن مان مير جان شاھہ رضوي بہ هو جو مير حيدر شاھہ جي اولاد مان هو ۽ شاھہ عنايت الله صوفيءَ جو مريد هو ۽ خليفو بہ هو ۽ روهڙيءَ ۾ رهندو هو. اڄا تائين سندس گادي هلي اچي. شعر تمام چڱو چوندو هو. خلاصو ديوان اٿس. سندس تخلص "مير" آهي.

4. الور جي مشهور عالمن مان قاضي اسماعيل هو جو محمد شيباني بن عثمان ثقفي جي اولاد مان هو. جنهن کي محمد بن قاسم سنڌ وڻڻ بعد اتي جو قاضي ۽ خطيب ڪري رکيو هو. انهيءَ جي اولاد مان هڪڙو ٻيو بہ قاضي اسماعيل هو جو عالم ۽ فاضل هو ۽ سنڌ جي فتح جو احوال عربيءَ ۾ لکيو هئائين. سنہ 600 هہ ۾ علي بن حامد ڪوفي، جو اُچ ۾ رهندو هو تنهن انهي قاضيءَ کان اهو احوال وٺي فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو جنهن تان "چچ نامي" جو ڪتاب ٺهيو.

فصل ـ (2)

# سيوستان [سيوهڻ] چانڊڪو [لاڙڪاڻو] ۽ آسپاس وارو ملڪ

1. شروع ۾ سيوستان جي مشهور بزرگن مان شيخ عثمان مرونديءَ عرف مخدوم لال شهباز قلندر جو نالو ڏيڻ گهرجي، جو مخدوم جلال جهانيان اُچ واري ۽ شيخ بهاوالدين زڪريا ملتان واري ۽ شيخ فريدالدين شڪر گنج دهليءَ واري جو سنگتي هو. اهو سنہ 662 ھہ ۾ مروند کان ملتان ۾ آيو ۽ پوءِ سيوستان ۾ اچي رهيو ۽ سنہ 673 ھہ ۾ وفات ڪيائين. ڪي چون ٿا تہ سنہ 650 ھہ ۾ وفات ڪيائين. هُو عالم فاضل بہ هو ۽ اولياءُ بہ هو مست قلندر بہ هو ۽ شاعر بہ هو. سندس ڪتاب "عشقيہ" موجود آهي، جنهن ۾ سندس شعر بہ آهي. زياده احوال سندس تاريخ ۾ ڏسجي.

2. **مير عبدالله سلطان**: سيوستان جي مشهور عالمن ۽ شاعرن مان ٿي گذريو آهي. هُو پنهنجي تخلص "خان عريضيءَ" سببان مشهور آهي. هو بکر جي مشهور سيد مير ابوالمڪارم جو پٽ هو. جو وري مير غياث الدين رضائي سبزواريءَ جو پٽ هو. اهو پونيون سيد ڪتاب "حبيب السير" جي مصنف آخوند مير جو ڏهٽو ۽ سلطان جنيد صفويءَ جو پوٽو هو. اهو مرزا شاهہ بيگ ارغون جي مقربن مان هو ۽ انهيءَ سان گڏ سنڌ ۾ آيو. مير ابوالمڪارم وري مرزا شاهہ حسن ارغون ۽ سلطان محمود خان بکر واري جي اميرن مان هو ۽ انهي جي پاران وڪيل ٿي شاهہ اسماعيل صفوي وٽ ويو هو. مير عبدالله سلطان، جو سيوستان ۾ ڄائو هو سو جهانگير بادشاهہ جي زماني ۾ مرزا غازيءَ سان گڏ هوندو هو ۽ جڏهن مرزا قنڌار ۽ ٺٽي جو حاڪم ٿيو تڏهن وڪيل ٿي ايران جي شاهہ ڏي ويو ۽ خراسان ۾ امام رضا جي زيارت

ڪري موٽيو ۽ مرزا جي مرڻ ڪان پوءِ ٺٽي ۾ نواب مقرر ٿيو. پر شاهجهان بادشاهه جي راڄ ۾ ڪنهن سبب ڪري شريف الملوڪ کي ڪاوڙايائين ۽ نواب امير خان اچي مير عبدالله ۽ سندس طرف وارن کي ستايو تنهنڪري مير متئين ۽ سندس پاءَ پنهنجو عهدو ڇڏي ڏنو اگرچ مرزا عيسي ترخان ۽ بين رهي پوڻ لاءِ گهڻو زور ڪين. نيٺ مُلا محب علي سنڌيءَ جي معرفت ڇام تماچيءَ ڪان پنجاهه هزار دام پگهار وٺي اچي ٺٽي ۾ رهيو. انهن مان به ڪي مشهور عالم، فاضل، شاعر ٿيا، جن جو ذڪر ٺٽي واري فصل ۾ ايندو.

3. **قاضي قاضن**: ولد قاضي محمد قاسم سيوستان جي مشهور بزرگن ۽ عالمن فاضلن مان آهي. هو مشهور قاضي ابوالخير واري جي اولاد مان هو. قاضي قاضن وڏو حافظ قاري ۽ عالم هو. فقهه، حديث، تفسير ۽ تصوّف ۽ انشا جي علمن ۾ خوب ماهر هو ۽ حاجي به هو ۽ گهڻو سير سفر ڪيو هئائين ۽ نيٺ سيد محمد مهدي جونپوريءَ جو مريد ٿيو تنهنڪري ظاهري شريعت وارن عالمن جي مٿس ٺوڪ رهندي هئي.

مرزا شاهه حسن جي راڄ ۾ موروثي حق موجب هو بکر جو قاضي ٿيو. پيريءَ جي ڪري قضا جو ڪم پنهنجي پاءَ قاضي نصرالله جي حوالي ڪري پاڻ گوشه نشين ٿيو ۽ سنه 958 هه ۾ وفات ڪيائين.

قاضي قاضن جو سنڌي شعر به آهي. سندس پوٽي محمد اشرف بن محمد يعقوب گهڻو وقت دهليءَ ۾ گذاريو. چڱو شاعر ۽ خوشنويس هو. سندس ديوان موجود آهي. قاضي قاضن جي وڏي پٽ عبدالغفار کي ته " اسدالعلماء" جو لقب هو ۽ انهيءَ جو پٽ قاضي محمد ظهير پهرين ٺٽي جو پوءِ لاهور جو قاضي ٿيو ۽ اُتي وفات ڪيائين. گهڻن ڪتابن جون حاشيون لکيائين.

4. **مُلا نورالحق**: سيوستاني مُلن ۽ عالمن مان مشهور ٿي گذريو. هو مُلا دائود سيوستاني جو پٽ هو پر پوءِ انهيءَ ڪان به زياده مشهور ٿيو. لکيل آهي ته: ننڍي هوندي هُو ڏاڍو موڳو هو ۽ حافظو تمام خراب هوس ۽ ويسر گهڻي هوندي هُيس.

پٽس هڪڙي پيري ڪاوڙجي ڪوٺيءَ ۾ ڪٽي بند ڪيس، جتي روئي روئي سُمهي رهيو. خواب ۾ هڪڙي نُوراني پير مرد بشارت ڏنيس ۽ چيائينس

تہ "ڇو سُتو آهين اُٿي ڪڙو ٿي، اڳتي جيڪي تون پڙهندين سو تو کي ياد رهندو" انهيءَ ڪان پوءِ حافظو کُليس ۽ قرآن شريف تہ ياد ڪيائين، پر جيڪي بہ ٻڌندو هو، سو هڪدم ياد ٿي ويندو هئس. آخر وڏو شاعر ٿي پيو ۽ تخلص "مشتاقي" اختيار ڪيائين. جڏهن هندوستان جو مشهور شاعر مرزا صائب سنڌ مان لنگهي هند ڏي ٿي ويو تڏهن مُلا نورالحق سان صحبت ڪيائين ۽ سندس شعر نهايت پسند ڪيائين. سندس اولاد مان بہ ڪي شاعر ٿيا.

5. **ميان عبدالحليم**: ۽ سندس چار پٽ وجہ الدين ۽ ناصرالدين ۽ محمد رفيع ۽ ابوبڪر سيوستاني بہ چڱا عالم ۽ فاضل ۽ شاعر ٿي گذريا.

6. **حيدر هروي**: جواصل هرات جو هو سو پاٽ جو هڪڙو مشهور عالم ۽ شاعر هو. مرزا شاهہ حسن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ پاٽ ۾ اچي رهيو جو سيوستان سان لاڳو هو. هن جو لقب ۽ تخلص "ڪليجہ" هو. ڪليجہ پارسيءَ ۾ زيرانڊي يا جيري کي چون، جو اوائل ۾ هُو زيرانڊيون رڌي وڪڻندو هو. هن جو سڄو ديوان آهي ۽ شعر تمام عمدو اٿس. وفات بہ پاٽ ۾ ڪيائين.

7. **مخدوم عبدالعزيز**: ڪاهان جي ڳوٺ جو رهاڪو هو جو پڻ سيوستان سان لاڳو هو. هُو پاڻ ۽ سندس بہ پٽ مولانا اثيرالدين ۽ مولانا يارمحمد، شاهہ اسماعيل جي خروج وقت، ڇامر فيروز جي راڄ ۾ هرات مان نڪري سنڌ ۾ آيا ۽ ڪاهان ۾ اچي رهيا ۽ وفات بہ اُت ڪيائون. "وارث الانبيا" سندس وفات جي تاريخ آهي. هُو مرزا شاهہ حسن جو استاد هو. اهي ٽيئي بزرگ وڏا محدث هئا ۽ ڪيترائي ڪتاب لکيائون. شرح مشڪواة ۽ ٻين حديثن جي ڪتابن جون حاشيون لکيون اٿن. جن جي ماڻهو گهٽي قدرداني ڪندا هئا.

8. **شيخ موسيٰ**: ريل باران جو رهاڪو هو جو ڳوٺ سيوستان سان لاڳو هو. چانڊڪي ۽ سيوستان پرڳڻن جي الهندي پاسي جبل تائين جيڪا باراني زمين آهي ۽ جنهن کي هاڻ ڪاڇو چوندا آهن، تنهن کي دشت باران سڏيندا هئا. اتي گهڻائي بزرگ ۽ اوليا رهيا ۽ گذريا جن جا نشان اڃا ظاهر آهن، انهن مان هڪڙو شيخ موسيٰ هو جو سنہ 900 هہ ۾ ريل ۾ رهندو هو. انهيءَ جو هڪڙو ڏهٽو خضر شاهہ سير ۽ سفر تي نڪتو ۽ ناگور ۾ وڃي

شيخ يحييٰ بخاريءَ جو مريد ٿيو. جو اُچ واري مخدوم جهانيان جو سجاده نشين هو. انهيءَ کان سواءِ شيخ عبدالرزاق قادري ۽ شيخ يوسف سنڌي وٽان به فيض حاصل ڪري موٽي وطن آيو. شيخ موسيٰ سنه 911 هه ۾ ڄائو ۽ اڪبر آباد ۾ وڃي علم جي تحصيل ڪيائين. وڏو عالم فاضل ٿيو هڪ سؤ ويهه ورهيه عمر ٿيس. سندس به پٽ شيخ ابوالفضل ۽ شيخ فيضي پيءُ کان به زياده مشهور ٿيا. اهي ٻئي عالم فاضل، مصنف ۽ شاعر ته هئا، پر وڏا مدبر ٿي گذريا. اڪبر بادشاهه وٽ برک هئا. اابوالفضل پنهنجيڪتاب "ڪچڪول" ۾ پنهنجي والد ۽ اصل نسل جو بيان ڏنو آهي ۽ ٻيا به گهڻا ڪتاب لکيا اٿس. "علامي" جي لقب سان مشهور آهي. فيضي ته پنهنجي وڏي ڀاءُ کان به علميت يا حڪومت ۽ مدبري ۾ وڌي ويو. سندس ڪليات يعني قصائد ۽ ديوان ۽ سندس ڪيترين مثنوين جن مان پنج سندس خمسه ۾ داخل آهن ۽ سنسڪرت ڪتابن جا نظم ۾ ترجما ۽ سندس انشا ۽ سندس قرآن جو بي نقط تفيسر مشهور آهن، جن مان هن جي خداداد قابليت ۽ علميت ظاهر آهي. انهن ڀنهي ڀائرن جو احوال هند جي تاريخ ۽ سندن سوانح عمرين مان معلوم ڪرڻ گهرجي. اڪبرنامي ۽ آئين اڪبري مان به سندن گهڻو سماءُ پئجي سگهندو جي ابوالفضل جا لکيل آهن.

فصل_3

## نيرون ڪوٽ [حيدرآباد] دربيلو، بدين ۽ آسپاس وارو ملڪ

1. **قاضي ابراهيم**: ۽ سندس پٽ قاضي عبدالله دربيلي جي قديم شهر جا رهاڪو هئا. قاضي عبدالله، مخدوم عبدالعزيز ابهڙيءَ ڪاهان جي ڳوٺ واري وٽ علم جي تحصيل ڪئي، جنهن جو ذڪر مٿئين فصل جي نمبر (7) ۾ آيو آهي. مرزا شاهه بيگ جي فتح ڪان پوءِ هو اتان لڏي باغبان ۾ آيو ۽ سنه 934هه ۾ گجرات مان ٿيندو مديني ڏي ويو ۽ اتي وڃي رهي پيو ۽ وفات به اُتي ڪيائين. هُو نهايت قابل ۽ عالم ۽ فاضل شخص هو. انهيءَ جو پٽ شيخ رحمت الله به وڏو عالم ٿي گذريو. حج جي رسمن بابت هن ٿي عربي ڪتاب لکيا ۽ انهيءَ جي ننڍيءَ ياءِ به حديث ۽ تفسير جي علم ۾ نالو ڪڍيو. اهو به خان اعظم سان گڏجي مڪي ويو. انهيءَ مٿئين قاضي عبدالله سان گڏ شيخ عبدالله بن مولانا سعد، جو شهر پيلي ۾ مدرس هو سو به سنه 947 هه ۾ گجرات ويو ۽ اتان قاضي قاضن سان گڏ حرمين شريفين ڏي ويو جتي باقي عمر گذاريائين. انهن گهڻائي ديني ڪتاب لکيا. انهن جو هڪڙو طالب علم عبداللطيف نالي به مشهور ٿي گذريو جنهن مُلا جي حاشي لکي ۽ ڪي بيا ڪتاب علم ڪلام جي بابت لکيائين.

2. **شاهه عبداللطيف**: ولد سيد حبيب شاهه تارڪ پٽائي، سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري (نمبر 8) جي اولاد مان مشهور اولياءِ ۽ شاعر ٿي گذريو. سندس رسالو مشهور آهي. سندس مفصل احوال اسان ڌار ڇاپايو آهي. سندس وفات سنه 1165 هه ۾ ٿي، جو سال ابجد جي حساب سان "رضوان حق" مان ٿو نڪري. سندس جاءِ تي سيد جمال ويٺو. ڪيس اولاد ڪو نه هو.

3. **سيد شفيع محمد**: نصرپور جي رضوي سيدن مان وڏو عالم فاضل ٿي گذريو. هُو سيد عثمان بن سيد عبدالولي رضويءَ جو پٽ هو. وڏو

شاعر هو ۽ سندس سڀ سنڌي شعر حقيقي هوندو هو. شيخ موسي آهنداڻي واري قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي.

4. **مخدوم عبدالرحمان:** بہ نصوپور جي عالمن ۽ فاضلن ۾ مشهور هو. شاهجهان ۽ عالمگير بادشاهن جي وقت ۾ حرمين شريفين جي نذرن جو متولي مقرر ٿيو ۽ بادشاهن جاگير بہ ڏني هيس. وڏو عالم ۽ فاضل هو. سندس پٽ محمد اڪرم ۽ انهيءَ جو پٽ ميان مدني، جو مديند منوره ۾ جائو هو ۽ پيا بہ بہ بہ عالم ۽ فاضل ٿي گذريا. هنن قاضين جي اولاد مان گهڻا پيا بہ عالم ٿي گذريا ۽ اڪثر مديني ۾ رهيا. قاضي عبدالرحمان ثاني تہ مديني ۾ مخدوم حيات سنڌيءَ جي قبر ۾ دفن ڪيو ويو جنهن ساڳي قبر ۾ حاجي محمد قائم سنڌي بہ دفن ٿيل آهي.

5. **سيد هارون:** متعلوي سيدن مان هڪڙو ڏوئنڙن هڱورن جي ڳوٺ جو رهندڙ مشهور عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. مٽئين سيد شفيع محمد وانگي هن سيد جو بہ سڀ شعر حقيقي هوندو هو. علميت ۽ فضيلت جي ڪري بہ هن پنهنجي وقت ۾ چڱو نالو ڪييو هو.

6. **درويش دائود ۽ ميان همون:** ٻئي اگهم ڪوٽ جا رهاڪو هئا ۽ اتي جي مشهور بزرگ مخدوم اسماعيل سومري جا مصاحب هئا. هُو ٻئي وڏا فاضل عالم ۽ مدرس هئا. سندس مدرسي ۾ اٽڪل پنج سؤ ماڻهو قرآن ۽ حديث جو علم پڙهندا هئا ۽ هُو انهن کي خوراڪ ۽ پوشاڪ ڏيندا هئا: مٿيون مخدوم جو رياضت جي ڪري مشهور هوندو هو. سو بہ پاڻ هميشہ جوَن جي ماني کائيندو هو ليڪن مهمانن، مسافرن ۽ طالبعلمن کي عمدو طعام کارائيندو هو. اهڙن خيراتي ۽ علمي ڪمن جي ڪري مرزا محمد باقي هنن جي زمين جي ڍل معاف ڪري ڇڏي هئي، انهيءَ هوندي بہ هُو پاڻ مٿئين مخدوم وانگي فقر ۽ فاقي ۾ گذاريندا هئا.

7. **ملا قيصر:** جنهن جو اصل نالو عبداللطيف هو سو بدين جو رهاڪو هو ۽ نهايت وڏو عالم فاضل ۽ زبردست شاعر بہ هوندو هو. دهليءَ جي بادشاهن وٽ سندس گهڻي عزت هوندي هئي. ڇهين ڇهين مهيني بہ تڏا عالمگير بادشاهہ ڏي تحفو ڪري نيندو هو ۽ لائق انعام ملندو هوس. جڏهن پيو ٿيو تڏهن انهن

بادشاهن ماهيانو ۽ ساليانو مقرر ڪري ڏنس، جنهن تي هُو آسودو پيو گذاريندو هو.

8. **سيد عبدالڪريم**: ولد لَلو شاهه، جنهن کي شاهه ڪريم سڏيندا آهن.، بلڙيءَ جو رهاڪو هو. هُو متعلوي سيدن مان هو. ڏاڍي عبادت ۽ رياضت ڪرڻ وارو شخص هو. اڪثر رات جاڳي عبادت ڪندو هو ۽ مسجدن جي خدمت چاڪري ۽ بزرگن ۽ اوليائن جي زيارت ڪندو هو. هن سيد محمد يوسف رضويءَ ۽ مخدوم نوح، مخدوم آدم ۽ ٻين مشائخن جون صحبتون ڪيون ۽ انهن کان فيض حاصل ڪيائين. مخدوم نوح جي حڪم سان بلڙيءَ ۾ اچي رهيو ۽ وفات بہ اُتي ڪيائين سنہ 1030 هہ ۾. هن جو احوال ڪتاب "بيان العارفين تنبيہ الغافلين" ۾ ڏنل آهي. هو چڱو خاصو سنڌي شاعر هو. سندس رسالو اگرچ ننڍو آهي، تہ بہ حقيقي مضمون سان ڀريل آهي. اهو مون ڏار ڇاپايو آهي، ۽ انهي ۾ سندس مفصل احوال بہ ڏنو آهي. هن سيد جي پوٽن مان هڪڙو حبيب شاهه هو جو وجد ۽ حال وارو هو ۽ هميشہ استغراق ۾ رهندو هو. اهو شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو والد هو. جنهن جو اشارو مٿي (نمبر 2) ۾ ڏنو ويو آهي. سيد حبيب شاهه جي وفات جي تاريخ مخدوم محمد صادق نقشينديءَ هن حديث مان لڌي:

" الموت جسر " يوصل الحبيب الیٰ لقاءالحبيب.

9. **سيد ثابت علي شاهه**: ولد مدار علي شاهه ملتاني، نواب اعظم خان سان سنڌ ۾ آيو ۽ سيوهڻ ۾ رهجي ويو عربي ۽ فارسيءَ ۾ هوشيار هو. فارسي ۽ سنڌي شعر چوڻ لڳو. اڪثر مرثيا ۽ منقبت چيائين. ڪلهوڙا هن کي لوازمو ڏيندا هئا. پوءِ مير صاحب بہ ساڳي نوازش ڪندا هئا. مير فتح علي خان کان وٺي مير ڪرم علي خان جي راڄ تائين رهيو سنہ 1325 هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس گهڻا ڪتاب لکيل آهن. سيوهڻ ۾ دفن ٿيل آهي، سندس مفصل احوال ڏار ڇپايل آهي، زوار هئڻ ڪري "ڪربلائي" ۽ "ثابت" تخلص هوس.

فصل-(4)

# ڪوهستان، ڪڪرالہ، ساڪرهہ ۽ آسپاس جو ملڪ

1. **شاهہ عنايت الله صوفي**: پٽ مخدوم فضل الله جو ۽ سندس وڏا، جي سڀ ڪامل درويش ٿي گذريا. سو اصل نصرپہ جو ويٺل هو جو ڳوٺ ٻنوري جي پر ڳٽي ۾ هو. هُو پاڻ تہ مشهور ڪامل درويش هو ۽ وڏا سير سفر ڪيائين. اهو ڳوٺ اصل متعلوي سيدن جو هو جن مان پهرين سيد عبدالڪريم شاهہ بلڙيءَ وارو مخدوم فضل الله جي پڙ ڏاڏي مخدوم صدن جو مريد ٿيو. شاهہ عنايت دڪن هندستان ۾ وڃي برهانپور شهر ۾ شاهہ عبدالملڪ جي صحبت حاصل ڪئي ۽ پنج ورهيہ انهيءَ جي ارشاد هيٺ ڏاڍيون رياضتون ڪيائين ۽ ظاهري علم جي تحصيل شاهجهان آباد جي شاهہ غلام محمد وٽ ڪيائين ۽ انهيءَ جو مريد ٿيو ۽ انهيءَ سان گڏ شاهہ عبدالملڪ کان اجازت وٺي ٺٽي ۾ آيو پر اتي جي عالمن شاهہ غلام محمد تي اعتراض آندو ۽ تعذير ڏيڻ گهريائون. تنهنڪري موٽي شاهجهان آباد ۾ آيو. شاهہ عنايت ٺٽي مان لڏي ميرانپور ڳوٺ ۾ آيو جنهن کي جهوڪ ٿا چون، اتي خانقاهہ بنائي ويٺو ۽ هزارين مريد ٿيڻ لڳس. گهڻي رجاعت ۽ گوڙ هئڻ ڪري، شاهہ ڪريم پوٽا سيد سندس حاسد ٿيا ۽ دهليءَ جي بادشاهہ تائين مٿس فريادي ويا تہ فساد برپا ٿو ڪري. ٺٽي جي حاڪم نواب اعظم خان بہ انهن جي پٺڀرائي ڪئي. آخر بادشاهہ جي حڪم سان هڪ وڏو لشڪر آيو ۽ سنہ 1130هہ ۾ شاهہ عنايت کي شهيد ڪيائون. هن سيد جو مفصل احوال اسان جي سنڌ جي تاريخ ۾ آهي. هن جا گهڻائي مريد سنڌ ۾ يا ٻاهر هئا. سيد جان شاهہ روهڙيءَ وارو جنهن جو پهرئين فصل ۾ ذڪر آيو آهي، اهو هن جو مريد ۽ خليفو هو شاهہ عنايت عالم فاضل هو ۽ شاعر بہ هو. سندس فارسي ۽ سنڌي شعر بہ موجود آهي.

2. ڪڪرالہ ۾ بيا بہ ڪيترا عالم فاضل بزرگ ٿي گذريا آهن. انهن مان بہ ـ ٽي هتي ڏجن ٿا: ابو علي سنڌي بايزيد بسطامي مشهور اولياءَ جو استاد چوڻ ۾ ٿو اچي. شيخ عيسيٰ سنڌي، جنهن جو لقب "جندالله" هو سو محمد غوث گوالياريءَ جو خليفو هو ۽ مشهور عالم ٿي گذريو. شيخ يوسف سنڌي جي بابت تہ ابوالفضل علامي، اڪبر بادشاهہ وارو لکي ٿو تہ خود سندس ڏاڏي شيخ خضر، هن سنڌي بزرگ کان گھڻو فيض پرايو.

فصل ـ (5)

# ٺٽہ (ٺٽي) ۽ آسپاس وارو ملڪ

1. **سيد علي شيرازي انجوي**: جنهن جا وڏا سنہ786ھ ۾ ڄام صلاح الدين بن تماچيءَ جي وقت ۾ سنڌ ۾ آيا ۽ جنهن کي پنهنجي ڏاڏي جو نالو مليو سو وڏو عالم فاضل شخص هو ۽ فقير ٿيو گهڻا حج ڪيائين. مخدوم نوح جو مريد هو. سنہ971ھ ۾ وفات ڪيائين: ڪتاب "آداب المريدين" سندس تصنيف آهي. انهيءَ جي پٽ سيد جلال کي مرزا باقي ترخان جي ڀائٽي نڪاح ۾ ملي ۽ اڪبر بادشاھ جي حضور ۾ رهندو هو. انهي جو پٽ مير زين العابدين، جنهن کي مير لطف الله بہ چوندا هئا، سو عالم بہ شاعر بہ مشهور ٿي گذريو. ڪتاب "ضررالشر" انهي جي تصنيف آهي. شعر ۾ سندس تخلص "قانع" هو.

سنہ1130ھ ۾ وفات ڪيائين. جو سال رضوان عنہ مان نڪري ٿو. انهي جي اولاد مان سيد محمد حسين ولد سيد احمد زياده مشهور ٿيو ۽ انهي جو مفصل احوال ڪتاب "تذڪرة المراد" ۾ ڏنل آهي جو حاجي محمد حسين صفائي جو لکيل آهي. انهي سيد جو لقب ۽ تخلص "مراد" هو تنهنڪري ڪتاب کي بہ اهو نالو مليو. هن سنہ893ھ ۾ وفات ڪئي. هو عباسي قاضين مان پرڻيو هو. سندس پٽن مان مير محمد حسن مشهور ٿيو جو ميرزا جان جو ناني ٿيو.

2. **سيد شاھ ولي** ولد سيد ابوالقاسم شڪرالاهي، شيرازي سيدن مان هو. جنهن جو ڏاڏو سيد شڪرالله سنہ906ھ ۾ هرات مان ٺٽہ ۾ آيو ۽ اتان سنہ927ھ ۾ مرزا شاھ بيگ جي چوڻ تي ٺٽي ۾ آيو ۽ مرزا شاھ حسن جي راڄ ۾ اتي جو قاضي مقرر ٿيو. سندس زيادھ احوال "تاريخ طاهريءَ" ۾ لکيل آهي. سيد شاھ ولي مشهور عالم ۽ فاضل هو ۽ قابل شاعر بہ هو مخدوم رحمت الله جو شاگرد هو. ڪتاب "تحفة المجالس" سندس تصنيف آهي.

سنہ 1150ھ ۾ ڪڪرالہ تعلقي ۾ جيڪا سندن جاگير هئي، تنهن جي ڳوٺ جڳتپور ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش ڪٺائي ٺٽي آيا ۽ اتي دفن ڪيائون. سيد شڪر الله ثانيءَ جي اولاد مان بہ ڪي وڏا عالم ۽ فاضل ٿي گذريا. انهن مان مشهور سيد عزت الله ٿيو جو سنہ 1161ھ ۾ گذريو. ڇهہ پٽ ڇڏيائين جن مان بہ مشهور عالم فاضل ۽ شاعر هئا. هڪڙو مير عظيم الدين جنهن "فتحنامو" لکيو ۽ ٻيو مير علي شير، جو ڪتاب "تحفة الڪرام" جو مصنف هو ۽ جنهن شعر بہ گهڻو چيو جنهن ۾ سندس تخلص "قانع" هو.

3. **شيخ مير محمد** ولد ميرڪ شيخ محمود. سبزواري يا عربشاهي يا ميرڪي سيدن مان هو جنهن جو ڏاڏو ميرڪ شيخ محمد مرزا شاهہ بيگ سان قنڌار مان آيو ۽ سکر ۾ رهي پيو ۽ سندس پٽ شيخ محمود وري بکر مان ٺٽي آيو ۽ اتي جو شيخ الاسلام ٿيو. سنہ 962ھ ۾ وفات ڪيائين. شيخ مير محمد وڏو عالم ۽ فاضل هو. ڪتاب "جامع فتاويٰ پوراني"، انهيءَ جي تصنيف آهي. سنہ 970ھ ۾ وفات ڪيائين. انهيءَ جي اولاد مان وري ميرڪ عبدالواسع مشهور شاعر ٿي گذريو. اهو ميرڪ محمد حسين جو پٽ هو ۽ مشهور مجذوب سالڪ هو ۽ ڪشف جو صاحب هو.

4. **مير ابوالبقا عريض**، سبزواري سيدن مان هو جن جو وڏو ڏاڏو مير عبدالله سلطان بن مير ابوالمڪارم هو جنهن جو ذڪر فصل ـ (2) جي (نمبر 2) ۾ آيو آهي. مير ابوالبقا کي بهره ور علي بہ سڏيندا هئا. اهو سيد حيدرالدين ابوتراب استاد ڪامل جو شاگرد هو ۽ عالم فاضل هئڻ سان گڏو گڏ شاعر بہ هو. محمد شاهہ دهليءَ جي بادشاهہ جي زماني ۾ وفات ڪيائين. ڪتاب "تاريخ چراغ هدايت" ۽ "اشعار گزيده" هن جي تصنيفات مان آهن.

5. **ميرغروري**، ڪاشاني سيدن جو باني هو ۽ مرزا باقي جي وقت ۾ ڪاشان مان ٺٽي ۾ آيو. جڏهن نواب خان خانان مرزا جاني بيگ کان سنڌ فتح ڪئي، تڏهن هي علحدن هنڌن تي نواب ۽ حاڪم ٿي رهيو. جهانگير بادشاهہ جي زماني ۾ ضربخاني جو داروغو هو. ڏاڍي علميت ۽ فضيلت وارو هو ۽ وڏو شاعر هو. "حسيني" تخلص هوس. انهيءَ بہ هڪڙو ديوان ڇڏيو.

6. **مير ڪرم الدين احمد** ولد سيد عنايت الله رضوي بکري، اگرچہ وڏو عالم ۽ فاضل هو تہ بہ دولتمند هئڻ ڪري ڏاڍو تجمل سان رهندو هو ۽ ساڻئي وقت ۾ سندس والد تارڪ ٿي پوک ڪري گذران ڪندو هو. هن سيد گهڻائي ڪتاب لکيا: جيئن تہ "شرح ديوان حافظ" ۽ "اصلاحات رضويہ". سنہ1132هہ ۾ وفات ڪيائين ۽ ست پٽ ڇڏيائين، جن مان پهريون مير مرتضيٰ ٿيهن ورهين جي عمر ۾ عالم ۽ فاضل ٿيو ۽ هنر بہ گهڻا سکيو سپاهگيريءَ جي فن ۾ بہ هوشيار هو. ستن قسمن جا خط يا اکر لکندو هو. مرزا صائب جو شاگرد آقا تعظيما جڏهن ٺٽي ۾ آيو تڏهن هن جا شعر نهايت پسند ڪيائين ۽ تخلص "الهام" ڏنائينس. هن شاهہ عالم دهليءَ جي بادشاهہ وٽ وڏو درجو حاصل ڪيو. آخر سنہ1120هہ ۾ عين جوانيءَ ۾ وفات ڪيائين. هن سيد جو پاءُ مير نجم الدين بہ نالي وارو ٿيو. اهو مخدوم محمد معين جو پاٽيجو ۽ شاگرد هو ۽ مدرسو بہ رکندو هو. گهڻائي ڪتاب تصنيف ڪيائين، منطق ۽ ڪن ٻين علمن تي ڪيترا رسالا لکيائين. لکڻ جو اهڙو چالاڪ هو جو هر هڪ رسالي لکڻ ۾ هڪ ڏينهن کان وڌيڪ نہ لڳايائين، "طوطينامہ" فارسي لکيائين، جو بخشيءَ واري "طوطينامہ" کان بهتر هو. شعر بہ تمام چڱو چوندو هو. تخلص "عُزلت" هوندو هوس. انهيءَ بہ ننڍي عمر ۾ سنہ1160هہ ۾ وفات ڪئي.

7. **مير ابوالمڪارم** ولد امير خان، امير خاني سيدن مان هو. امير خان سنہ1114هہ ۾ سنڌ جو نواب هو ۽ انهيءَ جو ذڪر سنڌ جي تاريخ ۾ آهي. مير ابوالمڪارم اميريءَ هوندي فقير ٿي گذاريندو هو ۽ ڪامل درويش شمار ٿيل هو. علميت ۽ فضيلت بہ ججهي هيس. شاعر بہ قابل هو. تخلص "شهود" هوس. سليمان ۽ بلقيس جي مثنوي لکيائين. سيوستان ۾ دفن ٿيل آهي. سندس پٽ نواب مير امير الدين خان بہ اڪثر وقت ڪتابن پڙهڻ ۾ عالمن جي صحبت ۾ گذاريندو هو. "رشحات الضنون" جنهن ۾ چوڏهن علمن جو ذڪر آهي ۽ "معلومة الافاق" ٻئي سندس تصنيفون آهن. انهيءَ جو ٻيو پٽ مير الرضي الدين بہ پيءُ جهڙو عالم ۽ فاضل شاعر هو. تخلص "فدائي" هوس. سندس ديوان موجود آهي. سنہ1120هہ ۾ گذريو

وري انهيءَ جو پٽ مير حيدر الدين ابوتراب به انهيءَ جهڙو هو. تخلص "ڪامل" هوس ۽ پاڻ به حقيقت ڪري ڪامل انسان هو. مريد هئس. تمام پير مرد ٿي وفات ڪيائين. هن جا تصنيف ٿيل ڪيترائي ڪتاب فارسي، هندي ۽ سنڌيءَ ۾ لکيل مشهور هئا. "تحفة الڪرام" جو مصنف مير علي شير "قانع" سندس شاگرد هو.

8. **خواجه امان الله** ولد خواجه احمد، علوي خواجن جي خاندان مان هو. هن جو ڏاڏو خواجه محمد ولد احمد مشهور شيخ جام جي اولاد مان هو ۽ پنهنجي وطن جام مان ٺٽي ۾ آيو جتي جهانگير بادشاهه جي زماني ۾ گهڻا تيموري مغل سندس مريد ٿيا. خواجه امان الله به ڪامل شخص هو ۽ علميت ۽ فضيلت سان گڏ شاعر به هو. هن جي تصنيف مان به ڪتاب مشهور آهن. هِڪڙو "بهمن نامه" جنهن ۾ ست قصا شعر ۾ لکيل آهن ۽ ٻيو "هفت اختر"، جنهن ۾ پڻ ست قصا آهن. هن جي اولاد مان انشاپرداز ۽ خوشنويس گهڻا ٿيا، جي مير سيد علي خوشنويس جا شاگرد هئا. انهن مان مُک خواجه مرتضيٰ هو. جو پهرين صاحبزادي دائود خان وٽ رهندو هو پوءِ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو ملازم ٿيو ۽ انهيءَ کان پوءِ ميان غلام شاهه جو. ٺٽي قلمن ۾ انهيءَ جو ثاني ڪونه هوندو هو. طبيب حاذق هو ۽ انهيءَ علم ۾ مير عبدالرزاق مشهور حڪيم جو شاگرد هو. شعر به نهايت چڱو چوندو هو. سندس تخلص "مشرب" هو.

9. **سيد محمد هاشم** ولد سيد محمد ٺٽوي، جو مرزا جاني بيگ جو همعصر هو تنهن جو پٽ سيد عبدالقادر مشهور عالم ۽ فاضل هو. ڪتاب "حديقة الاوليا"، جنهن ۾ سنڌ جي وليّن ۽ بزرگن جو احوال ڏنل آهي، تنهن جو مصنف هو.

10. **سيد مير محمد** ولد مير محمد فاضل ٺٽي ۾ عالمگير بادشاهه جي منصبدارن مان هو. قرآن جو حافظ به هو خوشنويس به هو طالبعلم به هو. بادشاهه مٿس ڏاڍو مهربان هو. هو ايڪيهه ورهيه برابر بادشاهه وٽ رهيو ۽ شاهزادي محمد ڪام بخش جو استاد ٿيو. بادشاهه جي مرڻ کان پوءِ ٺٽي ۾ آيو ۽ اتي اسي ورهين جي عمر ۾ سنه 1150هه ۾ وفات ڪيائين.

11. **قاضي محمود**، عباسي خليفن جي خاندان مان هو جن جو وڏو نعمت الله پهرين سنڌ ۾ آيو هو. مرزا عيسيٰ ۽ مرزا باقيءَ جي زماني ۾ ٺٽي ۾ رهيو ۽ وقت جو علامو هو. گهڻا ڪتاب لکيائين، جن مان "تذڪرة الاوليا" ۽ "حواشي متين" مشهور آهن.

12. **مخدوم رڪن الدين**، مخدوم بلال تلتيءَ واري جو مريد ۽ خليفو هو. وڏو عالم ۽ فاضل شخص هو. سندس مريد خادم گهڻا هئا. هو حديث جي علم ۾ نهايت ماهر هو. "شرح اربعين" ۽ "شرح گيلاني" ۽ ٻيا ڪيترا ڪتاب لکيائين. سنه949هه ۾ وفات ڪيائين ۽ مڪليءَ تي رکيو ويو.

13. **مخدوم ابوالخير** ولد مخدوم فضل الله، مرزا عيسيٰ ۽ مرزا باقي جي زماني ۾ وڏو عالم ۽ مدرس ٿي گذريو. "فتاويٰ عالمگيريءَ" جي لکڻ ۾ هن گهڻي مدد ڪئي.

14. **ملا احمد**، قاضي قاضن جو چاچو هو جنهن جو ذڪر مٿي فصل ـ2 جي (نمبر 2) ۾ آيو آهي. اهو شاهه فتح الله شيرازي جو شاگرد هو ۽ شيخ ابوالفتح ۽ فيضيءَ جو همسبق هو جنهن جو ذڪر ساڳئي فصل جي (نمبر 8) ۾ آهي. ٺٽي جو قاضي ٿي رهيو. وڏو عالم فاضل هو. وفات به اُتي ڪيائين. مڪليءَ تي سندس رانڪ مشهور آهي. انهيءَ جا ٻه پٽ: هڪڙو ٺٽي جو صدر ۽ ٻيو مير عدل ٿيو. ملا محمد جهانگيري به قاضي قاضن جي سؤٽن مان هو. پهرين نورجهان بيگم جو استاد ٿيو پوءِ مهابت خان جي مخالفت ڪري ڪنهن تصور جي تهمت هيٺ قتل ڪيو ويو. سندس وصيت موجب سندس لاش ٺٽي ۾ آندو ويو. وڏو عالم ۽ فاضل هو. انهيءَ جو ٻيو عزيز ملا ابوالقاسم به وڏو عالم ۽ مدرس هو. عالمگير بادشاهه هن کي شرعي وڪيل مقرر ڪيو هو. انهيءَ سنه1113هه ۾ وفات ڪئي:

15. **مخدوم ابوالفتح** بن مخدوم عبدالجليل، اصلي لاهوري بندر جو رهاڪو هو. اهو بندر ۽ شاهه بندر ٻئي اورنگزيب بادشاهه جي والده جي جاگير ۾ هئا. جڏهن بادشاهزادو ملتان ۾ آيو تڏهن هن مخدوم کي انهيءَ جاگير جي حساب ـ ڪتاب لاءِ محرر مقرر ڪيائين، پوءِ سندس منشي ٿيو

۽ اهڙي قابليت ڏيکاريائين جو مير منشي ٿيو ۽ "قابل خان" خطاب مليس. هن جون انشائون مشهور آهن. جڏهن پيريءَ ۾ هُو گوشہ نشين ٿيو تڏهن سندس ننڍو پاءُ محمد شريف سندس جاءِ تي قابل خان ٿيو جو اهو بہ جهڙس عالم ۽ فاضل هو. انهيءَ جون انشائون بہ مشهور آهن. ميان اسد الله، قابل خان جو ڏهٽو بہ وڏو شاعر ٿي گذريو. تخلص "روشن" هوس. عبدالرئوف ابوالفتح قابل خان جو ناٺي، پهرين دولتمند ماڻهو ۽ عالم هو پوءِ مجذوب سالڪ ٿي پيو ۽ گهر ويران ڪري ڇڏيائين. "شاهيءَ" جو لقب مليس. شعر نهايت عمدو چوندو هو. تخلص "جُويا" هوس. سندس ديوان موجود آهي.

16. **مخدوم مطالب الله وار** شيخ عبدالله اصل بدين جو ويٺل، ٺٽي ۾ وڏو عالم ۽ مدرس ٿيو. سندس مدرسي جي خرچ لاءِ عالمگير بادشاهہ ڏهہ هزار دام انعام ڏنس ۽ هڪ رپيو روزينو مقرر ڪري ڏنائينس. مخدوم آدم بہ وڏو ڪامل اوليا ۽ عالم ٿي گذريو. ٺٽي جو مفتي ۽ صدر هو. سندس پاءُ مخدوم علي احمد بہ فاضل ۽ ڪامل ۽ مٺي آواز جي ڪري "قُمريءَ" جو لقب مليل هوس. انهيءَ جي اولاد مان شيخ عبدالباسط جيد عالم ٿيو. عالمگير بادشاهہ جو مقرب هو ۽ انهيءَ ٺٽي جو صدر مقرر ڪيس. پيريءَ تائين مدرسو هلائيندو آيو. انهيءَ جو پٽ محمد اشرف، ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي جو مير منشي هو.

17. **شيخ عبدالواسع صوفي**، وڏو عالم ۽ مصنف ٿي گذريو. نواب مير امين الدين خان جو استاد هو. "مشڪوات" جو اقتباس بہ ڪيائين ۽ "مخزن الاسرار" جي شرح لکيائين جا قاضي ابراهيم واري شرح کان بهتر سمجهيل آهي. سندس پٽ محمد علي صوفي بہ پيءُ جهڙو قابل هو ۽ گهڻن علمن ۾ ڪتاب لکيائين. اماميہ مذهب جو هو. شعر تمام چڱو چوندو هو. تخلص "مير" هوس. شعر اڪثر عشقيہ هوندو هوس.

18. **ميان ابوالحسن** وقت جو عالم ۽ ڪامل شخص هو. هن جون ڪي ڪرامتون بہ مشهور آهن. فقه ۽ حديث ۾ نهايت پڙهيل هو. انهيءَ مضمون تي ڪيترائي ڪتاب لکيائين جي اڪثر سنڌي شعر ۾ آهن ۽ اجا تائين پڙهڻ ۾ پيا اچن. انهن ڪي "ابوالحسن جي سنڌي" چوندا آهن. اسلام جي عقائد ۽ فرائض بابت آهن.

19. **مخدوم محمد معين** ولد محمد امين، ذات جو لاکو اصل روپاهہ جو ويٺل هو. اتان سندس پيءُ ٺٽي ۾ رهيو ۽ فاضل خان جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين ۽ دولت مند ٿيو. محمد معين وقت جو علاَمو ٿيو. گهڻن بزرگن سندس صحبت ۾ فيض حاصل ڪيو. مخدوم عنايت الله جو شاگرد هو ۽ ميان ابوالقاسم درس نقشبندي جو مريد هو. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي تارڪ جو مريد ٿيو. هن جي ۽ مخدوم محمد هاشم (نمبر20) جي وچ ۾ سوال جواب پيا هلندا هئا. ڪتاب گهڻا لکيائين. گهڻائي حاڪم سندس ملاقات تي ايندا هئا ۽ پاڻ بہ انهن جي ملاقات لاءِ ويندو هو. راڳ مان بہ واقف هو ۽ سماع گهڻو پسند هوندو هوس. هن جي وفات بہ شاهہ ڀٽائي وانگر راڳ ٻڌندي ٿي. هو شاعر بہ قابل هو. فارسي ۽ هندي شعر چوندو هو. فارسيءَ ۾ سندس تخلص "تسليم" هو ۽ هنديءَ ۾ "بيراڳي". سندس وفات سنہ 1611 هہ ۾ ٿي ۽ سندس لاءِ حال وارن ماڻهو ڏاڍو ماتم ڪيو. سندس وفات جون تاريخون گهڻن ٿي چيون: محمد محسن شاعر جي هيءَ مصرع آهي: "قطرهء دُر بہ بحر واصل شد" ۽ هيءَ بہ چيائين ـ "معين دين احمد رفت صد حيف." مخدوم نعمت الله چيو تہ: "شفيع تو رسول." محمد پناهہ رجا چيو تہ: "ناجي شداو کہ آل محمد معين اوستہ" چون ٿا تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي هڪڙي ڏينهن ويهي ويهي پنهنجن مريدن کي چيو تہ هاڻ هلو تہ ٺٽي ۾ هلي پنهنجي يار جو آخرين ديدار ڪريون. پوءِ مخدوم وٽ اچي راڳ جي مجلس ڪيائين. راڳ ڏاڍي ٻيهڪ ڪئي، عين ذوق ۽ شوق ۾ مخدوم اُٿي اندر ويو ۽ لحظي ۾ دم ڏنائين. شاهہ صاحب انهيءَ جي جنازي سان گڏجي ويو. انهيءَ کي دفن ڪري موٽي پنهنجي ڳوٺ هليو آيو.

20. **مخدوم حاجي محمد هاشم** ولد عبدالغفور سنڌي اصل هڪڙو ڳوڻاٺو شخص هو ۽ مخدوم ضياءُ الدين جو شاگرد هو پر پوءِ وڏو عالم ٿي پيو. اگر چہ وقت جي ٻين عالمن خصوصاً مخدوم محمد معين سان علم جي بحث ۾ مخالف هو تہ بہ شريعت تي بلڪل مستقل هو ۽ اسلام جي ديني ڪمن ۾ گهڻي مدد ڪيائين ۽ دين جي برخلاف ڳالهائيندڙن سان چڱيون چونڊون ڪاڏائين. سندس ڏينهن ۾ سوين ماڻهو مسلمان ٿيا. نادرشاهہ ۽ احمد شاهہ ۽ ٻين بادشاهن سان سندس خط ڪتابت جو

رستو جاري هوندو هو ۽ جيڪي چوندو هو سو هُو ڪندا هئا. گهڻائي ڪتاب جدا جدا علمن ۾ لکيائين. سنه 1174هه ۾ وفات ڪيائين. هن جو پٽ مخدوم عبداللطيف بہ عالم فاضل هو. پيءُ کان پوءِ سندس مدرسو قائم رکندو آيو. ڏهاڙي وچينءَ جي نماز کان پوءِ مسجد ۾ وعظ ڪندو هو ۽ حديث جي تعليم ڏيندو هو. جمعي جي ڏينهن جامع مسجد ۾ وعظ ڪندو هو.

21. **شيخ عبدالغني** ولد مخدوم نورمحمد ٺٽي جو. هڪڙو نهايت وڏو عالم هو ۽ منصبدار بہ هو. عالمگيري راڄ کان وٺي فرخ سِيرَ جي راڄ تائين بادشاهي مير منشي هو ۽ قابل شاعر بہ هو. ٺٽي جا گهڻا شريف ماڻهو جيئن تہ ميرڪ محمد افضل ۽ مير ڪامران ۽ ٻيا وٽس صحبت لاءِ ايندا هئا ۽ سندس اڳيان ادب سان ويهندا هئا ۽ فيض حاصل ڪندا هئا.

22. **داروغو ڪُهو** ترخاني زماني ۾ وڏو سرڪاري ملازم ٿي گذريو آهي. محمد علي ديوان ترخاني سندس ناٺي هو تنهنڪري چڱي حالت ۾ رهيو. سندس پٽ عبدالواسع بہ مشهور ٿيو ۽ انهيءَ جو پٽ ميان محمد رضا تہ عالم ۽ شاعر ٿيو. هُو شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو مريد هو. ڪتاب "بيان العارفين" ۽ "تنبيه الغافلين" جنهن ۾ سيد مٿئين جو احوال ۽ ملفوظات ڏنل آهن، سو سندس تصنيف ٿيل آهي، جو سنه 1038هه ۾ لکيائين.

23. **مولانا محمد حسين** ولد مولانا سروري وڏو عالم ۽ مدرس هو شاعر بہ هو ۽ عاشق بہ هو. هُو "جانباز" جي لقب سان مشهور ٿيو. هڪڙي خوبصورت ڇوڪريءَ تي عاشق ٿيو تنهن ماري وڌس. مرڻ کان ٻہ ـ ٽي ڏينهن اڳي هن پنهنجي حياتيءَ جو احوال عمدي شعر ۾ آندو.

24. **ملا عبدالرسول** ولد ملا يوسف چڱو عالم ۽ مدرس هو. فصاحت ۽ بلاغت ۾ چڱو نالو ڪيڏيائين. ڪتاب "نفاس الافڪار في عرائس الا بڪار" هن جي تصنيف آهي، جنهن مان سندس قابليت ظاهر آهي. انهيءَ سان گڏ ملا محمد صالح بہ عالم فاضل شخص هو. جنهن ڪتاب "دستور السياق" لکيو. اهو اصل سيوستان واري قاضي ڏتي جي اولاد مان هو پر ٺٽي ۾ اچي رهيو هو.

25. **شيخ محمد مريد** اصل هندو هو سيوستاني قانون گو هو. پوءِ مسلمان ٿيو. عالمگير بادشاه جي وقت ۾ ٺٽي ۾ بہ قانون گوئي جي عهدي تي مقرر هو. عالم ۽ عاف ماڻهو هو. سندس پٽ شيخ محمد محفوظ. نواب غلام شاه سان گڏجي بادشاه تائين وڪيل ٿي ويو ۽ هوشيار شاعر هو. سندس تخلص "سرخوش" هو. انهيءَ جو پٽ شيخ قمرالدين بہ بادشاهي لشڪر جو وڪيل ٿيو ۽ انهيءَ ۾ رهيو. اهو بہ چڱو شاعر هو تخلص "عشرت" هوس.

26. **ملا اسلامي** ۽ ملا عبدالحڪيم ٻئي پائر مشهور ظريف شاعر ٺٽي جا رهاڪو هئا، پر عبدالحڪيم زياده مشهور ٿيو. تخلص "عطا" هوس. نهايت پرهيز گار شخص ٿي گذريو. ٽيهہ ورهيہ برابر راتو ڏينهن عبادت ۾ رهيو ۽ رات ڏينهن هڪڙي ئي وضوءَ ۾ رهندو هو. اڪثر نعت نبوي ۽ منقبت مرتضوي چوندو هو. ڪيترائي ديوان ۽ مثنويون چيون اٿس. شمار ڪيو اٿن تہ سندس شعر لک بيتن کان گهٽ ناهي. هو اڪثر سبز پوش رهندو هو. سندس پاٽنيو محمد ضيا بہ نهايت چڱو شاعر هو ۽ جهان آباد ويو ۽ مرزا عبدالقادر "بيدل" سان ملاقات ڪيائين، جنهن کيس "قيامت" تخلص ڏنو. پوءِ نواب مهابت خان ڪاظم سان گڏ ٺٽي ۾ آيو ۽ نواب جو خاص مصاحب ٿيو ۽ هن سندس ويهڻ لاءِ هڪڙو خاص تڪيو جوڙايو. سندس ديوان مزي جهڙو آهي. هن جي وفات کان پوءِ ملاعبدالحڪيم جي پٽ مسڪين کي سندس تڪيي تي قائم مقام ڪري رکيو ويو.

27. **محمد محسن** ولد نور محمد پاٽولي، ٺٽي ۾ نهايت رنگين طبع جو ماڻهو ۽ عمدو شاعر ٿي گذريو. مير لطف علي خان جو شاگرد هو. گهڻن ڪاملن جي صحبت ڪيائين. ٻئي شعر سان گڏ منقبت بہ گهڻا لکيا اٿس. انهي مضمون تي سندس ڪتاب "عقد دوازده گوهر" مشهور آهي. حضرت صاحب الزمان جي ولادت بابت ڪتاب "طراز دانش" لکيائين، "حُملۂ حسيني" يا "اعلام ماتم" بہ سندس تصنيف آهي. سندس ديوان ۽ قصائد ۽ ٻيو گهڻو شعر مشهور آهي. سندس پٽ ميان غلام علي بہ چڱو شاعر هو ۽ تخلص "مداح" هوس. پر عربيءَ ۾ زيادهہ قابل هو.

28. **سعيد ڪاشاني** جنهن جو تخلص "سرمد" هو سو به ٺٽي جو مشهور مست شاعر ٿي گذريو. اصل ارمني عيسائي فرنگي هو ۽ ڪاشان جو ويٺل هو جو پوءِ اتي اچي رهيو. پوءِ مسلمان ٿيو ۽ هندستان ڏي ويو. شاهزادو دارا شڪوه سندس ڏاڍو معتقد هو. اهڙي مستي هوندي هيس جو شطيحات جهڙو ڪلام چوندو هو جهڙو احمد جام زنده پيل چوندو هو. ٺٽي جي گهٽين ۾ اگهاڙو گهمندو وتندو هو. مولوين ۽ قاضين سندس ڪلام تي اعتراض آندو ۽ عام ماڻهو سندس اگهاڙائيءَ جي ڪري رنج ٿيا. آخر مٿس شرعي فتوا جاري ڪري، منصور وانگي قاسي ڏيئي چڙهايائونس. ٿوري عرصي کان پوءِ اهڙو اتفاق ٿيو جو ماڻهو سندس فائدي ۾ ويا ۽ جنهن قاضيءَ جي فتوا تي هن کي ماريو هئائون، تنهن کي قصاص ۾ قتل ڪري چڙهيائون. سندس شعر پڙهڻ جهڙو آهي.

29. **ملا محمد حسين** ولد ملا عبدالرئوف عالم شخص هو. اڪثر جهان آباد ۾ گذاريائين. ٺٽي ۾ محتسب ۽ صدر هو. ميان محمد هاشم نصرپوريءَ جو مريد هو ۽ مير شاه شڪرالاهي جو سنگتي هو. تمام چڱو شاعر هو. "شوقي" تخلص هوس. سندس مثنوي "نغمات شوقي" تصوف ۽ سلوڪ جي مضمون تي مشهور آهي. شيخ بهائي جي مثنوي "نان و حلوا" جي تتبع تي آهي. ٻي مثنوي "ناز و نياز" جي به چئي اٿس. ٻيون به ڪي مثنويون اٿس ۽ غزليات جو ديوان به اٿس. مطلب ته هر قسم جو شعر چيو اٿس ۽ نثر لکڻ ۾ به قابل هو.

30. **دانشور خان**، ٺٽي جي وڏن شاعرن مان هو ۽ مير عبدالرزاق خان معموريءَ جو همعصر هو. تخلص "شهرتي" هوس. جهانگير بادشاه جي عهد ۾ قباد خان حاڪم جي وقت تائين جيئرو هو. سندس ديوان مشهور آهي. انهيءَ ساڳئي وقت، ملا محب علي ۽ عبدالقيوم به عالم فاضل ۽ ڪامل شاعر ۽ معتبر نالي وارا ٿي گذريا.

31. **مير ابوالقاسم سلطان** ولد ابوالقاسم خان زمان سنڌ جي تاريخ ۾ مشهور آهي خاص شجاعت ۽ سخاوت جي ڪري شعر گوئي ۽ شعر فهميءَ ۾ قابل هو. سندس تخلص "بيگلر" هو. سنه969 هه ۾ جائو هو. "چنيسرنامه" جو "منتخب التاريخ" ۽ "تاريخ طاهري" واري هن جي تصنيف چئي آهي سو غلط آهي اهو ادراڪي شاعر جو لکيل آهي جو هُن سندس نالي ڪيو.

فصل-6

# متفرقہ عالم ۽ فاضل، مصنف ۽ شاعر

1. **محمد مقيم**. ترخانن جي زماني ۾ مرزا جاني بيگ سان گڏ اڪبر بادشاهہ جي خدمت تائين پهتو. چڱو شاعر هو. ڪتاب "ترنم عشق" شعر ۾ لکيائين، جنهن ۾ مومل ۽ مينڌري جو قصو مثنويءَ ۾ آندائين.

2. **ملا عبدالرشيد**. اصل لاهري بندر جو رهاڪو هو. فقه ۾ قابل هو، پر شاعر بہ قابل هو. مرزا غازيءَ کي سندس شعر ۾ سندس صحبت گهڻو پسند هئي، تنهنڪري هن کي پنهنجي وطن مان گهرائي پاڻ وٽ رکيائين ۽ "خان" جو خطاب ڏنائينس.

3. **ملا محمد صوفي**. مرزا غازي بيگ جي وقت جو شاعر هو. اڪثر ساڻس گڏ رهندو هو ۽ مشاعرن ۾ شامل ٿيندو هو.

4. **غيوري عرف شڪر** چڱو شاعر هو ۽ ٺٽي ۾ رهندو هو. ديوان اٿس.

5. **ميان فتح الله ولد عبدالله مغل**. ٺٽي جو چڱو شاعر هو. "حسيني" تخلص هوس. پير دستگير جو خليفو هو. سِڪن ناهڻ ۽ مُهرن کوٽڻ جو ڪم ڪندو هو. چڱو ديوان اٿس.

6. **محمد مير عرف ميان هاشو** ولد ميان دائود. عربيءَ ۾ چڱو عالم هو ۽ فارسي شاعر بہ هو. محمد ضيا (نمبر 26) سان گڏ طبع آزمائي ڪندو هو. نواب اعظم خان سان گڏجي جهان آباد ويو ٿي، انهيءَ لاءِ تہ محتسب مقرر ٿئي، پر جڏهن بکر ۾ پهتو، تڏهن حياتي پوري ٿيس.

7. **شيخ محمد فاضل** ولد شيخ علي محمد. برجستو شاعر ۽ خوشنويس ٿي گذريو.

8. **حيرتي**. ٺٽي جي مشهور شاعرن مان هو ۽ شهرتي شاعر (نمبر 40 فصل-5) جو همعصر هو.

9. **ملا يار محمد خادم** ۽ محمد رضا هاشمي، اهي ٻئي عالمگير بادشاهہ جي زماني ۾ ٺٽي جا مشهور شاعر هئا. سندن شعر ۾ ظرافت بہ هئي، بلاغت بہ هئي.

10. عبدالشڪور بہ ٺٽي جو مشهور شاعر هو ۽ عاقبت محمود خان جنهن جو تخلص "عيشي" هو هُو منصبدار بہ هو. سندس ديوان ۽ انشا مشهور آهن.

11. **آخوند محمد شفيع**، پارسيخوان مشهور استاد ۽ عجيب طبع جو شاعر هو. تاريخ ڪڍڻ ۾ ڏاڍو قابل هو. مير عبدالقدوس شيرازيءَ جي مصاحبن مان هو. سڀ معزز ۽ دولتمند ماڻهو ڪيس گهڻي تعظيم ڏيندا هئا.

12. **مير محمود**، استر آباد جي رضوي سيدن مان هو. نواب سيف الله خان جي عهد ۾ سنہ 1140هہ ۾ عترات عاليات جي زيارت ڪري موٽي ٺٽي آيو ۽ اتي رهي پيو. شادي ڪيائين ۽ اولاد ٿيس. منقبت ۽ مرثيا تمام گهڻا چيائين.

13. **محمد پناهہ**. مير حيدرالدين ابوتراب ڪامل جو شاگرد هو. "راجا" تخلص هوس. تمام چڱو شعر چوندو هو ۽ تاريخون عجيب ڪڍندو هو. درويشن ۽ فقيرن جي صحبت ۾ گهڻو رهندو هو.

14. **آقا محمد صالح تبريزي**، سورت بندر ۾ ڄائو هو ۽ ٺٽي ۾ پلجي وڏو ٿيو ۽ مشهور شاعر ٿي گذريو. "واثق" تخلص هوس. خوشنويس بہ هو ۽ انشاپرداز بہ. سنہ 1179هہ ۾ وفات ڪيائين.

15. **شيخ عبدالسبحان** ولد شيخ مرتضيٰ، هيءُ حاضر جواب شاعر هوندو هو ۽ ظرافتہ آميز شعر چوندو هو. منقبت بہ گهڻا چيائين اهلبيت جي محبت ڪان گهڻا مخالف ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي راڄ ۾ هن کي تڪليف ڏيڻ لڳا. جا هن سعادت سمجهي صبر سان سَٺِي. سندس مولود بہ مشهور آهن. ڪانئس پوءِ سندس پاٽ محمد رفيع بہ چڱو شعر چوندو هو.

16. **آخوند فيض الله** ملا ماڻهو هو ۽ ٺٽي جو رهاڪو هو گهڻن شاعرن جا نازڪ ۽ خيالي شعر گهڻا ڄاڻندو هو ۽ سمجهائيندو هو ۽ پاڻ بہ چڱو شعر چوندو هو. تخلص "طپش" هوس. نثر توڙي نظم تعريف جهڙو لکندو هو.

17. **مخدوم اسدالله**، ٺٽي جي مخدومن مان ۽ محمد منعم ترائي جي اولاد مان هو. محمد محسن (نمبر 27 فصل۔5) جو شاگرد هو. طبع تمام چڱي هيس. شعر عمدو چوندو هو. گهڻي مدت سورت بندر ۾ گذاريائين.

18. **آخوند غلام محمد** ولد محمد، ٺٽي ۾ فارسيءَ جو چڱو مدرس هو

۽ شعر بہ چڱو هوندو هو. خصوصاً تاريخون ۽ قطعا. سندس گهڻا شاگرد هوندا هئا.

19. **مرزا غلام علي**، الہ ويردي بيگ گاؤزونيءَ جو پوٽو هو. شيخ قمرالدين جي خدمت ۾ رهندو هو ۽ بادشاهہ جي لشڪر ۾ گذاريندو هو. شعر تمام چڱو چوندو هو. "مومن" تخلص هوس. ديوان اٿس.

20. **شاهہ حسين تڪدري**، مرزاشاهہ حسن جي تڪدري اميرن مان هو. عالم ۽ فاضل شاعر هو. تاريخ ڪيڻ جي فن ۾ ماهر هو. ڪتاب روضة السلاطين سندس تصنيف آهي.

21. **مولوي مصلح الدين لاڙي**، ٺٽي جو هڪڙو عالم ۽ فاضل شخص هو. مرزا شاهہ حسن کي پڙهايائين. سنہ961هہ ۾ حج تي ويو. ڪتاب شرح شمايل نبوي ۽ حاشيہ تفسير بيضاوي ۽ شرح فارسي منطق ۽ ٻيا بہ گهڻا ڪتاب لکيائين.

22. **قاضي ڏتو سيوهاڻي**، هو پنهنجي پيءُ قاضي شرف الدين جو شاگرد هو جنهن کي مخدوم "راهو" چوندا هئا. حديث جو علم مخدوم بلال ٺلٽيءَ واري کان پڙهيو ۽ ٻيا علم مخدوم فخريوٽي ۽ عبدالعزيز هراتيءَ وٽ پڙهيو. ارڙهن تفسير پڙهيائين. جعفر جو علم ۽ ٻيا گهڻا مخفي علم ڄاڻندو هو. ترڪي ڄاڻندو هو. ذهن تمام چڱو هوس. گهڻا ڪتاب ياد هئس ۽ لکيائين بہ.

23. **مير شاهہ مسعود** ۽ مولانا فخري ۽ حيدر ڪلونجهو بہ مرزا شاهہ حسن جي وقت جا تمام چڱا شاعر هئا. پوئين جو ديوان "حيدري" تہ مشهور آهي.

24. **مير يونس ارغون**، پهرين همايون بادشاهہ وٽ ۽ پوءِ محمد زمان مرزا وٽ هو ۽ پوءِ مرزا شاهہ حسن ۽ سلطان محمود خان وٽ وڃي رهيو. ترڪي ۽ فارسي شعر تمام چڱو چوندو هو. سنہ985هہ ۾ وفات ڪيائين.

25. **مولوي يار محمد**، هرات کان ٺٽي ۾ آيو. انشا پردازي ۾ نهايت قابل هو ۽ شاعر بہ زبردست هو. سلطان محمود هن کي وڪيل ڪري بادشاهہ ڏانهن موڪليو. سيتپور ۾ مري ويو.

26. **مخدوم عباس** وڏو عالم فاضل ۽ پرهيز گار شخص هو. ذات جو هنگورو هو اصل پاٽ جو ويٺل هو پوءِ هنگورجن ۾ اچي ويٺو. تفسير ۽ حديث ۽ فقه

جي علمن ۾ قابل هو. هميشه حديث پڙهندي روئندو هو. سن998هه ۾ وفات ڪيائين.

27. **مير لطف علي خان**، جنهن جو نالو مير محمد شفيع هو سو مير محمد يونس مهدي رضوي بکريءَ جي پوٽن مان هو. عطر خان پوءِ سن1125هه ۾ ٺٽي جو نواب ٿيو ۽ "شجاعت علي خان" خطاب مليس. تمام چڱي حڪومت ڪيائين شاعر بہ چڱو هو. تخلص "همت" هوس.

28. **نواب مهابت خان** ولد محمد منعم خان، جنهن کي "خان خانان" جو خطاب هو ۽ بهادر بادشاهہ جو وزير هو ۽ جو سن1132هه ۾ ٺٽي جو نواب مقرر ٿي آيو سو ڏاڍو چڱو ۽ ڪم آزار شخص هو ۽ فقيرن ۽ عالمن ۽ شاعرن جو دوست هوندو هو. ۽ انهن کي عزت ڏيندو هو ۽ انهن سان صحبت رکندو هو. پاڻ چڱو شاعر هوندو هو. "ڪاظم" تخلص هوس. سن1135هه ۾ ٺٽي ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش لاهور جي رستي ڪٽي ويا ۽ سندس جاءِ تي سندس ننڍو پٽ رکيو ويو.

29. سنڌ جي عباسي ڪلهوڙن حاڪمن مان ميان غلام شاهہ ۽ ميان محمد سرفراز بہ علم دوست هوندا هئا ۽ عالمن ۽ فاضلن کي مان ڏيندا هئا. پاڻ بہ شعر چوندا هئا. سنڌي بہ فارسي بہ سندن ڪي غزل ۽ ڪي مداحون موجود آهن.

30. ساڳي طرح ٽالپرن يا ميرن حاڪمن مان مير فتح علي خان ۽ مير ڪرم علي خان بہ علم دوست هئا ۽ سندن وقت ۾ عالم ۽ شاعر ايندا هئا ۽ مان پائيندا هئا. هو پاڻ بہ هوشيار هوندا هئا ۽ شعر چوندا هئا ثابت علي شاهہ جنهن جو اشارو مٿي آيو آهي، سو سندن زماني جو شاعر آهي. سڀ کان پوئين مير جو چڱو شاعر ۽ مصنف ٿي گذريو، سو مير حسن علي خان ولد مير نصير خان هو جنهن اسان جي وقت ۾ وفات ڪئي. سندس مرثيا ۽ منقبت تمام گهڻا آهن، جي ثابت علي شاهہ جي تتبع تي چيا اٿس ۽ نثر ۾ بہ سندس ڪي ڪتاب آهن، جي مذهب جي بابت آهن. شعر ۾ ڪي سندس تخلص "حسن" آهي.

# سنڌ جي ڪن قديم خاندانن جا شجرا

(1) **سومرن جو خاندان**: هنن جو وڏو ڏاڏو سومره يا سومار هو، جو هنن جو سردار ٿيو ۽ گاديءَ تي ويٺو. انهيءَ کان پوءِ پشت بہ پشت پيءُ جي جاءِ تي پٽ گاديءَ تي ويهندو آيو. نالا ترتيبوار هيٺ ڏجن ٿا:

سومره، پونگر، دودو، سنگهار، خفيف، عمر، دودو، پنهون، ڪينئرو، محمد طور، ڪينئرو، طائي، چنيسر، پونگر، طائي، چنيسر، پونگر، خفيف، دودو، پونگر، همير.

انهيءَ کان پوءِ سما آيا.

## (2) سمن جو خاندان:-

• اجیپر
دسرت
(کسیلہ نالي زال مان)
(کیلیہ زال مان)
(سمیہ زال مان)
رام
لکھن
برت
چترکن
لواکس
لکمن
اتت
پڑھار
جانسپا
کوریجہ
ناھ
گرگنت
کین
سنبوت راجا
سام
نوکزہ
ھنرت
ماد
•جادم

•جادم
هِسپت
(سنڌ جي سمن جو ڏاڏو)
ڪجپت
(چغدن جو ڏاڏو)
بهوُبت
(ڀٽن جو ڏاڏو)
جوره سمه
(راءِ ڏياچ جو ڏاڏو)
زبدري- انهيءَ جو پٽ نِست، پوءِ راٺيو تياره- اوڙ- اُدهه- لاکيرَ- لاکه
(ٻئي چاره نالي زال مان)
(ٻي زال مان)
اُدهه
مَهر
ءِ بہ ٻيا پٽ
ستيه
وديتر ٻيڙي
ورهه
ساند
اُنڙ
لاکه
سمه
جکره
ڪاکه
(ڪاک جو حاڪم)
چُنڊ
ڪلالي
ڦُل لاکه
مناهيه
پَلتي
• رائدن

* رائدن
سمہ
(سميجن جو ڏاڏو)
نوتيار
(نوت جو ڏاڏو)
لاکہ
(لنجارن جو ڏاڏو)
ابڙہ
(ڦُل ناهيہ جو ڏاڏو)
اُڏہ
(بهرين ۽ اڏيجن ۽ کدرلن جو ڏاڏو)
ناهيہ، مناهيہ ۽ کوريہ
(مُندرن جا ڏاڏا)
پَلي
ساند
ڪاڪ
(ڪاڪيجہ پوٽن جو ڏاڏو)
جاڙہ
(جاڙيجن جو ڏاڏو)
ويراہ
جانيجہ هگورہ
(هنگورجن ۽ اُڏيجن،
جيکسين ۽ ڍورن جو ڏاڏو
ڏيرہ
(ڪڇ جي ڏيرہ
سمن جو ڏاڏو
چام هوتي
هالہ
(هالن جو ڏاڏو)
هگورہ
(ڏونرن هنگورن وارن جو ڏاڏو)
(ساهڙ سمن جو ڏاڏو)
ساهڙ
(نهرين جو ڏاڏو)
چيلاريہ
چام اهپر
راهوجہ
چام جوڻہ
* چام راهو

* ڄام راهو
ڄام لاکہ
سومره
ساند
(راهوجن، لاکاڻين ۽ جکرن جو ڏاڏو)
ڪاهہ
ڪاهہ
لاکہ
ابڙه هگوره کونر ۽ ٽي ڀيا پائر
(بريجن جو ڏاڏو)
جيسر
(پرپريا جو
جو ڏاڏو)
اوڻہ
(صاحب اوڻہ ۽
۽ سيکاٽ
سمن جو ڏاڏو)
پلي
ڪاهہ
(ڦل سمن جو ڏاڏو)
انڙ
(سوڍياري سمن جو ڏاڏو)
جوڻہ
(ٻهرين جو ڏاڏو)
ڄام
(سنڌ جي سمن حاڪمن
جو ڏاڏو)
ڏيسر
مناهيہ
مراديہ
جوڻہ
هگوره
رکن
هال
ڪاهہ
ٻابينہ
بلوچ
ابڙه
تاجيہ
کوريہ
ڄام جوڻہ
* ڄام أنڙ

* جام أنڑ
جام تماچي
بابينہ
جام خيرالدين
جام تماچي
جام بابينہ
جام صلاح الدين
جام عاليشير
جام سكندر
جام كرن
بهاءالدين
أمر
جام سكندر
جام فتح خان
جام نظام الدين
جام أنڑ
جام بابينہ
جام نظام الدين (جام نندو)
جام فيروز

## (3) ڪلهوڙا (عباسين) جي خاندان جو شجرو:-

مِيان اوڍاڻو ساري خاندان جو وڏو انهي کان پنجويهين پيڙهيءَ ۾ ٿل ۽ انهي کان پوءِ پشت بہ پشت هي سندن وڏا هئا: ڀيل، چام چينہ، محمد، ابراهيم، شاهہ محمد (هاشم)، راڻہ، طاهر، خان، سُهب، ڪاجن، آدم شاهہ، داؤد، الياس، شاهہ علي (شاهل محمد)، ميان نصير محمد

## (4) ٽالپرن بلوچن ميرن جي خاندان جو شجرو:-

* مقصودو
علي خان
شاهہ علي
بهاول
علي محمد
حيدر علي
شاهہ علي
غلامر حيدر
غلامر الله
علي مراد
احمد علي
عبدالله
جان محمد
ولي محمد
محمد خان
احمد خان
عليمردان
بهاول
♣ آلودو
غلامر محمد
ميرمهر علي
غلامر شاهہ
غلامر شاهہ
آلودو
محمد علي
مير مبارڪ
علي بخش
مير جامر
سلطان علي
قائمر خان
پڃو خان
محمد خان
ولي محمد
جان محمد
شيرمحمد
احمد خان
♠ غلامر محمد
مير محمد خان
حاجي احمد خان
غلامر محمد
ڪرمر خان
مير محمد حسن خان
مير غلامر حيدر
مير غلامر شاهہ
ميرعلي بخش
مير الهہ بخش
مير محمد بخش
مير احمد خان
مير عليمراد خان
مير غلامر الله

## 2

### مالک خان

میر الھیارخان
ٹارو خان
چتر خان
سائینداد خان
میر مسو خان
(5) جادو خان
راجو خان
مالک خان
میر فتح خان
عبداللہ
علي خان
چاکر
سلطان
میر الھیار خان
میر ٹارو خان
• میر احمد خان
غلام علي
ملک محمد
الھ بخش
(6) میرغلام حیدر
• میرعلیمراد
میر غلام اللہ
عبداللہ
علي خان
محمد حسن
غلام علي
محمد علي
ملک محمد
خان محمد

• ميرعليمراد
حاجي مير شيرمحمد خان
مير شاهہ محمد
مير خان محمد
مير علي مراد
مير فتح خان
مير امام بخش
مير نبي بخش
مير علي مراد
مير علي محمد
ميرغلام شاهہ
مير جان محمد
(6) مير غلام حيدر خان
مير تاج محمد خان
مير ثارو خان
مير پير بخش
مير الهہ بخش
• مير احمد خان
مير غلام مرتضيٰ خان
مير ڪرم خان
ميرغلام مرتضيٰ خان
مير احمد خان
مير ولي محمد خان
(5) جادو خان
حمزو خان
مرز خان
صاحبخان
فيروز
(پيوخان)
باگو
بهادر
پيڙو
خان
محمد
خان
سائينداد
حيدرعلي
محمد حسن علي محمد
وليو خان غلام حسين
غلام علي
حمزو خان
فيروز (پيو)
فتح خان
فضل علي
خان محمد

## میر شهداد خان(3)

(7) میر جام نندو خان

میر چاکر خان

میر بهرام خان

میر خیرو خان

(8) میر سهراب خان

میر غلام محمد

میر علي خان

میر زنگي خان

میر سلیمان

میر مرید حیدر

(9) میر محمود خان

میر صوبدار خان

میر بجار خان

میر فتح علي خان

میر غلام علي خان

میر کرم علي خان

میر مراد علي خان

میر عبدالله خان

میر صوبدار خان

میر محمد خان

میر غلام حسین

میر بهرام

میر فتح علي

میر محمد علي

میر شاهنواز خان

میر غلام شاه

میر فضل علي

• میر نورمحمد خان

♣ میر محمد نصیر خان

میر محمد خان

میر یارمحمد خان

میر عبدالله خان

میر بجار خان

میر غلام محمد خان

میر غلام حسین

میر عبدالله

میر بجار خان

میر غلام شاه

* مير نورمحمد خان
مير شهدادخان
مير محمد حسين علي خان
حاجي مير نور محمد خان
ميرمحمد بخش خان
مير علي بخش خان
مير صوبدار
مير غلام علي
(7) مير چام ننڈو خان
مير شهداد
مير چام فيروز
مير چام ننڈو
ميرخيرمحمد خان
مير خدابخش خان
مير چام ننڈو خان
ميرخدا بخش خان
* مير محمد نصير خان
مير محمد حسن علي خان
مير عباس علي خان
مير احمد حسين خان
مير عبدالحسين خان
مير خدايار خان
مير محمد خان
مير عباس علي
مير حسن علي
(9) مير محمود خان
مير احمد خان
مير جهان خان
مير علي محمدخان
مير بهرام خان
مير پليو خان
علي محمد خان
مير جان محمد خان مير غلام حسين خان مير محمود خان

(8) مير سهراب خان
(10) مير رستم خان
مير غلام حيدر خان
مير مبارك خان
مير چاكر خان
(11) مير علي مراد خان
مير شاهنواز خان
مير محمد خان
مير غلام مصطفيٰ خان
مير احمد خان
مير نبي بخش
غلام مرتضيٰ
احمد علي
مير حبيب الله خان
مير غلام الله خان
مير كرم خان
مير شاه محمد
الهركيو
الهٰ بخش
علينواز
عبدالعلي
نبي بخش
مير غلام مرتضيٰ
مير محمد باقر
سلطان علي
دوست علي خان
غلام علي
علي مراد خان
فتح خان
لطف علي خان
غلام حيدر
مير غلام حيدر خان
فضل علي
غلام
نبي
حسن علي
عباس علي
صادق علي
شير علي
علي حيدر
مير محمد خان
راز محمد
حسين بخش
حسين علي
محب علي
فتح علي
* مير نصير خان
محمد علي خان
• فضل محمد خان
♣ علي محمد خان
+ مير ولي محمد خان

* میر نصیر خان
میر علي مدد
میر علي احمد
میر مرید احمد
میر علي حسین
میر فتح علي
علي دوست
علي محمد
عبدالله
♣ علي محمد خان
میر علي حیدر خان
• فضل محمد خان
میر علي بخش خان
میر امیر علي خان
میر فضل محمد
میر حسین علي
+ میر ولي محمد خان
میر مبارک خان
میر گل حسن خان
میر خان محمد خان
میر یار محمد خان
(10) میر رستم خان
میر محمد حسن خان
میر داد محمد
مرید حیدر
علي اکبر
علي مردان
شیرمحمد
الهه بخش
غلام محمد
میر امام بخش
میر سهراب
میر ولیداد
میر خان محمد
میراحمد خان
علي حسین
فضل حسین
دوست محمد
الهداد
مولاداد
خداداد
غلام قادر
میر رستم خان
غلام نجف
علیڈُرخان
مهرنجف
علي خان
لطف حسن

(11) مير علي مراد خان
مير سهراب خان
مير شاهنواز خان
مير فيض محمد خان
مير جان محمدخان
مير خان محمد خان
مير غلام مهدي
مير محمد مراد
مير شاهنواز
مير غلام حسين
مير الهداد خان
مير غلام رضا
مير خان محمد
مريد حيدر
علي مردان
مير غلام علي
مير امام بخش خان
مير احمد علي خان
مير علي نواز خان
مير علي محمد خان
مير غلام علي خان
مير غلام حسن
غلام حسين
مير فيض محمد خان
مير محمد علي
لطف علي

## (5) سيد عبدالڪريم بلڙي واري ۽ شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو شجرو.

امام حسين جي ٽين پيڙهي امام موسيٰ ڪاظم ۽ انهيءَ کان ڏهين پيڙهي سيد مير علي هراتي- انهي کان پوءِ پشت بہ پشت سيد حيدر، سيد مير علي، شرف الدين شاھ جرار، حاجي شاھ، هاشم شاھ، عبدالمومن شاھ، لعل محمد شاھ، **سيد عبدالڪريم شاھ**، جمال شاھ، عبدالقدوس شاھ،

## (6) ديوان گدومل جو شجرو

**(7) نواب ولي محمد خان لغاريءَ جو شجرو**

منگن

• چاڪر دودو

* چام دودو
هوت خان
الهيار
مير خان
شير خان
حيدر خان
غلام محمد
جلال خان
(جنهنکي گهٽا پٽ پوٽا آهن)
فتح خان
نواب ولي محمد خان
غلام الله
علي محمد
حيدر خان
خان محمد
غلام شاهه
جانمحمد
تاج محمد
دوست محمد
فتح خان
غلام مصطفيٰ
غلام مرتضيٰ
علي اڪبر
علي گوهر
غلام الله
حاجي عليمردان خان
غلام محمد
علي بخش ۽ 4 ڀيا
نواب احمد خان
نواب محمد خان
نواب الهداد خان
غلام حيدر
خيرمحمد خان
ولي محمد
بخش علي خان
فتح محمد خان
خداداد خان
علي محمد
قادر بخش
عطا محمد
فيض علي محمد
گل محمد
غلام محمد
شير محمد
شفيع محمد ۽ 3 ڀيا
محمد احمد خان
خداداد
عرض محمد
گدا علي
غلام حيدر
بهاول خان ۽ 3 ڀيا

### (8) نواب محمد خان نوڙهي جو شجرو:

* ڄام جيند (جلال خان بلوچ جي يارهين پيڙهي)

↓

لانگاه خان

↓

بلوچ خان

↓

ڪرم خان ۽ 2 پيا

↓

فتح خان ۽ 4 پيا

↓

خير محمد | الهہ بخش خان | سليمان خان

↓ (الهہ بخش خان)

**نواب محمد خان**

↓

↔ دوست علي خان | ∫ ڪرم خان | $ شير محمد خان

* اشارو- نواب ولي محمد خان لغاري ۽ خير محمد خان نوڙهي جون مائون پاڻ ۾ پيٽون هيون. ڄام جيند نوڙهن جي وڏي ڏاڏي پنهنجي ڏهٽي منگن کي پرڻائي هئي، جو لغارين جو وڏو ڏاڏو هو. نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي نياڻي دوست علي خان جي پٽ خير محمد جي گهر ۾ هئي.

## (9) آغا ابراھيم شاھ ۽ آغا اسماعيل شاھ جو شجرو:

• آغا اسماعیل شاہ

(1) آغا زین العابدین شاہ　(3) آغا نقی شاہ　(4) آغا تقی شاہ　(5) آغا صادق شاہ　(6) آغا ابراهیم شاہ　(2) آغا کاظم شاہ ء 2 ہیا

ذوالفقار شاہ　فتح علی شاہ　امام علی شاہ ء 2 ہیا　آغا شاہ محمد　محمد علی شاہ　غلام نبی شاہ

ذوالفقار علی شاہ　فتح علی شاہ　ابراهیم شاہ　احمد شاہ　سرفراز علی شاہ

علی محمد شاہ　عبدالهادی شاہ　جان محمد شاہ

غلام علی شاہ　ولی محمد شاہ　وهاب شاہ　حسن علی شاہ　حسین علی شاہ　اسد شاہ ء 2 ہیا

مراد علی شاہ　نورمحمد شاہ　کاظم شاہ　قنبر علی شاہ　شاهنواز شاہ

حسین علی شاہ　وهاب شاہ　فضل علی شاہ　نجف علی شاہ　لطف علی شاہ　احسان علی شاہ

هاشم شاہ

• غلام مصطفی شاہ　• غلام محمد شاہ　بدل شاہ　الهہ بخش شاہ　سرفراز علی شاہ　بندہ علی شاہ　کرم علی شاہ　نادر علی شاہ

مراد علی شاہ

• غلام مصطفيٰ شاهه
بچل شاهه
علي جان
همت علي شاهه
زين العابدين شاهه
غلام مرتضيٰ شاهه
بخش علي شاهه
• غلام محمد شاهه
تراب علي شاهه
مظهر علي شاهه
ظهور علي شاهه
امين الله شاهه
حبيب الله شاهه
عبدالحسين شاهه
(10) مرزا خسرو بيگ ۽ ٻين گُرجي مرزائن جا شجرا:
(الف)
مرزا خسرو بيگ
مرزا علي محمد بيگ
• مرزا ولي محمد بيگ
• مرزا محمد رحيم بيگ
مرزا غلام مرتضيٰ بيگ
مرزا الهوردي بيگ
مرزا امام قلي بيگ
مرزا كلبعلي بيگ
مرزا علي يار بيگ
مرزا غلام حسين
مرزا علي رضا
مرزا علي اكبر بيگ
مرزا محمد حسين بيگ
مرزا علي حسين بيگ
مرزا احمد علي

• مرزا ولی محمد بیگ

مرزا علی اشرف بیگ — مرزا حسین قلی بیگ

مرزا ناصر علی بیگ — مرزا آصف علی

• مرزا محمد رحیم بیگ

مرزا قلباش بیگ — مرزا علی احمد بیگ — مرزا علی نواز بیگ — مرزا علی مدد بیگ — مرزا علی عباس بیگ ۶ پیا

مرزا قزل ارسلان — مرزا محمد اکبر — مرزا محمد نواز — مرزا محمد علی — مرزا تصدق حسین — مرزا افضل حسین — مرزا محمد رحیم

(ب) **مرزا محمد باقر بیگ**

مرزا بندہ علی بیگ — مرزا محب علی بیگ — مرزا نواز علی بیگ — مرزا لطف علی بیگ — مرزا شیر علی بیگ

مرزا فیض احمد بیگ

مرزا محمد کاظم — مرزا محمد اعظم — مرزا علی محمد بیگ

مرزا عطا محمد — مرزا احمد علی — مرزا عبدالحسین

مرزا عباس علی

(ج) مرزا قربان علی بیگ

• مرزا مبارک علی بیگ — مرزا خادم علی بیگ

مرزا احمد حسین

(5) مرزا فریدون بیگ
مرزا غلام رضا بیگ
مرزا صادق علي بیگ
مرزا قلیچ بیگ
مرزا علي قلي بیگ
مرزا جعفر قلي بیگ
مرزا نجف قلي بیگ
مرزا حیدر قلي بیگ
مرزا منوچهربیگ
نیاز حسین
مرزا سدني
ستائلي
ایدورد
مرزا قنبر علي
نثار حسین
فرهاد
فیروز
شمشاد
جمشید
امداد حسین
مرزا فرخ بیگ
مرزا سکندر بیگ
مرزا حیدر قلي بیگ
مرزا شوکت علي
دادر بیگ
اختر بیگ
همایون بیگ
اسد بیگ
افضل بیگ
اکمل بیگ
اجمل بیگ
ادهم بیگ
ارشد بیگ
زاهد
ذاکر

## (11) سيد ثابت علي شاهه شاعر جو شجرو:

## (12) سچيڏني يا سچل فقير درازن واري شاعر جو شجرو:

مخدوم ابوالفتح خليفي حضرت عمر فاروق کان ٻاويهين پيڙهيءَ ۾ هو ۽ انهيءَ کان پوءِ مخدوم عبدالوهاب چوڏهين پيڙهيءَ ۾ هو. انهيءَ کان پوءِ هيٺين موجب پيڙهيون آهن:

مخدوم عبدالوهاب
ميان صلاح الدين
ميان عبدالوهاب
(عرف سچيڏنو)
ميان محمد حافظ
(عرف صاحبڏنو)
ميان عبدالحق
ميان قبول محمد
ميان نظر محمد
ميان نجم الدين
ميان قبول محمد

# ”قديم سنڌ جا ستارا“ ڪتاب ۾ ذڪر ٿيل ماڻهن جي نالن جي الف ـ بي وار يادداشت

## (اشارو: پهريون انگ فصل ٿو ڏيکاري ۽ پيو اسم)

(و)



(هه)



(ي)

# ”قديم سنڌ جا ستارا“ ڪتاب ۾ ذڪر ٿيل ڪتابن جي نالن جي الف ـ بي وار يادداشت

## (اشارو: پهريون انگ فصل ٿو ڏيکاري ۽ ٻيو اسم)

## "قديم سنڌ" ڪتاب ۾ ذڪر ٿيل شهرن جي الف ـ بي وار يادداشت

## (انگ صفحا ٿا ڏيکارين، جتي انهن جو ذڪر ٿيل آهي.)

